# مڪتوبات شريف



مصنف

**حضرت خليفو محمود فقير قدس سره العزيز**

مترجم

**مولانا عبد الحليم هاليپوٽو**

شايع ڪندڙ

**محموديه اڪيڊمي (قريه شريف)**

ڪڙيو گهنور تعلقو گولاڙچي ضلع بدين (سنڌ)

ڪتاب جو نالو: مڪتوبات شريف

مصنف (فارسي): حضرت خليفو محمود رحمۃ اللہ عليه

سنڌي ترجمو: مولانا عبدالحليم هاليپوٽو

ڪمپوزنگ: السند ڪمپوزر لطيف آباد حيدرآباد

تاريخ اشاعت: ١٠ جنوري ٢٠٠٣

ايڊيشن: پهريون

تعداد: ١٠٠٠

پريس: نفيس پرنٽنگ پريس لجپت روڊ حيدرآباد

ملڻ جا هنڌ: (١) مير محمد نظاماڻي
گهر نمبر ١٦ سنڌ يونيورسٽي
اولڊ ڪئمپس حيدرآباد (سنڌ)

(٢) درگاه شريف حضرت خليفو محمود فقير رحمۃ اللہ عليه
ڪڙيو گهنور تعلقو گولاڙچي،
ضلع بدين (سنڌ)

(٣) سليمان برادرس بڪ سيلرز
لجپت روڊ حيدرآباد سنڌ

# پڌرنامو

| صفحو | سٽ نمبر | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٩ | ٢٨ | وڻ جا مثال | وڻ جي مثال |
| ٤٢ | ١٠ | جي | جهڙن |
| ٤٢ | ٢٠-٢١ | جو ڏينهن | جو هڪڙي ڏينهن |
| ٤٢ | ٢٨ | پٽندي | پٽيندي |
| ٤٤ | ١ | انهي سٽ کي هن طرح پڙهجي ← | ڇا ڄاڻجي ۽ ڇا حاصل ڪجي عقل عشق کان سواءِ اهو ٿي ڪجهه (حاصل ڪري سگهندو آهي |
| ٥٣ | ١٥-١٦ | ڪيس گهرجي | شايد ته |
| ٦٦ | ٣ | جاشين | جانشين |
| ٨٤ | ٢٠ | عقل | عشق |
| ٨٤ | ٢٨ | آيت | روايت |
| ٨٥ | ٥ | آيت پڙهيو | روايت ڪئي |
| ١٠٧ | ٢٢ | دردست | دردت |
| ١٠٨ | ٢٥ | ڏانهن | کان |
| ١١٣ | ١٧ | بنيش | بينم |
| ١١٥ | ٢١ | ويندو | ويو |
| ١١٥ | ٢٥ | ڪجهڙو | ڪهڙو |
| ١١٨ | ٦ | حقيقي | حقيقت |
| ١٢١ | ٢٩ | جانان | جان |
| ١٢٤ | ١٨ | - | يادگيري جي |
| ١٣٤ | ٤ | لحاظ هن | لحاظ سان هن |
| ١٤٠ | ١٨ | فرقي | فرقو |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٤٢ | ٢٢ | آهن | آهي |
| ١٤٦ | ١٤ | بدلب | بدلها |
| ١٤٦ | ٢٥ | پتان | پستان |
| ١٥٠ | ٨ | مڪاشف | مڪاشفا |
| ١٥٠ | ٢٧ | ڪري | ڪريم |
| ١٥٣ | ١٤ | وجين | وجي |
| ١٥٨ | ١ | ڪيائون | ڪيائين |
| ١٦١ | ١٠ | راڪشۃ | ڪشته |
| ١٦١ | ١١-١٢ | پنهنجي مالڪ کي ماريو | سردار ٿيو |
| ١٦٣ | ١٢ | ڪان ڪائي | ڪان مار ڪائي |
| ١٧٠ | ١٢ | ڦُري، اهو | ڦُرويو اهو |
| ١٧٧ | ٢٢ | مرد حاصل ڪر | مرد ٿي |
| ١٧٧ | ٢٩ | اتي هڪڙوئي | اتي اشارو ئي |
| ١٨٢ | ٢٠ | دين جو ڪم | دين جو غم |
| ١٨٦ | ٢ | جيڪڏهن | جيڏانهن |
| ١٨٦ | ٢ | آهيان | آهين |
| ١٩١ | ٢٢ | غافل نہ ٿيان | غافل ٿيان |
| ١٩٢ | ١٨ | چوي تہ | چوي ٿو تہ |
| ٢٠٥ | ١٥ | دوست | دست |
| ٢١١ | ١٥ | خلقت الاقلاڪ | خلقت الافلاڪ |
| ٢١٦ | ٢٦ | رحطن | رحمان |
| ٢٢٢ | ٦ | جي ڪين | جي ڪري ڪين |
| ٢٢٤ | ٧ | نہ لڪجي | نہ لڪي |
| ٢٢٧ | ١٤ | قودا | قعودا |

(بقيہ پل نامو ڪتاب جي آخر ۾ ڏسو)

أَلَآ إِنَّ أَوْلِيَآءَ اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ

ٻڌو! الله جي ولين لاءِ نه خوف آهي نه غم،

سورة يونس: ٦٢

# مڪتوبات شريف

## حضرت خليفه محمود فقير قدس سره العزيز

مترجم

مولانا عبدالحليم هاليپوٽو

شايع ڪندڙ

محموديه اڪيڊمي (قريه شريف)

ڪڙيو گهنور شريف تعلقو گولاڙچي ضلع بدين (سنڌ)

# فهرست

بسم اللہ الرحمٰن الرحيم

# تمهيد

اللہ تبارڪ وتعاليٰ جا ڪروڙين احسان آهن جنهن هن دنيا کي پيدا ڪيو ۽ ان کي پنهنجي حڪمت سان هلائي رهيو آهي، ۽ اسان کي هدايت ڏنائين. يقينا جيڪڏهن هو اسان کي هدايت نہ ڏئي ها تہ اسين ڪڏهين بہ هدايت يافتہ نہ هجون ها. جيئن قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو: "الحمد للہ الذي هدانا لهذا وما کنا لنهتدي لولا ان هدانا اللہ"

انهي قادر ڪريم جا لک احسان جو اسان کي پنهنجي محبوب صلي اللہ عليہ وسلم جي امت مان پيدا ڪيائين. اسان جي آقا حضرت محمد مصطفيٰ صلي اللہ عليہ وسلم تي ڪروڙين درود ۽ سلام جنهن اسان کي نيڪي ۽ بدي، حق ۽ باطل ۾ فرق ٻڌايو. حضرت ابوهريره رضي اللہ تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي اللہ عليہ وسلم اسان کي ٻہ علم سيکاريا، هڪ اهو جيڪو قرآن ۽ حديث ۾ آهي، جيڪو سيني مسلمانن لاءِ لازمي آهي ۽ ٻيو علم اهو آهي جيڪو جيڪڏهين ظاهر ڪريون تہ ماڻهو اسان کي ماري ڇڏين. اهو علم اللہ تبارڪ وتعاليٰ پنهنجن خاص خاص بندن ۽ دوستن لاءِ مخصوص ڪيو آهي. اللہ تبارڪ وتعاليٰ جا دوست "اولياءُ اللہ" آهن. "الا ان اوليٰاءَ اللہ لاخوف عليهم ولا هم يحزنون" (ٻڌي ڇڏيو! اللہ جي دوستن ۽ ولين لاءِ نہ ڪو ڊپ آهي نہ غم - سوره يونس11) ۽ انهن اللہ جي ولين هميشہ "حب الدنيا راس کل خطيئة" (دنيا جي محبت هر برائيءَ جو منڍ ۽ پاڙ آهي) ۽ "الدنيا جيفة وطالبها کلاب" (دنيا ڍونڍ آهي ۽ ان جا طالب ڪتا آهن) جا سبق ڏنا آهن ۽ "موتوا قبل ان تموتو" (موت کان اڳ پاڻ کي ماريو) جا گس ڏسيا آهن. اللہ تبارڪ وتعاليٰ جون لکين ۽ ڪروڙين رحمتون انهن اوليائن تي هجن جن جي نظرِ شفقت اسان کي حيوان مان انسان بنايو ۽ پنهنجي محبوب خاتم النبيين ۽ ختم الرسل حضرت محمد مصطفيٰ صلي اللہ عليہ وسلم جي امت مان پيدا ڪيو. اللهم صل عليٰ سيدنا محمد وعليٰ آل سيدنا محمد وبارڪ وسلم.

امابعد! الحمدللہ، اللہ تبارڪ وتعاليٰ جي ڪرم ۽ ٻاجھہ سان "محموديہ اڪيڊمي" جي طرفان هي چوٿون ڪتاب يعني "مکتوبات شريف" حضرت خليفي محمود فقير قدس اللہ سره جو سنڌي ترجمون شايع ڪري رهيا آهيون، جيتوڻيڪ هن ڪتاب جي اشاعت ۾ اسان کي بي انتها دشواريون پيش آيون جيڪي بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن ۽ پورا ٽي سال لڳي ويا آهن.

ڪتاب مڪتوبات شريف جو ترجمون اسان پهرين هڪ ٻي اديب کان ڪرايو ۽ ڪتاب ڪمپوز بہ ٿي چڪو هو. پر پوءِ ڪجهہ مون کي بہ ترجمہ جي باري ۾ تحفظات هئا ۽ ڪجهہ ٻين اهل علم دوستن بہ مشورو ڏنو تہ اهو ترجمون قابل اشاعت نہ آهي. پوءِ وڌيڪ بهتر مترجم جي تلاش شروع ٿي ۽ نفيس پريس جي مالڪ اسان جي مهربان دوست حاجي محمد سليمان صاحب جي واسطي سان مولانا عبدالحليم هاليپوٽہ تائين پهتاسين. سائين عبدالحليم صاحب بلاشبہ فارسي مان سنڌي ۾ بهترين ترجمون ڪيو آهي جنهن ۾ اصل ڪتاب جو تاثر پوري طرح قائم آهي. بهرحال دير آيد درست آيد. اميد تہ مڪتوبات شريف مان اسان جي سٺي رهبري ٿيندي.

هي ڪتاب Philosophy of Religion تي نهايت بهترين ڪتاب ٿيندو. جيڪڏهين زندگي رهي تہ انشاءَ اللہ هن ڪتاب جو ترجمو فارسي مان دنيا جي ٻين ٻولين ۾ ڪرائينداسين. آمين

ڪتاب مڪتوبات شريف ۾ دقيق نڪتن کي نهايت تفصيل سان ۽ اثرائتي نموني بيان ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ اهڙا نڪتا بيان ڪيا ويا آهن جيڪي عام طرح سان نہ ملندا، نہ ڪنهن تقرير ۾ ۽ نہ ڪنهن تحرير ۾. بهرحال پڙهندڙن حضرات کي آئون صرف هي گذارش ڪندس تہ مڪتوبات شريف کي پڙهيو وڃي ۽ وري وري پڙهيو وڃي. خيال سان ۽ ويچار سان، وڏي سوچ ۽ سمجهہ سان، وڏي غور ۽ فڪر سان. اِهي سير ۽ اِهي مقام غور ۽ فڪر سان ئي حاصل ٿي سگهندا.

آئون هن سلسلي ۾ خاص طرح سان جناب الحاج قاضي عبدالقدوس راڄڙ صاحب جن جو نهايت مشڪور آهيان جنهن ڪتاب جي ڇپائي وغيره جو ذمو پاڻ تي کنيو آهي. هن کان اڳيون ڪتاب يعني سراج العاشقين جي ڇپائي جو خرچ بہ قاضي صاحب جن ڏنو هو. اللہ تعاليٰ سندس درجات بلند ڪري ۽ کين عمر دراز عطا فرمائي. آمين

اسان جي دعا آهي تہ اللہ تبارڪ وتعاليٰ جناب قاضي صاحب جن کي هميشہ خوش ۽ سلامت رکي ۽ شال اللہ تعاليٰ سندس غريب پروري کي بہ هميشہ قائم رکي. آمين

فقير الفقراءِ

مير محمد نظاماڻي
خادم درگاه شريف
خليفو محمود فقير قدس سره العزيز
ڪڙيو گهنور

# انتساب

پنهنجي مخلص ۽ شفيق دوست جناب الحاج قـاضـي عبدالقدوس راڄڙ صـاحـب جـي نـالي. شـال الله تبـارڪ وتعـاليٰ سندس درجات اجان بلند ڪري ۽ دين ۽ دنيا جي دولت سان ڪيس مالا مال ڪري. آمين

فقير الفقراءِ

**مير محمد نظاماڻي**

تاريخ ٢٦ جنوري ٢٠٠٣ع

وَبِکَ نَسْتَعِيْنُ
رَبِّ يَسِّرْ وَلَا تُعَسِّرْ وَتَمِّمْ بِالْخَيْرِ
بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# مڪتوب پهريون

فقير صاحبڏنو رحمة الله عليه حضرت پير سائين روزي ڏٺي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جو مريد هو، تنهن کي سير عروج ۾ جيڪي مڪاشفات حاصل ٿيا، حضور مظهر نور حضرت پير سائين روزي ڏٺي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جي خدمت ۾ انهن جو اظهار ڪيائين. حضرت پير سائين روزي ڏٺي رضي الله تعالىٰ عنه فقير صاحبڏنہ جي بيان ڪيل حقيقتن مان ڪجهہ هن ناچيز بنده (خليفه محمود قدس سره) ڏانهن لکيون. سندن اهو مڪتوب شريف هتي لکجي ٿو.

احوال تہ فقير صاحبڏني چيو تہ مون کي عروج معراج جي طريقي تي حاصل ٿيو ۽ انهيءَ معراج ۾ اوهان يعني هي فقير (حضرت روزي ڏٺي رضي الله تعالىٰ عنه) بہ ساڻس گڏ هو. هن طرح سان جو حضرت سرور ڪائنات ﷺ اسان ٻنهين جي پيشوائي فرمائي رهيا هئا. اوهان (حضرت روزي ڏٺي رضي اللهتعالىٰ عنه) پاڻ سردارن ﷺ جي پٺيان هئا ۽ آئون (صاحبڏنو فقير) اوهان (حضرت روزي ڏٺي رضي الله تعالىٰ عنه) جي پٺيان هلي رهيو هئس ۽ اهڙيءَ طرح سان منزلون ۽ مرحلا طئي ڪندا هڪڙي مقام کان ٻئي اعلىٰ مقام تي پهچندا رهياسين. پوءِ هڪڙي مقام تي پهتاسين جنهن کي انبياءَ ڪرام عَلَيْهِمُ السَّلَامُ جو مقام ٿي سڏيائون. انهيءَ مقام تي حضرت موسىٰ عَلىٰ نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ بيٺل هو. موسىٰ عليه السلام، حضرت سرور ڪائنات ﷺ جن کان اوهان (حضرت روزي ڏٺي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ) جي نالي پڇيو تہ هي شخص ڪير آهي؟ حضرت سرور ڪائنات ﷺ جن فرمايو تہ هي انهيءَ

جماعت مان آهي، جيڪي انبياءِ ڪرام عَلَيهِمُ السَّلَامُ جا وارث آهن. انهيءَ مقام تي ڏهہ ٻارهن ٻيا بزرگ بہ موجود هئا. اوهان (حضرت روزي ڏٺي رضي الله تعاليٰ عنه) انهن بزرگن ۾ شامل تي ويا ۽ آئون (ميان صاحبڏنہ) اجازت کان پوءِ داخل ٿئس. ڪجھ ڏينهن اها ڪيفيت رهي.

ٻيو ڇيائين تہ مون کي ٻڌايو ويو تہ اوهان جو مشرب موسيٰ عَلَيْهِ السَّلامُ وارو مشرب آهي ۽ قدم بہ موسيٰ عليه السلام وارو آهي ۽ اوهان جو قدم موسيٰ عَلَيْهِ السَّلامُ جي قدم تي آهي. صاحبڏنہ فقير ائين بہ چيو تہ مون کي ڇيائون تہ هاڻي موسيٰ عَلَيْهِ السَّلامُ جو فرض بہ اسان جو فرض آهي.

صاحبڏنو فقير بيان ٿو ڪري تہ حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ آئون (صاحبڏنہ فقير) هڪڙي مقام کان ٻئي اعليٰ مقام تي پهچندا وياسون. پيشوا حضرت موسيٰ عَلَيْهِ السَّلامُ هو ۽ آئون سندس پٺيان هئس ۽ هڪڙي جاءِ تي پهتاسونَ جنهن تي ڏاڪڻيا چاڙهي رکيل هئي. حضرت موسيٰ عليه السلام ڏاڪڻ تي چڙهي بيٺو. پوءِ جڏهن مون ڏاڪڻ ڏانهن هٿ وڌايو، تڏهن موسيٰ عليه السلام پنهنجو قدم مبارڪ مٿي ڪنيو ۽ مون ڏاڪڻ تي پير رکيو ۽ انهيءَ جاءِ تان عروج حاصل ڪري هڪڙي اعليٰ مقام تي پهتاسون، جتي ٻڌايائون تہ اوهان کي ڇهن اولوالعزم نبين سڀني جي ڪمالات مان حصو مليو آهي. هڪڙي وقت اهو بہ حڪم ٿيو تہ اوهان حضرت سرور ڪائنات ﷺ جي امت جي حق ۾ دعا گهرو ۽ مون امر موجب دعا گهري ۽ پڻ چوي ٿو تہ مخدوم بلال رحمۃ الله عليه جيڪو سيوهڻ کي ويجهو آهي، تنهن جو روح پاڪ ڏٺم ۽ انهيءَ روح جي مدد سان جنهن مقام تي هئس، انهيءَ تان ترقي ڪري ٻئي اعليٰ مقام تي پهتس.

فقير صاحبڏنو چوي ٿو تہ مون کي ڇيائون تہ اوهان عالم هستيءَ جي وجود جي جان آهيو ۽ عالم جا اجزاءَ وڻ جا مثال آهن. اوهان جي عبادت پاڻي جي مثال آهي. جيڪڏهن وڻ کي پاڻي نہ مليو تہ وڻ سڪي ويندو. اوهان عبادت ڪريو تہ وڻ کي تازگي

حاصل ٿئي. فقير صاحبڏنو چوي ٿو تہ منهنجو رخ خلق ڏانهن موڙيائون تہ خلق کي دين جي دعوت ڏي. مون انڪار ڪيو تڏهن فرمايائون تہ روءِ زمين تي ڪوبہ عملُ خلق جي رهنمائي کان وڌيڪ بالاتر نہ آهي ۽ مثال ڏيندي فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪو وانهڙويلجي وڃي تہ انهيءَ کي واٽ ڏيکارڻ اجر عظيم جو باعث آهي ۽ هيٺون چوٽون ثواب ملندو. وري ٻي ڀيري بہ ساڳيو حڪم ٿيو. مون وري بہ انڪار ڪيو ۽ چيو تہ آئون انهيءَ ڪم جي لائق نہ آهيان. تڏهن مون کي سمجهايائون تہ سلطان العارفين بايزيد بسطامي رحمہ اللہ عليہ کي جڏهن خلق کي دين جي دعوت ڏيڻ جو حڪم ڪيوسون تہ پهرين انڪار ڪيائين ۽ جيستائين انڪار ۾ هو تيستائين ڪيس انوار الٰهي ۾ ترقي حاصل نٿي ٿي. جڏهن قبول ڪيائين تڏهن انهيءَ مقام تان ترقي ڪري اعليٰ مقام تي پهتو ۽ سلطان العارفين ٿيو. اوهان بہ خلق کي دين جي دعوت ڏيڻ جو حڪم قبول ڪريو تہ اوهان کي بہ انهيءَ وانگر ترقي بخشيون.

فقير صاحبڏنو چوي ٿو تہ سڄي زمين کي تڏي وانگر ويڙهي قدرت جي هٿ ۾ جهلي فرمايائون تہ هن تي توجه ڪر تہ ڏڪڻ ڇڏي قرار وٺي. پوءِ سندن امر موجب توجه ڪيم ۽ زمين کي قرار حاصل ٿيو ۽ پڻ چوي ٿو تہ فرمايائون تہ هن سير کان اڳي اوهان انهيءَ مقام ۾ هئا جو انهيءَ سير ۾ "آئون" ۽ "تون" نہ هئاسون. اتان توکي اثبات جي مقام تي پهچايوسون. هاڻي توکي انهيءَ مقام کان بہ اعليٰ مقام تي ترقي ڏئي پهچايون ٿا.

فقير وڌيڪ چيو تہ مون کي فرمايائون تہ توکي فقر محمدي ﷺ ۾ وڏن سان گڏ ڪيوسون ۽ سندن متابعت مان توکي گهڻو حصو بخشيوسون. سعادت جي خوشبوءِ توکي نصيب ڪئي سون ۽ خلق جون امانتون اوهان جي حوالي آهن. اوهان کي گهرجي تہ خلق جا حق جيڪي اوهان جي ذمہ آهن، سي ادا ڪريو ۽ پڻ آگاه فرمايائون تہ هاڻي اوهان جو سَيْرُ اِلَي اللّٰهِ جي مقام تان جيڪو اثبات آهي، تنهن تان سير محمد رَسُوْلُ اللّٰه ﷺ جي مرتبي تي پهچايوسون ۽ پڻ ظاهر ڪيائون تہ اوهان کي "تڪوين" جي

مرتبي تان پار ڪري "تمڪين" جي درجي تي پهچايو ويو.
صاحبڏنو فقير وڏيڪ چيو تہ حضرت سرور ڪائنات ﷺ کي ڏٺم. اتان بہ امر ٿيو تہ هاڻي اوهان خلق کي دين جي دعوت ڏيو. انهيءَ ڪان اڳ ۾ صاحبڏنو فقير پنهنجا حالات بيان ڪندي ٻڌايوهو تہ حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنهُ کي ڏٺم، پاڻ مون کي پانهن کان جهلي فرمايائون تہ هاڻي اوهان خلق کي دين جي دعوت ڏيو. ان ڪان پوءِ صاحبڏنه پنهنجا حالات بيان ڪندي چوي ٿو تہ هن وقت آئون حقيقت محمدي ﷺ جي سير ۾ آهيان ۽ پڻ چوي ٿو تہ ٽي پيرا ڏٺم تہ تمام گهڻي خلق منهنجي پٺيان لڳي ڊوڙي ۽ مون پڇي جان ڇڏائي. پوءِ امر ٿيو تہ جيڪڏهن خلق کي دين جي دعوت نہ ڏينديئن تہ زنديق ٿينديئن. هي اوهان جي آگاهي جي لاءِ عرض ڪيو ويو. زياده خير والسلام.

# مڪتوب ٻيون

ميان عبدالخالق بمبئي بندر واري ڏانهن پنجن لطيفن جي باري ۾ لکيو ويو. لطيفا هي آهن: (١) قلبي (٢) روحي (٣) سري (۴) خفي (۵) اخفيٰ (٦) نفسي ۽ هر ڪنهن جو مقام الڳ الڳ آهي ۽ حضرات خواجگان نقشبنديه رحمه الله عليهم جو سري، خفي ۽ اخفيٰ لطيفن جي محل ۽ مقام جي باري ۾ هڪ ٻئي سان اختلاف آهي. انهيءَ جو تفصيل ۽ تشريح لطيفه نفسي جي عناصر اربع ۽ مقامات عروج جي وضاحت جي باري ۾ ولايت احمدي تي ولايت محمدي ﷺ جي فضيلت جي باري ۾ مفصل تشريح ڪئي وئي آهي.

بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اي عزيز! واضح هجي تہ پنج لطيفا قلبي، روحي، سري، خفي ۽ اخفيٰ جيڪي انسان جي وجود ۾ موجود آهن، انهن جو اصل عالم امر سان آهي ۽ انهن جي فروغ کي انساني جسد ۾ جاءِ ڏني وئي آهي. پهريون لطيفو قلبي جيڪو کاٻي پاسي واري ٻبي کان بہ آنگر هيٺ آهي، ٻيو لطيفو روحي جيڪو ساڄي پاسي

واري ٻُبي ڪاڻ ۾ آنگر هيٺ آهي، ٽيون لطيفو سري جيڪو سيني جي وچ تي آهي، چوٿون لطيفو خفي جيڪو پيشاني ۾ آهي، پنجون لطيفو اخفيٰ جيڪو دماغ ۾ آهي.

پهريائين طالب جڏهن پنهنجي پير طريقت وٽ الله تعاليٰ جي طلب جي لاءِ حاضر ٿو ٿئي تہ مرشد کيس لطيفہ قلبي جو سبق ڏيندو آهي ۽ ذات پاڪ جي اسم ذاتي "الله" جل جلاله جو ورد ۽ ان جي قلب صنوبري ۾ تصور ڪرڻ جو امر فرمائيندو آهي ۽ انهن سان گڏ رابطہ شيخ يعني مرشد پنهنجي صورت جي تصور جي بہ تلقين ڪندو آهي. اهو طالب نهايت عاجزي، وڏي شوق ۽ ڪوشش ۽ محنت سان ڏينهن ۽ رات ذڪر ۽ فڪر ۽ رابطہ شيخ ۾ مشغول رهندو آهي. ايستائين جو سبق اهڙو پڪو ٿي وڃي ۽ قلب ذڪر سان اهڙو متحرڪ ٿي وڃي جو جيڪڏهن ڪوشش ڪري تہ ذڪر کي وساريان تہ بہ ذڪر ڪان الڳ نہ ٿي سگهي. انهيءَ وقت لطيفہ قلب جي تجلي زرد رنگ ۾ طالب کي نظر ايندي آهي ۽ طالب کي قلبي فنا جو درجو حاصل ٿيندو آهي، جيڪو حضرت آدم عَلىٰ نَبِينَا وَعَلَيه السَّلام جي قدم هيٺ آهي ۽ سندس علم خالق ۽ رازقَ آهي ۽ سندس معرفت بہ اها ئي آهي. انهيءَ حالت ۾ طالب کي گهرجي تہ حضرت آدم عليٰ نبينا وعَلَيه السَّلامُ جي روح پاڪ تي وڏ ڪان وڏ درود ۽ سلام جو هديو موڪلي.

ان ڪان پوءِ مرشد طالب کي لطيفہ روحي جو سبق ڏيندو آهي. طالب کي گهرجي تہ ڏينهن رات اسم پاڪ ذاتي "الله" جل جلاله جي ذڪر ۾ مشغول ٿي وڃي. ذڪر جي جاري ٿيڻ جي لاءِ سخت جدوجهد ۽ محنت ڪري جو ذڪر سالڪ جي روح ۾ اهڙو حل ٿي وڃي جو ننڊ ۽ غفلت يا بيداري ڪنهن بہ حالت ۾ ذڪر هن ڪان جدا نہ ٿئي. بلڪ انهن سيني حالتن ۾ ذڪر برابر جاري رهي. ايستائين جو لطيفہ روحي جي تجلي سرخ ۽ سفيد رنگ ۾ آشڪار ٿئي. اهو لطيفو حضرت نوح ۽ حضرت ابراهيم عليهما السلام جي قدم هيٺ آهي. انهيءَ حالت ۾ اهي ٻئي نبي سڳورا عليهما السلام سالڪ کي پنهنجي زيارت ڪرائيندا آهن. انهيءَ وقت لطيفہ روح فنا جي درجي کي پهچي ويندو آهي ۽ انهن ٻنهين

نبين سڳورن عليهما السلام جو علم سميع ۽ بصير، عليم ۽ ڪليم، قدير، مريد ۽ حيّ آهي ۽ سندن معرفت بہ انهن صفتن سان آهي. طالب کي گهرجي تہ انهيءَ حالت ۾ انهن ٻنهين نبين سڳورن عليهما السلام جي پاڪ روحن جي لاءِ دعا ۽ درود جو هديو موڪلي.

ان کان پوءِ مرشد طالب کي لطيفہ سري جو سبق ڏيندو آهي۽ طالب کي گهرجي تہ پنهنجي سچي ڪوشش انهيءَ لطيفي تي لڳائي. شيخ آدم بنوري رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو تہ لطيفہ روح جي جاءِ سيني جي وچ تي آهي. پنهنجي مرشد حضرت امام رباني مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي نقشبندي فاروقي رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن جي اجتهاد کان خلاف حضرت امام ربّاني مجدد الف ثاني رضي الله تعالىٰ عنه جي اجتهاد مطابق لطيفہ سري ڪاٻي ٻيءِ جي ساڄي پاسي بہ آڱر هيٺ آهي. لطيفہ سري حضرت موسىٰ عَلىٰ نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِ السَّلَامُ جي قدم هيٺ آهي. هن لطيفي جو رنگ سفيدَ آهي ۽ هن جو علم ذات پاڪ جون تجليون آهن. بہ قدم اڳتي لطيفہ روح جي مقام تان ذات پاڪ سان پوري مناسبت رکي ٿو. هن لطيفي جي معرفت بہ قلب جون تجليون آهن، جيڪي ذات پاڪ جي تجلين جي مقام تان موسىٰ عَلَيْهِ السَّلام کي عنايت ٿيون ۽ موسىٰ عَلَيْهِ السَّلام کي عشق جي جوشَ بي قرار ڪيو ۽ چيائين: "رَبِّ أَرِنِيْ" مَعنىٰ منهنجا پالڻهار! مون کي پنهنجو ديدار ڪراءِ. موسىٰ عَلَيْهِ السَّلَامُ ديدار جو سوال انهيءَ عشق جي بي قراريءَ جي ڪري ٿي ڪيو هو. ڪيس "لَنْ تَرَانِيْ" معنىٰ تون منهنجو ديدار نہ ڪري سگهندين جو جواب مليو. يعني هن مقام کي حاصل ڪرڻ جو ديدار جو مقام اهو ٿي آهي ۽ تنهنجو مقام اهو ذات پاڪ جي تجلين جو مقام آهي ۽ انهيءَ مقام جو علم ۽ معرفت توکي عنايت فرمايون ٿا. جنهن سالڪ کي موسىٰ عليه السلام جي متابعت جي طفيل اها دولت حاصل ٿئي تنهن کي گهرجي تہ درود ۽ سلام جا هزارين هزار تحفا حضرت موسىٰ عليه السلام جي روح پاڪ کي موڪلي.

ان کان پوءِ مرشد طالب کي لطيفہ خفي جو سبق عنايت

فرمائيندو آهي. لطيفہ خفّي لطيفہ سري ڪان افضل ۽ اعليٰ آهي ۽ سچي طالب کي گهرجي تہ وڏي همت ۽ ڪوشش سان انهيءَ ۾ مشغول ٿي وڃي تہ جيئن مرشد جي توجه سان ڪيس انهيءَ مقام جي ترقي حاصل ٿئي ۽ طالب لطيفه خفي جي فنا ۽ بقا جي درجي کي پهچڻ جو شرف حاصل ڪري. هن لطيفي جو رنگ تمام ڪارو آهي ۽ علم نيست (پنهنجي هستيءَ کي وڃائڻ) آهي ۽ هن لطيفي جي معرفت رنگ ڪان بي رنگ آهي. هي لطيفہ حضرت عيسيٰ عليٰ نبينا وعَلَيهِ السّلامُ جي قدم هيٺ آهي. لطيفي خفي جي جاءِ پيشاني ۾ آهي. نقشبندي حضرات رحمۃ اللہ عليهم جي اجتهاد ڪان خلاف نقشبندي حضرات رحمۃ الله عليهم جي اجتهاد مطابق لطيفي خفي جي جاءِ ساڄي ٻبي جي ڪاٻي پاسي ۾ آنگر هيٺ آهي. سالڪ کي گهرجي تہ جڏهن انهيءَ مقام سان مشرف ٿئي تہ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي روح پاڪ کي هزارين هزار درودن ۽ سلامن جو هديو موڪلي.

انهن لطيفن ڪان مٿي لطيفہ اخفيٰ آهي، جنهن جي جاءِ دماغ آهي. پنهنجي مرشد جي اجتهاد ڪان خلاف اهو اجتهاد شيخ آدم بنوري رحمه الله عليه جو آهي. شيخ آدم بنوري جي مرشد حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعاليٰ عنه جي اجتهاد مطابق لطيفۂ اخفيٰ جي جاءِ سيني جي وچ تي آهي ۽ سڀ نقشبندي حضرات رضي الله تعاليٰ عنهم انهيءَ تي متفق آهن. ڪتاب "خلاصة المعارف" جيڪو شيخ آدم بنوري رحمۃ اللہ عليه ۽ تصنيف آهي، تنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ شيخ آدم بنوري رحمہ الله عليه جو اجتهاد، ناصر الدين خواجہ عبيدالله احرار رحمه الله عليه سان موافق آهي. انهيءَ جاءِ تي جيڪڏهن ڪو شخص اعتراض جي آنگر کڻي تہ شيخ آدم بنوري رحمۃ اللہ عليه پنهنجي راءِ تي هليو آهي ۽ پنهنجي مرشد حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعاليٰ عنه جي متابعت ترڪ ڪئي اٿس تہ اهو اعتراض غلط آهي ۽ اعتراض ڪرڻ واري جي سمجهہ جو نقص آهي. شيخ آدم بنوري رحمۃ اللہ عليه جو اجتهاد سندس ڪمال جي نشاني آهي.

جيئن تہ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رَضِيَ اللهِ تعاليٰ عنه جن جو اجتهاد بہ پنهنجي مرشد خواجه بَاقِيِ بِاللهِ رَضِيَ اللهُ تَعَاليٰ عَنهُ جن جي اجتهاد کان خلاف آهي جو خواجه بَاقِي بِاللهِ رَضِيَ اللهُ تَعَاليٰ عَنهُ جن وحدت وجودي (وحدت الوجود) جا قائل هئا ۽ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رَضِيَ اللهُ تَعَاليٰ عَنهُ جن پنهنجي اجتهاد سان وحدت شهوديءَ (وحدت الشهود) جا قائل ٿيا. اها بي ادبي ۽ مخالفت نہ آهي، بلڪہ اهو عين ادب ۽ موافقت آهي. جيڪڏهن ڪنهن جي سمجهہ ۾ نہ اچي تہ پاڻ ڇاڻي. هتان اها ڳالهہ بہ سمجهڻ گهرجي تہ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي تہ:

بيت:

توچہ داني زبان مرغان را　　چون نديدي دمي سليمان را

ترجمون: توکي پکين جي ٻولين جي ڪهڙي خبر جو تو سليمان عليه السلام جو زمانو ڏٺو ئي ڪونہ هو.

ان ڪري سلف صالحين، بزرگان ملت ۽ مذهبن جي باري ۾ مثال ڏيندي فرمايو آهي تہ انڌي کي لٺ جهلي وٺي هلڻ واري کان سواءِ چارو ئي ڪونہ آهي ۽ جڏهن انڌي کي اکيون مليون تہ کيس لٺ ۽ لٺ جهلي وٺي هلائڻ واري جي حاجت نہ رهندي، بلڪہ پاڻ ٻي انڌي کي لٺ کان وٺي هلائيندو ۽ ٻُليلن کي واٽ ڏيکاريندو. اهڙي طرح مذهبن ۽ مشربن جي تقليد ۽ اتباع جي رسي ان وقت تائين ڪنڌ ۾ رهندي جيستائين پاڻ اجان حقيقت کيِ نہ پهتو آهي ۽ جڏهن تہ حقيقت جي علم ۽ حال کي پوري طرح حاصل ڪري ورتائين تہ صاحب بصارت ٿي ويو ۽ نابينا نہ رهيو. جهل مان علم ۽ علم مان حق جي معرفت کي پهتو تہ پوءِ پنهنجي راهِ اختيار ڪري سگهي ٿو. باقي ملت ۽ مذهبن جي مطابقت ڪلي طور تي نٿي ڇڏي سگهجي. اها ڳالهہ خواجه يحييٰ منيري رحمة الله عليه پنهنجي ملفوظات ۾ خوب طرح سان حل فرمائي آهي تہ مادر زاد انڌو لٺ ۽ لٺ جهلي هلائڻ واري کان سواءِ هرگز نٿو هلي سگهي. جيڪڏهن لٺ ڇڏيندو تہ هرو ڀرو کڏ ۾ ڪري مرندو، جيئن تہ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

(بيت)

کور مادرکي تواند رفت راست،
بي عصا کش کور را رفتن خطا است.

ترجمون: مادر زاد انڌو سڌو ڪيئن هلي سگهندو؟ انڌي کي لٺ جهلي هلائڻ واري کان سواءِ هلڻ گناهه آهي.

مقلد کي نتو جڳائي ته ملت ۽ مذهبن کي ڪُلي طور ترڪ ڪري ڇڏي ته جيئن هلاڪت جي کُنَ ۾ نه ڪري.

هاڻي وري مطلب تي موٽي ٿا اچون ته لطيفهء اخفيٰ سيني لطيفن کان اعليٰ ۽ اڪمل آهي ۽ افضل آهي، جنهن جي جاءِ دماغ آهي جيڪو سيني عضون جو رئيس آهي. اولياءَ ڪرام جي هڪڙي جماعت انهيءَ جاءِ تان حق سان واصل ٿي آهي. اها جماعت،انهن اولياءَ ڪرام کان افضل آهي جيڪي ٻين سيني لطيفن تان حق سان واصل ٿيا آهن، جيڪي لطيفهء اخفيٰ کان هيٺ آهن.

جڏهن مرشد مريد کي انهيءَ لطيفهء اخفيٰ جو سبق عنايت فرمائي، تڏهن مريد کي گهرجي ته مرشد جي توجه ۽ شفقت سان گڏوپاڻ به سخت محنت ۽ ڪوشش ڪري، عشق ۽ محبت سان پوري طاقت انهيءَ جاءِ تي صَرف ڪري ته مرشد جي شفقت، ازلي عنايت سان جيڪا حق تعاليٰ کيس نصيب فرمائي آهي، هن لطيفي جي حال ۽ مقام کي پوري طرح حاصل ڪري. لطيفهء اخفيٰ حضرت سيد المرسلين محمد ڪريم ﷺ جن جي قدم مبارڪ هيٺ آهي. هن لطيفي جي تجلي جو رنگ زور ڪارو آهي. هن لطيفي جو علم ظاهر ۽ رب آهي. سرورِ ڪائنات ﷺ جن حق تعاليٰ جو آخرت وارو لقاءُ به هن جهان ۾ حاصل فرمايو.

بيت:

ديد محمد ﷺ نه بچشم دگر
بلکه بدان چشم که دارد بسر

ترجمون: حضرت محمد ﷺ الله تعاليٰ کي ٻي اک سان ڪونه ڏٺو هو بلڪه حضور ﷺ جن الله تعاليٰ کي انهن ظاهري اکين سان ڏٺو جيڪي مٿي ۾ آهن.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه فرمائيندا هئا تہ کي اولياءَ اخص الخاص جيکي محمدي المشرب آهن، تن کي سرور ڪائنات ﷺ جن جي متابعت جي طفيل پنهنجي استعداد مطابق هن جهان ۾ ئي حق سبحانه جو ديدار حاصل ٿيندو آهي. ان باري ۾ مثال ڏئي فرمايائون تہ بادشاهہ جنهن رستي تان لنگهندو، بادشاهہ جي لشکر وارا بہ انهيءَ ئي رستي تان لنگهندا. سڀ کان وڏي ڳالهہ اها آهي تہ ان باري ۾ حديث قدسي واقع آهي تہ: وَفِيْ اَخْفيٰ اَنَا، معنيٰ اخفيٰ ۾ آئون آهيان. انهيءَ حديث مان حقيقت ظاهر آهي.

جڏهن لطيفئہ اخفيٰ جو سير نهايت کي پهچي ٿو تہ لطيفہ ۾ ڪثافتون لطافتن ۾ تبديل ٿيو وڃن ۽ عروج حاصل ٿيو وڃي. جڏهن تہ چار عناصر ۽ پنجون نفس "عالم خلق" مان آهن. عروج نفسي ۾ انهن جي ڪثافت پوريءَ طرح لطافت ۾ تبديل ٿيو وڃي ۽ رنگ مان بيرنگ ۽ چون مان بيچون ٿيو وڃن ۽ اهي جهڙي طرح ڪثافت ۾ تمام ڪثيف هئا، اهڙي طرح لطافت ۾ نهايت لطيف ٿيو وڃن. پاڻي، باهہ، هواءِ خاڪ اهي چارئي هڪ ٻئي سان گڏيا تہ انهن تي نفس جو نالو رکيو ويو آهي. اهي سيئي نور مان آهن. جڏهن فرع مان اصل ڏانهن عروج ڪيائون تہ نور عليٰ نور ٿي ويا. عروج نفسي هر ڪنهن ولايت ۾ شرط نہ آهي پر ولايت احمدي ﷺ ۾ شرط آهي جو اها ولايت محمدي ﷺ کان احديت کي وڌيڪ قريب آهي. انهيءَ مقام جي باري ۾ بزرگ فرمايو آهي:

آن ولايت کان زنام احمد است　　از محمد با احد اقرب است

ترجمون: اها ولايت جنهن جو نالو ولايت احمدي ﷺ آهي، سا ولايت محمدي ﷺ کان احد کي وڌيڪ ويجهي آهي.

سالڪ کي سرور ڪائنات ﷺ جن جي ظاهري ۽ باطني متابعت سان ولايت جو اهو مرتبو حاصل ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ تہ حضور سرور ڪائنات ﷺ جن جي ظاهري جسد مبارڪ اهڙي لطافت حاصل ڪئي هئي جو پاڻ ڪريمن ﷺ جي جسد مبارڪ جو ڪوبہ سايو (پاڇو) نہ هو. اهي چارئي "اربعہ عناصر" ۽

پنجين نفس کي نقشبندي حضرات عَلَيۡهِمُ الرَّحۡمَۃُ جي طريقي موجب دماغ ۾ تصور ڪن ٿا ۽ انهن جيَ فنا ۽ بقا بہ دماغ ۾ قرار ڏين ٿا. فقير جو طريقو بہ اهو ئي آهي. لطيفہ نفسي ڪان سواءِ جو انهيءَ جو مقام ڏن ڪان ہ آنگر هيٺ آهي ۽ اها بہ ذڪر جي بناءِ آهي. ٻين لطيفن وانگر ۽ انهيءَ ڪي بہ انهن ٻين پنجن لطيفن سان گڏ ذڪر ۾ مشغول ڪندا آهن ۽ انهيءَ لطيفي ڪي "اخص الخاص" جي ولايت ۾ عروج ۽ نزول، فنا ۽ بقا حاصل آهي. اهو عروج ۽ نزول ۽ اها فنا ۽ بقا اولياءَ الله مان تمام ٿورن ڪي حاصل ٿيندي آهي جو اهو مقام تمام نادر آهي ۽ اَلنَّادِرُ ڪَالۡمَعۡدُوۡمِ، معنيٰ نادر نہ هجڻ وانگر هوندو آهي. پنج لطيفا جيڪي "عالم امر" مان آهن، انهن جي سير جو بيان مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي:

ان ڪان پوءِ انهيءَ ڪان مٿي عروج دماغ ۾ واقع ٿئي ٿو، ڇاڪاڻ تہ دماغ، جمعيت ۽ حافظ ۽ سڪر ۽ نسيان جي جاءِ آهي ۽ سڪر پاڻ وسارڻ آهي، اهو مقام فنا ۽ فناءَ الفنا جو آهي ۽ حافظ مان مراد معرفت آهي. جيڪڏهن حفظ ۽ حافظ جو مقام سالڪ کي پوريءَ طرح حاصل ٿي ويو تہ معرفت ڪُلي حاصل ٿي چُڪي.

هن فقير، حضرت خليفه محمود فقير قدس سره جي طريقت جي شروعات ۾ حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَاليٰ عَنۡہُ جي رابطي جي امداد جذبو اهڙي طرح ڪسيو جو جيڪي مقامات طالب کي طريقت ۾ پيش ايندا آهن، انهن مان ڪن کي نمودار ڪندا هئا ۽ ڪن کي بيخوديءَ جي خواب ۾ گم ڪري ڇڏيندا هئا. جڏهن تہ جذبو سلوڪ ۾ ضم ٿي ويو ۽ سڪر مان صحو ۽ ڪفر مان اسلام ۽ جوش مان جمعيت ۽ نسيان مان هوشياريءَ ۾ تبديل ڪري ڇڏيائون ۽ طريقت ۾ اذڪار ۽ افڪار ۽ سلوڪ ۽ جذبو ۽ فنا ۽ بقا ۽ هن راهہ جا سيئي سير حضرت مرشد سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن پوري طرح مڪمل ڪرايا. ان ڪان پوءِ ويهہ سال يا ڪجهہ گهٽ وڌ اهي سيئي جيڪي مٿي ذڪر ٿيا، تن کي هيٺ آٽي اهڙيءَ طرح

تي ڪسيائون جو نہ فنا ۽ نہ بقا ۽ نہ سڪر ۽ نہ صحو ڪسجڻ جي ڳالهہ هئي نہ ڏسڻ جي. پوءِ انهيءَ حال جي حقيقت حضرت مرشد سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جي حضور ۾ هن طرح عرض ڪيم تہ حضرتا! سالڪ لَآ اِلٰهَ ڪان اِلَّا اللّٰهُ ڪي پهتو ۽ اِلَّا اللّٰه ڪان محمد رسول الله ڪي مليو. موٽي وري لَآ اِلٰهَ ڏانهن رجوع ٿيو. فرمايائون تہ باقي رهيل جي لاءِ. سندس عروج جيڪو باقي رهيو آهي ان جي لاءِ موٽي لَآ اِلٰهَ ڏانهن ويو. پوءِ انهيءَ وطن ۾ پنجاهہ هزار سال جهڙي غيب الغيب مان نئين سر پيشوا پيدا ٿيو. ان جي ڪري تيز تر عروج واقع ٿيو. فضل جي واءَ وجود جي پيڙيءَ کي جيڪا خالي بي سر و سامان معدوم هئي، تنهن کي اهڙي طرح ڇڪيو جو منوهوم هستيءَ جو نالو ۽ نشان ئي باقي ڪونہ رهيو ۽ پڻ ابتدا وارو حال جڏهن پنجن لطيفن جي عروج جي وقت هن سڄي تَن انهن لطيفن وانگر پوريءَ طرح عروج ٿي ڪيو. اها ڳالهہ حضرت مرشد سائين رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عنه جن جي حضور ۾ عرض ڪيم تڏهن پاڻ فرمايائون تہ اها ڳالهہ صحيح آهي جو حضرت رسول الله ﷺ جن هن جسد مبارڪ سان معراج ڪيو. مٿي مبارڪ وارين اکين سان الله تعاليٰ کي ڏٺائون. وري مثال ڏئي فرمايائون تہ جنهن راهہ تان بادشاهہ پنهنجي حشمت ۽ جاهہ سان لنگهندو، سندس لشڪر وارا بہ انهيءَ ساڳيءَ واٽ تان منزل تي پهچندا.

حضرت مرشد سائين رَضِيَ اللّٰهُ تعاليٰ جن جي وصال ڪان پوءِ هن فقير تي اها ڳالهہ ظاهر ٿي تہ جيڪو مذڪور ٿيو سو حال جو اجمال هو، جنهن جو تفصيل بيان نٿو ڪري سگهجي. يعني حضرت مرشد سائين رضي الله تعاليٰ عنه اها ڳالهہ سمجهائي هئي تہ اهو عروج نفسي هو جنهن پنجن لطيفن سان گڏ سڄي تن کي عروج ۾ آندو جنهن ۾ هيٺ مٿي جي ڪابہ خبر نہ هئي ۽ هن تن کي دل جي رنگ ۾ آٽي دل کي روح جي رنگ ۾ آندو ويو ۽ تمام گهڻون وقت اهو حال رهيو. هاڻي وري هن وجود ۾ آندو اٿن. لطيفۂ نفسي کي دماغ سان اهڙي قربت ڏني وئي آهي جو ٽي ئي هڪ ٿي ويا آهن، پاڻ ۾ ڪوبہ فرق نٿا رکن. جيڪڏهن دماغ

ڏانهن متوجه ٿو ٿيان تہ توجه نفس ڏانهن ٿو وڃي ۽ جيڪڏهن متوجه نفس ڏانهن ٿو ٿيان تہ توجه دماغ ڏانهن ٿيو وڃي. هي نفس جيڪو عالم خلق آهي، تنهن سيني عضون سان عالم امر جو رنگ ورتو آهي ڇاڪاڻ تہ هن جاءِ تي عالم خلق ۽ عالم امر هڪ ٿي ويا آهن. نہ خلق حق جي لاءِ حجاب آهي ۽ نہ حق خلق جي لاءِ حجاب.

(بيت)

اين جهان وآن جهان بسيار نيست
درميان يک نفس ديوار نيست

ترجمون: هي جهان ۽ هو جهان گهڻا ڪونہ آهن. درميان ۾ هڪڙو دم آهي، ديوار نہ آهي.

انهيءَ توجه کان پوءِ صرف احديت آهي. ڪنهن ڪنهن وقت اهڙو نااميد ۽ مايوس ٿي ويندو آهيان جو پاڻ کي سيني کان بدتر ۽ بي نصيب سمجهندو آهيان. ان وقت ايترو روئندو آهيان جو بدن ۾ ڪا طاقت باقي نٿي رهي. رَبَّنَآ اٰتِنَا مِنۡ لَّدُنۡكَ رَحۡمَةً وَّهَيِّئۡ لَنَا مِنۡ اَمۡرِ رَشَدًا وَالسَّلَامُ عَلٰي مَنِ اتَّبَعَ الۡهُدٰي وَالۡتَزَمَ مُتَابَعَةَ الۡمُصۡطَفٰي عَلَيۡهِ وَعَلٰي اٰلِهِ الصَّلَوٰاتُ وَاَكۡمَلُ التَّحِيَّاتُ.

# مڪتوب ٽيون

عبدالخالق ڏانهن لکيو ويو. ان بيان ۾ تہ الله سبحانهٗ وتعالیٰ جي معرفت حضرت نبي ڪريم ﷺ جي متابعت کان سواءِ ناممڪن آهي ۽ نبي ڪريم ﷺ جي متابعت مرشد ڪامل جي تابعداري کان سواءِ مشڪل، ڇاڪاڻ تہ سرور ڪائنات ﷺ جن جي حقيقت ۽ صورت، مرشد ڪامل جي حقيقت ۽ صورت ۾ لڪل هوندي آهي. تنهن ڪري مرشد ڪامل جي پيروي سان رسول الله ﷺ جن جي متابعت حاصل ٿيندي آهي. تحرير ۾ آيو:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

واضح هجي تہ سيني محققين جو اتفاق آهي تہ الله تعالیٰ جي معرفت، حضرت نبي ڪريم ﷺ جي متابعت کان سواءِ حاصل نٿي ٿئي جو الله تعالیٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي: "قُلۡ اِنۡ كُنۡتُمۡ تُحِبُّوۡنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوۡنِيۡ يُحۡبِبۡكُمُ اللّٰهُ" معنيٰ: چئو تہ جيڪڏهن

اوهين الله سان محبت رکو ٿا تہ منهنجي تابعداري ڪريو تہ الله اوهان سان محبت ڪندو. اي پيارا! اهو خطاب خاص اصحابن سڳورن رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين کي آهي. جڏهن سرور ڪائنات ﷺ جن پنهنجي ظاهري وجود مسعود سان هن دنيا ۾ موجود هئا ۽ اصحابن سڳورن کي حضور جن جي صحبت جو شرف حاصل ٿيندو هو، انهيءَ زماني ۾ بہ فيض جي دولت نبي ڪريم ﷺ جي متابعت کان سواءِ ميسر نہ هئي ۽ هن وقت بہ اسين ماڻهوجيڪي سندن امت ۾ آهيون، تن کي فيض جي دولت مرشد ڪامل جي پيروي ۽ تابعداريءَ سان حاصل ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ تہمرشد ڪامل جي پيروي جي وسيلي سان حضرت رسول الله ﷺ جن جي متابعت حاصل ٿيندي آهي، ڇو تہ مرشد ڪامل حقيقت ۽ صورت محمدي ﷺ جو سايو آهي. يعني مرشد ڪامل جي حقيقت ۽ صورت رسول الله ﷺ جي حقيقت ۽ صورت جو سايو هوندو آهي، جو رسول الله ﷺ جي حقيقت مرشد ڪامل جو اصل آهي ۽ مرشدڪامل جا سڀ اقوال ۽ افعال عين رسول الله ﷺ جن جا اقوال۽ افعال هوندا آهن. بلڪل ائين جيئن سايو پنهنجي اصل کان جدا نہ هوندو آهي.پوءِ اسين جڏهن ولي ڪامل جي سايہ ۾ آياسون، تڏهن درحقيقت اصل سان واصل ٿي وياسون. مولانا رومي رحمۃ الله عليه فرمايو آهي:

زيرِ ظلِّ يار خورشيدي شوي

معنيٰ: يار جي سايہ هيٺ سج ٿي ويندين.

يقين ڪريو تہ انهيءَ"عروۃ الوثقيٰ" (مضبوط رسيءَ) ۾ هٿ وجهڻ کان سواءِ جيڪا مرشد جي تابعداري آهي، اصل مقصد کي پهچڻ محال ۽ ناممڪن آهي ۽ اصل مقصد حضرت محمد رسول الله ﷺ جن جي تابعداري آهي.

منهنجا دوست! فڪر کي اونهون ڪر ۽ يقين ڄاڻ تہ مرشد ڪامل جي حقيقت سايو نہ آهي، بلڪ عين حقيقت محمدي ﷺ آهي. جيئن تہ حديث شريف ۾ آهي تہ: "اَلشَّيۡخُ فِيۡ قَوۡمِهٖ كَالنَّبِيِّ فِيۡ اُمَّتِهٖ." معنيٰ مرشد پنهنجي جماعت ۾ ائين آهي جيئن نبي پنهنجي امت ۾. مرشد ڪامل جي حقيقت هن عالم جي

مناسبت سان حقيقت ئي آهي، ڇو تہ انهيءَ حقيقت ڪي سايہ جو نالو ظاهري ۽ صوري تعينات جي اعتبار سان ڏنو ويو آهي، پر معنيٰ ۽ اصل جي اعتبار سان عين حقيقت محمدي آهي. عليه وعلیٰ آله افضل الصلوات والتسليمات.

جيئن تہ سايہ جو وجود بہ وجود ڪان سواءِ نہ هوندو آهي تہ پوءِ سايہ جو وجود عين وجود ثابت ٿيو تہ پوءِ يقين سمجهہ تہ اهي ٻئي حقيقتون واحد ۽ هڪ آهن. اصل ۾ هڪ ٻئي ڪان جدا نہ آهن. جيئن تہ حضرت غوث الاعظم رضي الله تعالیٰ عنه جن جي مناقب ۾ آهي تہ غوث پاڪ الله تعالیٰ جو قسم کڻي فرمايو تہ هي منهنجو وجود منهنجو وجود نہ آهي، بلڪ عين محمد ڪريم عَلَيْهِ وَعَلىٰ آلِهٖ اَفْضَلُ الصَّلَوَاتُ وَاَكْمَلُ التَّحِيَّاتُ جو وجود آهي ۽.

پڻ حضرت مرشد سائين رضي الله تعالیٰ عنه جن هڪڙي ڏينهن هن فقير ڪان حالات جي باري ۾ پڇيو تہ ڪهڙو حال آهي؟ فقير پنهنجوسربستو احوال سندن خدمت شريف ۾ عرض ڪيو. فقير جو احوال ٻڌي فرمايائون تہ ناصر الدين خواجه عبيدالله احرار رحمه الله عليه جي پٽ ڪي حج ۽ حرمين شريفين جي زيارت جو اشتياق تمام گهڻو ٿيو. تڏهن خواجه صاحب جن صاحبزاده ڪي پاڻ وٽ گهرائي پڇيو تہ حرمين شريفين وڃڻ ۾ تنهنجو ڪهڙو مقصد آهي؟صاحبزاده عرض ڪيو تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآلہوسلم جن جي زيارت جو شوق آهي. خواجه صاحب، صاحبزاده ڪي چيو تہ جمعه جي ڏينهن وري اسان وٽ اچجانءِ. صاحبزادو جمعه جي ڏينهن خواجه صاحب جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. پاڻ باغيچه ۾ ويٺا هئا. صاحبزادو وڏي ادب سان ڪنڌ جهڪائي ويهي رهيو ۽ ڪجھ وقت ڪان پوءِ مٿو مٿي ڪڻي خواجه صاحب ڏانهن نهاريائين تہ ڪيس حضرت رسول الله ﷺ جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو ۽ ڪافي وقت نبي ڪريم ﷺ جن ڪي ڏسندو رهيو. پوءِ وري ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيائين. ڪجهہ دير ڪان پوءِ وري مٿو مٿي ڪڻي ڏٺائين تہ حضرت خواجه صاحب هڪڙو ويٺو آهي. اتي پهچي حضرت مرشد سائين رضي الله تعالیٰ عنه جن فرمايو تہ صاحبزاده ڪي جيڪا صورت محمدي ﷺ ڏسڻ ۾

آئي، اها خواجه صاحب جي حقيقت هئيءِ جيڪا صورت خواجہ صاحب جي ڪيس نظر آئي، اها خواجہ صاحب جي پنهنجي صورت هئي. پوءِ ثابت ٿيو تہ سڀني حقيقتن جو اصل حقيقت محمدي ﷺ آهي. اها ڳالهہ حضرت مخدوم محمد زمان لواري واري رحمۃ اللہ عليه جي مريد، شهيد عشق ميان مخدوم عبدالرحيم منگريہ رحمۃ اللہ عليه جي هن بيت مان چڱيءَ طرح ظاهر ٿي رهي آهي:

بيت:

اي وجود هر دو عالم شمس گيتي بيگمان
گاه آدم گاه احمد گہ شود محمد زمان

ترجمون: اهو جيڪو ٻنهين جهانن جو وجود ۽ زماني جو آفتاب آهي، ڪڏهن آدم، ڪڏهن احمد ۽ ڪڏهن محمد زمان ٿيو وڃي:

ان کان پوءِ ناصر الدين خواجه عبيدالله احرار رحمۃ اللہ عليهجي صاحبزاده کي زيارت جي باري ۾ تسڪين حاصل ٿي وئي ۽ حرمين شريفين وڃڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيائين ۽ پڻ حق جي طالبن مان هڪڙو شخص قاضي صاحب ميان عبدالرحمان نصرپوري، جيڪو پهرين چشتي طريقي ۾ هو ۽ پوءِ اسان جي حضرت مرشد سائين روزي ڌڻي رضي اللہ تعاليٰ عنہ جو مريد ٿي فيضياب ٿيو، اهو ڳالهہ ڪندو هو تہ مون چشتي بزرگن کان ٻڌو هو تہ حضرت خواجه قطب الدين چشتي رحمۃ اللہ عليه جي وجود جو سايو چار مهينا لڪي ويو هو ۽ سرور ڪائنات ﷺ جن جيسايہ وانگر ۽ عين حقيقت رهي. پوءِ شريعت پاڪ جي استحڪام جي لاءِ خواجه قطب الدين چشتي رحمۃ اللہ عليه اهي چار مهينا هڪڙي مسجد ۾ لڪي ويهي رهيو ۽ جڏهن سندس وجود جو سايو وري ظاهر ٿيو تنهن کان پوءِ ٻاهر آيو ۽ طالبن جي تربيت۾ مشغول ٿيو. اسان جي حضرت مرشدي سائين روزي ڌڻي رضي اللہ تعاليٰ عنه جن جي ملفوظات ۾ هڪڙي سچي راويءَکان نقل آهي تہ اسان جي حضرت مرشد سائين روزي ڌڻي رضي اللہ تعاليٰ عنہ جو سايو بہ اٺ پهر گم ٿي ويو هو ۽ محض حقيقت محمدي ﷺ رهي هئي ۽ انن پهرن کان پوءِ سندن وجود جو سايو وري موٽي ظاهر ٿيو. اي پيارا! ڏس تہ حضرت خواجه قطب

الدين چشتي رحمة الله عليه انهيءَ مقام تان چئين مهينن کان پوءِ ترقي ڪري پنهنجي وجود ۾ موٽي آيو هو ۽ اسان جي حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي سير جي سرعت اهڙي هئي جو انهن اٺن پهرن جي مختصر مدت ۾ انهيءَ مقام تان ترقي ڪري وري پنهنجي وجود جي مقام تي پهچي ويا ۽ انهن ٻنهين جي درجن جي وچ ۾ وڏو فرق آهي. والله اعلم بالصواب زياده خيريت والسلام.

# مڪتوب چوٿون

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو سندس سوال جي جواب ۾ جو شيخ عبدالله تسطري رحمة الله جي قول:

آنجا ڪہ عين نماند اثر ڪجا ماند....

ترجمون: جتي اکيون نہ رهيون اتي اثر ڪٿي رهندو....

جي باري ۾ پڇيو هئائين. انهيءَ قول جي تشريح جي ضمن ۾ حقيقت محمدي ۽ احمدي ﷺ جو بيان کولي کولي لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، طالب طريق ايقان، شارب رحيق عرفان، ميان عبدالخالق رب پاڪ کيس سلامت رکي، سلام مسنون ۽ دعا کان پوءِ جيڪا سيد الانام ﷺ جن جي پاڪ سنت آهي، ضمير فيض پذير تي واضح ٿو ڪجي تہ دوستن شيخ عبدالله تسطري رحمة الله عليه جي قول جي تشريح جي باري ۾ لکيو هو. ان جي مفصل شرح نٿي لکي سگهجي، مجمل لکجي ٿي.

اهو قول اهڙو گوهر آهي جيڪو سڀڪي ۾ نٿو پوئي سگهجي ۽ پڻ اهو اسرار آهي جنهن کي ڳالهين ۾ بيان نٿو ڪري سگهجي. انهيءَ قسم جا معارف الله جي ولين، متقدمين ۽ متاخرين، اجمالاً فرمايا آهن. تفصيل بيان نہ ڪيو اٿن جو انهن جو تفصيل عقل معاش ۾ نٿو اچي سگهي.

هڪڙو مثال ياد آيو. هڪڙي ڏينهن اسان جا مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن "جکيجي ڳوٺ" ۾ هئا. ديوان حافظ پئي پڙهيائون ۽ فقيرن جي جماعت وجد ۾ اچي وئي. جڏهن مجلس برخواست ٿي ته هڪڙو درويش فقير ابوبکر نالي، جيڪو شاعر به هو، سو ڪتاب مذڪور ديوان حافظ کڻي آيو ۽ سبق پڙهائڻ جو عرض ڪيائين. ان جي جواب ۾ فرمايائون ته اي ابوبڪر! پهرين اسان کي ديوان حافظ پڙهڻ جو شوق هو پر هاڻي جڏهن ته درويشن جو حال شوق مان جمعيت ۾ تبديل ٿي ويو آهي، تڏهن اوهان کي گهرجي ته ديوان حافظ جا ٻه چار غزل ياد ڪري ڇڏيو ۽ شوق جي وقت اهي پڙهندا ڪريو. پوءِ منهن مبارڪ هن بنده ڏانهن ڪري فرمايائون ته ديوان حافظ هي يار انهيءَ وقت پڙهي، جو جيڪڏهن ڪو ڪيس چوي ته نر ڍڳي ڳابو ڄڻيو آهي ته به اعتبار ڪري وڃي!!!

هڪڙي ڏينهن هن بنده عرض ڪيو ته حضرتا! حضرت ميان صاحب رحمۃ الله عليه جو درجو ڪهڙو آهي؟ فرمايائون ته گويا چيہر جي ڳاهہ ۾ اُٺ لڪي ويو هو. اي يار وفادار! اهل عرفان جا الفاظ اسان جي عقل معاش جي فهم کان ٻاهر آهن. جهڙي طرح جبل هٿ، واري ساهميءَ ۾ نٿا سمائي سگهن. جيڪڏهن جبل هٿ واري ساهميءَ ۾ سمائجي سگهن ها ته عارفن جي لفظن جااسرار به اسان جي فهم ۾ اچي سگهن ها. عقل معاش، سنڌ وانگر آهي، جنهن ۾ ڪا به شيءِ حاصل ۽ پيدا نہ ٿيندي آهي. ان کي ڇڏڻو آهي، انهيءَ کان پڄڻو آهي.

هڪڙي ڏينهن اسان جا حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنهُ جن قلات رياست ۾ هڪڙي بروهي جي ڪوهہ تيِ سندس دعوت ۾ منزل انداز ٿيا هئا. اُتي هڪڙو ديوانو آيو ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۾ بيت ۽ اشعار گهڻا پي پڙهيو. حضرت مرشد سائين رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنهُ جن هٿ جي اشاري سان مون کي سڏيو ۽ فرمايائون ته اچ هن کي ڏس ته ڪهڙو خوش ٿيو آهي جو پاڻ جهڙا مجذوب جماعت ۾ ڏٺا اٿس، تڏهن خوش ٿيو آهي. پوءِ فرمايائون ته عقل معاش کان ته سودا واري

ديوانگي بہ بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ امر ۽ نهي واري تڪليف انهيءَ حالت ۾ بہ ساقط ٿيو وڃي. بيت:

عاقلان راشرع تڪليف آمده است
بيدلان را عشق تشريف آمده است

ترجمون: عقل وارن لاءِ شريعت جي تڪليف آئي آهي، عاشقن کي عشق جو شرف حاصل ٿيو آهي.

ڳالهہ ڏگهي ٿي وئي، وري موٽي مطلب تي ٿا اچون. اوهان سوال ڪيو هو پيارا، اهو قول انهيءَ عارف جو آهي، جيڪو ذات ۽ صفات کان اڳي آهي. اها ڳالهہ هن شعر مان سمجهڻ گهرجي، جيڪو مير سهراب جي پٽ مير مبارڪ اسان جي حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعالىٰ عنہ جي خدمت ۾ پيش ڪيو هو، شعر:

من آن وقت بودم کہ آدم نبود کہ آدم نبود و خدا هم نبود

ترجمون: آئون انهيءَ وقت هئس، جڏهن آدم نہ هو، آدم تہ نہ هو پر خود خدا بہ ڪونہ هو.

من آن وقت کردم خدارا سجود کہ ذات و صفات خدا هم نبود

ترجمون: مون ان وقت خدا کي سجدو ڪيو، جڏهن اڃان الله تعالىٰ جي ذات ۽ صفتون بہ ڪونہ هيون.

پيارا! ذات پاڪ تي هر ڪنهن پنهنجي استعداد مطابق اطلاق ڪيو آهي. هڪڙي وجود مطلق ڇيو ۽ انهيءَ کي "همہ اوست" چوندا آهن ۽ اهي شين جون حقيقتون آهن، حق نہ آهي. ٻي انهيءَ جي نفي ڪئي ۽ وجود مطلق جو اثبات ڪيو. ٽئين انهيءَ جي بہ نفي ڪئي ۽ وجود مطلق کي امهات صفات ڇيو. چوٿين وحدت چئي آهي ۽ اها حقيقت محمدي عليه وعلىٰ آله افضل الصلوات واڪمل التحيات آهي، جيڪا هنن مقامن کان مٿي آهي ۽ حقيقت احمدي ﷺ اهو مقام آهي، جيڪو حقيقت محمدي ﷺ ۽ احديت جي وچ تي آهي. انهيءَ مقام ۾ حقيقت محمدي ﷺ سيني شين جي حقيقتن جو مظهر آهي ۽ حقيقت احمدي ﷺ حقيقت محمدي ﷺ جو مظهر آهي. پوءِ اسم احمد ﷺ، اسم محمد ﷺ جو مظهر آهي ۽ حقيقت ۽ اسماءِ حقيقت محمدي ﷺ آهي ۽

اِها حقيقت احمدي ﷺ حقيقت محمدي ﷺ کان بہ قدم اڳتي آهي. هُن جاءِ تي بہ ميم اسم محمد ﷺ جا ثابت آهن ۽ هن جاءِ تي پهرين ميم جي بدران الف جو احمد ﷺ ٿيو ۽ ميم ثاني انهيءَ جاءِ تان مرفوع ٿيو جو انا احمد بلا ميم ، جڏهن ميم ويو احد ٿيو. ان کان پوءِ سيئي مقامات سالڪ محمدي المشرب کي انهيءَ ذات بغيرصفات کان ميسرّ جيڪو سندس مقام آهي ۽ جيڪي بيان ٿيا انهيءَ کان وڌيڪ سير بہ ڪيس حاصل ٿين ٿا ۽ اهي مقامات جيڪي بيان ٿيا ، تن جو تعبير تو ۾ ئي آهي.

انهيءَ کان گهڻو متي يقين آهي جنهن کي "هيوست" ٿا سڏين ۽ "وراءَ الوريٰ" ٿا چون ۽ "اَلْاٰنَ کَمَا کَانَ" جو نالو ٿا ڏين. اهي سڀ بيان ڪيل مقامات ۽ تعينات سيئي "لا" جي تحت ۾ داخل آهن ۽ اُها ذات پاڪ انهن سيني کان منزه ۽ مبرا آهي.

شيخ عبدالله تسطري رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ ان جي بطن جي بطن ۾ ٿيي هنئي آهي ۽ قول چيو اٿس تہ: "آنجا ڪہ عين نماند اثر ڪجا ماند." يعني جتي اک نہ رهي اتي اثر ڪٿي رهندو ۽ "عَرَفْتُ رَبِّيْ بِرَبِّيْ" معنيٰ مون منهنجي رب کي منهنجي رب سان سڃاتو، سندس حال جو شاهد آهي.

آدم صَفِيُّ اللهِ، نُوح نَجِيُّ اللهِ، ابراهيم خَلِيْلُ اللهِ، موسيٰ ڪَلِيْمُ اللهِ، عيسيٰ روح الله عَليهِمُ السَّلَامُ، سيئي پهرين شق سان تعلق رکن ٿا ، جيڪا "لَآ اِلٰـهَ اِلاَّ اللّٰهُ" جو ڪلمون آهي ۽ اسم پاڪ "الله" جيڪو "لَآ اِلٰـهَ اِلاَّ اللّٰهُ" جي ڪلمہ ۾ آهي، سو سڄي جهان جو رب آهي ۽ ٻي شق جيڪا مُحَمَّدٌ رَسُوْلُ اللهِ آهي، اهو محمد ﷺ جو رب آهي ۽ جو ڪجهہ قلم جي قيد ۾ آندو اٿن سو لکيو ويو آهي. حق (الله تعاليٰ جي ذات) انهن سيني کان پاڪ آهي اها ئي ڳالهہ آهي جو حضرت شيخ بايزيد بسطامي رحمہ الله عليه کي سڄي عمر ۾ جيڪو عرفان حاصل ٿيو هو ان جي باوجود آخري وقت ۾ جٽيو پنهنجي ڪنڌ ۾ وجهي انهيءَ کي ٽوڙي ڇيائين: "اَقْطَعُ زُنَّارِيْ بِقَوْلِ لَآ اِلٰـهَ اِلاَّ اللّٰهُ." معنيٰ آئون پنهنجو جٽيو لَآ اِلٰـهَ اِلاَّ اللّٰهُ جي قول سان ٽوڙيان ٿو.

کهڙي مجال آهي جو اسين صوري ۽ معنوي لحاظ سان

مفلس ماڻهو، شيخ عبداللہ تسطري رحمۃ اللہ عليه جي عرفان جي دعويٰ ۾ دم هڻون جو هُن جنهن مقام جي ڳالهہ ڪئي آهي، اهو عبديت جو مقام آهي جو افعالي ۽ صفاتي ۽ شيوناتي ۽ ذاتي، سڀ ڪمالات طئي ڪري انهيءَ مرتبي تي پهتو هو. انهيءَ مقام ۾ سيئي ڪمالات داخل آهن. اها اُها عبديت آهي، جنهن جي شان ۾ آيو آهي: "لَوْلَاکَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاکَ، لَوْلَاکَ لَمَا اَظْهَرْتُ الرُّبُوْبِيَّةَ." معنيٰ: جيڪڏهن تون نہ هجين ها تہ آئون افلاڪ ئي ڪونہ پيدا ڪريان ها، جيڪڏهن تون نہ هجين ها تہ آئون پنهنجي ربوبيت ئي ڪونہ ظاهر ڪريان ها.

پيارا! هيءَ ذوق جي ڳالهہ آهي. جيڪا حقيقت آهي سا گفتگو ۾ نٿي اچي سگهي، پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان حاصل نٿي ٿئي پر هڪڙي وليءَ کان ٻي وليءَ کي حاصل ٿيندي آهي. هي الفاظ جيڪي هن "فقير اٻوجهہ" جي زبان مان نڪتا تن کي ميان دين محمد درويش قلم جي قيد ۾ آندو.

عرفت ربي بربي جيڪو مٿي لکيو ويو، اهو اجمال هو. ان جو تفصيل جيڪو منهنجي قاصر فهم ۾ آيو، سو هي آهي تہ عَرَفْتُ رَبِّيْ، مون پنهنجي رب کي سڃاتو. "بِرَبِّيْ" پنهنجي رب سان. پهرينءَ ربَّ مان هن جي رب جو مظهر مراد آهي ۽ ٻي ربَّ مان مراد سندس مربّي جو نالو آهي جو اهو انهيءَ اسم جو سايو آهي ۽ جڏهن سايو اسم سان مليو ۽ اسم مسمّيٰ سان تڏهن "عَرَفْتُ رَبِّيْ بِرَبِّيْ" حاصل ٿيو ۽ ذات پاڪ جيڪا "وراءَ الوريٰ" آهي سا اسم ۽ مسمّيٰ ۽ اثر ۽ عين، سڀني کان منزه ۽ مبرا آهي ۽ اهو سايو ۽ سايا ۽ اسما ۽ صفات سڀ انسان جي ڪمال ۽ انسان جي ادراڪ ۾ ظاهر ٿيا. مولانا رومي رحمہ اللہ عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

آنچہ در انديشہ پذيرد آن فنا است
وآنچہ در انديشہ نيايد آن خدا است

ترجمون: جيڪو سوچ جي دائري ۾ اچي سگهي سو "فنا" آهي ۽ جيڪو خيال ۾ نہ اچي سگهي اُهو "اللہ" آهي.

وَاللهُ اَعْلَمُ بِالصَّوَابِ. رَبَّنَآ آتِنَا مِنْ لَدُنْكَ رَحْمَةً وَّهَيِّئْ لَنَا مِنْ اَمْرِنَا رَشَدًا. وَالسَّلَامُ عَلىٰ مَنِ اتبَعَ الْهُدىٰ وَالْتَزَمَ مُتَابِعَةَ الْمُصْطَفىٰ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ.

# مڪتوب پنجون

خليفي محمد ملوڪ، ولاسي(١) واري ڏانهن لکيو ويو:
ڪوڙ ۽ نفس اماره جي خباثت ۽ شريعت جي امر تي پختو رهڻ ۽ نواهي کان پاسو ڪرڻ جي باري ۾ تحرير ڪيو ويو.

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ لِوَلِيِّهِ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰي نَبِيِّهِ مُحَمَّدٍ وَّآلِهِ وَصَحْبِهِ وَسَلَّمَ. اَمَّا بَعْدُ! سلامن جو تحفو ياءَ شريعت جي پابند طريقت ۽ حقيقت کان واقف، صاحب سلوڪ، محمد ملوڪ کي پهچي. ان کان پوءِ:

هي چند نصيحتون آهن جن جي وضاحت جي ضرورت آهي. ”اوامر“ ۽ ”نواهي“ جي باري ۾ ڪي ڳالهيون جيڪي فقير جي دل ۾ آيون، سي اوهان ياڻرن جي لاءِ قلم جي قيد ۾ آيون.

”اَلْكِذْبُ اَشَدّ مِنَ الزِّنَا.“ معنيٰ ڪوڙ ڳالهائڻ زنا کان ٻه وڏو گناهه آهي. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو: لَعْنَتُ اللّٰهِ عَلَي الْكَافِرِيْنَ.“ معنيٰ ڪافرن تي الله تعاليٰ جي لعنت آهي ۽ ”لَعْنَتُ اللهِ عَلَي الظَّالِمِيْنَ.“ معنيٰ ظالمن تي الله تعاليٰ جي لعنت آهي ۽ ”لَعْنَتُ اللهِ عَلَي الْكَاذِبِيْنَ.“ معنيٰ ڪوڙن تي الله تعاليٰ جي لعنت آهي.

فقير کي گهرجي ته ظاهري ۽ باطني هر طرح ڪوڙ کان بيزار ٿئي ۽ سچ ۽ سچائي ظاهري ۽ باطني طرح پنهنجي عادت بنائي۽ سچ ۽ سچائي اها آهي ته حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه واله وسلم جي شريعت جي تابعداري ۾ وار جيتري ڪوتاهي ٻه ظاهري ۽ باطني طرح سان نه ڪري ۽ ظاهري ۽ باطني طرح سان اهي ڪم جن کان شريعت روڪيو آهي، تن کان ڪُلي طورتي پري رهي. تڏهن پاڻهين حضرت محمّد مصطفيٰ صلي الله

(١) ولاسو بدين شهر کان اوير ڏکڻ طرف آهي.

عليه وآلہ وسلم جي تابعداري ۾ پختو ٿي ويندو. اُن وقت نفس جي سرڪشي اطمينانٰ ۾ تبديل ٿي ويندي. ڪهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو تہ:
بيت:

نفس چون نيست در درون باقي  چہ غم از دشمنان آفاقي

ترجمون: نفس جڏهن اندر ۾ باقي نہ رهيو، تڏهن آفاقي دشمنن جو ڪهڙو ڊپ؟

۽ نبي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن جي هيءَ حديث ان ڳالهہ تي ناطق آهي: "خِيَارُکُمۡ فِي الۡجَاهِلِيَّةِ خِيَارُکُمۡ فِي الۡاِسۡلَامِ." معنيٰ اوهان مان جيڪو جاهليت (ڪفر) ۾ بهتر هو اهو اسلام ۾ بہ بهتر آهي. يعني نفس جي جاهليت (ڪفر) ۾ سڀ عضوا انهيءَ جا تابعدار هوندا آهن. جڏهن اسلام ۾ آيو تہ سيئي عضوا اسلام ۾ بہ انهيءَ سان موافقت ڪندا. پيارا! انهن ڳالهين ۾ اسان بدبختن جو ڇا جيڪي پنهنجين نفساني خواهشنجا تابعدار آهيون ۽ پنهنجي سڄي عمر انهيءَ ۾ پوري ڪري ڇڏي اٿئون. جيئن تہ مولانا رومي رحمۃ اللہ عليه فرمائي ٿو:

بيت

تا هوا تازه است ايمان تازه نيست
خود هوا جز قفل اين دروازه نيست

ترجمون: جيستائين نفساني خواهش تازي آهي، تيستائين ايمان تازو نہ ٿيندو. نفساني خواهش پاڻ ايمان جي دروازي جو تالو آهي.

منهنجا پيارا! هي ڳالهيون بحث ۽ مناظري جي لاءِ نہ آهن، بلڪ اوهان جي قلبي شفا ۽ صحت جي لاءِ آهن. جيتوڻيڪ اوهان کي زهر جهڙيون ڪڙيون لڳنديون جو اوهان مشيخت جي منصب تي آهيو. حڪيمن چيو آهي تہ ڪڙيون شيون سڀ شفا آهن ۽ مٺيون شيون سڀ بيماري ۽ بدن جي خرابي جو ڪارڻ آهن. منهنجيون هي ڪڙيون ڳالهيون پنهنجي صفتن جي لحاظ سان تہ ماڪي وانگر آهن جو هنن مان مراد ذاتي محبت آهي. پيارا! جنهن بہ طالب تن جي مخالفت ڇڏي ۽ انهيءَ جي موافقت اختيار ڪئي، سو ابدي هلاڪت جي کڏ ۾ ڪريو.

بيت:

نفس ڪش تو دل را زنده ڪن
خواجہ راڪشتہ است اورا بنده ڪن

ترجمون: نفس کي ماري دل کي زنده ڪر، پنهنجي مالڪ کي ماريو اٿس انهيءَ کي ٻانهو بنائي.

ترا ڪاين نفس ڪافر در ڪمين است
نہ آنجا ره برد ڪانجا ڪہ دين است

ترجمون: نفس ڪافر جيڪو تنهنجو گهٽ جهليو ويٺو آهي، اهو توکي انهيءَ واٽ تي ڪونہ وٺي ويندو جيڪا دين جي واٽ آهي.

طالب جي مراد نامرادي ۾ آهي. اها نامرادي هزار خوشين کان بهتر آهي. اسان جي حضرت مرشد سائين روزي ڏٺي رضي الله تعاليٰ عنه وسط حالت ۾ جيڪا حقيقي ڪفر آهي، هن فقير کان پڇيو ڪهڙو حال آهي؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! خدا تہ ٿيو پر طاقت نٿو رکي. فرمايائون: الله جلشانه کي سڀ طاقت آهي پر اڃان آرزو باقي آهي. پوءِ جڏهن حضرت مرشد سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي ڪامل تصرّف سبب خواهشون ختم ٿي ويون، تڏهن پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ فرمايائون هاڻي جو ڪجهہ بہ تنهنجي دل ۾ اچي، تون پنهنجي دل جو تابع ٿي رهہ، پڇندو نہ ڪر ۽ پڻ حضرت مخدوم ابراهيم نٿوي رحمۃ الله عليه، حضرت امام ربّاني مجددالف ثاني رضي الله تعاليٰ عنه جي مڪتوبات ۾ لکيل فارسي شعر جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي. ان مان هڪڙو نڪتو هي آهي تہ:

جنهن کي بچي جان ۾ ڪو ذرو آرزو
سو موحد مور نہ ٿئي مشرڪ مويمو
جنهن کي بچي جان ۾ ذرو ڪا مراد
سو اسلاما نڪتوڪاڏو ڪفر قراد

ڪنهن بزرگ توحيد جي رمزن مان هڪڙي رمز بيتن ۾ بيان فرمائي آهي: (بيت)

سرّ نازڪ تر بگويم بشنو اي جان پدر
در خود بہ بين توجہ مطلق تا نگردي دربدر

ترجمون: نازڪ راز جي ڳالهہ تو ڪريان. اي پٽ پڌ تون پنهنجو پاڻ ۾ مطلق توجه ڪر تہ دربدر نہ ٿئين.

هن فقير حقير پرتقصير سنڌيءَ ۾ بيت چيو آهي:

ورچي ويهہ م سسئي ڳليءَ هڏ م ڳول
رلي چلي چپرين وڃين ڪيم وڙول
آهي ڪوهيارو تو ڪول - ڏس تہ لهنئي ڏڪڙا

اسان جا حضرت مرشد سائين روزي ڏٺي رضي الله تعاليٰ عنه جن اسان ڪم فهمن کي سمجهائڻ جي لاءِ مثال ڏئي فرمائيندا هئا تہ خلق کي دين جي دعوت ڏيڻ جي لاءِ الله تعاليٰ انبياءَ ڪرام عليهم السلام کي وحي موڪليندو هو ۽ اسان جي لاءِ الله تعاليٰ ماڻهن کي ٿو موڪلي تہ اسان کي دعوت ڏين. انهن کي الله تعاليٰ جا موڪليل سمجهون ٿا، تنهن ڪري دعوت قبول ڪري انهن وٽ اچ وڃ ڪريون ٿا. دعوت، ڪان سواءِ ڪنهن وٽ ڪونہ ٿا وڃون. البت سائلن جي ڪمن جي لاءِ حاڪمن وٽ وڃڻ ٿيندو آهي.

پيارا! ڪجهہ سوچ، اسان جي سردار جو طريقو تہ اهو آهي. اسان جي امام جو طريقو اهو آهي تہ پوءِ اسان مقتدين کي ٻيو طريقو نٿو جڳائي ۽ طالب کي گهرجي تہ مرشد جي امر کي خدا جو امر سمجهي ۽ مرشد جي منع کي خدا جي منع سمجهي. جيئن تہ سرور ڪائنات صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جي شان ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي: "قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ." معنيٰ: اي حبيب صَلَّي اللهِ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ! چو تہ جيڪڏهن الله تعاليٰ سان محبت ٿا ڪريو تہ منهنجي تابعداري ڪريو تہ الله تعاليٰ اوهان سان محبت ڪندو. اهو هڪڙو سِرّ (راز) آهي غيب جي اسرارن مان جيڪو الله تعاليٰ اسان گنهگارن جي لاءِ ظهور ۾ آندو. الله تعاليٰ جلشانهٗ، سرور ڪائنات صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ ۽ مرشد عَلَيْهِ الرَّحْمَةُ جي حڪمن جي حد ٽپڻ ڪفر آهي. نہ گهرجي نہ جڳائي ۽ پڻ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "مَآ آتٰكُمُ الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ وَمَا نَهٰكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوْا." معنيٰ اوهان کي جو ڪجهہ رسول الله

صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ ڏي سو ونو ۽ جنهن ڪان روڪي تنهن ڪان باز رهو ۽ پڻ نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن فرمايو آهي: اَلشَّيۡخُ فِيۡ قَوۡمِهٖ ڪَالنَّبِيِّ فِيۡ اُمَّتِهٖ. معنيٰ مرشد پنهنجي جماعت ۾ ائين آهي، جيئن نبي پنهنجي امت ۾ ۽ مريض ڪي طبيب ڪان پري هرگز نه ٿيڻ گهرجي پر انهيءَ وقت طبيب ڪان پري ٿيڻ ۾ ڪو ڊپ نه آهي جڏهن طبيب مڪمل شفا جي مبارڪ ڏئي اجازت ڏي. پوءِ پرهيز لازم نه آهي. جيڪڏهن طبيب مريض کي ڪن صحت جي لاءِ نقصانڪار شين جي پرهيز ڪرائي آهي ته پوءِ اجان پابند آهي ۽ جيڪڏهن پرهيز جي حالت ۾ الله پناهه ڏي، طبيب جي اجازت ڪان سواءِ ڪا اهڙي شيءِ مريض کاڌي جيڪا صحت جي لاءِ نقصانڪار آهي ته وري بيمار ٿي ويندو ۽ اڳي کاڌل دوائن ۽ پرهيز جو فائدو اجايو ۽ برباد ٿي ويندو. مطلب ته ظاهري ۽ باطني هر طرح سان شريعت پاڪ جي حڪمن جو پورو پورو لحاظ رکڻ گهرجي ۽ شريعت جي تابعداريءَ ۾ وار برابر ڪوتاهي به نه ڪرڻ گهرجي. بزرگ ڪهڙو نه سٺو چيو آهي،

بيت:

هر ڪه در راه محمد ره نيافت – تا ابد بوءِ ازين درگه نيافت

ترجمون: جنهن حضرت محمد صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جي راهه ۾ رستو نه لڌو، اهو ابد تائين ان درگاهه جي بوءِ به نه لهي سگهندو.

با خدا ديوانه باش با محمد هوشيار. صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّمَ. معنيٰ: الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ ديوانو ٿي رهه ۽ حضرت محمد صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جي دربار ۾ هوشيار. الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ ديوانگي اها آهي ته پنهنجون تدبيرون ڪُلي طور تي ڇڏي ڏي. پاڻ کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏي. حضرت محمد صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وآلِهٖ وَسَلَّمَ جي دربار ۾ هوشياري اها آهي ته سندن تابعداري ۾ سندرو ٻڌي بيهي. غير شرعي ڪمن ڪان بيزار ٿي وڃي. جيڪو ڪما حقه اها ڪوشش نه ڪندو اهو طريقو جو طالب نه چئبو ۽ جيڪو پاڻ کي پير سمجهي پر خلق کي دين جي دعوت نه ڏي اُهو گمراهه آهي ۽ جيڪو پاڻ گمراهه هوندو سو

پي ڪنهن جي کهڙي رهنمائي ڪندو. سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس دوستن کي چوندا.

# مڪتوب ڇهون

خليفي محمد ملوڪ ولاسي واري ڏانهن لکيو ويو. ان سلسلي ۾ تہ ممبئي بندر جي فقيرن جون دعوتون قبول ڪرڻ جو عرض ڪيو هئائين ۽ پيو لکيو هئائين تہ جيڪڏهن مرضي مبارڪ هجي ۽ بنده کي اجازت ملي تہ انهن دوستن کي ڏسي اچي. انهيءَ جي جواب ۾ تحرير ڪيو ويو:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن و امان، خليفو محمّد ملوڪ رب پاڪ کيس سلامت رکي، سلام مسنون. دعائن ۽ محبت سان واضح ٿو ڪجي تہ:

پيارا! اوهان لکيو آهي تہ نيڪ روشن هجي تہ بنده ذات والا صفات جي ڪرم ڪريمانہ ۾ اميد رکي. ممبئي بندر جي فقيرن سان وعدو ڪيو هو تہ حضور فيض گنجور ۾ عرض آزيون ڪري، رحمت جي درياڪي ممبئي بندر جي پيٽ تي گوهر فشان ڪندس.

منهنجا پيارا! هن فقير ممبئي بندر وڃڻ، فقيرن جون دعوتون وٺڻ ۽ سندن حق ادا ڪرڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي آهي. هڪڙي پيري انهيءَ ملڪ ڏانهن وڃڻ جي موسم آئي تہ ڏينهن رات تپ اچڻ شروع ٿيو، جيڪو پورا ست مهينا جاري رهيو ۽ جڏهن جهاز جي اچڻ وڃڻ جي موسم ختم ٿي تہ تپ جي عارضي کان بہ ڇوٽڪارو حاصل ٿيو. اهڙي طرح ڪئين پيرا جهاز جي اچڻ وڃڻ واري موسم ۾ ممبئي بندر وڃڻ جي تمام گهٽي ڪوشش ڪيم پر لَاتَتَحَرَّكُ ذَرَّةٌ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ. معنيٰ: الله تعاليٰ جي حڪم کان سواءِ پن بہ نٿو چري سگهي. ڪوشش ڪامياب نہ ٿي. ٽيون سال پڪو ارادو ڪيم ۽ لکپت بندر جي حاجي احمد ڏانهن خط لکيم تہ پيڙي تيار ڪريو تہ ممبئي بندر ڏانهن روانگي ٿيندي. حاجي احمد ٽي مهينا پيڙي تيار رکي.

ڪجھہ ڏينهن ٻيڙي ڪي روڪي روڪي وري ممبئي ڏانهن رواني ٿي ڪيائين ۽ وري ٻي ٻيڙي تيار ٿي ڪيائين. آخرڪار درگاه عاليہ کان مرشد سائينءِ ۽ حضرت مرشد سائينءَ جي حويلي ادام اللہ برڪاته و رَضِيَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنہُ جن جي طرفان خط پهتا. انهن ۾ لکيل هو تہ ممبئي بندر ڏانهن قطعي نہ وڃو. ان طرف وڃڻ ۾ اسان جي رضا هرگز نہ آهي ۽ نہ هوندي. فقير اهي خط بَجِنسِهٖ پنهنجي خط واري لفافي ۾ بند ڪري، حاجي عبدالڪريم، حاجي عبداللطيف ۽ انهيءَ طرف جي سيني دوستن ڏانهن موڪليا هئا.

پيارا! اهي ويچارا ڪن دوستن جي اچ وڃ جي ڪري، جيڪي واپارين وانگر تجارت جو دڪان اچي لڳائيندا آهن ۽ ڪوريئڙي وانگر ڄار هڻي مطلب جي مک جو شڪار ڪندا آهن ۽ محض انهيءَ سبب سان انهيءَ علائقي ۾ اچي رهندا آهن، اڳي ئي پريشان آهن ۽ سندن محبت ۽ ارادت گهٽجي ۽ ٿڌي ٿي وئي آهي. وري بہ انهن تي اچي نازل ٿيڻ تہ انهيءَ هندو ڇوڪريءَ جي مثال وانگر ٿيندو جنهن جو قصو مثنويءَ ۾ هن طرح آهي تہ: هڪڙي هندو ڇوڪريءَ جي دل ۾ اسلام جي رغبت ۽ اسلام جي محبت تمام گهڻي پيدا ٿي ۽ سندس ماءُ ۽ پيءُ هزار حيلا ٿي ڪيا پر ڇوڪري اسلام جي محبت کان باز نتي آئي. هڪڙي ڏينهن هڪڙو مسلمان انهيءَ ڳوٺ ۾ آيو جنهن جو آواز نهايت ٻيڙو هو. ماڻهن کي سندس آواز ٻڌڻ سان نفرت ۽ قباحت ٿي آئي. انهيءَ ماڻهوءَ انهيءَ ڳوٺ جي مسجد ۾ وڃي بانگ ڏني. انهيءَ هندو ڇوڪريءَ کي بانگ ٻڌڻ سان ڌپ ٿيو ۽ دل ۾ نفرت پيدا ٿي ۽ پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ کان پڇيائين تہ اهو ٻيڙو آواز ڪهڙو آهي ۽ ڪنهن جو آهي؟ ماءُ ۽ پيءُ ڪيس چيو تہ اهو آواز انهيءَ جو آهي جنهن جي دين ۾ وڃڻ جو توکي شوق ٿيو آهي. ڇوڪريءَ چيو تہ انهيءَ ٻيڙي آواز واري کان ۽ انهيءَ جي دين کان آئون بيزار آهيان ڇوڪريءَ جا ماءُ پيءُ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ خوشيءَ مان ڪجھہ پئسا ڪڍي وڃي انهيءَ بانگ ڏيندڙ کي ڏنائون. تڏهن انهيءَ پڇيو تہ هي پئسا جيڪي اوهان مون کي ڏيو ٿا، سي ڇا جي لاءِ

ٿا ڏيو؟ ڇوڪريءَ جي ماءُ ۽ پيءُ چيو تہ ڪيترين سالن کان آزار ۽ مصيبت ۾ هئاسين جو اسان جي ڇوڪريءَ کي اوهان جي دين سان رغبت ۽ محبت هئي. اڄ تو ٻانگ ڏني ۽ تنهنجو بڇڙو آواز ٻڌڻ سان اسان جي ڇوڪري اوهان جي دين کان بيزار ٿي وئي.

پيارا! انهن سان بہ اها ساڳي حالت ٿي وئي آهي تنهن ڪري آخر ۾ انهن دوستن ڏانهن هي سنڌي بيت لکيو ويو هو تہ:

بيت:

اڃو پاڻي لڙ ٿيو ڪالوڙيو ڪنگڻ
ايندا لڄ مرن تنهن سر مٿي هنجهڙا

فقيرن جي دعوت قبول ڪرڻ جو حق، جنهن ڏينهن هي بيت لکيوسين انهيءَ ڏينهن ادا ٿي ويو. جنهن سڏيو ٿي انهيءَ ئي سون کي دعوتون قبول ڪرڻ کان باز رکيو. مون کي اگرچہ بظاهر سڏايائين ٿي پر دل سان ڪونہ ٿي سڏايائين. جيئنڪ حقيقت ۾ سڏي ها تہ اهڙيون حالتون انهن سان نہ ڪري ها. پيارا! اهي ڳالهيون جيڪي مذڪور ٿيون تن جو سبب پنهنجي بي ادبي ۽ بد نصيبي آهي. جيڪي ماڻهون پرپٺ ايڏو ويساهہ رکندا هئا، تن جو ويساهہ چو ختم ٿيو؟

پيارا! کهڙو نصيب آندوسين جو اهڙا واقعا ٿا پيش اچن. ٻيو اوهان لکيو هو تہ فقيرن مقرر وقت جو انتظار ڪيو ۽ هاڻي لاڳيتو ڏوراپا ٿا لکن. پيارا! انهن جي ڏوراپن جو جواب اهو ئي ڪافي آهي جو اوهان ڏانهن حجّت لکي اٿن. اسين وعدي کان آزاد ٿي وياسون، جو هو ارادت کي تبديل ڪري ٻي جاءِ تي مشغول ٿي ويا. پيارا! اها ارادت نہ هئي پر هوس هئي. جيڪڏهن ارادت هجي ها تہ ٻي پاسي نہ نهارين ها. انهيءَ ارادت تي قائم رهن ها. جيئن تہ ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

همہ شهر پر زخوبان من در خيال ماهي
چہ کنم کہ چشم بدخو نکند بکس نگاهي

ترجمون: شهر سڄو حسينن سان پُريو پيو آهي، آئون پنهنجي محبوب جي خيال ۾ آهيان. ڇا ڪريان جو منهنجي اک جي

عادت آهي جو ٻي ڪنهن ڏانهن نٿي نهاري.

منهنجا پيارا! ارادت جا ٻہ طريقا آهن. هڪڙو صورت ڏسڻ، ٻيو دل جو مشاهدو. ظاهري صورت ڏسڻ جنهن جو تعلق جسم جي حواس ۽ خيال سان آهي، تنهن جو مثال اهو آهي تہ حضرت نبي ڪريم عَلَيْهِ وَعَلىٰ آلِهِ اَفْضَلُ الصَّلَوَاتُ وَاَكْمَلُ التَّحِيَّاتُ کي ڪافرن ۽ منافقن ڏٺو ٿي پر ايمان نٿي آندائون. انهن رڳو صورت ٿي ڏٺي ۽ حقيقت کان غافل ۽ حجاب ۾ هئا.

(بيت)

ڪافران ديدند احمد را بشر- چون نديدند ازوي آن شَقُّ الْقَمَرِ

ترجمون: ڪافرن حضرت محمد مصطفيٰ، احمد مجتبيٰ ﷺ کي بشر ڏٺو ڇو تہ انهن نبي ڪريم ﷺ جو شَقُّ الْقَمَرِ جو معجزو ڪونہ ڏٺو هو.

وآنڪہ او ڪف ديد دريا را نديد - زانڪہ حالي ديد فردا را نديد

ترجمون: ۽ اهو جنهن گجي کي ڏٺو، ان دريا کي ڪونہ ڏٺو، ڇو تہ اڄ کي ڏٺائين صبحاڻي کي نہ ڏٺائين.

ٻيو تہ هيءَ آيت سڳوري بہ انهيءَ معنيٰ تي نصّ ناطق آهي: يَنْظُرُوْنَ اِلَيْكَ وَهُمْ لَا يُبْصِرُوْنَ. معنيٰ اوهان ڏانهن نهارين پيا پر اهي اوهان کي ڏسن ڪونہ ٿا. اها آيت سڳوري انهن جي حال تي شاهد آهي جن دل سان مرشد جو مشاهدو ڪيو، انهن جا سڀ احوال، افعال ۽ اقوال بيبي زليخا رضي الله تعاليٰ عنها جي احوال مان معلوم ڪري گهرجن، جو حضرت يُوسُف عَلىٰ نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِ السَّلَامُ کي خواب ۾ ڏٺائين ۽ چري ٿي پئي. گهر ٺڪر، ننگ ناموس، ابو، امان، بلڪ پاڻ کي بہ انهيءَ خواب تان قربان ڪري ڇڏيائينءِ مصر ڏانهن رواني ٿي وئي. ڏس تہ اهو ذڪر حال احوال عشق مجازيءَ جو آهي، جنهن کي حقيقت جي پل چيو اٿن. عشقِ حقيقيءَ جو ڪهڙو بيان ڪجي:

اهي ڏسن ان کي - جي انهيءَ ڏيهہ ويا

جو اُن ۾ بيخودي ۽ بيهوشيءَ کان سواءِ ٻي ڪابہ خبر نہ هوندي آهي. جيئن تہ حضرت سعدي عَلَيْهِ الرَّحْمَةُ انهيءَ جو پتو ٿو ڏي، (بيت):

مي صرف وحدت ڪسي نوش ڪرد - ڪہ دنيا و عقبيٰ فراموش ڪرد
ترجمون: جنهن بہ وحدت جي مي نوش ڪئي، تنهن دنيا ۽ آخرت ڪي وساري ڇڏيو.

بيت:

مال و جان را تو برو يڪجا بہ باز - راه نزديڪست چرا ڪہ دي دراز
ترجمون: جان ۽ مال کي هن تان هڪڙي ئي هنڌ گهوري ڇڏ، واٽ ويجهي پئي آهي ڏگهي ڇو ڪئي اٿئي؟

۽ پڻ ٻي هڪڙي بزرگ چيو آهي:

(بيت)

عشق آن شعلہ است ڪہ اندر جان فروخت
هرچہ جز معشوق باقي جملہ سوخت

ترجمون: عشق اهو شعلو آهي جو جان ۾ ٻريو تہ معشوق کان سواءِ باقي سڀ سڙي ويو.

(بيت)

عاشقان را سينہ اندر تير است - هر ڪہ عاشق نيست او بي پير است
ترجمون: عاشقن کي سينہ ۾ تيرلڳل آهي، جيڪو عاشق نہ آهي سو بي پير آهي.

(بيت)

عاشقي را درد بايد درد ڪو
برسر ڪوئي محبت مرد بايد مرد شو

ترجمون: عشق جي لاءِ درد کپي درد حاصل ڪر، محبت جي ڳليءَ ۾ مرد کپي مرد ٿيءُ.

(بيت)

عاشقان را شش نشاهي اي پسر - آه سرد و روءِ زرد و چشمِ تر
ترجمون: اي پٽ! عاشقن جون ٽي نشانيون آهن، ٿڌي آه، زرد منهن ۽ آلي اک.

عشق جي شيدائي، درد ۽ جنون جي فدائي، مجنون جي عشق جي ڳالهہ ٻڌ. حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه مجنون کان پڇيو تہ خلافت اسان جو حق آهي يا يزيد جو؟ مجنون چيوخلافت نہ اوهان جو حق آهي نہ يزيد جو. خلافت تہ ليليٰ جو حق آهي. شيخ ثنائي عشق جي باري ۾ پنهنجي شاعريءَ جي دفتر ۾

فرمائي ٿو، ابيات:

آمين ڪرد ڪوفي از صوفي - عشق ورائي قريشي و ڪوفي
عشق را بوحنيفہ درس نکرد - شافعي را درو روايت نيست
حنبل از سرّ عشق بي خبر است - مالڪي را درو درايت نيست

ترجمون: ڪوفيءَ صوفيءَ جي ڳالھہ تسليم ڪئي تہ عشق قريشيءَ ۽ ڪوفيءَ کان مٿي آهي. ابوحنيفہ عشق جو سبق ڪونہ پڙهيو، عشق جي باب ۾ شافعي جي روايت بہ ڪونہ آهي. حنبل عشق جي راز کان بي خبر هو، مالڪ کي عشق جي ڪا پروڙ نہ هئي.

اهي سيئي بزرگ جائز ۽ ناجائز جي بحثن ۾ پورا هئا.

اوهان لکيو هو تہ جيڪڏهن مرضي مبارڪ هجي ۽ اجازتڏيو تہ دل چاهي ٿي انهن دوستن کي وڃي ڏسجي، جن جي ارادت تبديل ٿي وئي آهي.

پيارا!اها ڳالھہ انهيءَ خط مان معلوم ڪريو جيڪو اوهان انهن ماڻهن ڏانهن لکيو هو. هڪڙو سنڌي بيت آهي:

ڪپر ڪاهوڙين سين وڏو وڏئي ويـر
نانڪ ويندو نکري تـو پر مٿـي پيـر
هي تنين جو ڍير، جن جهونا ڳڙهہ جلايو.

انهن ماڻهن اوهان جي خط جو جواب ئي ڪونہ ڏنو. هڪڙو مثال مشهور آهي تہ هڪڙو شخص واٽ وٺيو ويو پي ۽ پيسو آيو پيو، هڪڙي طرف واري سلام ڇيو ٻي سلام جو جواب ڪونہ ڏنو. اهڙي ماڻهوءَ سان ڳالهائڻ نہ ڪپي. اهڙي ماڻهوءَ سان ڳالهائبو تہ پنهنجي آبرو وڃائبي ۽ پڻ اوهان لکيو هو تہ لُڙ پاڻي ۾ ڪانگن جو شڪار گهڻو هوندو آهي. پيارا! ڪانگن کي دريا جي پاڻيءَ سان مناسبت ئي ڪونہ آهي، سواءِ ذہن جي جو انهن جو قوت انهن ذہن جي مڇي آهي. وسوسا ۽ هن دنيا جون مرادون لُڙ پاڻيءَ جا ذہا آهن. ان تي هيءَ آيت سڳوري شاهد آهي: افرءيت من اتخذ الہ هواہ. معنيٰ ڇا ڀوءِ انهن کي ڏٺئي جن پنهنجين خواهشن کي خدا بنايو آهي. پيارا! طالب کي هرگز نٿو جڳائي جو دنيا دارن کي ڪانگ ڇئي اُنهن جي شڪار جي لاءِ ذہن ۾

پوي ۽ انهن جي دوستيءَ لاءِ لُڙ پاڻيءَ جي ڍُبڻ ۾ ٽپيون هڻي. گندگي ۾ گهڙي ابدي هلاڪت ۾ ڪري، جيئن ته اسان جي نبي ڪريم عَلَيۡهِ وَعَليٰ آلِهٖ اَفۡضَلُ الصَّلَوَاتِ وَاَكۡمَلُ التَّحِيَّاتُ فرمايو آهي: لُعِنَ عَبۡدُ الدُّنۡيَا وَلُعِنَ عَبۡدُ الدَّرَاهِمِ. معنيٰ: دنيا جي ٻانهن تي لعنت ڪئي وئي آهي ۽ ڏوڪڙن جي ٻانهن تي لعنت ڪئي وئي آهي. اهڙن دنيادار دوستن جي لاءِ لُڙ جي ڍبڻ ۾ ڪرڻ بي وقوفي آهي. جيڪو وڃي سو وڃي، توکي ۽ مون کي الله ڪافي آهي. مَنۡ لَهُ الۡمَوۡليٰ فَلَهُ الۡكُلُّ. جنهن جو رب تنهنجو سڀ. اوهان ڀائرن جو ڪجهه به لکيو آهي، سي سڀ بيهوديون تدبيرون آهن.

طالب کي تدبيرن جي پٺيان نه وڃڻ کپي. تدبيرن ۾ گرفتار نه ٿيڻ گهرجي ۽ پنهنجون واڳون تقدير کي سپرد ڪري ڇڏجن.

بيت:

سپردم بتو مايه خويش را - تو داني حساب کم و بيش را

ترجمو: مون پنهنجي موڙي توکي سپرد ڪئي، ڪم و بيش جي حساب کي تون ڄاڻين.

ڇاڪاڻ ته تدبيرن ۾ محض نفس آهي، جيڪو پنهنجن خيالن ۾ ماڻهوءَ جو ٻيڙو ٻوڙي ٿو. انهن خيالن ۽ تدبيرن کي ڇڏي حق تعاليٰ جي طرف ڀڄڻ کپي. الله تعاليٰ جو فرمان: فَفِرُّوۡا اِلَي اللهِ، معنيٰ ڀوءِ ڀڄي الله ڏانهن اچو. نصّ قاطع آهي.

حضرت شيخ بايزيد بسطامي رَحۡمَةُ اللهِ عَلَيۡهِ، الله تعاليٰ کي خواب ۾ ڏٺو ۽ حضور ۾ سوال ڪيائين: كَيۡفَ الطَّرِيۡقُ اِلَيۡكَ. معنيٰ الاهي تو ڏانهن اچڻ جي واٽ ڪهڙي آهي؟ امر ٿيو: دَعۡ نَفۡسَكَ وَتَعَالَ. معنيٰ پنهنجي نفس کي ڇڏي هليو اچ. انهيءَ باري ۾ ڪنهن بزرگ ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:

(بيت)

ترا کاين نفس کافر در کمين است
نه آنجاره برد که آنجا که دين است

ترجمو: اهو نفس ڪافر جيڪو تنهنجو گهٽ جهليو ويٺو آهي، سو توکي انهيءَ واٽ تي ڪو نه ڇڏيندو جيڪا دين جي واٽ آهي.

(بيت)

نفس ڪافر ڪش تو جان را زنده ڪن
خواجہ گشتہ است اورا بنده ڪن

ترجمون: نفس ڪافر کي ماري دل کي زنده ڪر، سردار ٿيو ويٺو آهي انهيءَ کي ٻانهون بڻاءِ.

منهنجا پيارا! بزرگن نفس جي مڪر ۽ شيطان جي فريب جي باري ۾ تمام گهڻا ڏس ٻڌايا آهن.

(بيت)

نفس مڪار است مڪري ز ايدت - روزه و تسبيح هم فرمايدت

ترجمون: نفس مڪار آهي مڪر ڪندو، توکي روزي ۽ تسبيح جو به چوندو.

ان سلسلي ۾ اسان جا حضرت مرشد، سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن هڪڙو نقل بيان فرمائيندا هئا تہ هڪڙي بزرگ ڪوهستان ۾ مسجد شاهي ۾ الله تعاليٰ جي عبادت ۾ ويهي رهيو. ڏينهن جو روزا رکندو هو ۽ رات جو سڄي رات جاڳي عبادت ڪندو هو. انهيءَ حالت ۾ وڏو عرصو گذاريائين. هڪ ڏينهن هڪڙي مسلمانن جي جماعت، جيڪا الله جي راهہ ۾ ڪافرن سان جهاد ڪرڻ جي لاءِ نڪتي هئي، سا اُتان لنگهي. انهيءَ بزرگ جي دل ۾ خيال آيو تہ الله جي راهہ ۾ جهاد ڪرڻ جي لاءِ انهيءَ جماعت سان وڃڻ گهرجي. وري پنهنجيءَ دل ۾ سوچيائين تہ شايد جهاد جي خيال جو سبب ڏينهن رات جا روزا، رات جو اوجاڳو ۽ اڪيلائي آهي جو نفس پريشان ٿي جهاد تي هلڻ جي لاءِ تيار ٿيو آهي. پوءِ وري نفس کي چيائين تہ آئون مجاهدن سان گڏ جهاد بہ ڪندس، ڏينهن جو روزو بہ رکندس، رات جو جاڳي عبادت بہ ڪندس، اڪيلو بہ رهندس. رڳو جنگ جي وقت مجاهدن سان گڏجي ڪافرن سان وڙهندس. نفس چيو ٺيڪ آهي. هي سڀ ڳالهيون قبول آهن، پر جهاد جي لاءِ مسلمانن سان گڏجي هل. تڏهن اهو بزرگ عاجز ٿيو ۽ ڪيس نفس جي مڪر جي خبر نہ پئي. پوءِ الله تعاليٰ کان دعا گهريائين. انهيءَ وقت نفس

پنھنجي غرض بيان ڪري ظاھر ڪئي تہ مون کي اڪيلائيءَ جي نيزي، رات جي اوجاڳي ۽ ڏينھن جي روزن سان سچي چمار ماريو اٿئي. ھاڻي جيڪڏھن جنگ ۾ مارجي وئس تہ انھن محنتن، مشقتن ۽ تڪليفن کان ڇٽي پوندس ۽ ھرڪو چوندو تہ شھيد ٿي ويو.

منھنجا پيارا! ڏس تہ اھڙي طرح بيچاريءَ جو مرڻ وقت بہ نفس پنھنجي مراد تہ پوري ڪري. اللہ جي رضا نہ گھري ۽ انھيءَ ڳالھ مان معلوم ٿيو تہ بزرگ نفس جي مڪر کان ڪيترقدر خبردار ۽ ھوشيار ھوندا ھئا. اھي بزرگ نفس کي مجاھدہ ۽ رياضت جي تلوار سان ماريندا ھئا. اسان جي بدبختن کي ڪھڙي طاقت جو نفس ۽ شيطان جي مڪرن کان بچي سگھون، جڏھن تہ ابتدا واري حالت ۾ حضرت مرشد سائين رَضِيَ اللہُ تَعَاليٰ عَنہُ جن مون کي اجازت عنايت فرمائي ھئي، تڏھن گھڻن ئي ننڍين ۽ وڏن طالبن کي وجد ۽ جوش ايندو ھو. انھيءَ زماني ۾ منھنجي والد مون کي ھڪڙو قصو ٻڌايو ھو تہ ڪاڇي جي علائقي ۾ ڍڪ نالي ھڪڙو ڳوٺ ھو. انھيءَ ڳوٺ ۾ مير جادو ۽ ٻيا ٽالپر شراب پيئندا ھئا. نشي ۾ مدھوش ٿي ويندا ھئا. وات مان گجي اچي ويندي ھئين، نچندا ٽپندا ھئا. ڪي ڪپڙا لاھي ڇڏيندا ھئا، ڪي گاريون بڪندا ھئا. ساڳي ڳوٺ ۾ ھڪڙو واڍو ھو جيڪو مير مواليـن جو اھو لقاءُ ڏسندو ھو. انھيءَ واڍي ھڪڙي ڏينھن ڇا ڪيو جو ڏينھن شراب جي دڪان تي وڃي ٽامي جي پائي دڪاندار کي ڏئي شراب گھريائين. دڪاندار ڏنو تہ بي وقوف آھي سو ڪک ڪڻي انھيءَ تي ڪپھ جو ذرو ويڙھي شراب جي مٽ ۾ ٻوڙي واڍي کي ڏنائين. واڍي ڪپھ جو ٻڙو چوسي مواليـن وانگر نچڻ ٽپڻ شروع ڪيو. ٽڪو ڪنڌ ۾ ويڙھجي ويس، وات مان گجي نڪري آيس ۽ بازار مان گھر ڏانھن روانو ٿيو. واڍي جي زال مڙس کي انھيءَ بڇڙي حال ۾ ڏٺو، سا روئندي پٽيندي وٽس آئي تہ ھي تو سان ڪھڙو ويڌن ٿيو آھي؟ واڍي زال کي چيو تہ مون کي ويجھي متان اچين، مون شراب پيتو آھي. قبلہ والد صاحب جن طالبن جي وجد ۽ مستيءَ جي حالت کي

انهيءَ واڌي جي حال سان نسبت ڏيندا هئا. هاڻي جڏهن حق حقيقت جي خبر پئي آهي تڏهن سمجهان ٿو ته والد صاحب جن صحيح فرمائيندا هئا. حضرات نقشبنديه رَحمَةُ اللهِ عَلَيهِمُ جي مڪتوبات ۾ لکيل ڏٺو اٿم ته طالب کي حال ۾ وجد جي ڪشمش ۽ اخروٽن تي خوش نه ٿيڻ کپي ۽ اهو حال انهيءَ عورت جي حال وانگر آهي جيڪا حيض واري ناپاڪي ۾ آهي.

(بيت)

مجنون عشق را دگر امروز حالت است

اسلام دين ليليٰ ديگر ضلالت است

ترجمون: عشق جي مجنون جي اڄ ٻي حالت آهي، اسلام ليليٰ جو دين آهي ٻي سڀ گمراهي آهي.

پيارا! اسان جا حضرت مرشد سائين رَضِيَ اللهُ تَعَاليٰ عَنهُ جن مجنون جي باري ۾ هڪڙو نقل بيان فرمائيندا هئا ته هڪڙي رات مجنون ڪنهن اٺ سوار کي ڏٺو جيڪو مصر ڏانهن وڃي رهيو هو. مجنون انهيءَ اُٺ سوار کي ليليٰ جي لاءِ نياپا ڏيندو اُٺ سان گڏ ڊوڙندو هليو. جڏهن رات ختم ٿي، سج ايرڻ لڳو تڏهن مجنون اٺ واري کان موڪلائي واپس ٿيو. تڏهن اٺ سوار کيس چيو ته هاڻي ته ليليٰ جو شهر ۽ ليليٰ جي شهر جا وڻ اڃا هو پيا ڏسجن.

پيارا! اهڙي محبت ۽ عشق مرشد ڪامل سان رکندو. اهو مرشدجي حضور مان به اهو ڪجهه حاصل ڪندو، جيڪو چئن يارن رِضوَانُ اللهِ تَعَاليٰ عَلَيهِمِ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي حضور مان حاصل ڪيو هو. جيڪڏهن اهڙو سچو طالب مرشد کان پري هوندو ته اهو ڪجهه حاصل ڪندو، جيڪو حضرت اويس قرني رضي الله تعاليٰ عنه نبي ڪريم ﷺ جن کان پري هوندي به حاصل ڪيو. بي بي زليخا رَضِيَ اللهُ تَعَاليٰ عَنهَا جنهن کي خواب ۾ ڏٺو، عشق جي ڪري انهيءَ کي هن دنيا ۾ ئي حاصل ڪيو. هي سڀ محبت ۽ عشق جون ڳالهيون آهن، هتي عقل جي جاءِ نه آهي. عقل ڪجهه آهي ۽ عشق باهه وانگر آهي ۽ ڪجهه کي سڙڻ کان سواءِ ڪجهه به حاصل ٿيڻو نه آهي. عشق جي باري ۾ چا

چئجي،
ڪري سگهندو آهي، عقل معاش جو تعلق جسم سان آهي ۽ جڏهن هي جسم نہ رهيو تہ هي عقل بہ نہ رهندو ۽ عقل معاد جو تعلق عالم ارواح سان آهي جنهن کي عقل ڪل جو نالو بہ ڏيندا آهن ۽ روح اعظم بہ سڏيندا آهن. زياده خير وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ.

# مڪتوب ستون

عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو. درد ۽ عشق ۽ الله تعالي جي محبت جي ترغيب ۽ تحريص جي باري ۾: جيڪا عظيم نعمت آهي ۽ توحيد جي ڪنايہ متعلق تہ سالڪ جي نظر ڪثرت ۾ وحدت ڏانهن هجي ۽ فنا ۽ بقا ۽ انهيءَ سان مناسب ٻين ڳالهين جي اشاري جي سلسلي ۾ تحرير ٿيو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن امان، ميان عبدالخالق، رب پاڪ کيس سلامت رکي، سلام مسنون کان پوءِ وڏي شوق سان واضح ٿو ڪجي تہ:

اوهان ياڻرن جو خط پهتو، جنهن جي پڙهڻ سان درد ۽ غم، ڏک ۽ الم، شوق ۽ محبت پنهنجي گرفت ۾ آڻي ڇڏيو ۽ خط ۾ لکيل ڪيفيتون هڪ هڪ ٿي مطالعہ ۾ آيون. منهنجا پيارا! ڪڏهن ڪڏهن اوهان جي هن دعاگو تي عشق ۽ محبت، گريہ ۽ زاريجو اهڙو اثر ٿو ٿئي جو دل مان آهن تي آهون، دانهن تي دانهون ۽ رڙين تي رڙيون نڪريو وڃن. انهيءَ وقت پنهنجو پاڻ کي چوندو آهيان تہ ڪاش جو ماءُ مون کي نہ ڄڻي ها تہ طلب جي خونخوار وادي ۾ هن جدائي، وڇوڙي، غم ۽ الم جي مصيبت ۾ نہ پوان ها. ان وقت ڪمزور بدن بار هيٺ اچي ويندو آهي، پوءِ هي بيت پڙهندو آهيان جيڪو اسان جا حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن گهڻون ڪري جهونگاريندا هئا:

ڪاشڪي مادر نزادي بہ بدي
جاءِ شيرم زهر دادي بہ بدي

كاشكي هرگز نبودي نام من
تا نبودي جنبش و آرام من

ترجمون: ڪاش جو ماءُ مون کي نہ ڄڻي ها تہ سٺو هو، ڪير جي جاءِ تي زهر ڏي ها تہ سٺو هو. ڪاش جو منهنجو نالو ئي نہ هجي ها تہ مون کي چرڻ پرڻ جي ضرورت هجي نہ آرام جي.

منهنجا پيارا! بزرگن جي اها جماعت جيڪا هتي موجود هوندي هئي، ان مان هن حيران ۽ پريشان رهيل کان سواءِ ڪوبہ نہ رهيو آهي. خليفن ۽ فقيرن جي سڄي جماعت، جماعت جي ڌڻي سميت هن جهان فانيءَ مان هن جاوداني جهان ڏانهن اُسهي وئي ۽اسين پَنهنجي بدبختي ۽ بي نصيبي جي ڪري هتي اڪيلا، دوستن کان پري هن ڪميڻي دنيا جي ويراني ۾ رهجي وياسين. افسوس اسان جي حال تي. بيت سنڌي:

آيس اڱڻين هير اصل سنڌي آسري
پڙ ۾ ڏنم پير سرتين ساجهر لڏيو
ويا پهرين پور گهوري هيس جن جي
سامين سندو سور جان جيان تان نہ لهي

اهي بي انتها شفقتون جيڪي حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنهُ جن جون اڳي هيون،اڄ بہ توقع مطابق سنڌن اهي ئي ڪرم هن بنده تي آهن. پيو تہ اها حالت جنهن فوق الفوق جي عروج جي وقت پڪيو تي ۽ پنجاهہ هزار سالن جو پنڌ اڪ چنپ ۾ طئي ٿي ڪرايو، سا گذري وئي. هن وقت حالت جو رخ تحت ڏانهن آهي. جيتوڻيڪ حال تي توحيد جو غلبو آهي پر ڪڏهن ڪڏهن نظر ڪثرت تي پوي ٿي تہ جدائي جي باهہ ٻريو وڃي ۽ وري جڏهن تخليق جي فعل جو فاعل حق مشاهده ۾ اچي ٿو تہ اُجهاميو وڃي. جنهن وقت نظر خلق تي ۽ خلق جي فعل تي ٿي پوي تہ دل ۾ اهڙي باهہ ٿي پڙڪي، جيڪا دوزخ کان بہ ڏهوڻي هوندي آهي. وري جڏهن هن جهان ۾ توحيد تي نظر ٿي ڪجي تہ هي جهان عين بهشت ٿو لڳي. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي: (بيت)

بهشت آنجا کہ آزاري نباشد - کسي را با کسي کاري نباشد

ترجمون: اها جاءِ بهشت آهي جتي ڪو آزار نہ آهي، ڪنهن ڪي بہ ڪنهن سان ڪو ڪم نہ آهي.

طالب کي گهرجي تہ هي جهان ۽ هو جهان توحيد کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ڏسي. ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي، جنهن بہ چيو آهي:

(بيت)

اين است كمال مرد راه يقين - در هرچہ نظر كند خدارا بيند

ترجمون: يقين جي راهہ واري جو ڪمال اهو آهي تہ جنهن ۾ نظر ڪري خدا کي ئي ڏسي.

پيارا! اها حالت هن سلسلئہ عاليہ ۾ ڪن طالبن کي پيش ايندي آهي پر ان حالت کي بقا نہ آهي. اها روشني اسان جي حضرت مرشد پيرسائين روضي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن جي توجہ جي آفتاب جي هوندي آهي، جنهن جا جلوا طالب کي ڏسڻ ۾ ايندا آهن، پر طالب جي بي ادبي جي ڪري ورِي لڪي ويندا آهن ۽ طالب اهڙو ئلهو رهجي ويندو آهي جهڙو ئلهو اڳي هو. پر حضرت مرشد پير سائين روضي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن جي برڪت سان جنهن طالب جو جذب سلوڪ سان ملي هڪ ٿي وڃي، اهو هڪ ئي پيرِ عروج جا سڀ مقامات طئي ڪري پڄاڻي کي پهچندو آهي ۽ فَنَاءُ الْفَنَا سان مشرف ٿي بَقَاءُ الْبَقَاءِ جي درجي تي سرفراز ٿيندو آهي. فَنَا اها آهي تہ هي موهوم هستي طالب جي فڪر جي نظر ۾ ختم ٿي وڃي ۽ بقا هيءَ آهي تہ هيءَ موهوم هستي ان سان قيام وٺي. اهو ساڳي طرح قائم آهي. وَالسَّلَامُ عَلىٰ مَنِ اتَّبَعَ الْهُدىٰ وَالْتَزَمَ مُتَابِعَةَ الْمُصْطَفىٰ ﷺ.

# مڪتوب اٺون

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو، الله تعالىٰ جلشانہٗ جي محبت ۽ عشق ۽ درد ۽ شوق جي باري ۾ ۽ محبت افعالي صفاتي ۽ ذاتي جي بيان ۾ ۽ طلب ۾ همت تي اپارڻ ۽ انهيءَ بيان ۾ تہ مريد جي پنهنجي پير سان ارادت جي سلسلي ۾ ڇاڪاڻ تہ مريد کي فائدو پنهنجي ارادت مطابق ئي

ٽيندو آهي ۽ انهيءَ سان مناسب ڀين ڳالهين متعلق تحرير ٿيو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

ميان عبدالخالق رب پاڪ کيس سلامت رکي، سلام مسنون ۽ گهڻين دعائن کان پوءِ جو اها سيدنا الامام ﷺ جن جي پاڪ سنت آهي، ضمير فيض پذير تي واضح ٿو ڪجي تہ اوهان ڀائرن‌جا خط جيڪي اوهان رمضان مبارڪ ۽ شوال ۽ ذوالقعد ۾ لکيا هئا، سي تي ئي ذوالقعد مهيني جي آخر ۾ فقير حقير پرتقصير کي پهتا. انهن خطن جي پڙهڻ سان حالت غير ٿي وئي ۽ بي حد گريو طاري ٿيو. ڪافي وقت کان پوءِ افاقو ٿيو. هر هڪ خط کوليوسين ۽ پڙهيوسين. مضامين جي رنگيني جي ڪري شوق بي حد ۽ ذوق بي عدد پيدا ٿيو.

(بيت)

عاشقان را سينہ اندر تير است
هرڪہ عاشق نيست او بي پير است

ترجمون: عاشقن کي سيني ۾ تير آهي، جيڪو عاشق نہ آهي سو بي پير آهي.

عشق آن شعلہ است کاندر جان فروخت
هرچہ جز معشوق باقي جملہ سوخت

ترجمون: عشق شعلو آهي جيڪو جان ۾ ٻريو، معشوق کان سواءِ باقي سڀ سڙي ويو.

عاشقي را درد بايد درد کو
برسر کوئي محبت مرد بايد مرد شو

ترجمون:عاشقي لاءِ درد گهرجي درد حاصل ڪر، محبت جي ڳليءَ ۾ مرد گهرجي مرد ٿيءُ.

منهنجا پيارا! درد عظيم نعمت آهي، محبت واري مست کان سواءِ ڪنهن کي ڪونہ ڏيندا آهن. بيت:

گر درد عشق را بقيامت جزا دهند
ما غير از عشق نخواهم جزاءِ درد

ترجمون: جيڪڏهن قيامت ۾ عشق جي درد جي جزا ڏنائون تہ اسين عشق کان سواءِ درد جي ٻي ڪا جزا ڪونہ گهرنداسين.

عاشقان راشش نشاني اي پسر
آه سرد و روءِ زرد و چشم تر

ترجمون: عاشق جون ٽي نشانيون آهن، اي پٽ! ٿڌي آه، زرد منهن ۽ آلي اک.

منهنجا پيارا! عشق جا گهڻان درجا آهن. هڪڙو افعالي، ٻيو صفاتي، ٽيون ذاتي. عشق افعالي اهو آهي ته گل جڏهن تازو ۽ خوشبودار هوندو، تڏهن وڻندو. جڏهن گل جي بهار تي خزان آئي گل سڪي ويو، خوشبوءِ ختم ٿي وئي ته گل جي محبت به دل مان نڪري وئي ۽ باغيچي ۾ وڻ به بار ٿي پيو. عشق صفاتي اهو آهي ته ڪنهن شخص جو گهوڙو ڀلو آهي، رفتار به گهوڙي جي سٺي آهي. گهوڙي جو مالڪ گهوڙي تي عاشق آهي پر جيڪڏهن اهو ساڳيو گهوڙو منڊو ٿي پيو ته مالڪ جي دل مان گهوڙي جو عشق به نڪري ويو. گهوڙو ماڳهين مالڪ تي بار ٿي پوندو. محبت جو ٽيون درجو ذاتي آهي. ذاتي محبت هيءَ آهي ته ڪنهن ماڻهوءَ جو پٽ خوبصورت، خوش گفتار ۽ خوش رفتار هو. انهيءَ کي سيئرن جي مرض جا داڻا نڪتا، اکين کان نابين، پيرن کان منڊو ۽ زبان کان گونگو ٿي ويو ته به ماءُ پيءُ کي پنهنجي پٽ سان اها ساڳي محبت هوندي، بيماري ۽ عيبن جي ڪري گهٽ نه ٿيندي. اهو مثال اسان جا حضرت مرشد پير سائين روضي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تعَاليٰ عَنْهُ جن ڏاڍي سٺي انداز سان بيان فرمائيندا هئا.

الغرض ته موٽي وري مطلب تي ٿا اچون ته اوهان جي اڪت مان جبر جي مذموم بوءِ پئي اچي.

(بيت)

گر کشش من اثري داشتي - يار بسويم نظري داشتي

ترجمون: جيڪڏهن منهنجي ڪشش ۾ اثر هجي ها ته يار مون ڏانهن نظر ڪري ها.

منهنجا دانا دوست! جيڪڏهن ڪشش ۾ اثر نه هجي ها ته رسول مقبول عَلَيْهِ وَعَليٰ آلِهٖ اَفْضَلُ الصَّلَوَاتِ وَاَكْمَلُ التَّحِيَّاتُ جن، حديث مَنْ طَلَبَ شَيْئًا جَدَّ وَجَدَ معنيٰ ”جنهن ڪنهن شيءِ جي

طلب ۾ ڪوشش ڪئي اهو حاصل ڪندو نہ فرمائين ها. پيارا ڳوليندڙ حاصل ڪندو آهي، نااميدي طالب کي هرگز نٿي جڳائي سستي بالڪل نہ گهرجي. همت قوي هجي.

(بيت)

دست از طلب ندارم تاکام من بر آيد
يا تن رسد بجانان يا جان زتن بر آيد

ترجمون: طلب مان هٿ نہ ڪڍندس جيستائين منهنجو ڪم نڪري يا محبوب ملي يا منهنجو ساهه بدن مان نڪري.

انهيءَ مناسبت سان بزرگ فرمايو آهي:

(بيت)

ڏوٿين ڇيس ڏور، ڪيچ اڳاهون پنڌ ٿيو
پاٽان پيئي پور وک وڌائي وتري

منهنجا پيارا! حضرت موسيٰ عليٰ نبينا وعليه السّلام کي زباني سوال جو جواب لَنْ تَرَانِيْ مليو ۽ دل جي ڪشش جي ڪري اسان جي نبي ڪريم عَلَيْهِ وَعَليٰ آلِهِ اَفْضَلُ الصَّلَوَاتُ وَاَکْمَلُ التَّحِيَاتُ کي آرام مان سجاڳ ڪري معراج ڪرايائون. پيارا! طالب جي همت بلند هجڻ گهرجي. قِيْمَتُ الْمَرْءِ هِمَّتُهٗ. ماڻهو جي قيمت سندس همت آهي.

(بيت)

همت بلند بايد عشاق مست مي را
مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

ترجمون: مست مي عاشقن کي همت بلند گهرجي، بي همت ماڻهون عاشقن ۾ شامل نٿو ٿي سگهي.

پيو معلوم هجي تہ سيئي ڪمالات ۽ مقامات، مرشد ڪامل جي مڪمل متابعت سان حاصل ٿيندا آهن. حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه محبت ۽ ارادت ۾ سيني اصحابن سڳورن رِضْوَانُ اللهِ تَعَاليٰ عَلَيْهِمْ کان گوءِ کڻي ويو. سندس صداقت تي حضرت نبي ڪريم ﷺ جن حديث فرمائي تہ: لَوِ اتَّزَنَ اِيْمَانُ اُمَّتِيْ مَعَ اِيْمَانِ اَبِيْ بَکْرٍ لَرَجَحَ. معنيٰ: جيڪڏهن منهنجي سڄي امت جو ايمان ابوبڪر جي ايمان سان وزن ڪيو وڃي تہ

سڄي امت جي ايمان کان ابوبڪر جو ايمان وزن ۾ ڳرو ٿيندو.

هڪڙي ڏينهن مون اسان جي حضرت مرشد پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ آئون اوهان جو مقام ڏسان ٿو تہ اوهان سلطان الاوليا ۽ وقت جا غوث آهيو. پاڻ عاجزي سان فرمايائون تہ مون کي خبر نہ آهي. تون ڏسين ٿو تہ توکي حصو ملندو. حضرت مرشد پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي ان قول مان معلوم ٿو ٿئي تہ مرشد جو اهو ئي مقام هوندو آهي، جيڪو مريد کي ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ورنہ مريد جي مرشد سان ارادت، مرشد جي مرتبي ۽ مقام کان مٿي هوندو آهي. حضرت مرشدپير سائين روضي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن جي قول موجب مريد کي مرشد سان ارادت جي برڪت سان مرشد جي مقام مان حصو ڏيندا آهن. اَلْحَمْدُ لِلهِ عَلىٰ ذَالِڪَ. هڪڙي ڏينهن ظهر نماز جي وقت مون کي مراقبو ڪرايائون. پوءِ انهيءَ ساڳي ڏينهن عصر نماز جي وقت مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اوهان هن طرح فرمايو ۽ مون هن نمونہ ڏٺو. تڏو ساهہ کڻي فرمايائون: طالب صادق جو مرشد، سفيد ريش مرشد نہ هوندو آهي.

طالب صادق جو مرشد تہ سندس عشق هوندو آهي، جيڪو سندس رهنمائي ڪندو آهي. وري ٻئي پيري درگاهہ تي ويس تڏهن پڇيائون تہ ڪهڙو حال آهي؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! هي آواز پيو اچي تہ لِمَنِ الْمُلْڪُ الْيَوْمَ لِلهِ الْوَاحِدِ الْقَهَّارِ. اڄ بادشاهي ڪنهن جي آهي؟ اڄ "اللهُ وَاحِدُ الْقَهَّارُ" جي بادشاهي آهي. فرمايائون تہ توحيد ڪمال حاصل ڪيو. منهنجا پيارا! انهيءَ حالت ۾ سالڪ جو قيام قائم ٿو ٿئي. ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي شيخ ابوالحسن خرقاني رحمة الله عليه:

هرڪرا آن آفتاب اينجا بتافت
آنچہ آنجا وعدند اينجا بيافت

ترجمون: جنهن تي اهو آفتاب هن دنيا ۾ چمڪيو، تنهن جنهن جو هتي ملڻ جو وعدو ڪيو، سو هتي ئي حاصل ڪيو.

وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلىٰ مَنْ لَدَيْكُمْ. لکندڙ اڻ پڙهيل ابوجهه کي معاف ڪجو جو اها سخين جي عادت آهي. بر ڪريمان ڪارها دشوار نيست. سخين جي لاءِ ڪوبه ڪم مشڪل ناهي.

# مڪتوب نائون

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن سندس سوالن جي جواب ۾ لکيو ويو. سوال پهريون: هن غمگين جو حال پريشان آهي. ڏينهن غمن ۾ ۽ راتيون الم ۾ پيون گذرن. سوال ٻيو: پنهنجي ياد جي گذ رهڻ ۽ محبت ۽ الفت جي باري ۾ سوال ٽيو. سوال ٽيون: حضرت صاحب جن کي ممبئي اچڻ جي دعوت قبول ڪرڻ جو عرض ڪري، ممبئي جي آب و هوا جي تعريف ڪئي هئائين. سوال چوٿون: جنهن وقت کان حضور انور کان پري ٿيو آهيان، عمر اجائي ۽ ضايع ٿي وئي آهي. سوال پنجون هي ته هي نالائق قطعي مايوس بلڪ حق کان محجوب ٿي ويو آهي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص دوست اخص متحد دل و جان هميشه منجهه امن ۽ امان، ميان عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي، سلام مسنون کان پوءِ عرض ته:

اوهان لکيو هو ته هن غمگين جو حال پريشان آهي، ڏينهن غمن ۾ ۽ راتيون الم ۾ پيون گذرن. پيارا! اها ازلي سعادت آهي، جيڪا الله تعالىٰ اوهان کي نصيب فرمائي آهي. اها اسان جي نبي ڪريم عَلَيۡهِ وَعَلىٰ آلِهٖ اَفۡضَلُ الصَّلَوَاتِ وَاَكۡمَلُ التَّحِيَّاتِ جن جي متابعت آهي ۽ پڻ اها مهاجرين، اصحابن سڀني رِضۡوَانُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيۡهِمۡ اَجۡمَعِيۡنَ جي متابعت آهي. انهيءَ ڳالهه تي ڪلام الاهيءَ جي هيءَ آيت سڀوري دلالت ڪري رهي آهي، الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته: اَحَسِبَ النَّاسُ اَنۡ يُّتۡرَكُوۡۤا اَنۡ يَّقُوۡلُوۡۤا اٰمَنَّا وَهُمۡ لَا يُفۡتَنُوۡنَ. معنىٰ ڇا ماڻهن جو گمان آهي ته اهي ان ڪري ڇڏيا ويندا جو اهي چون ٿا ته اسان ايمان آندو آهي ۽ انهن کي آزمايو نه ويندو؟ انهيءَ

آيت جي تفسير ۾ تفسير حسيني جي مفسر هي بيت لکيو آهي تہ:

عاشقان را درد دل بسيار مي بايد کشيد
جور يار وطعنہ اغيار مي بايد کشيد

ترجمون: عاشقن کي دل جو درد گهڻو برداشت ڪرڻ گهرجي. يار جي جفا ۽ ڌارين جو مهڻو برداشت ڪرڻ گهرجي.

حديث شريف بہ ان معنيٰ تي دلالت ڪري رهي آهي: "مَا اُوْذِيَ النَّبِيُّ مِثْلَ مَا اُوْذِيْتُ." معنيٰ ڪنهن بہ نبيءَ کي ايترو ايذاءُ نہ پهچايو ويو جيترو ايذاءُ مون کي پهچايو ويو. پاڻ ڪريم جيڪڏهن ڪپڙا پائيندا هئا تہ ڪافر سندن ڪپڙا ڦاڙي ڇڏيندا هئا، جيڪڏهن مانيءَ جو گرهہ کائيندا هئا تہ دشمن مانيءَ ۾ زهر ملائي ڇڏيندا هئا. حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ: "اَشَدُّ الْبَلاَءِ عَلَي الْاَنْبِيَاءِ ثُمَّ عَلَي الْاَوْلِيَاءِ ثُمَّ اَمْثَلُ ثُمَّ اَمْثَلُ." معنيٰ سڀني کان وڌيڪ آزمائشون انبياءَ ڪرام عَلَيْهِمُ السَّلَامُ تي اينديون آهن، ان کان پوءِ اولياءَ ڪرام تي، اُن کان پوءِ درجي بدرجي ٻين الله تعاليٰ جي پيارن ٻانهن تي آزمائشون اينديون آهن ۽ سَيِّدَةُ النِّسَاءِ، فَخرُ الْمُرْسَلِيْنَ جي نياڻي حضرت فاطمہ الزهريٰ صَلَوَاتُ اللهِ وَسَلَامُهٗ عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنَ جو هي قول بہ انهيءَ ڳالهہ تي دلالت ڪري ٿو تہ:

صَبَتْ عَلَيَّ مَصَائِبُ لَوْ اَنَّهَا - صَبَتْ عَلَي الْاَيَّامِ صِرْنَ لَيَالِيَا

ترجمون: مون تي اهي مصيبتون نازل ٿيون جيڪي جيڪڏهن ڏينهن تي نازل ٿين ها تہ ڏينهن بہ راتيون ٿي وڃن ها.

انهيءَ ئي مناسبت سان هڪڙي بزرگ گهڻو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

ما بلائي بر هر کسي عطا نکنيم - تاکہ نامش ز اوليا نکنيم

ترجمون: اسين ڪنهن کي تيستائين مصيبت عطا نہ ڪندا آهيون، جيستائين سندس نالو اولياءَ جي لسٽ ۾ داخل نہ ڪندا آهيون.

اين بلا گوهر خزانہ ما است - ما بہ هر کسي گوهر عطا نکنيم

ترجمون: هي مصيبتون اسان جي خزاني جا موتي آهن. اسين هر

کنهن کي موتي عطا نہ کندا آهيون.

ان سلسلي ۾ خواجہ حافظ شيرازي فرمايو آهي:

(بيت)

بيگانہ راچہ کار بود در بلاءِ و غم
آنرا رسد کہ خاص بود آشنائي ما

ترجمون: ڌارين کي مصيبت ۽ غم ۾ ڪهڙو ڪم، غم ۽ مصيبتون انهن تي اينديون جيڪو اسان جو دوست هوندو.

ما پروريم دشمن ما کشتيم دوست
کس را چرا وچون نرسد در قضائي ما

ترجمون: اسين دشمن کي پاليندا آهيون، اسين دوست کي ماريندا آهيون. اسان جي قضا ۾ ڪير بہ چون چرا نٿو ڪري سگهي.

حافظ هميشہ نالہ کند در بلا و غم
باشد کہ خود علاج کند درد هائي ما

ترجمون: حافظ هميشه درد ۽ غم جون دانهون ٿو ڪري، ڪيس گهرجي تہ پاڻ اسان جي دردن جو علاج ڪري.

سڪڻ ۽ سوري، ٻنهين اکر هيڪڙو
وهڻ واٽڙين تي ڪارڻ ضروري
انهن ٻنهين جي پوري - جيءَ ڏني ري نہ ٿيئي.

اوهان جيڪو ياءُ ڪي گهر آٽي رهائڻ، ڪارائڻ، پيارڻ ۽ موافقت ۽ محبت جي دعا جو لکيو هو، سو معلوم ٿيو. ان باري ۾ الله تعالي جا سو سو شڪر بجا آڻڻ گهرجن. اسين محبت ۽ الفت جي لاءِ دعا گهرندا رهندا آهيون. شال الله تعاليٰ قبول فرمائي ۽ اوهان ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ دائمي محبت قائم ٿئي، پر اوهان تي لازم آهي تہ گهر وارن جون ڳالهيون ٻڌي دل ميري نہ ڪندا ڪريو. اها نہ عقل جي ڳالهہ آهي ۽ نہ ئي اوهان جو اهو شان آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "وَلَا تَسْتَوِي الْحَسَنَةُ وَلَا السَّيِّئَةُ اِدْفَعْ بِالَّتِيْ هِيَ اَحْسَنُ فَاِذَا الَّذِيْ بَيْنَكَ وَبَيْنَهٗ عَدَاوَةٌ كَاَنَّهٗ وَلِيٌّ حَمِيْمٌ."

۽ پڻ اوهان لکيو هو تہ ممبئي عجيب شهر آهي جو سواءِ انهن بزرگن جي جن تي الله سبحانه جو خاص فضل آهي، ٻيو

جيڪو به هن شهر ۾ اچي ٿو سو افسوس ٿو ڪري ڇو آيو ۽ جيڪو هن شهر تائين نٿو پهچي سگهي سو ارمان ٿو ڪري ته ممبئي کي ڪونه ڏسي سگهيس.

پيارا! اهڙي حال واري شهر ۾ انهيءَ کي آرام ايندو آهي، جيڪو طمع خور ۽ لالچي هوندو. يا وري انهيءَ شخص کي انهيءَ شهر ۾ سڪون ايندو جيڪو حج تي ويندڙ هوندو، يا وري انهيءَ کي انهيءَ شهر ۾ چين ايندو جيڪو هاسيڪار دوستن سان ملڻ آيو هوندو. اهو پريشان ڪونه ٿيندو. اهو ممبئي جو شهر هر لحاظ کان قباحت وارو آهي. آب هوا به صحيح نه اٿس، هوا خراب، پاڻي ناپاڪ اٿس ۽ مون کي حج جي ارادي ۽ دوستن جي دعوت جي خيال کان سواءِ انهيءَ شهر ۾ هڪڙو پهر رهڻ جو خيال ٿيوهجي ته الله تعاليٰ مون کي پنهنجي دوستن مان نه ڪري. انهيءَ ڪري الله جي پناهه ٿو گهران.

هڪڙو درويش صاحب نسبت هو. انهيءَ کي بادشاهه سنجر گهرايو ته سندس شهر ۾ اچي ۽ عرض ڪيائين ته جيڪڏهن اوهان هتي اچو ته ملڪ نيمروز اوهان جي نذر ڪري ڇڏيان. درويش جواب ۾ بادشاهه سنجر کي لکيو ته:

چون چتر سنجري روئي بختم سياه باد
با فقر گرفتد هوس ملک سنجرم

ترجمون: چتر سنجري وانگر منهنجي بخت جو منهن ڪارو ٿئي، جيڪڏهن مون کي فقر سان سنجر جي ملڪ جي هوس ٿئي.

تا يافت جانمن خبر از ملک نيم شب
صد ملک نيمروز بيک جو نمي خرم

ترجمون: منهنجي جان ملڪ نيم شب جي خبر لڌي آهي. سو آئون نيمروز جهڙا سو ملڪ هڪڙي جو عيوض به نٿو وٺان.

پيارا! الله جو ٿي ۽ دنيا ۽ آخرت جي خيالن کان آزاد ٿي وڃ. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي: اَلدُّنْيَا حَرَامٌ عَلَيٰ اَهْلِ الْاٰخِرَةِ وَالْاٰخِرَةُ حَرَامٌ عَلَيٰ اَهْلِ الدُّنْيَا وَهُمَا حَرَامَانِ عَلَيٰ اَهْلِ اللهِ. معنيٰ دنيا آخرت وارن تي حرام آهي ۽ آخرت دنيا وارن تي حرام آهي ۽ اهي ٻئي يعني دنيا ۽ آخرت الله وارن تي حرام آهن. اهي ٻئي

يعني دنيا ۽ آخرت حقيقي بادشاهہ جون ٻانهيون آهن. پوءِ عقل واري کي کپي تہ غلامن جو غلام نہ ٿئي بلڪ بادشاهہ جو غلام ٿئي دنيا اهڙي شيءِ نہ آهي جنهن تي ريس ڪجي ۽ باوجود دنيا فاني هجڻ جي دنيا جو اجايو غم ڪجي. شيخ ثنائي کهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

غم دين خور کہ غم غم دين است
همہ غمهائي فروتر ازين است

ترجمون: دين جو غم ڪر جو غم تہ دين جو غم آهي. سڀئي غم انهيءَ غم کان هيٺ آهن.

غم دنيا مخور کہ بيهوده است
هيچڪس در جهان نياسوده است

ترجمون: دنيا جو غم نہ ڪر جو اجايو آهي، ڪنهن کي بہ هن جهان ۾ آرام نہ مليو آهي.

اي پيارا! هر لحظي ۽ هر لمحي هن فقير تي اها حالت تي طاري ٿئي جو هي عارضي لباس لاهي اگهاڙو ٿي وڃان، پر ڇا ڪريان جو شرع ۽ صاحب شرع جي منع آڏو ٿي اچي. اَلْحَمْدُ لِلهِ عَليٰ ذَالِڪَ. بلڪ ائين ڪجي جيئن شيخ ذوالنون مصري عَلَيْهِ الرَّحْمَۃُ ڪيو جو اگهاڙو ٿي هن دنيا کان ٻگو بربٽ ڏانهن. ڪن ماڻهن متس جنون جو گمان ڪري ٺوڪون ڪيون ۽ سندس پٺيان ڪونويا. ڪي ماڻهون جيڪي سندس معتقد هئا، ڪيس صاحب دل ۽ واقف اسرار تي سمجهيو، سي سندس پٺيان لڳا. اهي جڏهن ڪيس ويجها پهتا تہ انهن تي پيشاب ڪري پنهنجي جند آزاد ڪيائين. شاهہ صاحب بيت چيو آهي:

(بيت)

پيئي پنيوران پڇو تان ايهو
اڳي ان ماڳان سرتين سور پرايا

اوهان لکيو آهي تہ جڏهن کان حضور پرنور کان پري ٿيو آهيان، عمر عبث ۽ ضايع ٿي وئي آهي جو نہ هن سان آهيان نہ هن سان آهيان، نہ دنيا ۾ آهيان نہ دين ۾. مُذَبْذَبِ بَيْنَ ذَالِڪَ لَا اِلٰي هٰؤُلَاءِ وَلَا اِلٰي هٰؤُلَاءِ. پيارا! حق جو وصال اهل الله جي صحبت آهي

جو اِذَا رُؤُوْا ذُكِرَ اللّٰهُ. معنيٰ جڏهن ڏسجن تہ الله ياد اچي ۽ اهل الله کان دوري حق ڪان جدائي آهي، جيئن تہ مولانا رومي فرمائي ٿو:

(بيت)

هر ڪہ خواهد همنشيني با خُدا - گونشيند در حضور اولياءَ

ترجمون: جيڪو الله جو قرب گهُري، انهيءَ کي چئو تہ اولياءَ جي حضور ۾ ويهہ (اوليائن جي صحبت اختيار ڪر).

هر ڪہ شد دور از حضور اولياءَ - در حقيقت گشت او دور از خدا

ترجمون: جيڪو اولياءَ جي حضور ڪان دور ٿيو، اهو حقيقت ۾ الله ڪان دور ٿيو.

هڪڙي ڏينهن حضرت خواجہ عبيدالله احرار رحمۃ الله عليه فقيرن جي جماعت کي چيو تہ جمعي جي ڏينهن ۾ هڪڙي گهڙي قبوليت جي هوندي آهي. جيڪڏهن اُها گهڙي اوهان کي حاصل ٿئي تہ الله تعاليٰ ڪان ڇا گهرندا؟ هر ڪنهن پنهنجي فهم جي استعداد مطابق عرض ڪيو تہ هي ۽ هو گهرنداسون. تڏهن خواجہ عبيدالله احرار رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡهِ جن فرمايو تہ جيڪڏهن مون کي اها گهڙي حاصل ٿي تہ الله تعاليٰ ڪان اولياءَ جي صحبت جو سوال ڪندس. خواجہ صاحب باوجود ڪلي ڪمالات جي جيڪي کين حاصل هئا. طالبن جي ترغيب جي لاءِ اهي لفظ زبان مبارڪ مان فرمايا. (بيت):

هرڪہ با ايشان نشيند يڪدمي
روز محشر او ڪي دارد غمي

ترجمون: جيڪو اولياءَ سان گڏ هڪڙي گهڙي ويٺو، ان کي محشر جي ڏينهن ڪو غم ڪونہ هوندو.

صحبت ايشان خاڪ را اڪسير ڪرد
لطف شان در هر دلي تاثير ڪرد

ترجمون: انهن جي صحبت خاڪ کي اڪسير ڪيو، انهن جي لطف هر دل ۾ اثر ڪيو.

جيئن تہ قدسي حديث ۾ آيو آهي: "ذَالِكَ الْقَوْمُ لَا يُشْقيٰ جَلِيۡسُهُمۡ." معنيٰ اها اُها قوم آهي جنهن جو صحبتي بدبخت نہ ٿيندو ۽ رسول الله ﷺ جن حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجۡهَهٗ

ڪي فرمايو: "كُنْ عَالِمًا اَوْ مُتَعَلِّمًا اَوْ مُسْتَمِعًا وَلَا تَكُنْ رَادَ." "عالم" تي يا "مُتَعَلِّمْ" تي "مُسْتَمِعْ" تي. عالم مان مراد عارف آهي ۽ متعلم مان مراد "طَالِبُ الْمَوْلٰي" ۽ مُسْتَمِعْ مان مراد الله وارن جو صحبتي ٿيڻ آهي. الله وارن جي جماعت جي ڪنن مان ٻوڙاڻ نڪري وئي آهي. حق جي ڳالهہ حقيقت سان ٻڌي انهيءَ مان حق حاصل ڪندا آهن. نبي ڪريم ﷺ حضرت علي ڪرم الله وجهه کي فرمايو تہ چوٿين قسم مان نہ ٿي. "چوٿين قسم" وارو ماڻهون اهو آهي جيڪو الله وارن جي صحبت کان خارج ٿي انسانيت جي درجي مان نڪري ويو هجي. اُولٰئِکَ کَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلّ. معنيٰ اُهي ڍورن جهڙا بلڪ ڍورن کان بہ گهٽ آهن.

اوهان لکيو هو تہ "لَا يَمُوْتُ فِيْهَا وَلَا يَحْيٰ." معنيٰ نہ مري ٿو ان ۾ نڪي جيئي ٿو. پيارا! اهو احوال عاشق جو آهي، جيڪو پتنگ وانگر پاڻ کي باهہ ۾ اڇلائي ٿو. وري پاڻ کي باهہ مان ٻاهر ٿو ڪڍي. ايستائين جو عشق اُن تي غلبو ٿو ڪري ۽ بيخود ٿيو وڃي ۽ پنهنجي خبر نٿو رکي. پاڻ کي باهہ ٿو سمجهي پوءِ باهہ ۾ باهہ محو ٿيو وڃي. جڏهن سالڪ انهيءَ جاءِ تي ٿو پهچي، تڏهن انهيءَ کي فنا مطلق حاصل ٿي ٿئي ۽ "فنا مطلق" اها آهي تہ پاڻ کان ۽ بشريت کان آجو ٿئي.

اوهان لکيو آهي تہ هي نالائق مايوس مطلق آهي، بلڪ حق کان محجوب آهي. منهنجا پيارا! جڏهن "متوسط" سالڪ تي "توسط" جي حال ۾ قبض جي حالت ٿي اچي تڏهن محبت جي باهہ ۽ غلبي جي شوق ۾ انهيءَ قول جو قائل ٿي ويندو آهي. ٻي هيءَ ڳالهہ تہ جڏهن "مُنْتَهيٰ" انتها تي ٿو پهچي، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جو ڪمال حاصل ٿو ڪري، تڏهن اهو موتي هن عالم ۾ ٿو اچي. شريعت جي عارفانہ وڳي ۾ هي لباس ٿو پائي. بعض اولياءَ الله کي ان مقام ۾ "ياس" عطا ٿيندي آهي ۽ "ياس" جي معنيٰ بي حظي آهي. هڪڙي کي "ياس" تي عطا ٿئي جيڪا "بي حظي" آهي ۽ ڪن کي "حرمان" جيڪا نااميدي آهي پر اها معرفت مقام سان موقوف آهي. حال تي آهي جو اهو "عين احوالات" کان ڪلي واقف هجي. زياده خيريت سلام

قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس کي چوندا.

## مڪتوب ڏهون

### ميان عبدالخالق ممبئي واري ڏانهن

الله تعاليٰ جي طلب جي ترغيب، گذريل حالتن تي افسوس، گذري ويل دوستن جي فراق ۽ درد، رسمي صوفين جي مذمت جيڪي بي ديني، کي دين تا سمجهن، طالب صادق واري همت تي اڀارڻ ۽ سندس سوالن جي جواب ۾ جو عرض ڪيو هئائين ته منهنجا يائر مون سان، حضرت يوسف عَليٰ نَبِيِّنَا وَعَلَيۡهِ السَّلَامُ جي يائرن وانگر پيش اچي رهيا آهن. لکيو ويو:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن امان، ميان عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي، اَلسَّلَامُ عَلَيۡكُمۡ وَرَحۡمَةُ اللّٰهِ کان پوءِ روشن ضمير تي واضح ٿو ڪجي ته اوهان پيارن جا خط هڪ ٻي پٺيان پهتا. هڪڙو اوهان دوستن جو هو، ٻي ۾ اوهان جي نالي سان گڏ سيد جان محمد جو نالو به هو. انهن ۾ لکيل مضمون مان سچو احوال معلوم ٿيو. محبت ۽ شوق گهڻي کان گهڻو ظاهر ٿيو ۽ پڙهڻ سان دل کي حضور ۽ ساهہ کي سرور حاصل ٿيو.

پيارا! گذري ويل دوستن جو احوال جيڪي اسان جي مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنۡهُ جي حضور ۾ گذاريندا هئا ۽ پڻ ياد ڪريو ته انهن ڏينهن ۾ اسان مريدن جو حال اهڙو هو جو ماءُ پيءُ، پٽ ۽ عيال اولاد ۽ هن دنيا جا سڀ اسباب ڇڏي، پيرين پيادا پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي خدمت ۾ پهچندا هئاسون ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ ساڻن گڏ گهمندا هئاسون. (بيت)

سڪر سي ئي ڏيهن، جي مون گهاريا بند ۾
نير منهنجي نينهن، اُجاري اچو ڪيو

منهنجا پيارا! هاڻي هن زماني جي دوستن کي پاڻ ڏسو پياءِ اها جماعت جنهن جي مجلس، صحبت ۽ سنگت اوهان کي

حاصل هوندي هئي، تنهن مان ڪي ٿورا باقي رهيا آهن. سڀ هن جهان فانيءَ مان جاوداني جهان ڏانهن اُسهي ويا.

(بيت)

ڪٿي هوندم هير - هي جي سڄڻ ساريان
تي ورونهن وير - حال ڳرهيان ڪن سان.

فارسي بيت (١)

حريفان بادها خورند ورفتند
تهي خمخانها كردند ورفتند

ترجمون: ساٿي شراب پي ويا هليا، شراب خانا خالي ڪري ويا هليا.

فارسي بيت (٢)

چو رفت از دست غم و جام ساقي
بما جز غم نمانده هيچ باقي

ترجمون: مٽ، پيالو ۽ ساقي هٿ مان نڪري ويا. اسان وٽ غم کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ رهيو.

فارسي بيت (٣)

غم دين خور كہ غم غم دين است
همہ غمها فروتر ازين است
غم دنيا مخور بي هوده است
هيچ كس در جهان نياسوده است

ترجمون: دين جو غم ڪر جو غم تہ دين جو ئي غم آهي، ٻيا سڀ غم دين جي غم کان گهٽ آهن. دنيا جو غم نہ ڪر جو بيهودو آهي، ڪنهن کي بہ دنيا ۾ آرام نہ مليو آهي.

پيارا! هن زماني جا صوفي دينداري کي بي ديني ٿا چون ۽ بي ديني کي بدبختي ۽ ابدي شقاوت کي دين ٿا سمجهن ۽ سعادت جو نالو ٿا ڏين ۽ شريعت جي نفيس جواهرن ۽ نبي ڪريم ﷺ جي متابعت کي نفساني خواهش جون بيماريون ۽ اجايا خيال ٿا سمجهن ۽ انهن کي جيڪي نفس ۽ شيطان وسوسا ٿو وجهي ۽ مڪرو فريب سان گمراهہ ٿو ڪري، تنهن کي بيوقوفيءَ ۽ بي سمجهيءَ جي ڪري پنهنجي خام خيال ۾ الهام ٿا سمجهن.

فارسي بيت

نوبت نيڪان از جهان دور گشت
خانہ غسل خانہ زنبور گشت

ترجمون: نيڪن جو نقارو جهان ڪان پري ٿي ويو، ماکيءَ جو مانارو ڪڪرن جو ڇتو ٿي ويو.

اهي نفساني خواهشن ۽ شيطاني فريب ۾ مبتلا صوفي پاڻ کي مشائخ ٿا سمجهن ۽ انهن گمراهين کي پکيڙڻ جي لاءِ ڳوٺ ڳوٺ جا دورا ٿا ڪن. جيئن تہ هڪڙو نقل مشهور آهي تہ ڪنهن نا اهل شخص حج جو ارادو ڪيو ۽ واٽ وٺيو پي ويو. رستي ۾ هڪڙي ڍڳي کي ڏنائين تہ جهنگ ۾ پيو چري، تڏهن هي بيت چيائين تہ:

(بيت)

ڍڳو ڍوري ۾ چري - مڪي مون پرياڻ
رسو هجي مون ساڻ - تہ حج هتي ئي ٿيئي.

پيارا! اهي اهڙا احوال اسان جي مٿي تي اچي ڪڙڪيا آهن. افسوسِ صد افسوس! اسين جڏهن حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنہُ جن جي حضور ۾ هوندا هئاسون، تڏهن هر ڪو شوق، عشق ۽ محبت ۾ ٻڏو پيو هوندو هو ۽ هن ۽ هُن جا خيالات وسري ويندا هئا. دنيا ۽ آخرت سڀ ڪجهہ فراموش ٿي ويندو هو ۽ هاڻي اهل ۽ عيال ۽ مال ۽ جاه جي خيالن ۾ حيران ۽ پريشان آهيون.

مصرع فارسي

بہ بين تفاوت راه کہ از ڪجا است تابڪجا

ترجمون: فرق ڏس تہ ڪٿي کان ڪٿي وڃين پهتو آهي.

باقي جن کي الله تعاليٰ پنهنجي خاص ڪرم سان زماني جي حادثن کان پناهہ ڏئي پنهنجي امن ۾ رکيو آهي، اُهي انهن درجات ۽ مقامات کي جيڪي حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنہُ جن جي حضور پُرنور مان ڪين حاصل ٿيا، انهيءَ ساڳي ذوق ۽ شوق سان قائم رکيو اچن. بلڪ ترقيءَ ۽ واڌاري ۾ آهن. قول فعل ۽ عمل هر لحاظ سان، نہ اُنهن وانگر

جيڪي اوهان جي ملڪ ۾ سوداگرن وانگر اچن وڃن پيا ۽ مرد جتي بہ هجن مرد آهن، دين فروش نہ آهن.

(بيت)

جوڳي آهن جوءِ ۾ - ويا نہ ويراڳي
جندا تو جاڳي - نانگا ڪونہ نهاريا.

اي دوست! همت گهرجي، پريشاني کي ويجهو نہ اچڻ ڏجي جو "لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ." معنيٰ الله جي رحمت مان نااميد نہ ٿيو، نص قاطع آهي.

بيت فارسي:

همت بلند بايد عشاق مست مي را
مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

ترجمون: مست عاشقن کي همت بلند گهرجي. بي همت ماڻهو عاشقن ۾ شامل نٿو ٿي سگهي.

پيارا! شيخ شرف الدين منيري رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ جي مڪتوبات ۾ لکيل آهي تہ ڪنهن مريد پنهنجي مرشد کي لکيو تہ منهنجا ماءُ پيءُ پوڙها آهن، انهن جي خدمت ڪندو آهيان. مڪتب ۾ پڙهائيندو بہ آهيان. هاڻي شهر جو قاضي وفات ڪري ويو آهي ۽ بادشاهہ شهر جي قضا جو منصب مون کي ڏيڻ ٿو چاهي. هاڻي جيڪا اوهان جي مرضي هجي، انهيءَ تي عمل ڪريان. مرشد ڪيس جواب ۾ لکيو تہ تنهنجي عمر سٺ سال تي وئي آهي. باقي عمر ۾ قضا جي منصب، مڪتب جي پڙهائي، ماءُ پيءُ جي خدمت مان الله تعاليٰ کي ياد ڪرڻ لاءِ ڪيترو وقت بچائي سگهندين؟ ڏس تہ متقدمين بزرگن جي همت اها هئي. اُنهيءَ مريد مرشد جي انهيءَ جواب ڪان پوءِ سيني کي ترڪ ڪري ڇڏيو. فقط الله تعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول ٿي ويو.

بيت فارسي

مي حرف وحدت ڪسي نوش ڪرد
کہ دنيا و عُقبيٰ فراموش ڪرد

ترجمون: وحدت جي مي جنهن بہ نوش ڪئي، تنهن دنيا ۽ آخرت کي وساري ڇڏيو.

(بيت)

مور نہ مري ڪا ڪتارئان قريب جي
جي انهيءَ ڪات ڪُنا، سي جان ڪين تان جيئرا.

منهنجا پيارا! نامرادي ئي مرادن جو ميوو آهي. جيڪو نامراديءَ کان ڀڄندو اهو مرادن جو ميوو حاصل نہ ڪري سگهندو.

(بيت)

نامرادي نور، اوندهہ اميدن ۾،
سانگ سسيءَ جو سور ڪات تہ ٽيئين ڪاپڙي.

جيڪو سر ڏيندو اهو حاصل ڪندو ۽ سر ڏيڻ مردن جو ڪم آهي، سڌڙين جو نہ. اسان جي حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنَهُ جا بيت آهن:

بيت (١)

جيءَ جانيءَ کي ڏي، نہ تہ موت بہ نيندو جيءَ کي،
اهو تہ انصاف ڪر تہ - هو چڱا يا هيءُ.

بيت (٢)

سر ڏني ساجن ملي تہ - ڏوهين هٿين ڏي،
ڪين لهندين ڪي - اهڙا سوداگر سيد چوي.

ٻيو تہ اوهان پنهنجي احوال ۾ لکيو هو تہ اوهان جا پاڙي اوهان سان حضرت يوسف عليٰ نبينا وعَلَيْهِ السَّلام جي ڀائرن وانگر پيش ٿا اچن. اوهان کي گهرجي تہ اوهان پنهنجن ڀائرن سان ائين ڪريو جيئن حضرت نبي ڪريم عليه افضل الصلوات واڪمل التحيات ابولهب جي زال سان ڪيو، جنهن جو ذڪر معجزن ۾ آهي، جيتوڻيڪ ابولهب جي زال ڪين گهٽيون ئي تڪليفون ڏنيون هيون جيڪي حد کان وڌيڪ هيون ۽ حضرت يوسف عليٰ نَبِينَاوَعَلَيْهِ السَّلامُ پنهنجي ڀائرن سان ڪهڙي طرح پيش آيو؟ اهو اوهان کي معلوم آهي جيڪو سوره يوسف ۾ مذڪور آهي. لَا تَثْرِيْبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ يَغْفِرُ اللّٰهُ لَكُمْ وَهُوَ اَرْحَمُ الرَّاحِمِيْنَ. معنيٰ اڄ اوهان تي ڪا ميار نہ آهي. الله اوهان کي بخشيءَ اهو سيني رحم ڪرڻ وارن کان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارو آهي.

پيارا ڀاءُ! هن طريقت، حقيقت، معرفت ۽ شريعت جي

راھہ ۾ ڪمال جي حصول ڪان پوءِ ڪاملن کي ذلتون ۽ اذيتون پيش اينديون آهن. انهن جي باري ۾ چيا لکجي جو "يَا لَيْتَ رَبَّ مُحَمَّدٍ لَمْ يَخْلُقْ مُحَمَّدًا." معنيٰ ڪاش جو محمّد جو رب محمد کي پيدا نہ ڪري ها، مان اها حقيقت معلوم ٿئي ٿي. اهي ڳالهيون ڪاغذ تي لکڻ جي گنجائش نہ آهي، جيئن تہ ڪنهن عاشق چيو آهي:

فارسي بيت:

آنچہ برمن ميرود، گر برشتر رفتي زغم،
ميزندي ڪافران، در جنت الماويٰ قدم.

ترجمون: جيڪو غم مون تي گذري چڪو، اهو جيڪڏهن اُٺ تي پوي ها تہ ڪافر جنت ۾ ڊوڙي وجن ها.

اي پيارا! ذلت ۽ درد سال يا بہ سال يا اجان وڌيڪ هن فقير تي اهڙو نازل ٿيو هو جو هڪڙي پاسي قبض باطن ۽ ٻي پاسي مٿن مائٽن، اَلْاَقَارِبُ كَالْعَقَارِبِ وانگر ڏنگ تي هنيا. اهي تڪليفون اهڙيءَ طرح نازل ٿينديون هيون جو فوجن وانگر هڪ ٻي پٺيان اينديون هيون ۽ دل چوندي هئي تہ اسلام کي ڇڏي ڪافر ٿي وڃان. تہ بہ مصيبتون نٿي ٽريون ۽ انهن اذيتن ۽ مصيبتن ۾ گهڻا سال گذري ويا. آخرڪار ڪاميابي جو دروازو کُليو ڇاڪاڻ تہ باطن ۾ قبض ۽ ظاهر ۾ جيڪي تڪليفون هيون، انهن ۾ حڪمت اها هُئي تہ باطن کي آخرت جي تعلقات ڪان ۽ ظاهر کي دنيا جي محبت ڪان، مصيبتن ۽ تڪليفن جو ٻهارو ڏئي هر قسم جي لوڀ، لالچ ۽ ڪدورتن ڪان پوريءَ طرح پاڪ ۽ صاف ڪيو وڃي. اَفَمَنْ شَرَحَ اللّٰهُ صَدْرَهٗ لِلْاِسْلَامِ. معنيٰ جنهن جو سينو الله تعاليٰ اسلام جي لاءِ کولي ڇڏيو، جي انوار سان نُوْرٌ عَلٰى نُوْر ڪري ڇڏجي ۽ قبض کي بسط سان ۽ ذلت کي عزت ۾ تبديل ڪري ڇڏجي. "فِعْلُ الْحَكِيْمِ لَا يَخْلُوْ عَنِ الْحِكْمَةِ." معنيٰ حڪيم جو فعل حڪمت ڪان خالي ڪونہ هوندو آهي.

(بيت)

سڄڻ سڄيون ڪن - لوڪان ليکي ونگيون
سندي سپيرين - پر پروڙڻ ڏاکڙو

طالب کي گهرجي تہ خلق تي نظر نہ رکي تہ حقيقي ادراڪ کان غافل نہ ٿئي. جيڪڏهن حقيقي ادراڪ کان غافل ٿيو تہ ابدي خساري ۾ پيو.

فارسي بيت:

درين ورطہ ڪشتي فروشد هزار - کہ پيدا نشد تختۂ برڪنار

ترجمون: انهيءَ ڪُن ۾ هزارين ٻيڙيون ٻڏي ويون جن جو تختو بہ ڪناري تي ظاهر ڪونہ ٿيو.

جيڪڏهن صاف نظر سان ثبوتي صفتن کي ڏٺائين، جيڪي: (١) سمع (٢) بصر (٣) علم (۴) ڪلام (۵) اراده (٦) قدرة (٧) حيات آهن، جيڪي عاريۃً هر انسان ۾ موجود آهن تہ افعال، اخلاق ۽ خلق جي پريشانين مان جمعيت ۾ پهچي ويندو جو انهن جي افعال ۽ اخلاق جو خالق ڪو ٻيو آهي. وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ. معنيٰ اوهان کي الله تعاليٰ پيدا ڪيو آهي ۽ اوهان جيڪي عمل ڪريو ٿا انهن کي بہ الله تعاليٰ پيدا ڪيو آهي. جمعيت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪر تہ سڄو ذات تي وڃي. ڊپ اٿم تہ پريشان ٿيندين تہ مري ويندين. سو ٻيرا تاڪيد سان ٿو چئجي تہ ڪڏهن بہ پنهنجي فڪر کي راند روند ۾ نہ ڇڏيندا. رَبَّنَا اٰتِنَا مِنْ لَّدُنْكَ رَحْمَةً وَّهَيِّئْ لَنَا مِنْ اَمْرِنَا رَشَدًا.

# مڪتوب يارهون

جناب عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن هن بيان ۾ تہ عرض ڪيو هئائين دل ۾ وهم ٿو اچي تہ مڪتب جو درس ڇڏي گوشہ نشين ٿي وڃان. وري خيال ٿو اچي تہ اڪيلائي وحشت انگيز هوندي آهي، وڏيڪ پريشان ڪندي. ٻي سوال ۾ هي فارسي بيت لکيو هئائين:

اگر ننالم گويند نيست حاجتمند
واگر بنالم گويند زاز مي خايد

ترجمون: جيڪڏهن دانهون نٿو ڪريان تہ چون ٿا حاجت ڪونہ اٿس. دانهون ٿو ڪريان تہ چون ٿا تہ بڪواس ٿو ڪري.

ٻيو پڇيو هئائين تہ طالب ڪهڙو آهي ۽ مطلوب ڪير؟

پير ڇا آهي ۽ مريد ڪهڙو؟ انهن سوالن جي جواب ۾.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان طالب طريق ايقان، شارب رحيق عرفان، پيارو دوست ميان عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي، سلام مسنون ۽ دعائن ڪان پوءِ جيڪا سيدالانام ﷺ جي سنت آهي، ضمير فيض پذير تي واضح هجي تہ:

پيارا! اوهان لکيو آهي تہ دل ۾ وسوسو ٿو اچي تہ ٻارن جي مڪتب ڪي ڇڏي گهر جي ڪُنڊ ۾ ويهي رهان. وري خيال ٿو اچي تہ اڪيلائي وحشت انگيز هوندي آهي، وڏيڪ پريشان ڪندي. منهنجا دوست! طالب ڪي گهرجي تہ پنهنجي تدبير ڪلي طور تي ڇڏي ڏي. پنهنجو پاڻ ڪي تقدير جي حوالي ڪري ڇڏي جو اللہ تعاليٰ اسان تي ماءُ ڪان اسي ڀيرا وڏيڪ مهربان آهي ۽ اسان جي تدبير اسان ڪي ڪوبہ فائدو نٿي پهچائي سگهي، بلڪ ان مان نقصان ۽ خلل پيدا ٿيندو آهي.

مثنوي جو بيت آهي:

چون فراموشت شود تدبير خويش،
يابي آن بخت جوان از پير خويش.

ترجمون: جڏهن توکي پنهنجي تدبير وسري ويندي، تڏهن توکي پنهنجي پير ڪان بخت جوان حاصل ٿيندو.

هر حال ۾ صبر ڪرڻ گهرجي جو الصبر مفتاح الفرج. معنيٰ صبر مشڪل آسان ٿيڻ جي ڪنجي آهي. ٻارن جو مڪتب نہ ڇڏڻ گهرجي. درس ۾ مشغول رهي دل ڪي اللہ تعاليٰ ڏانهن متوجه رکي انتظار ڪجي، نهاريندو رهجي ۽ هي بيت پڙهندو رهجي جيڪو ڪنهن عاشق جو آهي:

فارسي بيت:

سپردم بتو مايۂ خويش را - تو داني حساب ڪم و بيش را

ترجمون: مون پنهنجي موڙي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏي آهي. تون ئي ڪم و بيش جي حساب ڪي ڄاڻين ٿو.

پريشاني ۽ وحشت ڪي ويجهو نہ اچڻ ڏجي، جو اهو

خيال باطل آهي. ان مان ڪابہ شيءِ هٿ نہ ايندي ۽ طلب ۾ شوق ۽ بيقراري عظيم نعمت آهي. (بيت):

جانشين هئي جيئري- تان ورچي نہ ويئي،
وجي پـون پيئي - سڪندي ڪي سڄڻين.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن هي بيت گهڻو جهونگاريندا هئا:

شال مَ ملان هوت - ور تـي ڏونـگـر ڏوريـان،
جا من اندر ۾ لوچ - مچڻ ملڻ سان ماٺي ٿيئي.

ٻيو تہ اوهان جيڪا صلاح پڇي هئي ان لاءِ اهو چئبو تہ پيارا! جڏهن وقت ايندو اُن ڪي پاڻهين ڇڏي ڏيندا. ان جو مثال هي آهي تہ ميوو جيستائين ڪچو هوندو آهي، وڻ ڪان جدا نہ ٿيندو آهي. جڏهن پڪو تڏهن وڻ پاڻهين ڪيس هيٺ ڪيرائي ڇڏيندو. هڪڙي ڏينهن اسان جي مرشد سائين حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضيَ اللهُ تَعَاليٰ عنهُ هن بنده کي فرمايو تہ ڪي طالب اسان وٽ اچن ٿا ۽ دنيا ڪي ترڪ ڪرڻ جي اجازت ٿا گهرن. اسين ڪين منع ٿا ڪريون، چاڪاڻ تہ جڏهن انهيءَ جو وقت ٿو اچي تہ پڇڻ جي حاجت نٿي رهي. طالبن ڪي گهرجي تہ ناڪئي وانگر، جيڪو ٻيڙي وارن کي انهيءَ پاسي وٺي ويندو، جنهن پاسي وڃڻ گهرجي تہ فضل جي هوا مدد ڪندي ۽ پنهنجي ڪرم سان باسلامت ڪناري تي پهچائيندي، بس ٿا ڪريون جو دانائن ڪي ايترو ڪجهہ ڪافي آهي. اوهان لکيو هو تہ:

اگر ننالم گويند نيست حاجتمند
وگر بنالم گويند زاز مي خايد

ترجمون: جيڪڏهين دانهون نٿو ڪريان تہ چون ٿا تہ حاجت ڪونہ اٿس ۽ دانهون ٿو ڪريان تہ چون ٿا بڪواس ٿو ڪري.

منهنجا دوست! هرڪو ان طرف دانهي ٿو. خاص ۽ عام، چڱو ۽ مٺو ۽ پڻ سرتاج انبياءَ رسول خدا ﷺ فرمايو: "يَالَيْتَ رَبُّ مُحَمَّدٍ لَمْ يَخْلُقْ مُحَمَّدًا!" معنيٰ: ڪاش محمّد جو رب محمد کي پيدا نہ ڪري ها ۽ ٻي جاءِ تي فرمايو اٿن: "وَمَآ اُوذِيَ النَّبِيُّ مِثْلَ مَا اُوذِيْتُ." معنيٰ: ڪنهن بہ نبي کي ايترو ايذا نہ

پهچايو ويو جيترو ايذا مون کي پهچايو ويو. جيڪڏهن ڪپڙا پائيندا هئا تہ دشمن ڪپڙا ڦاڙي ڇڏيندا هئا، جيڪڏهن گرهہ کائيندا هئا تہ دشمن ماني ۾ زهر ملائي ڇڏيندا هئا. پيارا! بلا،بلا نہ آهي بلڪہ دوا آهي ۽ شفا جو دارون آهي. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

بيت فارسي

رنج گنج آمد کہ راحتها دروست
مغز صافي شد چو بخراشيد پوست

ترجمون: رنج گنج آهي جو اُن ۾ راحتون آهن. مغز صاف تڏهن ٿيو جڏهن کل لاٿي ويئي.

ٻئي بزرگ فرمايو آهي: (رباعي)

ما بلا بر ڪسي عطا نہ ڪنيم
تاڪہ نامش از اولياء نہ ڪنيم
اين بلا گوهر خزانہ ما است
ما بہ هر ڪس گوهر عطا نہ ڪنيم

ترجمون: اسين ڪنهن کي بہ مصيبت ۾ مبتلا نہ ڪندا آهيون جيستائين سندس نالو اولياءَ ۾ شامل نہ ڪندا آهيون. اها مصيبت خزاني جو گوهر آهي، اسين هر ڪنهن کي گوهر عطا نہ ڪندا آهيون.

ٻيو تہ اوهان پائرن پنهنجي خط ۾ لکيو هو تہ بيقراري، بي آرامي ۽ عشق جي باهہ اوهان جي سينہ ۾ ٻري رهي آهي. منهنجو بہ اهو ئي حال هوندو هو. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنهُ جن مون کي فرمائيندا هئا تہ اها بيقراري جمعيت جو باعث آهي.

(مثنوي)

فڪر و غم هرچہ بريزد يا برد - در عوض حقا کہ بهتر آورد

ترجمون: فڪر ۽ غم جو ڪجهہ بہ ڏي يا وٺي، بدلي ۾ يقيناً بهتر ئي ڏيندو.

اهو پڻ فرمائيندا هئا تہ اسان کي اُڃ پسند آهي ڇاڪاڻ تہ جيتري اُڃ هوندي، اوترو ئي پاڻي پي سگهبو، اِنْشَاءَ اللهُ

تعاليٰ. اوهان کي انهيءَ بيقراريءَ مان جمعيت حاصل ٿيندي. پوءِ انهيءَ بيقراريءَ کي گهڻو ياد ڪندا. اوهان ڀائرن جي حق ۾ دعا گهري وئي آهي. حق تعاليٰ اوهان کي پاڻ مشاهدو ڪرائيندو. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن هن بنده جي بيقراريءَ تي مثال ڏيندا هئا ته ڌاريون مهمان ايندو آهي ته انهيءَ کي ڪچل ماني رات واري پاروٿي ڪارائي روانو ڪبو آهي. پر جيڪڏهن ڪو عزيز دوست مهمان ٿي ايندو آهي ته انهيءَ کي سٺي ماني چڱي طرح رڌي پچائي دير سان ڪارائبي آهي ۽ پڻ مثال طور هي بيت پڙهندا هئا:

مچڻ ٿئين ملول، ڪين اڱاهون آهيان،
ڏسڻ ۾ ڪر ڏور - حد ٻنهين جي هيڪڙي.

اوهان لکيو آهي ته دنيا ۽ دنيا وارا، آخرت ۽ آخرت وارا ۽ انهن جي تعريف ۽ گلا سڀ برابر آهي. پيارا! جوڪجهه اسان لکيو هو اتي نه دنيا آهي نه دنيا وارا ۽ نه آخرت آهي نه آخرت وارا. اتي وڃڻو آهي، چوڻو نه آهي. اهو وڃڻ عين ثواب آهي ۽ اها ڳالهه چوڻ عين گناهه آهي ۽ عذاب آهي.

فارسي بيت:

ميءِ حرف وحدت ڪسي نوش ڪرد - ڪه دنيا و عقبيٰ فراموش ڪرد

ترجمون: وحدت جي مئي جنهن نوش ڪئي، تنهن دنيا ۽ آخرت وساري ڇڏي.

اوهان لکيو هو ته طالب ڪهڙو آهي ۽ مطلوب ڪير؟ پير ڇا آهي ۽ مريد ڪهڙو؟ پيارا! انهيءَ جو جواب هن قدسي حديث مان سمجهو: كُنْتُ كَنْزًا مَخْفِيًا فَاَحْبَبْتُ اَنْ اُعْرَفَ فَخَلَقْتُ الْخَلْقَ لِاُعْرَفَ. معنيٰ: آئون مخفي راز هئس، پوءِ مون چاهيو ته آئون سڃاتو وڃان. پوءِ مون خلق کي پيدا ڪيو ته مون کي سڃاتو وڃي. پوءِ ڪامل انسان جو سچو عرفان اهو ئي آهي ته ان جاءِ تي انهن ٻنهي جي حقيقت هڪڙي هوندي آهي ۽ اسان جي مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنْهُ جن جي طريقي ۾ ڪن طالبن کي ابتدا ۾ ئي اها حالت بغير فنا ۽ بغير بقا جي

حاصل ٿي ويندي هُئي. اهو حضرت پير سائين رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنْهُ جن جي رابطي جو جلوو هوندو هو. جڏهن آفتاب چمڪندو آهي تہ انهيءَ جو شعاع هر جاءِ تي جلوه گر ٿي ويندو آهي ۽ انهيءَ حالت کي بغير فنا جي صحت ۽ ثبوت نہ آهي. گهڻن ئي طالبن کي جهلڪ ڏيکاري وري لڪي ويو ۽ پڻ اهو علم هوندو آهي ۽ بغيرفنا ۽ بقا جي اهو علم بي عمل انهيءَ وڻ وانگر هوندو آهي جنهن ۾ ميوو نہ هجي. منهنجي خيال ۾ انهيءَ حالت مان اوهان گهڻون اڳي گذري چڪا آهيو. ماضيءَ ۽ حال کي هر هر شمار نہ ڪبو آهي. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنْهُ جن هي بيت گهڻو پڙهندا هئا:

ڪنين ماضي من ۾ - ڪنين استقبال،
سچ پروڙيو جوڳئين - جن هنئين ۾ حال.

سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس کي چوندا ۽ پڻ حاجي عبدالرحيم، حاجي عبدالڪريم، حاجي حبيب، سيد حيدر شاهہ، سيد جان محمد، حاجي رحمۃ الله، ميان محمد ۽ حاجي بلال ۽ خليفہ سيد ٻاوا ميان ۽ سڄي جماعت کي سلام پهچن.

# مڪتوب ٻارهون

سيد تيمور شاهہ دامان واري ڏانهن سندس خط جي جواب ۾، جنهن ۾ پڇيو هئائين تہ:

فارسي بيت:

درين دنياڪسي بي غم نباشد - اگر باشد بني آدم نباشد

ترجمون: هن دنيا ۾ ڪوبہ بي غم نہ هوندو، جيڪڏهن هوندو تہ آدم جي اولاد مان نہ هوندو.

جو مطلب ڇا آهي؟

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سيادت و شرافت پناه، نقابت و نجابت دستگاه، طالب طريق ايقان، شارب رحيق عرفان، خدا آگاه، سيد تيمور شاه رب پاڪ کيس سلامت رکي، سلام خيريت انجام ڪان پوءِ واضح هجي تہ اوهان جو خط پهتو. ڏاڍي خوشي حاصل ٿي. اوهان لکيو

هو تہ هن فارسي بيت جو مطلب ڇا آهي؟

درين دنياڪسي بي غم نباشد - اگر باشد بني آدم نباشد

ترجمون: هن دنيا ۾ ڪوبہ بي غم نہ هوندو، جيڪڏهن هوندو تہ آدم جي اولاد مان نہ هوندو.

پيارا! جيڪو هڪڙي ڀيري ماءُ جي پيٽ مان ڄائو اهو گرفتارٿيو. انهيءَ جي آزادي ممڪن ٿي نہ آهي ۽ جيڪو ٻي ڀيري ڄائو جو اها ولادت معنوي آهي.

فارسي بيت:

چون دويم بار آدم زاد

زاد پاءِ برسر جملہ علتها نهاد

ترجمون: جيڪو آدم زاد ٻي ڀيري ڄائو، تنهن سيني بيمارين (غمن) جي مٿي تي پير رکي ڇڏيو.

اهو دنيا ۽ آخرت جي غمن کان آزاد ٿي ويو. مَنْ لَهُ الْمَوْلٰى فَلَهُ الْكُلُّ. جنهن جو رب تنهن جو سڀ انهيءَ جو مقام آهي ۽ دنيا ۽ آخرت ٻئي الله تعالىٰ جون ٻانهيون آهن. الله تعالىٰ جو ٻانهو انهن ٻانهين جو ٻانهو نہ هوندو آهي بلڪ الله تعالىٰ اهي ٻئي ڪيس بخشي ڇڏيندو آهي. پيارا! اتي جيڪو اسرار جو نڪتو بيان ٿيو آهي، انهيءَ تي دل سان غور ڪرڻ گهرجي تہ ڳجهارت سمجهہ ۾ اچي. ٻي ڳالهہ ٻڌ تہ اهل ياد هميشه شاد ۽ دنيا جي غمن کان آزاد. الله بس باقي هوس.

فارسي بيت:

اگر خواهي بشيرين مرگ مردن

ز دست دوست بايد زهر خوردن

ترجمون: جيڪڏهن تون مٺو موت مرڻ ٿو چاهين تہ توکي دوست جي هٿان زهر کائڻ گهرجي.

ٻيو تہ نفس جي مراد روح جي لاءِ بيماري آهي ۽ نفس جي نامرادي روح جي لاءِ شفا. زياده خيريت، سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس دوستن احبابن کي چوندا.

# مڪتوب تيرهون

عبدالرزاق ممبئي بندر واري ڏانهن انهن سوالن جي جواب ۾ جيڪي پڇيا هئائين. پهريون سوال اهو هو تہ جسماني قرب ۽ بعد اُولِيَاءَ اللهِ وٽ برابر آهي. ٻيو سوال هو تہ جيڪڏهن انهيءَ ذات ڪنز البرڪات جي فيض مان هن بنده جي حال کي حصوملي تہ انهيءَ جي برڪت سان ظاهري ۽ باطني ڪمالات حاصل ٿي وڃن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن و امان، مودت پيراءِ عقيدت آراءِ اهل الله عبدالرزاق، رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلام مسنون ۽ دعائن کان پوءِ جيڪا سيد الانام ﷺ جي پاڪ سنت آهي، ضمير فيض پذير تي واضح هجي تہ اوهان جو خط جيڪو اوهان شوال ۾ روانو ڪيو هو، عيد الاضحيٰ جي ڏينهن پهتو. انهيءَ کان اڳي اوهان جيڪو خط شعبان ۾ لکيو هو، اهو بہ پهتو. سڀ احوال معلوم ٿيو.

منهنجا پيارا! اوهان لکيو هو تہ جسماني قُرب ۽ بُعد اولياءَ الله وٽ برابر آهي. جيڪڏهن طالب صادق هجي تہ اها ڳالهہ حق ۽ درست آهي.

اوهان لکيو هو تہ جيڪڏهن انهيءَ ذات ڪنز البرڪات جي فيض توجه ۽ تائيد مان هن بنده جي حال کي حصو ملي تہ انهيءَ جي برڪت سان ظاهري ۽ باطني ڪمالات حاصل ٿي وڃن.

منهنجا دوست! هاري پهرين ٻنيءَ مان جهنگ وڍيندو آهي، پوءِ انهيءَ جهنگ کي ساڙيندو زمين کي صاف ڪري پوءِ کيڙيندو، ٻني تيار ڪري پوءِ ٻج پوکيندو آهي. ايترو ڪم هاريءَ جو هوندو آهي، پوءِ انهيءَ جي سنڀال ڌڻين تي آهي. آيت سڳوري فَاذۡكُرُوۡنِىۡۤ اَذۡكُرۡكُمۡ، انهيءَ حقيقت تي دلالت ڪري ٿي. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنۡهُ جن ان مناسبت سان هڪڙو مثال بيان فرمائيندا هئا.

هڪڙي عورت هُئي جيڪا ڏينهن رات چوندي رهندي

هئي تہ آئون اها نماز پڙهنديس جيڪا درماندن جو دارون ٿئي. مڙس ڪيس چيو تہ اي بيهودي زبان سان چوين ٿي پر نماز پڙهين نٿي. منهنجا پيارا! ڪرڻ ۽ چوڻ ۾ فرق آهي. اهو مثال تہ واضح آهي تہ ڪافر پٿر جي بت جي پوڄا ٿا ڪن جنهن ۾ نفعي نقصان پهچائڻ جي ڪا طاقت نہ هوندي آهي، پر هنن کي مرادون پنهنجي ويساهہ مطابق حاصل ٿين ٿيون. ڪامل انسان پنهنجي قوت سان ڪمالات تي پهچائڻ جو لائق هوندو آهي، پر ڪو ڪامل ارادت وارو هجي. پٿر جي بت مان مرادون حاصل ٿين ٿيون، ڪامل انسان مان مقصد حاصل ڇو ڪونہ ٿيندو؟ ڪامل انسان بي انتها فيض ۽ برڪت نازل ٿيڻ جو مقام آهي.

فارسي بيت:

سالها در پائي پيران سجده ميڪردم
ولي عاقبت در چشم خود انسان ڪامل يافتم

ترجمون: سالن جا سال پيرن جي قدمن ۾ پيو هئس. آخرڪار پاڻ کي انسان ڪامل ڏٺم.

فارسي بيت:

ڪريم سائل خود را غني ڪند يڪبار
دو بارلب نڪشايد صدف ز ابر بهار

ترجمون: سخي پنهنجي سائل کي هڪڙي ڀيري ۾ ئي غني ڪري ڇڏيندو آهي. سپ ابر بهار جي ڦڙي جي لاءِ ٻہ ڀيرا چپ نہ کوليندي آهي.

منهنجا دوست! جيڪو سخي جو دروازو کڙڪائيندو آهي، اهو نِعمَتِ عُظميٰ مان حصو حاصل ڪندو پر انهيءَ دروازي کڙڪائڻ جو مطلب دل سان انتظار ڪرڻ آهي، زبان سان چوڻ نہ. ڇاڪاڻ تہ زبان سان چوڻ جو اهل حال ۽ ڪمال جي بازار ۾ رواج ئي ڪونہ آهي. (بيت):

جاڳي ٿئہ جاڻ - تہ هي در ابوجهن جو
هن در سي ئي اگهيا - جن نہ ڀانئيو پاڻ.

منهنجا دوست! طوطن جا ٻہ قسم آهن. هڪڙي قسم جو طوطو ٻوڙو هوندو آهي، جيڪو پنهنجي زبان سان اها ئي

ٻولي ٻوليندو آهي جيڪا سندس جهنگ واري ٻولي آهي. ماڻهن جي سکيا ۽ گفتگو انهيءَ طوطي تي ڪوبه اثر نه ڪندي. ٻوڙو طوطو ماڻهن جي گفتگو تي ڪن ئي ڪونه ڏيندو. رڳو پنهنجي ٻولي پيو ٻوليندو.

ٻي قسم جو طوطو جنهن جا ڪن ٻوڙا ڪونه هوندا آهن، اهو ٻڌندو آهي، ماڻهن جي گفتگو تي ڪن ڏيندو آهي ۽ ٻڌندو آهي. پاڻ ڪجهه به ڪونه ڳالهائيندو آهي رڳو ماڻهن جو آواز ٻڌڻ جو منتظر رهندو. انهيءَ ئي حال ۾ ڪجهه ڏينهن گذرندا ته ماڻهن وانگر ڳالهائڻ شروع ڪري ويندو ۽ عجيب ڳالهيون ٻڌائيندو. هاڻي مثالن کي ڇڏي اصل مطلب تي ٿا اچون ته منهنجا دوست! اوهان جون دانهون درد ۽ فراق کان سواءِ نه آهن ۽ صبر جي طاقت به نٿا رکو.

(بيت)

سڏن مٿي سڏ - واڪو هڏم لاهه،
مانَ تنهنجي ڪا - ڪوهيارو ڪوڪ سڻي.

عاشق ويچاري کهڙو نه سٺو چيو آهي:

فارسي بيت

يابم اورا يا نيابم جستجوئي ميڪنم
حاصل آيد يا نيايد آرزوئي ميڪنم

ترجمون: هن سان ملي سگهان يا نه ملي سگهان ڳوليان پيو، حاصل ٿئي يا نه ٿئي اميد رکان ٿو.

هڪ ڏينهن اسان جي مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن جي دروازي تي هڪڙو درويش آيو ۽ هن طرحَ دانهون ڪرڻ لڳو:

دانهيو بيٺو دانهي - مٿي در دوستن جي
پاڻ انهيءَ کي هيءُ پيغام موڪليائون ته:
مٿان در دوستن جي - مٿان لاهئين دانهن،
سڀ ڏيئي ٻانهن - پرين ڪندئي پنهنجو.

وقت تنگ هو ۽ لکندڙ کي ٻيا ڪم به درپيش هئا. هن وقت هي چند سٽون لکي قصو مختصر ڪيوسين. اَلعَاقِلُ تَكفِيهِ

اَلۡاِشَارَةُ. معنيٰ عاقل کي اشارو ئي ڪافي آهي. هي خط ميان عبدالخالق کي بہ ڏجو تہ نظر مان ڪڍي ڇو تہ هن خط ۾ سنڌي بيت لکيا ويا آهن. زياده خيريت.

وَالسَّلَامُ عَلَيۡكُمۡ وَعَلٰي مَنِ اتَّبَعَ الۡهُدٰي وَالۡتَزَمَ مُتَابِعَةَ الۡمُصۡطَفٰي صَلَّي اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَعَلٰي آلِهٖ وَسَلَّمَ.

# مڪتوب چوڏهون

ميان عبدالرزاق ممبئي بندر واري ڏانهن سندس سوالن جي جواب ۾ جيڪي قرض، مرض ۽ سيني مشڪلاتن دفع ٿيڻ جي لاءِ عرض ڪيو هئائين. هڪڙو هي تہ حاضر ۽ قريب خادمن کي خاص مهربانيون ۽ نوازشون حاصل آهن، هن غلام کي بہ انهن ۾ شمار ڪري خاص ڪرم ۽ رحم جي نظر ڪندا. ٻيو هي تہ مون کي مايوسي ۽ نااميدي اهڙو اچي گهيريو آهي جو جنهن جي بہ اڳيان ڪو مطلب پيش تو ڪريان يا حاجت پوري ڪرڻ جو ٿو چوان، اُهو قبول نٿو ڪري. ٽيون هي تہ مالي طاقت نہ هجڻ جي ڪري شادي وارو ڪم بہ رهجي ويو آهي. چوٿون هي تہ ڪوبہ مٽ مائٽ نہ آهي جيڪو مدد ڪري پر اهي ماٺهون ماڳهين ٽوڪون ٽا ڪن ۽ مهڻا ٽا ڏين. لکيو ويو:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءَ، عقيدت آراءِ، دوست اهل الله ميان عبدالرزاق رب پاڪ کيس سلامت رکي. بعد از سلام سنت سيد الانام ﷺ خاطر فيض ماثر تي واضح هجي تہ:

پيارا! اوهان جي خطن جي جواب ۾ دير ٿيڻ جو هڪڙو سبب هي هو تہ حقائق و معارف آگاه ميان گل محمد ۽ فقير محمد عابد مان هڪڙو بہ حاضر ڪونہ هو جو انهيءَ ڪان جواب لکائجي. ٻيو سبب هي تہ هن فقير جي عمر ستر سالن کي پهتي آهي ۽ غريبن ۽ فقيرن جا معاملا ۽ مريدن جي اچ وڃ جو هجوم حد کان وڌي ويو آهي. ٽيون سبب تہ هن فقير جي طبيعت تي ويسر جو اهڙو غلبو ٿيو آهي جو وضو ڪرڻ وقت ڪڏهن ڪڏهن وضوءَ جا ارڪان بہ وسري ويندا آهن ۽ ٻي ڪنهن کان پڇيا وڃن ٿا يا ٻيو

ڪو پاڙهين ياد ڏياريندو آهي. هي فقير پاڻ بجا نٿو آڻي سگهي. اوهان ۽ سيني دوستن جي حق ۾ بلڪ نبي ڪريم ﷺ جن جي سڄي امت جي حق ۾ هر رات ۽ هر وقت وڏي آزيءَ ۽ زاريءَ سان دعائون گهريون وڃن ٿيون. انشاءَ الله تعاليٰ آيت سڳوري: اُدْعُوْنِيْ اَسْتَجِبْ لَكُمْ. معنيٰ: مون کان دعا گهرو تہ آئون اوهان جي دعا قبول ڪريان جي تقاضا مطابق ۽ حديث شريف دُعَآءُ الْغَآئِبِ لِلْغَائِبِ اَسْرَعُ بِالْاِجَابَةِ. معنيٰ: اها دعا جيڪا مسلمان ڀاءُ جي پرپٺ گهري ويندي آهي جلد قبول ٿيندي آهي، جي حڪم مطابق الله تعاليٰ قبوليت جي درجي ۾ آڻيندو.

ٻيو سبب اوهان جي خط جي جواب ۾ دير ٿيڻ جو هي بہ هو تہ اوهان جيڪو خط پهرين لکيو هو اهو هن فقير کي ڪونہ پهتو ۽ حقائق و معارف آگاه خليفہ محمد ملوڪ اهو پڙهي سڄي خط جي مضامين کان پوري طرح هن فقير کي واقف ڪونہ ڪيو هو اوهان جي ٻي خط جو مضمون فقير محمد عابد مون کي چڱيءَ طرح سمجهايو. انهيءَ وقت کان اوهان جي لاءِ بارگاه ڪبرياءِ مان سرور انبياءَ ﷺ جي وسيلي سان دعائون رات جي ٽين آخري حصي ۾ گهرندو آهيان. رات جو آخري ٽيون حصو رات جي دل آهي ۽ سورة يٰسٓ شريف قرآن پاڪ جي دل آهي ۽ بنده مومن جي دل، جيڪو شخص اهي ٽي ئي دليون گڏ ڪري دعا گهرندو، الله تعاليٰ پنهنجي خاص فضل ۽ ڪرم سان انهيءَ جي دعا قبول فرمائيندو. اهڙي طرح اوهان دوستن جي حق ۾ دعائون گهريون وڃن ٿيون. قرض ۽ مرض دفع ٿيڻ ۽ سڀ ظاهري ۽ باطني مشڪلات آسان ٿيڻ جي لاءِ انهن دعائن ۾ سوال ڪيا وڃن ٿا.

اوهان لکيو هو تہ جيڪي خادم حاضر ۽ قريب آهن انهن تي مهربانيون ۽ نوازشون وڌيڪ آهن. اميد اٿم تہ هن غلامِ کي بہ انهن ۾ شامل ڪري ڪرم جي نظر ڪندا. پيارا! قُرب ۽ بعد جو دارومدار مفاصلي تي نہ هوندو آهي، بلڪ ارادت ۽ محبت جي مناسبت سان حاصل ٿيندو آهي. هڪڙو ويجهو هوندي بہ پري هجي ٿو ۽ ٻيو پري هوندي بہ ويجهو هوندو آهي.جو حديث قدسي ۾ آيو آهي تہ: اَنَا قَرِيْبٌ مَنْ جَالَسَنِيْ وَبَعِيْدٌ مَنْ نَسِيَنِيْ. معنيٰ

آئون انهيءَ کي قريب آهيان جيڪو مون سان گڏ ويٺو ۽ انهيءَ کان پري آهيان جنهن کي مون وساريو ۽ نبي پاڪ ﷺ جن جي حديث جيڪڏهن يمن ۾ آهين تہ بہ منهنجي اڳيان آهين ۽ جيڪڏهن منهنجي اڳيان آهين تہ بہ يمن ۾ آهين، مان بہ اهو پتو پوي ٿو.

اوهان لکيو آهي تہ مون کي مايوسي ۽ نااميدي گهيري وئي آهي. پيارا! آيت سڳوري رَحْمَتِيْ وَسِعَتْ كُلَّ شَيْءٍ، معنيٰ منهنجي رحمت هر ڪنهن شيءِ کان ڪشادي آهي جي حڪم مطابق طالب صادق کي گهرجي تہ مايوسي ۽ نااميدي جو گمان الله تعاليٰ ڏانهن ۽ الله وارن ڏانهن هرگز نہ ڪري. بلڪ پنهنجي ارادي، عقيدي ۽ طلب ۾ پختو ٿئي جو حديث شريف ۾ آيو آهي تہ: مَنْ طَلَبَ شَيْئًا جَدَّ وَجَدَ. معنيٰ جيڪو ڪنهن شيءِ جي طلب ۾ ڪوشش ڪندو اهو حاصل ڪندو ۽ آيت سڳوري: لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللهِ. معنيٰ: الله تعاليٰ جي رحمت مان نااميد نہ ٿيو جي حڪم مطابق ۽ حديث قدسي اَنَا عِنْدَ ظَنِّ عَبْدِيْ بِيْ. معنيٰ: آئون منهنجي باري ۾ ٻانهين جي گمان سان گڏ آهيان جي حڪم مطابق نااميدي مطلق حرام آهي. اهڙن فاسد خيالن کان بچڻ گهرجي جو ظَنُّ الْمُؤْمِنِيْنَ خَيْرًا. معنيٰ: مومن جو گمان ڀلو هوندو آهي اوهان اڳين خطن جي جواب جو عرض ڪيو هو. پيارا! جيڪي ڳالهيون وسري ويون انهن جو جواب نٿو لکي سگهجي.

مريدڪي سندس ارادت جي سچائي ۽ محبت جي ڪمال مطابق مرشد جو توجه حاصل ٿيندو آهي جو الله تعاليٰ فرمايو آهي: فَاذْكُرُوْنِيْٓ اَذْكُرْكُمْ. معنيٰ مون کي ياد ڪريو تہ اوهان کي ياد ڪريان. مُنهنجا دوست! اوهان کي ياد ڪرڻ جي لاءِ مون کي ياد ڪرڻ جو شرط آهي. اوهان لکيو هو تہ جنهن جي بہ اڳيان پنهنجو مطلب بيان ڪري حاجت پوري ڪرڻ جو سوال ٿو ڪريان، اهو قبول نٿو ڪري. انهيءَ سوال جو جواب هي بيت آهي:

بيت فارسي

حال خود باهر کس مگو تو آشکار
جز طبيب حاذق و جز يار غار

ترجمون: تون پنهنجو حال هر ڪنهن جي اڳيان ظاهر نہ ڪر.

طبيب حاذق ۽ يار غار کان سواءِ ڪنهن کي بہ نہ ٻڌاءِ.
اوهان لکيو هو تہ مالي طاقت نہ هجڻ جي ڪري شاديءَ جو ڪم بہ رهجي ويو آهي. پيارا! شاديءَ جي ڪم جي باري ۾ اسان جي مرشد حضرت پيرسائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْہُ جن کان ٻڌندا هئاسين تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو سندس خدمت ۾ عرض ڪندو هو تہ مالي طاقت نہ آهي ۽ شادي ڪرڻي آهي تہ پاڻ فرمائيندا هئا تہ تون وڃي ڪوشش ڪر. الله تعالىٰ توکي سڀئي اسباب پيدا ڪري ڏيندو. ماڻهون ويچارا سندن فرمان مطابق شاديءَ جي خير جي ڪم جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ سندن سڀئي مشڪلاتون آسان ٿي وينديون هيون. سڀئي اسباب ڪين حاصل ٿي ويندا هئا. الله تعالىٰ فرمائي ٿو: اِنْ يَّكُوْنُوْا فُقَرَآءَ يُغْنِهِمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ. معنىٰ: فقير هوندا تہ الله تعالىٰ انهن کي پنهنجي فضل سان غني ڪري ڇڏيندو ۽ الله ڪشادگي وارو ڄاڻندڙ آهي. نبي ڪريم ﷺ جن کي هڪڙي شخص عرض ڪيو تہ مالي طاقت ڪونہ اٿم، نڪاح ڪيئن ڪريان؟ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو: اِنْ يَّكُوْنُوْا فُقَرَآءَ يُغْنِهِمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ. معنىٰ: جيڪڏهن فقير هوندا، الله تعالىٰ انهن کي پنهنجي فضل سان غني ڪري ڇڏيندو. منهنجا دوست! طالب کي گهرجي تہ الله تعالىٰ ۽ سندس رسول ﷺ جن جي فرمان تي دل ۽ جان سان اعتماد ۽ يقين رکي، دل ۾ شڪ، وهم ۽ وسوسا نہ آڻي. اهو ئي ايمان آهي. جيئن تہ مولانا رومي رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ فرمائي ٿو:

فارسي بيت

همين توکل کن ملرزان پاءِ دست
رزق تو بر تو ز تو عاشق تراست

ترجمون: اهڙو توڪل ڪر جو هٿ پير نہ ڏڪن، تنهنجو رزق توتي توکان وڌيڪ عاشق آهي.

بر سر پردانہ بنوشتہ عيان
اين نصيب است فلان ابن فلان

ترجمون: هر ڪنهن داڻي تي چٽو لکيل آهي تہ هي فلاڻي پٽ فلاڻي جو نصيب آهي.

منهنجا دوست! حضرت يوسف عَلٰي نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِ السَّلَامُ جي همت کي ڏس جو بيبي زليخا رضي اللہ تَعَالٰي عَنْهَا سَتَ دروازا بند کري ساڻس هٿ چراند ڪئي. هو سڳورو انهيءَ کان هٽ جدائي پيو. باوجود انهيءَ جي جو دروازن کي تالا لڳل هئا پر پاڻ ڪمال توکل سان آزاد ٿيڻ لاءِ دروازن ڏانهن ڊوڙيو. اللہ تعاليٰ مٿس آساني ڪئي، تالا ٽٽي پيا، دروازا کلي ويا ۽ يوسف عَلَيْهِ السَّلَامُ آزاد ٿي ويو. منهنجا دوست! اللہ تعاليٰ فرمائي ٿو: فَتَوَكَّلُوْٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ. معنيٰ: پوءِ توکل ڪريو جيڪڏهن اوهين مومن آهيو. نظر نيڪ ڪر تہ توکل شرط آهي ۽ ايمان توکل سان مشروط آهي. پوءِ مشروط، شرط کان سواءِ ڪيئن حاصل ٿيندو؟

اوهان لکيو هو تہ ڪوبہ مٿ مائٽ مدد نٿو ڪري پر اهي ماڻهون ماڳهين ٺوڪون ٿا کن ۽ مهڻا ٿا ڏين. منهنجا دوست! نبي ڪريم ﷺ جن کي اصحابن سڳورن رضي اللہ تعاليٰ عنهم مان هڪڙي شخص عرض ڪيو تہ يا رسول اللہ ﷺ! دعا ڪريو تہ آئون سيني ماڻهن کان وڌيڪ طاقت وارو ٿيان. پاڻ ڪريمن فرمايو: اِعْتَصِمْ بِاللّٰهِ حَتّٰي تَعْتَصِمَ عَنْ خَلْقِ اللّٰهِ. معنيٰ: اللہ کي چنبڙي پئو ايستائين جو اللہ جي مخلوق کان محفوظ ٿي وڃين. وري عرض ڪيائين تہ يا رسول اللہ ﷺ! دعا ڪريو تہ سموري خلق مون سان محبت ڪري. پاڻ ڪريمن فرمايو تہ: اَحِبَّ اللّٰهَ حَتّٰي تُحِبُّكَ خَلْقُ اللّٰهِ. معنيٰ: اللہ سان محبت ڪر ايستائين جو مخلوق تو سان محبت ڪري. وري عرض ڪيائين تہ يا رسول اللہ ﷺ! دعا ڪريو تہ سڄي خلق مون کان ڊڄي. رسول اللہ ﷺ جن فرمايو: خَوِّفْ عَنِ اللّٰهِ حَتّٰي تَخَافُ عَنْكَ خَلْقُ اللّٰهِ. معنيٰ: اللہ کان ڊڄ ايستائين جو اللہ جي سڄي مخلوق توکان ڊڄي.

ٻيو تہ اوهان پر ۽ ڪنيڙائيون نہ هجڻ جو لکيو هو. پيارا! دل جي پرن ۽ ڪنيڙائين سان پاڻ کي اڏايو. ايستائين جو جيڪو ڏوراهون پنڌ آهي، سو اک ڇنڀ ۾ پورو ٿي وڃي. اللہ تعاليٰ فرمائي ٿو: تَحْسَبُهَا جَامِدَةً وَّهِيَ تَمُرُّ مَرَّ السَّحَابِ. معنيٰ: سمجهن ٿا تہ اها بيٺي آهي ۽ اها هلي ٿي ڪڪرن وانگر ۽ اهو

ڪم ڪمال عشق ۽ محبت جي مدد سان حاصل ٿيندو آهي تہ ظاهر ۽ باطن جي سرفرازي حاصل ٿيندي. انهيءَ ڪم جي لاءِ وڏي همت ۽ ڪوشش گهرجي تہ سڀ مطلب حاصل ٿين. وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلٰى مَنِ اتَّبَعَ الْهُدٰى وَالْتَزَمَ مُتَابِعَةَ الْمُصْطَفٰى ﷺ.

# مڪتوب پندرهون

عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن، سندس سوالن جي جواب ۾ جنهن ۾ بي حد درد ۽ اشتياق جو اظهار ڪيو هئائين. لکيو هئائين: هن وقت ۾ حيران ۽ پريشان هئس. ڪوبہ اهڙو مهينو نہ گذريو آهي جنهن ۾ بہ ٿي خط مون نہ لکيا هجن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص دوست اخص متحد دل و جان پيوستہ منجهامن ۽ امان. برادر دين طالب راه يقين ميان عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي.

اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ. هن فقير حقير پرتقصير جي طرفان روشن ضمير کي معلوم هجي تہ اوهان دوستن جو خط پهتو جنهن جي خوشبوءِ مشام جان کي معطر ڪيو.

اوهان لکيو هو تہ هن وقت ۾ حيران ۽ پريشان هئس. ڪوبہ مهينو اهڙو نہ گذريو جنهن ۾ مون بہ ٽي خط نہ لکيا هجن. مهربان هن وقت ۾ اوهان جي خطن مان الله تعالىٰ جي محبت جي خوشبوءِ اچي ٿي ۽ بي حد درد ۽ سوز ۽ اشتياق ۽ فراق محسوس ٿئي ٿو، تنهن ڪري اوهان جا خط محبت ڪي بہ وڌائين ٿا. ڇڻ تہ اُجايل رڻ جهاڳي مٺي پاڻيءَ تي پهتو هجي ڇاڪاڻ تہ اوهان جا خط بي ساخته ۽ بغير تڪلف هوندا آهن. تنهن ڪري انهن مان عشق جي خوشبوءِ ايندي آهي.

هن زماني جا طالب وڏي تڪليف ۽ بناوٽ سان پاڻ کي بزرگ ۽ پير بنائي پيش ڪندا آهن. اها بزرگي ۽ پيري نہ آهي بلڪ بزرگي ۽ پيري بي ساخته ۽ بي تڪلف هوندي آهي. جيئن تہ

حديث شريف ۾ آيو آهي ته: أَنَا وَ أُمَّتِيْ بَرِيْءٌ مِنَ التَّكَلُّفِ. معنيٰ: آئون ۽ منهنجي امت تڪلف ۽ بناوٽ کان بيزار آهيون، پر اڄڪلهه انهيءَ آفت مان ڪنهن کي به ڇوٽڪارو حاصل ڪونه آهي سواءِ انهيءَ جي جنهن فنا مطلق حاصل ڪئي هجي، جنهن ۾ بشريت جي موٽي اچڻ ۽ تڪلف ۽ بناوٽ کان امن حاصل ٿي ويندو آهي. اِنِ سلسلي ۾ اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن فنا مطلق جو مقام هن مصرع جي ذريعي سمجهائيندا هئا:

ڏتان موٽيا ڏير - ڪاڪيا موٽيو ڪونه ڪو.

ڏٽ مان مراد عدم آهي جنهن ۾ بشريت جي موٽي اچڻ جو خوف هوندو آهي ۽ ڪاڪ مان مطلب فنا مطلق آهي، جيڪا ذاتي آهي. ان ۾ ڪڏهن به تبديلي نٿي اچي سگهي. آهي ٻئي مقام راه طلب جي راهي کي پيش ايندا آهن.

فارسي بيت:

راه طلب منزل آرام ندارد
شد همسفر ريگ روان قافله ما

ترجمون: طلب جي راهه ۾ آرام جي منزل آهي ئي ڪونه. هلندڙ قافلي جي دز اسان سان همسفر آهي.

ٻيو ته اسان جيڪو لکيو هو ته ڪجھ وقت گذري ويو آهي، اوهان جي خيريت جي خبر به نه پهتي آهي. ان کان اڳ اوهان جو هڪڙو خط پهتو هو پر شوق جي غلبي جي ڪري اسان ائين لکيو جو اڳي اوهان جا خط لاڳيتو ايندا رهندا هئا. انهن کي ڏسي سرور حاصل ڪندا هئاسين ۽ هاڻي ڪشش جي ڪري اوهان جي هڪڙي خط تي ماٺ نه ڪري سگهياسين.

(بيت)

صائم سڪي جئن - ان جي آواز کي
مون تن آهي تئن - سڪايو ڪي سڄڻين.

منهنجا دوست! جيڪڏهن اوهان وانگر لکي پڙهي ڄاڻون ها ۽ پيڙيون هر روز اچن وڃن ها ته هر روز اوهان ڏانهن خط لکون ها،ڇاڪاڻ ته روبرو ملاقات رب پاڪ جي مرضي کان سواءِ نٿي

تي سگهي پر خط جيڪو اڏ ملاقات آهي، تنهن ۾ ڪوتاهي نہ ڪريون ها. الله تعاليٰ اوهان جي دل ۾ هن فقير جي لاءِ گهڻي محبت پيدا ڪئي آهي ۽ هن فقير جي دل ۾ بہ اوهان جي محبت جي ڪمي ڪونہ آهي.

فارسي بيت:

اشتياق ڪہ بديدار تو دارد دل من
دل من داند من دانم داند دل من

ترجمون: تنهنجي ديدار جو شوق جيڪو منهنجي دل ۾ آهي، سو منهنجي دل تي ڄاڻي، آئون تو ڄاڻان ۽ منهنجي دل تي ڄاڻي.

پيارا! دنيا ۽ دولت جا طالب تہ گهڻان ئي آهن پر مولا جا طالب ڪي ٿورا هوندا آهن. جيئن تہ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي: اَلدُّنْيَا حَرَامٌ عَلٰي اَهْلِ الْاٰخِرَةِ وَالْاٰخِرَةُ حَرَامٌ عَلٰي اَهْلِ الدُّنْيَا وَهُمَا حَرَامَانِ عَلٰي اَهْلِ اللّٰهِ. معنيٰ: دنيا آخرت وارن تي حرام آهي ۽ آخرت دنيا وارن تي حرام آهي ۽ اهي ٻئي يعني دنيا ۽ آخرت الله وارن تي حرام آهن.

فارسي بيت:

دنيا آن قدر ندارد ڪہ برو رشڪ برند
باوجود عدمش غم بيهوده خورند

ترجمون: دنيا اهڙي شيءِ نہ آهي جنهن تي ريس ڪجي. دنيا فاني آهي ان جو اجايو غم ڇو ڪجي؟

پيارا! هي جهان ۽ هو جهان "لا" جي تحت ۾ داخل آهن. جڏهن لا ۾ مبتلا ٿيو تہ "لَا لَا" تي ويو. باقي اِلَّا اللهُ رهيو، جل شانہٗ. ڪنهن بزرگ انهيءَ مناسبت سان ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

فارسي بيت:

تيغ "لَا" در قتل غير حق براند
در نگر زان بعد ڪہ غير لَا چہ ماند

ترجمون: غير حق کي قتل ڪرڻ جي لاءِ "لَا" جي تلوار هلايائين. ان کان پوءِ ڏس تہ "لَا" کان سواءِ ڇا رهيو آهي؟

ماند اِلَّا اللهُ باقي جملہ رفت
شاد باش اي عشق شرڪت سوز زفت

ترجمون: باقي رڳو الله تعاليٰ رهيو ٻيو سڀ ڪجهہ ويو هليو. اي عشق شرڪت کي ساڙيندڙ پهلوان توکي شاباش هجي.

الله بس باقي هوس. منهنجا دوست! اسان جي مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنهُ جن جي زماني ۾ حق جا طالب ۽ عاشق گهڻا هوندا هئا. هاڻي ڪوبہ موليٰ جي طلب وارو ڪونہ آهي. بلڪ طلب جو درد ئي ڪونہ رهيو آهي. جيڪڏهن طلب جو درد هجي ها تہ طلب جو حصول بہ ٿئي ها. انهيءَ تي حديث ناطق آهي: مَنْ طَلَبَ شَيْئًا جَدَّ وَجَدَ. معنيٰ جنهن بہ ڪنهن شيءِ جي طلب ۾ ڪوشش ڪئي تنهن حاصل ڪئي.

فارسي بيت:

عشق آن شعلہ است کاندر جان فروخت
هرچہ جز معشوق باقي جملہ سوخت

ترجمون: عشق اهو شعلو آهي جيڪو جڏهن ٻريو تہ معشوق کان سواءِ جو ڪجهہ بہ هو، تنهن کي ساڙي ڇڏيائين.

(بيت)

عاشقي را درد بايد درد گو
برسر ڪوئي محبت مرد بايد مرد شو

ترجمون: عشق جي لاءِ درد کپي درد جي ڳالهہ ڪر. محبت جي گليءَ ۾ مرد کپي مرد ٿيءُ.

۽ پڻ ڪنهن بزرگ عشق جي جوش ۾ فرمايو آهي:

(بيت)

عشق آسان نيست جانان کوه بمزگان کندن است
کشتي کاغذ ميان قعر دريا بردن است

ترجمون: پيارا! عشق آسان نہ آهي پنبڻين سان جبل ٽُڪڻون آهي. ڪاغذ جي ٻيڙي دريا جي ڪن ۾ ڪاهڻي آهي.

(بيت)

دار را معراج ميخوانند سرداران عشق
هر بوالهوس ڪي سر بسر دار آورد

ترجمون: عشق وارا سردار ڦاهي کي معراجَ سڏيندا آهن. هرڪو سڌڙيو ڦاهي تي چڙهي سر ڪيئن ڏيندو؟

فارسي بيت

عاشقان را سينہ اندر تير است
هر ڪہ عاشق نيست او بي پير است

ترجمون: عاشقن جي سيني ۾ تير هوندو آهي. جيڪو عاشق نہ آهي سو بي پير آهي.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعالىٰ عنه جن عشق جي باري ۾ فرمائيندا هئا:

فارسي بيت

گر درد عشق را بقيامت جزا دهند
ما غير درد عشق نخواهيم جزاءِ درد

ترجمون: جيڪڏهن قيامت ۾ عشق جي درد جي جزا ڏيندا تہ اسين عشق جي درد کان سواءِ درد جي ٻي ڪابہ جزا نہ گھرنداسون.

فارسي بيت

درد عشق آمد دوائي هر دلي
حل نشد بي عشق هرگز مشڪلي

ترجمون: عشق جو درد هر ڪنهن دل جي دوا آهي. عشق ڪان سواءِ مشڪل هرگز آسان نہ ٿيندي.

فارسي بيت

ڪفر ڪافر را و دين ديندار را
ذره درد است دلي عطار را
گر نباشد درد تو عطار را
او نخواهد ڪافر و ديندار را

ترجمون: ڪافر جي ڪفر جو ۽ ديندار جي دين جو ڪجهہ درد عطار جي دل ۾ بہ آهي. عطار ڪي جيڪڏهن تنهنجو درد نہ هجي ها تہ اهو ڪافر ۽ ديندار ڪنهن ڪي بہ ڪونہ چاهي ها.

منهنجا دوست! درد ۽ عشق جي ڳالهين جو ڇيهہ آهي ئي ڪونہ. لکي ختم نٿيون ڪري سگهجن. ظهر نماز جو وقت تنگ آهي. جماعت دعاگو جي پهچڻ جو انتظار ڪري رهي آهي تہ نماز ادا ٿئي. تنهن ڪري هي چند سٽون لکي قصو مختصر

ڪيو ويو. ڪاغذ پورو ٿي ويو، ڳالهيون اجا باقي آهن. هيءَ عبارت لڪائيندڙ اڻ پڙهيو ۽ لکندڙ بہ اڻ پڙهيو آهي. وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ

# مڪتوب سورهون

## خليفي محمد ملوڪ ولاسي واري ڏانهن

هن بيان ۾ تہ خليفي محمد ملوڪ کي حال غلبو ڪيو، جوش ۽ جذبي ۾ گرفتار ٿي شرع شريف جي حدن کان لنگهي ويو. سندس حال جي صحت جي ڏس ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، هميشه منجهامن و امان، طالب طريق ايقان، شارب رحيق عرفان، خليفو محمد ملوڪ رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلام خيريت انجام کان پوءِ واضح هجي تہ:

جوش ۽ جذبي جي ڪري غير شرعي واقعا وقوع پذير ٿيا ،جيڪي حال جي غلبي جي سبب مشيت الاهي سان ظاهر ٿيا . پيارا! اهو سيئي جوش ۽ جذبو عشق جو آهي. عشق جي بازار ۾ عقل جو رواج ئي ڪونہ آهي. عشق جي بازار ۾ عقل کي ڪو پڇي ئي ڪونہ ٿو، ڇاڪاڻ تہ عقل هن دنيا جي آرائشن ۽ نفساني خواهشن، جسماني لذتن ۽ مرادن حاصل ڪرڻ ۾ سرگرم هوندو آهي، برخلاف عقل جي جيڪو:

عشق آن شعلہ است کاندر جان فروخت
هرچہ جز معشوق باقي جملہ سوخت

ترجمون: عشق اهو شعلو آهي جو جڏهن جان ۾ ٻريو تہ معشوق کان سواءِ جوڪجهہ بہ هو تنهن کي ساڙي ڇڏيائين.

عقل حڪم مڃڻ جو نالو آهي، عشق ايمان چکڻ جو نالو آهي ۽ پڻ حديقہ سنائي جي مصنف رحمہ الله عليه ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

آيت ڪرد ڪوفي از صوفي
عشق ورائي قريشي و ڪوفي

عشق را بوحنيفہ درس نکرد
شافعي را درو روايت نيست
حنبل از سر عشق بي خبر است
مالکي را درو درايت نيست

ترجمون: ڪوفي صوفي کان آيت پڙهيو، عشق قريشي ۽ ڪوفي کان مٽي آهي. ابوحنيفہ عشق جو سبق ڪونہ پڙهيو. شافعي کان عشق ۾ ڪا روايت نہ آهي. حنبل عشق جي راز کان بي خبر هو. مالڪ کي عشق جي ڪا پروڙ ڪونہ هئي.

منهنجا دوست! اهي سيئي شعلا، اُهاءُ ۽ جلوا شاه عشق جا آهن جو سڄي جهان کان پهرين حضرت آدم عَلٰي نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِ السَّلاَمُ کي خالق اڪبر پنهنجي دست قدرت سان پيدا ڪيو ۽ پاڻ انهيءَ ۾ روح ڦوڪيائين ۽ انهيءَ کي زمين ۾ پنهنجي خلافت جو اعزاز ڏئي سرفراز ڪيائين. اِنِّيْ جَاعِلٌ فِي الْاَرْضِ خَلِيْفَةً. معنيٰ: آئون زمين ۾ پنهنجو خليفو پيدا ڪرڻ وارو آهيان ۽ انهن ڪرامتن سان گڏ وري ڪيس ملائڪن کان سجدو بہ ڪرايائين ۽ اٺ بهشت بہ سندس ملڪيت ۾ ڏنائين. اهي سڀ عيش ۽ عشرتون، ناز ۽ نعمتون عشق ڪيس فراموش ڪرائي ڇڏيون.

فارسي بيت

جان آدم را چون سر عشق سوخت
هشت جنت را بيک گندم فروخت

ترجمون: آدم جي جان کي جڏهن عشق جي راز ساڙيو تڏهن اٺن بهشتن کي ڪڻڪ جي داڻي جي عيوض وڪڻي ڇڏيائين.

اهو داڻو ڪڻڪ جو داڻو ڪونہ هو بلڪ حب ۽ محبت جو داڻو هو جنهن ۾ حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلاَمُ دنيا ۽ آخرت ٻئي جهان موجود ڏٺا ۽ آدم عَلَيْهِ السَّلاَمُ جي ڪڻڪ جي داڻي کائڻ کان پوءِ ٻئي جهان ظهور ۾ آيا ۽ ڪڻڪ جي داڻي کائڻ سبب ملائڪ جيڪي آدم عَلَيْهِ السَّلاَمُ جا خادم هئا، انهن ڪيس اگهاڙو بهشت مان ڪڍي ٻاهر ڪيو.

اوهان کان بہ اهڙو ئي فعل ظاهر ٿيو آهي جو اوهان کان

بہ زال ۽ ماءُ، پيائر ۽ دوست نفرت ڪري رهيا آهن ۽ انهن جي نفرت تي ناراض نہ ٿيڻ گهرجي ۽ سندن اڻ ڇاٽائي جي ڪري انهن تي ميار ڪرڻ نہ ڪپي. ڪهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو تہ:

فارسي بيت

رموزي عاشقان عاشق بدانند

حديث پختگان خامان چہ دانند

ترجمون: عشق جون رمزون عاشق ئي ڄاڻندا آهن. پختہ ڪار ماڻهن جي ڳالهين جي اُنهن ماڻهن کي ڪهڙي خبر جيڪي خام آهن؟

پيارا! وسط حال ۾ هن فقير تي سڪر اهڙو سخت حملو ڪيو هو جو شَطحِيَاتِ سُبْحَانِيْ مَا اَعْظَمُ شَانِيْ جهڙا الفاظ زبان مان نڪري ويندا هئا ۽ آيت سڳوري: هُوَ الْاَوَّلُ وَالْاٰخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ. معنيٰ: اهو ئي آهي اول ۽ اهو ئي آهي آخر ۽ اهو ئي آهي ظاهر ۽ اهو ئي آهي باطن جي بجاءِ هي الفاظ چوندو هئس: آئون ئي آهيان اول ۽ آئون ئي آهيان آخر ۽ آئون ئي آهيان ظاهر ۽ آئون ئي آهيان باطن ۽ انهيءَ قسم جا شطحيات جا الفاظ هن فقير جي زبان مان ظاهر ٿيندا هئا. پوءِ جڏهن صورت ۽ حقيقت محمدي ﷺ جي وڳي سان سرفراز فرمايائون تڏهن اهي سيئي احديت، وحديت ۽ وحدانيت جا اسرار انهيءَ وڳي ۾ لڪائي مخفي ڪري ڇڏيائون. پوءِ حڪم فرمايائون تہ ڇو جو اسرار فاش ڪيا اٿئي توتي تعزير لازم ٿي وئي آهي. عرض ڪيم تہ يا خدا! جو ڪجھ چيم سچ چيم. تعزير ڇاتي لازم ٿيندي؟ تڏهن حڪم فرمايائون تہ تون ۽ تنهنجو وجود وچ مان هٽي ويو، سڀ اسين ٿياسون. توتي ڪهڙي تعزير ايندي. انهيءَ وقت اٿيس. منهن ڪارو ڪري گڏھ تي چڙهي بازار ۾ ٻارن ڪان ڀاڻ تي ٺٺوليون ڪرائي بيڙو تي ڪتابين جي اوطاق ڪان ٿيندو مسجد ۾ پهتس. انهيءَ وقت بسط بسيط حاصل ٿي. ڪلڻ ۾ اچي ڇنڪيس ۽ بسط جي غلبي جي ڪري اکين مان پاڻي جاري هو. ڪتابي ۽ مولوي عجب ۾ پئجي ويا ۽ چيائون تہ ايترو ڪلڻ سٺو ڪونہ ٿو لڳي. ڪين جواب ڏنم تہ جيترو رُنون آهيان

انهيءَ ڪانءِ پوءِ ٻيٽو چوٽو ڪلندس ٻہ. وڏو ڀاءُ ميان ٽالهوخان اهاماجرا ٻڌي ڪاوڙجي ڪتابين جي اوطاق ۾ آيو، مون کي ٻانهن مان جهلي ڳل تي ڏاڍي چماٽ هڻي ڪڍيائين. مون اُن ڏانهن نهاريو تہ مون کي حق جو مشاهدو حاصل ٿيو ۽ ڪلي پيس. ڀاءُ مون کي وٺي اُتر طرف پڪي کوهہ وٽان درگاهہ شريف ڏانهن روانو ڪيو. آئون چند قدم هٽس تہ ڀاءُ وري آيو. مون کي ٻانهن مان جهلي چيائين توکي سنگهر ۾ ٻڌندس. تو مون کي گهڻو خوار ڪيو آهي. ائين چوندو ڀاءُ مون کي گهر وٺي آيو ۽ جڏهن ماءُ ۽ ڀينرن ۽ ٻين گهر جي ڀاتين منهنجو منهن ڪارو ڏٺو تہ روڄ راڙو شروع ڪيائون ۽ ايڏو هل حشر ٿيو جو سڄي شهر جا سڀ ماڻهو رئڻ پٽڻ شروع ٿي ويا ۽ منهنجو اهو متي ذڪر ڪيل ڀاءُ سنگهر ڪٽي آيو ۽ مون کي ٻڌي ڇڏيائين ۽ ڪاوڙ مان چيائين تہ سڄي ڄمار توکي ڇوڙيندس ڪونہ. آئون ڪلندو رهيس ۽ چيم تہ منهن بہ ڪارو ڪيائون ۽ سنگهر ۾ ٻڌي بہ ڇڏيو اٿن ۽ ڪلندو رهيس ۽ هي بيت پي پڙهيم:

سکر سي ئي ڏينهن - جي مون گهاريا بند ۾

نير منهنجو نينهن - اُجاري اڇو ڪيو.

مون ڳالهيون صحيح پي ڪيون. گهر وارن چيو تہ هي صحيح ڳالهيون پيو ڪري، چريو ڪونہ آهي ۽ مون کي ڇوڙي ڇڏيائون. انهيءَ ڪان پوءِ منهنجو خرچ بہ گهڻو ڪونہ ٿيو. رڳو ٿي پيرامنهن کي پاڻيءَ سان ڌوتم، ڪاراڻ لهي وئي۽ منهن صاف ٿي ويو. پيارا! انهيءَ مناسبت سان ڪنهن بزرگ چيو آهي تہ جيڪڏهن مومن موحد ٿيس تہ بہ منهنجو ڇا ۽ جيڪڏهن ڪافر مشرڪ ٿيس تہ بہ منهنجو ڇا؟ اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللہُ تَعَالىٰ عَنہُ جن اها ڳالهہ سمجهائڻ جي لاءِ هي بيت پڙهندا هئا:

درياءِ فراوان نشود تيره بسنگ

عارف گر برنجد تنک آب است هنوز

ترجمون: گهڻي پاڻي وارو درياءُ پٿر اڇلائڻ سان ميرو ڪونہ ٿيندو. جيڪو عارف رنج ٿي پوي تنهن جو پاڻي اڃا گهٽ آهي.

طالب کي گهرجي تہ هر حال ۾ نظر وحدت تي رکي. هن جهان کي نظر ۾ نہ آڻي بلڪہ سيني کي وحدت جي نظر سان ڏسي. وَحْدَهٗ لَا شَرِيْکَ لَهٗ هن ۽ هُن ۾ نظر اچي ۽ لَا مَوْجُوْدَ اِلَّا اللهُ. معنيٰ: الله کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ موجود نہ آهي دل ۽ زبان سان ورد ڪري ۽ هر حال ۽ هر وقت طالب کي گهرجي تہ شڪ ۾ نہ پوي جو شڪ ۾ ٻيائي آهي ۽ بزرگن چيو آهي تہ خود بين خدا بين نہ ٿيندو. يعني جيڪو پاڻ کي ڏسندو اهو خدا کي نہ ڏسي سگهندو. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ جن انهيءَ مناسبت سان هيءُ بيت پڙهندا هئا:

کجا غير کو غير کو نقش غير
سِوَي اللهِ وَاللهِ مَا فِي الْوُجُوْدِ

ترجمون: غير ڪٿي غير ڪهڙو غير جو نقش ڪهڙو؟ الله جو قسم الله کان سواءِ ڪابہ شيءِ وجود ۾ نہ آهي.

حق جا طالب جنهن بہ طريقي تي هوندا آهن انهيءَ تي ئي هوندا آهن. دنيا جي ڍونڍ جي ڪانگن جي ڳالهين تي نہ لڳندا آهن. ڪاغذ پورو ٿي ويو، ڳالهيون اجا باقي آهن. هي خط پڙهي هڪڙو پيرو هتي ضرور اچو يا وري هن فقير کي ايڏانهن اچڻ جي تڪليف ڏيندا. زياده خيريت وَالسَّلام.

## مڪتوب سترهون

حقائق و معارف آگاهہ ميان ابوالقاسم نقشبنديءَ ڏانهن جيڪو عارف بالله حضرت سلطان الاولياءِ مخدوم محمد زمان رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ لواري شريف واري جي اولاد مان هو. ان سلسلي ۾ تہ ميان ابوالقاسم نقشبندي ڪن مسئلن جي باري ۾ صلاح مشوري لاءِ لکيو هو. تنهن جي جواب ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

حَامِدًا لِلّٰهِ وَمُصَلِّيًا عَلٰي رَسُوْلِهٖ عَلَيْهِ وَعَلٰي آلِهٖ اَفْضَلُ الصَّلٰوَاتُ وَاَکْمَلُ التَّحِيَّاتُ. اَمَّا بَعْدُ! بخدمت مخدوم صاحب والا مناقب جامع الڪمالات صوري و معنوي ميان مخدوم ابوالقاسم رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن ۽ دعائن کان پوءِ عرض هي

تہ اوهان جو مڪتوب مرغوب بهجت اسلوب بعض زباني پيغامن سميت صديق فقير نهڙيو پهچايو. سڀ ڳالهيون ٻڌيون آهن.

حضرتا! هن فقير جو نہ ايڏو حوصلو آهي نہ اهڙو ادراڪ جو اوهان جي ذات گراميءَ کي صلاحون ۽ مشورا ڏي. ڇاڪاڻ تہ اوهان کي صلاح ڏيڻ گويا لقمان حڪيم کي حڪمت سيکارڻي آهي۽ اها ڳالھ عقل کان بعيد آهي. دست بسته عرض تہ اوهان جن وڏن بزرگن جا سنا اخلاق ۽ سهڻا افعال، سيني تي روشن ۽ سڄي جهان تي آشڪار ۽ اظهر من الشمس آهن.

مڪي وارن مان گهڻا ئي قريش باوجود مائٽن ۽ پاڙيسري هجڻ جي بي ادبي ۽ رسول ڪريم ﷺ جن کي ايذاءُ ڏيڻ جي ڪري ايمان جي دولت کان محروم رهيا. جيئن تہ مولانا رومي رحمة الله تعاليٰ عليه فرمائي ٿو:

ڪافران ديدند احمد را بشر
چون نديدند از وي آن شق القمر
زانڪہ او ڪف ديد دريا را نديد
زانڪہ حالي ديد فردا را نديد

ترجمون: ڪافر حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ ﷺ کي بشر ڏٺو ڇو تہ انهن پاڻ ڪريمن ﷺ کان چنڊ جو چيرڻ ڪونہ ڏٺو ڇو تہ انهن گجي ڏٺي دريا کي ڪونہ ڏٺو ڇو تہ انهن اڄ کي ڏٺو صبحاڻي کي ڪونہ ڏٺو.

حضرتا! موليٰ جي طلب عظيم نعمت ۽ وڏي دولت آهي. ادب ۽ طلب جي شرطن کان سواءِ حاصل ٿيڻ محال آهي جو اَلطَّرِيْقُ كُلُّهٗ اَدَبٌ. معنيٰ: طريقت سراسر ادب آهي. جيئن تہ ڪنهن بزرگ چيو آهي تہ جنهن کي ادب نہ آهي، انهيءَ کي فيض ڪونہ ملندو.

فارسي بيت:

از خدا خواهيم توفيق ادب
بي ادب محروم ماند از فضلِ رَب
بي ادب تنها نہ خود را داشتُ بد
بلڪہ آتش در همہ آفاق زد

ترجمو: خدا کان ادب جي توفيق ٿا گھرون. بي ادب رب جي فضل کان محروم رهندو آهي. بي ادب اڪيلي پاڻ سان برائي ڪونہ ڪئي بلڪ سڄي جهان کي باهہ ڏئي ڇڏيائين.

۽ پڻ ڪنهن بزرگ چيو آهي تہ:

فارسي بيت:

ادب تاجي است از لطف الاهي
بنہ بر سر برو هرجا کہ خواهي

ترجمون: ادب خدا جي فضل جو تاج آهي. مٿي تي رکي جتي بہ ويڃڻ چاهين اُتي وڃ.

پنهنجن وڏن بزرگن جي تابعداري پاڻ تي لازم ڪري ونجي تہ سندن ڪُلي ۽ جزوي ڪمالات مان تابعداري موجب حصو حاصل ڪري سگھجي ٿو.

ٻيو تہ زباني پيغام جي ذريعي جيڪا صلاح پُڇي اٿو، ان لاءِ عرض تہ اها شيءِ الله تعاليٰ جي فضل کي ويجھي آهي ۽ عقلِ معاش کان پري. ڇاڪاڻ تہ عقل معاش جي ڪري ڪا بہ شيءِ باقي نہ رهي آهي. هڪڙي پاسي اصلاح جي آرزو ٻي پاسي غَيرُ الله جا وسيلا، حاڪمن ۽ ٻين جا جن وچ ۾ پئي معاملي کي ڪدورت جي شدت ۾ وجهي محبت کان پري ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن انهي جي ڏهين حصي جو ڏهون حصو بہ حق ڏانهن رجوع ڪيو وڃي ها تہ مدعا مطابق ٻيو طرف الله تعاليٰ جي مهرباني سان از خود درست ٿي وڃي ها. مثال تہ هڪڙو شخص پنهنجي پاڇي جي پٺيان ڊوڙندو تہ هرگز پاڇي کي ڪونہ پهچندو پر جيڪڏهن پاڇي کي پٺ ڏئي هليو.تہ پاڇو سندس پُٺيان ايندو. اسين ڇاڪاڻ تہ پنهنجين مرادن جي پاڇي جي پٺيان ڊوڙياسون ۽ پاڇي کي ڪونہ پهتاسون. جيڪڏهن پنهنجين مرادن کي ڇڏي حق ڏانهن رجوع ڪريون ها تہ مرادون پاڻهين اچي موجود ٿين ها. جيئن تہ آيت سڳوري: عَسَىٰٓ أَنْ تُحِبُّوا شَيْـًٔا وَّهُوَ شَرٌّ لَّكُمْ.

معنيٰ: گھڻو ڪري اوهان ڪنهن شيءِ کي چاهيندا آهيو ۽ اها اوهان لاءِ نقصان واري هوندي.آهي. اهي اسان جون مرادون آهن ۽ عَسىٰٓ أَنْ تَكْرَهُوا شَيْـًٔا وَّهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ، معنيٰ گھڻو ڪري اوهان

ڪنهن شيءِ کي ناپسند ڪندا آهيو ۽ اها اوهان لاءِ فائديمند هوندي آهي. اها حق ڏانهن رجوع ڪرڻ جي طلب آهي ڇاڪاڻ تہ نفس پنهنجن خواهشن ۽ مرادن کي پسند ڪري ٿو ۽ حق ڏانهن رجوع ٿيڻ کان نٽائيندو آهي ۽ مشڪل آسان تڏهن ٿيندي جڏهن حق ڏانهن رجوع ڪيو ويندو. مَنْ فَاتَ الْمَوْليٰ فَاتَ الْكُلُّ. معنيٰ جنهن رب کي ڇڏيو تنهن کي سڀ ڪنهن ڇڏيو ۽ مَنْ لَهُ الْمَوْليٰ فَلَهُ الْكُلُّ. معنيٰ جنهن جو رب تنهنجو سڀ. ڪهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو:

فارسي بيت:

تڪيہ بر ديوار ڪردم بر سرم افتاد خاڪ
خاڪ بادا بر سرش ڪو بر غير ڪند

ترجمون: ديوار تي ڀروسو ڪيم تہ منهنجي مٿي ۾ مٽي پئجي وئي. انهيءَ جي مٿي ۾ مٽي پوي جيڪو غير تي ڀروسو ڪري.

منهنجا سائين! اهي ڳالهيون پنهنجن ابن ڏاڏن بزرگن جي حالات مان معلوم ڪندا ڪريو. ٻيو عرض تہ هيءَ هستي ۽ هي جهان سڀ "لَا" ۾ داخل آهي ۽ "لَا" کي "لَا" ڪري ڇڏڻ گهرجي. "لا" جي تڪرار ۾ مشغول ٿيڻ گهرجي ۽ بيان العارفين ۾ آيو آهي تہ ڪنهن شخص بزرگ کي ڏٺو تہ چپ ڪريو ويٺو آهي، ڳالهائي نٿو. ڪيس چيائين تہ هن جهان جي باري ۾ ڳالهائين ڇو نٿو؟ بزرگ چيو تہ هي سڄو جهان "عدم" آهي، "عدم" جي ڪهڙي ڳالهہ ڪريان. ڪلام ڪريم ۾ آهي: "فَفِرُّوْا اِلَي اللهِ" يعني غير کي ڇڏي الله ڏانهن ڊوڙو. حضرت يونس عَليٰ نَبِيِّنَا وعَلَيْهِ السَّلَامُ جو نقل مشهور آهي تہ جڏهن حضرت يونس عَلَيْهِ السَّلَامُ پنهنجي قوم مان مايوس ٿيو، سندس دين جي دعوت کي ماڻهن قبول ڪونہ ڪيو تڏهن الله جي حڪمن کان سواءِ شهر ڇڏي ويو. الله تعاليٰ عذاب کي ڪاري ڪڪر جي صورت ۾ موڪليو جنهن ۾ باهہ وچ وانگر چمڪي رهي هئي. ٻي روايت آهي تہ ڳاڙهي مٽيءَ جي صورت ۾ الله تعاليٰ عذاب موڪليو جيڪو سڄي شهر کي گهيري ويو. شهر وارا عذاب ڏسي بادشاهہ وٽ ڊانهن ڪٽي ويا. بادشاهہ

دانا هو، تنهن يونس عَلَيْه السّلامُ کي ڳولڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن حضرت يونس عليٰ نبينا وعَلَيْه السّلامُ نہ لڌو. تڏهن بادشاهہ چيو تہ جيڪڏهن يونس عَلَيْهِ السّلامُ نہ آهي تہ جنهن الله يونس عَلَيْه السّلامُ کي موڪليو تہ اسان کي دين جي دعوت ڏي، اهو زنده باقي آهي، انهيءَ تي ايمان آڻيو.شهر وارن سچي دل سان الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪيو ۽ عذاب دفع ٿيو. جيڪڏهن اسين بہ انهن وانگر پنهنجن ڪمن تي پشيمان ٿي الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪريون تہ اسان تان بہ ذلت دفع ٿي ويندي. حضرت يونس عَلَيْهِ السّلامُ جڏهن موٽي آيو ۽ شهر وارن کي عذاب کان محفوظ ڏٺائين تڏهن قوم وارن جي ڊپ جي ڪري الله تعاليٰ جي حڪم کان سواءِ شهر ڇڏي ڀڳو ۽ دريا جي ڪناري تي پهتو. ٻيڙي ۾ سوار ٿيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ ٻيڙي هلندي بيهي رهي. انهيءَ ٻيڙيءَ ۾ هڪڙو حساب ڄاڻڻ وارو هو. انهيءَ چيو تہ هن ٻيڙي ۾ هڪڙو مالڪ جي اجازت کان سواءِ ڀڳل ٻانهون سوار ٿيو آهي، انهيءَ کي درياءَ ۾ نہ اڇلائينداسون تہ ٻيڙي ڪونہ هلندي ۽ انهيءَ ٻيڙيءَ ۾ ٽي سو ماڻهو سوار هئا. انهيءَ ڀڳل ٻانهي جو پتو نہ پيو. حضرت يونس عَلَيْهِ السَّلَامُ کي الله تعاليٰ آگاه ڪيو. انهيءَ مهل پنهنجي ڪم تي پشيمان ٿيو. موٽي الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪيائين ۽ پنهنجي جسماني موت کي قبول ڪري اٿيو ۽ چيائين تہ اهو پنهنجي مالڪ جو نافرمان ٻانهون آئون آهيان. پوءِ انهيءَ وقت کيس درياءَ ۾ اڇلاياڻون ۽ ٻيڙي هلي رواني ٿي. پوءِ الله تعاليٰ حضرت يونس عَلَيْهِ السَّلَامُ کي مڇيءَ جي پيٽ ۾ بہ محفوظ رکيو ۽ وري کيس اها ساڳي عظمت، نبوت ۽ بلند شان عطا فرمايو. اسان کي بہ هن دنيا جي وسيلن ۽ نفساني خواهشن مان مايوسيءَ کان سواءِ ڪجهہ حاصل ڪونہ ٿيو آهي. هاڻي اسين بہ حضرت يونس عَلَيْهِ السَّلَامُ جي قوم وانگر خلق کي ڇڏي خالق ڏانهن رجوع ڪريون تہ هن عذابن کان ڇوٽڪارو حاصل ٿئي. جيئن تہ حديث قدسي ۾ آهي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ جيڪو مون ڏانهن هڪ هٿ وڌندو آهي، آئون انهيءَ ڏانهن بہ هٿ وڌندو آهيان،

جيڪو مون ڏانهن پہ هٽ وڌندو آهي آئون انهيءَ ڏانهن ڀُرهئي جيترو وڌندس ۽ جيڪو مون ڏانهن وکون کڻي ايندو آئون انهيءَ ڏانهن ڊوڙي ايندس ۽ جڏهن هو آيوتہ هي وئي. يعني الله سان تعلق قائم ٿيو تہ دنيا جون خواهشون ختم ٿي وينديون ۽ جنهن وقت هو آيو ۽ هي وئي ان وقت سڀ مقصد حاصل ٿي ويندا، سڀ مشڪل آسان ٿي وينديون.

ٻيو تہ عقل معاش جنهن کي اسين استعمال ڪندا آهيون، اهو ڪوريئڙي جي گهر وانگر آهي جنهن تي هيءَ آيت سڳوري ناطق آهي: مَثَلُ الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَوْلِيَآءَ كَمَثَلِ الْعَنْكَبُوْتِ اتَّخَذَتْ بَيْتًا وَاِنَّ اَوْهَنَ الْبُيُوْتِ لَبَيْتُ الْعَنْكَبُوْتِ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ. معنيٰ: انهن جو مثال جيڪي الله جي دشمنن کي دوست ٿا بنائين ڪوريئڙي جي گهر وانگر آهي ۽ بيشڪ ڪمزور گهر تہ ڪوريئڙي جو گهر ئي آهي جيڪڏهن اهي ڄاڻن ها.

اهو جيڪو ذڪر ٿيو، جيڪڏهن اسين انهيءَ تي اڪتفا نہ ڪنداسون تہ انهيءَ آيت سڳوريءَ جي وعيد ۾ داخل ٿينداسون.

جڏهن حضرت يوسف عَلٰي نَبِيِّنَاوَعَلَيْهِ السَّلَامُ جي ڀائرن کيس کوهہ ۾ ٿي اڇلايو تہ پاڻ انهن کي سوال ڪونہ ڪيائين ۽ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪيائين ۽ الله تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان مصر جي قافلي کان يوسف عليه السلام کي کوهہ مان ڪڍايو. صبح جو ڀائر کيس تڪليف ڏيڻ يا مارڻ جي لاءِ کوه تي آيا تہ ڏٺائون تہ قافلي وارن يوسف عَلَيْهِ السَّلَامُ کي کوهہ مان ڪڍي ورتو آهي. پوءِ کيس کوٽن ٽڪن جي عيوض قافلي واري کي وڪڻي ڏنائون ۽ کيس ڪنعان جي حدن مان ڪڍي مصر ڏانهن روانو ڪيائون. پوءِ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو ڪجهہ وقت جي تڪليف کان پوءِ يوسف عليه السلام مصر جو بادشاهہ بنجي ويو ۽ ڀائرن ماءُ پيءُ سميت يوسف عَلَيْهِ السَّلَامُ کي تعظيم جو سجدو ڪيو. بلڪ الله تعاليٰ سيني ڪنعان وارن کي يوسف عَلَيْهِ السَّلَامُ جو محتاج بنايو، جيئن تہ قرآن ڪريم ۾ آهي: رَفَعَ اَبَوَيْهِ عَلَى الْعَرْشِ وَخَرُّوْا لَهٗ سُجَّدًا وَقَالَ يَا اَبَتِ هٰذَا تَاْوِيْلُ رُؤْيَايَ مِنْ قَبْلُ قَدْ جَعَلَهَا رَبِّيْ حَقًّا.

معنيٰ: يوسف عَلَيْه السَّلام ماءُ پيءُ کي پاڻ سان گڏ تخت تي ويهاريو ۽ سيني کَيَس تعظيم جو سجدو ڪيو ۽ يوسف عَلَيْهِ السَّلَامُ چيو تہ بابا! هي منهنجي خواب جو تعبير آهي جيڪو خواب مون اڳي ڏٺو هو تنهن کي الله تعاليٰ سچو ڪيو ۽ جڏهن تہ حضرت يوسف عَلَيٰ نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِ السَّلَامُ سيني تڪليفن ۽ مصيبتن ۾ رجوع رڳو هڪڙي الله تعاليٰ ڏانهن رکيو ۽ ڪنهن بہ طرح ڪنهن ٻي ڏانهن ڪونہ نهاريائين. الله تعاليٰ حضرت يعقوب عَلَيْهِ السَّلَامُ کان باوجود نبي ۽ پيءُ هجڻ جي يوسف عَلَيْهِ السَّلَامُ کي سجدو ڪرايو. اهڙو عجيب واقعو ڪڏهن بہ پيش ڪونہ آيو. ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي شاه ڀٽائي رَحْمَةُ اللهِ تَعَاليٰ عَلَيْهِ:

(بيت)

ونيو وڃج وٽ، ڪنڌ نہ ڦيرج ڪيڏهين،
لوڻين ڦير لياٽ، لڱنديءَ نہ تہ لطيف چوي.

فارسي بيت:

هرچہ جز حق بسوز و غارت کن
هرچہ جز دين ازو طهارت کن

ترجمون: حق کان سواءِ جو ڪجھ بہ آهي ساڙي ۽ ٻوڙي ڇڏ، دين کان سواءِ جو ڪجھ بہ آهي تنهن کان پاڪ ٿي وڃ.

سائين منهنجا! جيڪو بہ دُنْيَا وَمَا فِيْهَا کان لاڳاپا ٽوڙيندو، انهيءَ جو الله تعاليٰ سان تعلق قائم ٿي ويندو. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَحْمَةُ اللهِ تعاليٰ عَلَيْهِ جن کان ٻڌوهئم تہ هڪڙي ڏينهن اصحابن سڳورن رَضِيَ اللهُ تَعَاليٰ عنهم مان هڪڙي شخص حضور نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! مون لاءِ دعا ڪريو تہ خلق مون کان ڊڄي. پاڻ ڪريمن فرمايو تہ تون الله کان ڊڄ تہ سڀ خلق توکان ڊڄندي. وري عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ! مون لاءِ دعا ڪريو تہ خلق مون سان محبت ڪري. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ تون الله سان محبت ڪرتہ سڀي خلق توسان محبت ڪري. وري عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ! مون لاءِ دعا ڪريو تہ خلق منهنجو حڪم مڃي.

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ تون اللہ تعاليٰ جا حڪم مڃ تہ سڀ خلق تنھنجا حڪم مڃيندي.

ھي ھيترو مبالغو جيڪو تحرير ۾ ٿيو آھي، اھو پنھنجي بزرگي ظاھر ڪرڻ جي لاءِ نہ آھي. نہ ئي ڪنھن بغض ۽ دشمني جي ڪري. بلڪ ھن فقير ھن دنيا ۽ ھُن جھان ڪي سير و سلوڪ جي راہ ۾ جيئن ڏٺو تيئن عرض ڪيو آھي. ھن راہ ۾ آرام آھي ئي ڪونہ، ان ڪري اھو ئي عرض ڪيو ويو آھي. ھن دنيا ۾ ھن فقيرجي ابن ڏاڏن اھي حالات ڪڏھن بہ اکين سان ڪونہ ڏٺا، نہ ئي ڪنن سان ٻُڌا، نہ ئي انھن جي دلين ۾ اھڙو وھم گذريو ھوندو. اھي سڀ ھن فقير ڪي بغير آرزو جي عطا فرمايا ويا. اِھا اُھا نعمت عظميٰ آھي جنھن جو ذڪر مٿي بيان ٿيو ۽ شيرين ھو تنھن ڪري تڪرار سان بيان ٿيو آھي ۽ دنيا جنھن تي اللہ جو غضب آھي، دنيا جون نعمتون فخر ڪرڻ جي لائق نہ آھن پر اَمَّا بِنِعْمَتِکَ رَبِّکَ فَحَدِّثْ. معنيٰ: پنھنجي رب جي نعمتن جو بيان ڪر جي مناسبت سان اظھار ۾ آيون. وَالسَّلَامُ آخِرُ الْکَلَامِ ۽ ادب. جيڪڏھن لکت ۾ ڪا بي ادبي ۽ گستاخي ھجي تہ اللہ تبارڪ وتعاليٰ جي واسطي معاف ڪرڻ فرمائيندا.

# مڪتوب ارڙھون

ميان محمد ھاشم ميرپور واري ڏانھن جنھن پرپٺ ڪي ناجائز ڳالھيون پنھنجي بي بنياد خيالن جي آڌار تي ظاھر ڪيون ھيون. انھن غلط ڳالھين جو جواب ۽ ڪجھہ وعظ ۽ نصيحت ۽ ڪوڙ ۽ بدگماني جي مذمت جي سلسلي ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، معدن لطف و احسان، دوست مھربان، ميان محمد ھاشم رب پاڪ کيس سلامت رکي. خيريت جي دعائن کان پوءِ واضح ھجي تہ اوھان جيڪو خط وڏي ڪاوڙ ۽ ناراضگيءَ سان فيروز فقير نظاماڻي کي لکيو ھو، اھو خط بجنسہٖ دعاگو جي نظر مان گذريو. ان ۾ لکيل ھو تہ اوھان درخواست عرض ڪري ڪاسن ۾ تخفيف

ڪرائي ۽ باغ جي لاءِ بہ سرڪار ڪان معافيءَ جو پروانو وٺي خليفي جي نالي ڪرايو آهي.

پيارا! ڪاسن واري ڳالهہ هن طرح آهي تہ افسر مرحوم شيخ عبدالله جيڪو هر ڪنهن رئيس ۽ زميندار جنهن نئين زمين ٺاهي ۽ پل ٺاهي پاڻي واريو تہ فصل لٿي چار ڪاسا ساريون يا جوار يا ٻاجهر آبادگارن ڪان ڏل طور وصول ڪندو هو.

هن وقت مرحوم قبلہ گاهہ مڪان ڪان ڪوڏر جي ذريعي نئون ڪڙيو ٺاهيو ۽ پنهنجي ۽ آباد ڪئي. چار پنج هزار وکون پڪي زمين ڪوٽي ڪلر ۽ ڏڙن واري زمين هموار ڪري آباديءَ جي لائق بنائي. زمين سخت ۽ ڪاٺي ڏکي هجڻ جي ڪري هر ڪنهن ماڻهوءَ انهيءَ پنهيءَ ڪان لهرايو ٿي ۽ ويجهو ئي ڪونہ ٿي آيو. مرحوم شيخ عبدالله پروانو لکي پنهنجي مهر سان ٽيهن ڪاسن تي ٽي ڪاسا سرڪاري ڏل مقرر ڪري ڏني. اهڙي طرح ڪامورا قبلہ گاهہ جي حياتيءَ ۾ اها ئي ڏل تي ڪاسا وصول ڪندا هئا ۽ پروانو بہ قبلہ گاهہ کي لکي ڏنو هئائون. ان ڪان پوءِ هاڻي سرڪار جا ڪامورا آباد ۽ غير آباد سڀ لکي مقرر شرح سان ڏل ميان محمد عليءَ ڪان وصول ڪن ٿا. پيارا! شفقتون، عنايتون ۽ مهربانيون سرڪار جون تہ هن فقير تي اهي ئي آهن، جيڪي اوهان پنهنجي خط ۾ لکيون آهن ۽ شفقتون، عنايتون ۽ مهربانيون بي شمار الله تعاليٰ جون هن فقير تي واقعي بي حد ۽ بي حساب آهن، جيڪو هر روز ۽ هر شب غيب جي خزاني مان روزي موڪلي ٿو ۽ تورو بہ نٿو رکي.

پيارا! ڪاسن جي شرح ۽ معافي جو پروانو جيڪو باغ جي باري ۾ آهي سو موڪلجي ٿو. اهو ساڳيو بجنسہ باغ جي معافي وارو پروانو آهي. خط اٽيندڙ حضور ۾ پيش ڪندو. هن فقير بہ پاءَ جي هٿان سرڪار جي امانت سرڪار کي پهچائي ڇڏي. پني ۽ باغ جو خرچ جيڪو فقيرن ڪيو هو اهو بہ سرڪار کي نذر ڪيو ويو. "اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ عَلٰى ذٰلِكَ."

خط ۾ لکيل هو تہ اوهان جي همدردي ۽ خيرخواهي معلوم ٿي. پيارا! فقيرن جي همدردي ۽ خيرخواهي دعاءِ خير ئي

آهي، جنهن سان ٻئي جهان موچارا ٿين ٿا. اها ڳالهہ اوهان کي نظر نٿي اچي. همدردي ۽ خيرخواهي اها نہ آهي تہ فقير زميندارن وانگر قسم ڪٽي پرايون زمينون اوهان کي ڏيارين. اهو شيوو فقيرن جو ڪڏهن بہ نہ رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ فقيرن جي خير خواهي ۽ همدردي دنيا وارن جي اندي اک نٿي ڏسي سگهي. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: لَهُمْ قُلُوْبٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ اَعْيُنٌ لَّا يُبْصِرُوْنَ بِهَا. معنيٰ انهن کي دليون آهن پر سمجهن نٿا ۽ انهن کي اکيون آهن پر ڏسن نٿا. جيئن تہ انهن جي نظر جي بصارت ۽ دل جي روشني دنيا جي محبت جي ڪري انهن جي سينن مان گم ٿي وئي آهي، حق ۽ ناحق ۾ فرق نٿا ڪري سگهن. انڪان سواءِ اوهان اهو بہ لکيو هو تہ دشمنن وانگر خصومت ۽ شرارت ۽ فتنو برپا ڪريو، سوال جواب ٿا ڪن. پيارا! فقيرن کي ڪنهن سان بہ شرارت نہ آهي نہ خصومت نڪو فتنو ڇاڪاڻ تہ مير علي مراد ۽ مير غلام شاه ۽ پاءُ ميان ٿالهي خان جي واجبات ۾ منهنجو ڪوبہ حصو ڪونہ آهي. فقيرن جو ڪنهن بہ دنيادار سان ڪوبہ حصو ڪونہ آهي جو شرارت ۽ خصومت ۽ فتنه انگيزي ڪن ۽ دشمن جيڪا تهمت فقيرن تي هڻن ٿا؛ اها خود انهن ڏانهن ئي موٽي ويندي آهي جو پنهنجي آئيني ۾ پاڻ کي ئي ڏسندا آهن. جيئن تہ حديث شريف ۾ آهي: اَلْمُؤْمِنُ مِرْاٰةُ الْمُؤْمِنِ. معنيٰ مومن، مومن جو آئينو آهي. پنهنجو پاڻ کي ڏسجي ٿو ۽ نسبت ۾ ڏانهن ڪجي ٿي. ڇاڪاڻ تہ هڪڙي حال کي ٻي طرح ٿو ڏسي. نقص پاڻ ۾ اٿس، ڏوهہ ٻين کي ٿو ڏي. مسلمان کي دشمن، خصومت وارو، شرير ۽ فتنتي ڇوڻ مسلمان کي نٿو جڳائي. اهي ڪم تہ ڪافرن جا آهن. جيئن تہ آيت سڳوري ۾ آهي تہ: عَدُوِّيْ وَعَدُوَّكُمْ. معنيٰ: منهنجا دشمن ۽ اوهان جا دشمن.

اي پيارا! دنيا وارن جو بہ عجب حال آهي جو دوستن ۽ طريقت جي پائرن کي دشمن ٿا سمجهن ۽ وري دشمنن کي دوست ٿا ڄاڻن. پيارا! طريقت وارن اهي ذڪر ڪيل الفاظ دنيا دارن جي لاءِ لکيا آهن. يحيٰ منيري رحمة الله عليه جي مڪتوبات ۽ بحر المعاني ۾ لکيل آهي:

بيت:

اهل دنيا چون سگ ديوانہ اند
از خدا دور اند بس بيگانہ اند

ترجمون: دنيا وارا چتي ڪتي وانگر آهن. خدا کان پري آهن بس ڌاريا آهن.

جيڪي ماڻهو ٻڪايل ڪتي وانگر دنيادارن جي در تي مانيءَ جي ٽڪر ۽ هڏي جا منتظر ويٺا هوندا آهن، انهن تي هيءَ حديث ناطق آهي: اَلدُّنْيَا جِيْفَةٌ وَّطَالِبُهَا كِلَابٌ. معنيٰ دنيا ڍونڍ آهي ۽ دنيا جا طالب ڪتا آهن. ان کان سواءِ دشمني، شرارت ۽ فتنه انگيزي جا الفاظ الله وارن جي جماعت جي لاءِ لکڻ، جيڪڏهن اهي دل جي جاسوسي جي ڪري يا قلب جي بصارت جي ڪري لکيا ويا آهن يا متي جي اکين سان ڏٺا ويا آهن تہ ڳالهہ سچي آهي. يا پنهنجو گمان آهي تہ ظَنُّ الْمُؤْمِنِيْنَ خَيْرًا. معنيٰ: مومن ۾ چڱو گمان ڪريو تي عمل ڪرڻ گهرجي ۽ ٻين جي باري ۾ چڱو گمان ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي نفس ۽ پنهنجي گمان کي غلط سمجهڻ گهرجي. جيڪڏهن اوهان ٻين ماڻهن کان ٻڌل ڳالهيون ڪري رهيا آهيو، جن جي سچ ۽ ڪوڙ جي اوهان کي خبر نہ آهي تہ اهو بہ ڪوڙ آهي ۽ اَلْكِذْبُ اَشَدُّ مِنَ الزِّنَا. معنيٰ: ڪوڙ زنا کان وڏو گناهہ آهي.

پيارا! هڪڙي ڏينهن اسان جي مرشد حضرت پير سائين روضيڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن فرمايو تہ هڪڙو ڪوڙ ڪرڻ سان مسلمان کان ايمان جدا ٿي ويندو آهي، نَجَّانَا اللّٰهُ تَعَالٰى. الله تعاليٰ اوهان کي، اسان کي ۽ سڀني مسلمانن کي پناهہ ڏي ۽ پڻ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ دنيادارن جي عبادت، روزو، نماز، حج ۽ زڪوات ۽ سڀ صدقا ۽ خيرات دنيا جي لاءِ هوندا، الله جي لاءِ نہ هوندا آهن. سڀ عبادتون ڪري دعا دنيا جي لاءِ گهرندا آهن. انهيءَ جو مثال ائين آهي تہ ڄڻ قرآن پاڪ پير هيٺ رکي شراب جي بوتل ڇت تان لاهجي. انهن جو احوال هن طرح آهي:

بيت:

حال دنيا سربسر پر سيدم از فرزانہ
گفت يا خواب است يا بادي است يا افسانہ
باز گفتم حال آنڪس گو ڪہ دل دروي بہ بست
گفت يا غولي است ديويست يا ديوانہ

ترجمون: دنيا جي حال جي حقيقت داناءَ ڪان پڇيم. چيائين خواب آهي، واءُ آهي يا افسانو. وري پڇيم جنهن دنيا سان دل لڳائي ان جو حال، چيائين جن آهي ڀوت آهي يا چريو آهي.

پيارا! اهي ڏينهن ياد ڪريو جڏهن اسان جي مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰہُ تَعَالىٰ عَنهُ جن جي خدمت ۾ حاضر هوندا هئاسين. ماءُ پيءُ ۽ ڪم ڪار ڪي ڇڏي سالن جا سال حال ۽ ڪمال جي جستجو ۾ پٽڪندا هئاسين. اهو صحبت جو اثر هو ۽ هاڻي هي حال آهي جو هم جماعت پاڻ هجڻ جو حق وساري گهٽ وڌ لکو ٿا. اهو بہ ڪنهن صحبت جو اثر هوندو جو ڪنهن بزرگ چيو آهي:

صحبت صالح ترا صالح کند - صحبت طالع ترا طالع کند

ترجمون: صالح جي صحبت توکي صالح ڪندي، بدبخت جي صحبت توکي بدبخت ڪندي.

اوهان پاڻ ڏانهن هي هيترو ڪجهہ لکڻ خير خواهي ۽ دوستيءَ جي ڪري آهي. ڇاڪاڻ تہ اوهان سان نسبت حقيقي حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعالىٰ عنه جي نسبت سان آهي، جيڪا نسبت دنيا ۽ آخرت ۾ ڪڏهن بہ ڪونہ ٽٽندي. جو ڪجهہ هن خط ۾ اعتدال کان وڌيڪ لکيو ويو هجي سو معاف ڪندا جو هي فقير فارسي بالڪل ڪونہ پڙهيو آهي ۽ لفظن جون معنائون چڱي طرح ڪونہ ڄاڻي. زياده خيريت وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ.

# مڪتوب اوڻيهون

ميان الهداد ۽ احمد خان ۽ غلام علي نظاماڻي فقيرن ٽنده قيصر وارن ڏانهن صلاح مصلحت جي باري ۾ تہ انگريزن

سان جنگ ڪرڻ وڃون يا نہ وڃون؟ انهن جي جواب ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، دوست خدا پرستان، محبت حق يزدان، مخلص خدا خواهان، طالب طريق عرفان، شارب رحيق ايقان، محبي ام ميان الهداد و احمد خان و غلام علي وغيره جماعت فقرا رب پاڪ ڪين سلامت رکي، سلام خيريت انجام ڪان پوءِ واضح هجي تہ:

اوهان جو خط مبارڪ وقت ۾ پهتو، حقيقت معلوم ٿي. اوهان انگريزن سان جنگ جي باري ۾ صلاح پڇي آهي. منهنجا پيارا! ڪتن ڍونڍ تي هل ڪيو آهي. دعاگو جي طرفان صلاح جي لاءِ هي مصرع عرض آهي:

مصرع:

باسگان بگذار اين مردار را

ترجمون: انهيءَ مردار کي ڪتن جي لاءِ ڇڏي ڏي.

جيڪو ڪتو ڏاڍو هوندو سو ٻين ڪتن کي ڍونڍ تي ڪونہ ڇڏيندو. ٻيو مثال تہ مير ميان علي مراد پنهنجن ڀائرن ۽ ڀائٽين سان ڇا ڪيو آهي؟ ڪميڻي دنيا جي خباثت اها ئي ڪافي آهي. ڪميڻي دنيا خدا ۽ خدا جي رسول ﷺ جي ڏمر هيٺ آهي. دنيا جا عاشق هن دنيا ۾ ئي خوار، خراب ۽ حيران پريشان هوندا آهن. سياڻي آخرت ۾ انهن کي ڇا حاصل ٿيندو؟ انهيءَ سبب جي ڪري ئي نبي ڪريم ﷺ دنيا ۽ دنيا جي طالبن تي لعنت وڌي آهي. لُعِنَ عَبۡدُ الدِّيۡنَارِ وَلُعِنَ عَبۡدُ الدِّرَاهِمِ. معنيٰ دنيا جو ٻانهو لعنتي آهي، ڏوڪڙن جو ٻانهو لعنتي آهي. انهيءَ مناسبت سان ڪنهن بزرگ ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

سگ دون همت استخوان جويد - بچہ شير مغز جان جويد

ترجمون: ڪتو ڪميڻو هڏي جو هيراڪ آهي. شينهن جو ٻچو مغز جي چربي ڪائيندو آهي.

انهيءَ بيت تي هيءَ حديث شريف ناطق آهي: اَلدُّنۡيَا جِيۡفَةٌ وَطَالِبُهَا كِلَابٌ. معنيٰ: دنيا ڍونڍ آهي ۽ دنيا جا طالب ڪتا آهن. انهن ڪتن ڪان پاسو ڪرڻ گهرجي. اهي پنهنجي خيال ۾

سمجهن نا تہ انگريزن سان جنگ خدا ڪارڻ وڙهي رهيا آهن، پر حقيقت ائين نہ آهي. انهن جي جنگ پنهنجي غرضن ۽ نفس جي خواهشن جي ڊوڙ جي لاءِ آهي. جيڪڏهن انهن جي جنگ خدا ڪارڻ هجي ها تہ پهرين انگريزن کي دعوتون ڏئي ڪونہ گهرائين ها. انهيءَ مناسبت سان اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي اللہ تعاليٰ عنہ جن فرمائيندا هئا تہ ڪنهن جاءِ نماز تي ماڻهو هڪڙي وڻ جي پوڄا ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن علائقي جو عالم ڪهاڙو کڻي انهيءَ وڻ کي وڍڻ لاءِ روانو ٿيو. واٽ ۾ شيطان ماڻهوءَ جي صورت بنائي انهيءَ عالم جي اڳيان آيو تہ ڪيڏانهن ٿا وڃين؟ عالم چيو تہ وڃان ٿو وڻ کي وڍڻ جو ماڻهو وڻ جي پوڄا ڪري گمراهہ ٿي رهيا آهن. شيطان چيو تہ وڻ وڍڻ مان توکي ڇا حاصل ٿيندو ۽ ماڻهو گمراهہ ٿا ٿين تنهن ۾ تنهنجو ڇا؟ عالم چيو آئون انهيءَ وڻ کي ڪونہ ڇڏيندس. عالم وڻ ڏانهن وڌندو رهيو ۽ شيطان کيس روڪيندو رهيو. عالم اللہ جي رضا خاطر شيطان سان ٻکين پئجي ويو ۽ پٽ تي ڪيرايائين ۽ کيس مارڻ جو ارادو ڪيائين ۽ ڪهاڙو سندس ڪنڌ تي رکيائين. شيطان وڏي مڪر ۽ فريب سان عالم کي چيو تہ مون کي مارڻ ۽ وڻ کي وڍڻ مان توکي ڇا ملندو؟ جيڪڏهن مون کي ۽ وڻ کي ڇڏين تہ آئون توکي هڪڙو وظيفو ٻڌايان. اهو پڙهندين تہ هر روز توکي هيترا هيترا پئسا مصلي هيٺان ملندا. عالم شيطان ۽ وڻ کي ڇڏي گهر موٽي آيو ۽ وظيفو پڙهڻ شروع ڪيائين. ٽي چار ڏينهن شيطان پئسا مصلي هيٺ آڻي رکندو هو ۽ عالم مصلي هيٺان پئسا کڻي خوش ٿيندو هو. پوءِ پئسا ملڻ بند ٿي ويا. عالم کي پئسا ملڻ بند ٿيا تہ وري ڪهاڙو ڪلهي تي رکي وڻ کي وڍڻ جي لاءِ روانو ٿيو. شيطان وري بہ کيس واٽ ۾ مليو ۽ پڇيائين ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ چيائين وڃان ٿو وڻ کي وڍڻ. شيطان چيو واپس موٽي وڃ نہ تہ انهيءَ ڪهاڙي سان تنهنجو سر وڍجي ويندو ڇاڪاڻ تہ پهرين تو خدا ڪارڻ ٿي وڻ کي وڍيو، هاڻي لالچ ۾ ٿو وڃين. مطلب تہ پيارا! فقير تہ اسلام جي لاءِ جنگ لڙندا آهن ۽ اها جنگ اسلام جي جنگ نہ آهي ڇاڪاڻ تہ بلوچ جاگيرن جي

لالچ ۽ پيٽ پرڻ جي لاءِ ملڪ جي حڪومت هٿ ڪرڻ لاءِ مري رهيا آهن. پڙهي ڏسو تہ مڪتوبات يحيٰ منيري رحمة الله عليه ۾ لکيل آهي تہ اڄ ڪلهہ هزارن مان هڪڙو بہ سچو مسلمان نٿو ملي. سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين کي چوندا.

# مڪتوب ويهون

## مولوي حافظ شرف الدين جهنگ سيال واري ڏانهن

هن باري ۾ تہ پنهنجي خط ۾ لکيو هئائين تہ دل چاهي ٿي تہ انهيءَ غوث الثقلين جي خدمت ۾ حاضر ٿي زيارت جو شرف حاصل ڪري فيض پرائجي پر هڪڙي پيرسني، ٻيو پنڌ پري، ٽيون پٽن جي تعليم جو مسئلو. اهي رڪاوٽون آهن جو نٿو پهچي سگهجي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِيۡ هَدَانَا لِهٰذَا وَمَا كُنَّا لِنَهۡتَدِيَ لَوۡلَآ اَنۡ هَدَانَا اللّٰهُ لَقَدۡ جَآءَتۡ رُسُلُ رَبِّنَا بِالۡحَقِّ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰي رَسُوۡلِهٖ وَعَلٰي اٰلِهٖ وَصَحۡبِهِ الۡكِرَامِ.

اَمَّا بَعۡدُ! اَلسَّلَامُ عَلَيۡكُمۡ وَرَحۡمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ جو تحفو هن فقير حقير جي طرفان زبدة العلماءِ والفضلاءِ حافظ شرف الدين جي خدمت ۾ قبول پوي. اوهان جو مراسلو مسرت آگين ۽ شوقنامو بهجت آئين بمضامين رنگين ومعاني نمڪين باعز و تمڪين در آوان خوشترين مخلق بالاخلاق المحسن خليفہ محمد روشن جي هٿان مليو، جنهن جا دلڪش مضامين ياد الاهي جي شوق ۽ ذوق جي باري ۾ هئا. تن دل کي نور ۽ سيني کي سرور بخشيو. اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ جو باغبان حقيقي پنهنجي دائمي عنايتن، محبت جو تخم ۽ طلب جو شوق اوهان جي صاف سيني جي گلشن ۾ پوکيو آهي ۽ يُؤۡمِنُوۡنَ بِالۡغَيۡبِ. معنيٰ: غيب تي ايمان آڻين ٿا جي پاڻي سان ان جي آبياري بہ فرمائي آهي ۽ عقيدت جون مکڙيون ۽ ارادت جا گل ٽڙي پيا آهن جن جي مشڪ جهڙي خوشبو باد نسيم سان گهلي دوستن جي دماغ کي معطر ڪري ڇڏيو آهي اوهان جي عالي فطرت محبت ۽ قرب جي ڪمال دل کي اهڙو

قابو ڪيو جو گويا ”مون کي يمن جي طرفان خوشگوار خوشبوءِ محسوس ٿي رهي آهي.“ وانگر فرحت بخش آهي. تحقيق پري پنڌ هجڻ جي حجاب ۽ قرب ۽ حضور جا رابطا مرفوع ۽ مرتفع ٿي ويا آهن جو يمن ۾ آهين تہ ڄڻ مون وٽ آهين ۽ مون وٽ آهين تہ ڄڻ يمن ۾ آهين واري صورتحال واقع ٿي وئي.

اوهان لکيو آهي تہ انهيءَ غوث الثقلين جي سهڻين عادتن جي اهڙي ڪشش آهي جو دل چوي ٿي تہ پڪي ٿي اڏامي خدمت شريف ۾ پهچان ۽ فيض حاصل ڪريان پر هڪڙي پيرسني ٻيو پنڌ پري، ٽيون پنڻ جي تعليم جو مسئلو. اهي رڪاوٽون آهن جو نٿو پهچي سگهان. پيارا! مشفق مهربان آهي ٿي ئي ڳالهيون طلب جي شرطن مان نہ آهن. بي بي زليخا رضي الله تعاليٰ عنها جي همت کي ڏسو تہ ڇا جواني ۽ ڇا پيري هر حال ۾ عشق ۽ محبت جي شرطن تي پوري هئي. مولانا جامي رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

بہ پيري و جواني نيست چون عشق
دمد برمن دمادم اين فسون عشق
کہ جامي چون شدي در عاشقي پير
سبک روحي بکن در عاشقي مير

ترجمون: پيري ۽ جواني ۾ عشق جهڙي ڪا شيءِ نہ آهي. مون تي دم بدم عشق جادو ڦوڪي رهيو آهي. جامي جيڪڏهن عشق ۾ پوڙهو ٿي ويو آهين تہ روح کي هلڪو ڪر ۽ عشق ۾ مري وڃ.

سيد عبدالڪريم سنڌي بلڙي وارو جيڪو سنڌ جي وڏن بزرگن مان هو، طبيعت سليم هئس ۽ بارگاهہ الاهيءَ ۾ مقبول هو. سندس ملفوظات بيان العارفين ۾ آهي تہ هڪڙو پوڙهو شخص تمام ضعيف ۽ ڪمزور الله جل جلالہ' جي طلب جي لاءِ ڪنهن پير صاحب وٽ آيو. پير صاحب کيس چيو تہ جواني جو وقت وڃائي هن ڪمزوري جي حال ۾ آيو آهين. هاڻي الله جل جلالہٗ جي طلب ۾ ڪهڙي محنت ڪري سگهندين؟ اهو شخص ويچارو نا اميد ٿي هليو ويو. اتفاق سان سندس گذر هڪڙي جبل

مان ٿيو. ڏنائين تہ جبل ۾ ماکوڙيون قطار ڪري هلي رهيون آهن ۽ جبل تي ماکوڙين جي هلڻ سان گس جو نشان ٺهي ويو آهي. انهيءَ ضعيف شخص سوچيو تہ ماکوڙين کان وڌيڪ ڪمزور نہ ٿيڻ گهرجي، جن جبل ۾ واٽ ٺاهي ڇڏي آهي. پوءِ همت جو سندرو ٻڌي الله جل جلالہٗ جي طلب ۾ ايڏي محنت ڪيائين جو ڪامل بزرگن جي صف ۾ شامل ٿي ويو.

پنڌ جو بُعد ۽ قُرب ظاهري طرح هوندو هي. باطني طرح پنڌجي بُعد ۽ قُرب جي ڪا اهميت نہ هوندي آهي. معنوي لحاظ سان محبت ۽ قرب ۽ دوستي جي صورت عين معنيٰ آهي ۽ بُعد عين قُرب آهي جو هيءَ واٽ دلين جي دلين سان رابطي جي آهي.

مصرع:

کہ دلها را بدلها راه باشد

ترجمون: جو دلين جو دلين سان رابطو هوندو آهي.

حديث شريف ۾ آهي تہ هڪڙو اعرابي پري پنڌ کان وڏو سفر ڪري حضور نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. زيارت جو شرف حاصل ڪيائين ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ! اوهان تي صلواتون ۽ سلام هجن. منهنجي دل ۾ اوهان جي زيارت ڪرڻ، اوهان جا هٿ مبارڪ چمڻ، اوهان جا قدم چمڻ ۽ فيض حاصل ڪرڻ جو شوق حد ۽ حساب کان ٻاهر هو. سرور ڪائنات ﷺ جن جواب ۾ انهيءَ اعرابيءَ کي فرمايو تہ اسان جي دل ۾ بہ تنهنجي محبت تمام گهڻي هئي.

انهيءَ وقت ٻيو اعرابي جيڪو بہ پري پنڌ کان وڏو سفر ڪري آيو هو، تنهن بہ ساڳيو ئي عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! مون کي بہ اوهان جي زيارت جو ڏاڍو شوق هو. پاڻ ڪريمن ﷺ جن انهيءَ ٻي اعرابيءَ کي جواب ۾ فرمايو تہ نہ ائين نٿو ٿي سگهي جو اسان جي دل ۾ تنهنجي محبت نہ هئي تہ تنهنجي دل ۾ اسان جي محبت ڪيئن هوندي.

وري پهرين اعرابيءَ عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! سڀاڻي آخرت واري جهان ۾ اوهان مقامِ محمود ۾ هوندا. اتي هي مسڪين اوهان جي زيارت ڪيئن ڪندو؟ جواب ۾ نبي

ڪريم ﷺ جن فرمايو: اَلْمَرْءُ مَعَ مَنْ اَحَبَّ. معنيٰ: ماڻهو انهيءَ سان گڏ هوندو جنهن سان محبت ڪئي هوندائين

منهنجا سائين! محبت ۾ پنڌ شرط نہ آهي بلڪ دوري بہ حضوري آهي ۽ يمن ۾ آهين تہ بہ مون وٽ آهين واري صورتحال آهي ۽ حضور ۾ ظاهري ملاقات ۽ فراق ۾ معنوي ميلاپ هوندو آهي.

(بيت)

اگر هوشمندي بمعنيٰ گرائي
ڪہ معنيٰ بماند نہ صورت بجائي

ترجمون: جيڪڏهن دانا آهين تہ معنيٰ کي وٺ جو معنيٰ باقي رهندي، ظاهري صورت نہ رهندي.

پيارا! دوستي ۽ محبت مجنون کان سکڻ گهرجي جو ليليٰ جي محبت ۾ ليليٰ ٿي ويو ۽ مجنون ۽ مجنون جو نالووچ مان نڪري ويو.

(بيت)

مجنون عشق راد گرامروز حالت است
ڪہ اسلام دين ليليٰ ديگر ضلالت است

ترجمون: اڄ عشق جي مجنون جي ٻي حالت آهي تہ اسلام ليليٰ جو دين آهي ٻي سڀ گمراهي آهي.

هيو سرمد جنهن ابي چند جي محبت ۾ پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيو هو. سرمد کان پڇيائون تہ تنهنجو خدا ڪهڙو آهي؟ چيائين خبر نہ آهي، ابي چند آهي يا ابي چند کان سواءِ ڪو ٻيو آهي.

(بيت)

خدايت کيست اي سرمد درين دير
نميدانم ابي چند است يا غير

ترجمون: اي سرمد! هن دنيا ۾ تنهنجو خدا ڪهڙو آهي؟ سرمد چيو خبر نہ آهي تہ ابي چند آهي يا ڪو ٻيو.

تدريس ۽ تعليم عقل جا اولا آهن. عشق جي باهہ جڏهن جيئون ڪندي آهي تہ سڙي ويندا آهن. اَلْعِشْقُ نَارٌ يَحْرِقُ مَا سِوَي الْمَحْبُوْبِ. معنيٰ عشق باهہ آهي محبوب کان سواءِ ٻيو سڀ

ڪجهہ ساڙي ڇڏيندو آهي.

(بيت)

عشق آن شعلہ است کاندر جان فروخت
هرچہ جز معشوق باقي جملہ سوخت

ترجمون: عشق اهو ٽانڊو آهي جو جڏهن ٻريو تہ محبوب کان سواءِ ٻي هرڪا شيءِ ساڙي ڇڏيندو آهي.

منهنجا عزيز! محي سنت، مجتهد ملت حضرت امام اعظم ابوحنيفہ رحمة الله عليه جن جڏهن آخر عمر کي پهتا تہ هي دلڪش قول چوڻ لڳا تہ: لَوْلَا السِّنَتَانِ لَهَلَکَ النُّعْمَانُ. معنيٰ: جيڪڏهن ٻہ سال نہ هجن ها تہ نعمان هلاڪ ٿي وڃي ها. ٻن سالن مان مراد اهي ٻہ سال جيڪي پاڻ پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ رهي الله جل جلالہ جي طلب ۾ مشغول رهيا هئا. پوءِ اسان جهڙن جي ڪهڙي مجال جو فضول ڳالهين کي وصول جو وسيلو سمجهون. الله بس باقي هوس. الله جي ياد وارا هميشہ شاد هوندا آهن ۽ دنيا ۽ آخرت جي خيال کان آزاد.

اوهان لکيو هو تہ سج جو نور سڄي جهان کي قريب ۽ بعد کي هڪ جهڙي روشني پهچائي ٿو. بيشڪ بيشڪ، برحق برحق آمَنَّا وَصَدَّقْنَا. پيارا! جڏهن ظاهري سج کي ايڏي وسعت حاصل آهي جو ان جي نورانيت پنڌ جا ويڇا ختم ڪريو ڇڏي، پوءِ حقيقي سج جيڪو مرشد ڪامل آهي سو وڌيڪ بهتر طريقي سان جهان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ فيض جو نور پهچائي سگهي ٿو. سندس لاٽن لاءِ قرب ۽ بعد جو فرق ختم ٿي ويندو آهي جو ان مقام تي صورت ۽ حقيقت ۽ ظليت ۽ اصليت مثالي بيان کان سواءِ نہ آهي ۽ ظاهري سج جي وجود جو مثال عڪس وانگر آهي. "ظِلُّ الظِّلَالِ" بلڪ "اِظْلَالُ الظِّلَالِ." اهو سج حقيقي هوندو آهي ۽ چنڊ جي نور وانگر سج کان اڌارو ورتل نور جون لاٽون ان جا پاڇولا پوءِ حقيقي سج جا جلوا سواءِ ڪنهن وجه، سبب ۽ علت جي هميشہ روشن رهندا آهن. ان جي شاهدي هيءَ حديث شريف آهي: اَنَا مِنْ نُوْرِ اللهِ وَ عَالَمٌ کُلُّهٗ مِنْ نُوْرِيْ. معنيٰ: آئون الله جي نور مان آهيان ۽ سڄو جهان منهنجي نور مان آهي.

واضح هجي ته ان جي وجود جي نور جي پالوٽ سڄي "عالم امر" ۽ "عالم خلق" کي تحت کان وٺي فوق تائين منور ڪري رهي آهي ۽ هي سڀ صورتون، ڪثرت جون جيڪي وجود ۾ آيون آهن، سي انهيءَ حقيقي سج جي نور جا ڪرڻا آهن ۽ اهي نه غروب ٿيندا نڪي گرهبا. بلڪ سدائين چمڪندا مظهرن کي روشن ڪندا رهندا. پوءِ مظهر جلالي هجن يا جمالي. ظاهري سج کان برعڪس جو انهيءَ کي گرهڻ به لڳندي آهي ۽ غروب به ٿيندو آهي ۽ هو يعني حقيقي سج هر دور ۽ هر زماني ۾ حقيقي لباس ۾ چمڪندو رهندو آهي. ان جي لاءِ جو اُهاءُ جنهن به دل تي پيو، اها دل روشن ٿي ويندي ۽ ان کي ٻنهين جهانن جي معرفت ۽ نورانيت حاصل ٿي ويندي ۽ عالم امر ۽ عالم خلق جو عارف بنجي ويندو ۽ انهن جي ابتدا ۽ ايجاد کي پروڙي ويندو پر اها ڳالهه ڏسڻ ۽ ٻڌڻ سان تعلق رکي ٿي ۽ چوڻ ۽ ٻڌڻ سان نه جو هتي ڳالهه اسرار حقيقت جي آهي، جيڪا هن صورت جي لباس کان آزاد آهي. منهنجا عزيز! اها ڳالهه هر ڪنهن جي فهم ۾ نٿي اچي سگهي. اها ڳالهه اهو ئي سمجهي سگهندو، جنهن کي پير ڪامل جي رابطي جو شرف حاصل هوندو.

(بيت)

پير ره ڪبريت احمر آمده
سينئه او بحر اخضر آمده
گر ترا پير اينچنين آيد پديد
قفل در دست را ڪليد آيد پديد

ترجمون: پير مرشد اڪسير وانگر آهي. سندس سينو درياءَ وانگر آهي. جيڪڏهن توکي اهڙو پير ملي وڃي ته تالي جي چاٻي ملي وئي.

انهيءَ وسيلي کان سواءِ وصول حقيقي حاصل نه ٿيندو، جو اهو طريقت جو شرط آهي. جيئن ته قرآن ۾ آهي: وَابْتَغُوْٓا اِلَيْهِ الْوَسِيْلَةَ. معنيٰ ان ڏانهن وسيلو وٺو ۽ پڻ ڪتاب "جامع الجوامع" ۾ حديث شريف حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي: اَلشَّيْخُ فِي الْجَمَاعَةِ كَالنَّبِيِّ فِي الْاُمَّةِ. معنيٰ:

مرشد پنهنجي جماعت ۾ ائين هوندو آهي جيئن نبي پنهنجي امت ۾. مرشد سان لاڳاپو واجب بلڪ فرض آهي. پوءِ جيڪڏهن قرب ۽ دوستي جو رستو ۽ عقيدت ۽ ارادت جو طريقو آهي ته قرب ۽ بعد جي ڪا بہ اهميت نہ آهي، هر انتظار لعلجي پٽر جي انتظار جيترو گهرجي. جيڪا سچ جي ڪرڻ ڪي جذب ڪري پنهنجي قيمت وڌائيندي آهي ورنہ ڪتي پٽر ۽ ڪتي سچ. اوهان ڪي گهرجي تہ پنهنجي دل پوريءَ طرح هن پاسي متوجه رکو ۽ ذڪر و فڪر ۾ مشغول رهو. ذڪر موليٰ سيني ڪان اوليٰ.

(بيت)

ذڪر ڪن ذڪر تاترا جان است

پاڪي دل ز ذڪر رحمان است

ترجمون: ذڪر ڪندو رهہ جيستائين جيئرو آهين. رحمان جي ذڪر سان دل پاڪ ٿيندي آهي.

ذڪر سان گڏ فڪر بہ ڪرڻ گهرجي جو ذڪر فڪر ڪان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. هن طرح هجڻ گهرجي تہ ذڪر تڪرار سان زبان تان دل تي پهچي ۽ دل تان روح تي ۽ روح تان سرّ تي ۽ سرّ تان خفي تي ۽ خفي تان اخفيٰ تي. بلڪ سڄي بدن ڪي چوٽيءَ ڪان وٺي ننهن تائين گهيري ۾ وٺي ڇڏي. پوءِ جڏهن ذڪر ڪي غلبو حاصل ٿي ويو تہ ذڪر سيني عضون جو ملڪو بنجي ويندو ۽ ننڊ ۽ سجاڳي ۾ برابر ذڪر جاري رهندو. غفلت ختم ٿي ويندي ۽ لطيفو "سُلطَانُ الاَذڪَارِ" ظهور ۾ ايندو. پوءِ هر ڪِنهن انسان ۽ حيوان، پٿر ۽ پتر، وڻ ۽ ٻوٽي مان هر طرح جي چرپر ۽ آواز مان جنهن ڪي ڪن ڏيندو سيني ڪي ذاڪر ڏسندو. پوءِ ذاڪر ڪي ڪپي تہ ذڪر ڏانهن مذڪور ڏانهن رجوع ڪري جو اتي ذڪر ۽ ذاڪر ۽ مذڪور ٽي ئي گڏجي هڪ ٿي ويندا آهن جو مقتدمين ۽ متاخرين عارفن رحمة الله تعاليٰ عليهم آيت سڳوري "فَاذڪُرُونِيُ اَذڪُرڪُمُ." معنيٰ: مون ڪي ياد ڪريو تہ اوهان ڪي آئون ياد ڪريان جو اهو ئي مفهوم بيان ڪيو آهي. جيڪڏهن ذڪر جو اهو درجو حاصل ٿي ويو تہ ذوق ۽ شوق از

خود وڏندو. پيارا! هتي قلم جو جوش وڌي ويو آهي پر ڪاغذ پوروتي ويو آهي تنهن ڪري هن اختصار تي اڪتفا ڪئي وئي جو: "اَلْقَلِيْلُ يَدُلُّ عَلَي الْكَثِيْرِ." ٿورو جيڪو گهڻن تي دلالت ڪري. "اَلْعَاقِلُ تَكْفِيْهِ الْاِشَارَةُ." دانا کي اشارو ئي ڪافي هوندو آهي. اوهان کي گهرجي تہ هي خط دل جي حضور ۽ پوري محبت سان پڙهو ۽ هر اکر تي پورو غور ۽ فڪر ڪريو تہ هر ڪنهن نڪتہ جي حقيقت واضح ٿئي. رَبَّنَآ اٰتِنَا مِنْ لَّدُنْكَ رَحْمَةً وَّهَيِّئْ لَنَا مِنْ اَمْرِنَا رَشَدًا. وَالسَّلَامُ عَلٰي مَنِ اتَّبَعَ الْهُدٰي وَالْتَزَمَ مُتَابَعَةَ الْمُصْطَفٰي صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ.

# مڪتوب ايڪيهون

مولوي ميان غلام محمد جهنگ سيال واري ڏانهن سندس خط جي جواب ۾ جنهن ۾ لکيو هئائين تہ نفس نافرمان جي قيد ۾ سرگردان ۽ فاسد ۽ اجاين خيالن جي ڪري پريشان آهيان ۽ عرض ڪيو هئائين تہ پنهنجي حق ۾ دعا ڪريو، جيڪي ڪُند ذهن آهن. لکيو ويو:

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ هَدَانَا لِهٰذَا وَمَا كُنَّا لِنَهْتَدِيَ لَوْلَا اَنْ هَدَانَا اللهُ لَقَدْ جَآءَتْ رُسُلُ رَبِّنَا بِالْحَقِّ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰي رَسُوْلِهٖ مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَسَلَّمَ. اوهان پيارن جو خط پهتو. شوق ملاقات جي اظهار ڪان پوءِ اوهان لکيو هو تہ بنده خواهشن ۽ نفس نافرمان جي قيد ۾ سرگردان ۽ فاسد ۽ اجاين خيالن جي ڪري پريشان آهي. پيارا! اهو مرض لا علاج آهي. حڪيم حاذق جيڪو دوا ۽ علاج ڪلي ۽ جزوي طرح ڄاڻندو هجي، اهو ئي ان جو علاج ڪري سگهي ٿو ۽ ٻيو علاج نفس جي نافرمانيءَ جو هي آهي تہ نفس جي مخالفت ڪجي يعني گهٽ کائجي، گهٽ ڳالهائجي، گهٽ ننڊ ڪجي، رات جو بيدار ۽ ڏينهن جو بيقرار رهڻ گهرجي. نفس جيڪا بہ آرزو ڪري انهيءَ جي مخالفت ڪجي، نفس کي مايوس ڪجي، هر وقت نفس جي مرضيءَ کان خلاف ڪجي. جيئن تہ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

(بيت)

گر ڪني يڪ آرزوئي خود تمام
از تو صد ابليس زايد والسلام
يڪقدم زد آدم اندر ذوق نفس
صدر جنت گشت اورا طوق نفس
نفس را ڪش تو دل را زنده ڪن
خواجہ گشتہ است اورا بنده ڪن
ترا ڪاين نفس ڪافر در ڪمين است
نہ آنجاره برد ڪانجا ڪہ دين است
ترا بانفس ڪافر ڪيش ڪاري است
بدام آرش ڪہ اين طرفہ شڪاري است

ترجمون: جيڪڏهن تون پنهنجي هڪڙي خواهش پوري ڪندين تہ تو منجهان سو شيطان پيدا ٿيندا. آدم هڪڙو قدم نفس جي خواهش مطابق ڪنيو تہ نفس ڳچيءَ جو ڳٽ بنجي ويو. نفس ڪي ماري دل ڪي زنده ڪر. مالڪ بنجي ويو آهي تنهن ڪي غلام بناءِ. نفس ڪافر تنهنجو گهٽ جهليو ويٺو آهي آهو توڪي ان واٽ تي ڪونہ وٺي ويندو جيڪا دين جي واٽ آهي. تنهنجو ڪم نفس ڪافر سان پيو آهي. انهيءَ ڪي ڦاساءِ جو اهو ڏکيو شڪار آهي.

متقدمين ۽ متاخرين اولياءَ الله رحمة الله عليهم جي جماعت هن قول تي متفق آهي تہ نفس ڪافر آهي، حق ڪان باغي آهي جيڪو اسلام ۾ هرگز نٿو داخل ٿئي ۽ انبياءَ ڪرام عَلَيۡهِمۡ السلام نفس ڪان عروج ڪري بلند ٿيا ۽ اولياءَ الله رَحۡمَةُ اللهِ عَلَيۡهِمۡ نفس ڪي نند ۾ ڇڏي ويا جنهن ڪي صوفين جي اصطلاح ۾ فناچئبو آهي ۽ نفس جي بيداري جي حالت ۾ ڪنهن ڪي حق جو وصال حاصل نہ ٿيو آهي. سلطان العارفين حضرت شيخ بايزيد بسطامي رحمة الله عليه، الله تعاليٰ ڪي خواب ۾ ڏٺو ۽ عرض ڪيائين تہ يا خدا! ”ڪَيۡفَ الطَّرِيۡقُ اِلَيۡڪَ؟“ معنيٰ يا خدا! تو تائين پهچڻ جو طريقو ڪهڙو آهي؟ جواب مليو تہ ”دَعۡ نَفۡسَڪَ وَتَعَالَ.“ معنيٰ: نفس ڪي ڇڏي هليو اچ.

پيارا! اسان جو نبي سڳورو ﷺ جيڪو سيني

"اُولُوا الْعَزْمِ اَنبِيَاءِ كِرَامِ عَلَيْهِمُ السَّلَامُ" جو سرتاج آهي، تنهن "اَسْلَمَ شَيْطَانِيْ عَلٰى يَدِيْ." معنيٰ: منهنجو شيطان منهنجي هٿ تي مسلمان ٿيو آهي فرمايو، "اَسْلَمَ نَفْسِيْ" معنيٰ "منهنجي نفس اسلام آندو آهي" نه فرمايو. نفس اها ارڙ بلا آهي جنهن جي هيٺين ڇاڙي تَحْتَ الثَّرىٰ کان هيٺ ۽ مٿين ڇاڙي آسمان کان مٿي آهي ۽ جوڪجهه به تَحْتَ الثَّرىٰ ۽ آسمان جي وچ ۾ آهي، تنهن کي هڪڙو گراهه ڪريو بيٺو آهي. نفس کي لَا جي تلوار کان سواءِ نٿو ماري سگهجي. ڪوبه شخص بيخوديءَ کان سواءِ نفس کان گوءِ نٿو کٽي سگهي ۽ پنهنجي خوديءَ کان ٻاهر نٿو نڪري سگهي.

(بيت)

خودي ڪفر است نفي خويش کن زود
که جز حق در حقيقت نيست موجود
باخودي ڪفر بيخودي دين است
هرچه گفتيم مغز آن اين است

ترجمون: خودي ڪفر آهي پنهنجي نفي ڪر جو حق کان سواءِ حقيقت ۾ ڪجهه به موجود نه آهي. خودي ڪفر ۽ بيخودي دين آهي. جوڪجهه به چيوسون ان جو مغز اهو ئي آهي.

جيئن ته مولانا رومي فرمائي ٿو:

(بيت)

چون ز خود رستي همه حق گشتئه
رفت ظلمت نور مطلق گشتئه

ترجمون: جڏهن پاڻ کان آزاد ٿي وئين ته حق بنجي وئين، اونداهي گم ٿي وئي ۽ تون نور مطلق ٿي وئين.

پاڻ کي ۽ هن جهان کي ۽ هُن جهان کي "لَا" هيٺ آڻڻ گهرجي. پيارا! اسلام جو ڪلمو "لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ" آهي ۽ ڪلمهٔ طيب جا ٽي حصا آهن. پهريون حصو لَآ اِلٰهَ، ٻيو حصو اِلَّا اللّٰهُ ۽ ٽيون حصو محمد رسول الله ﷺ آهي. سالڪ کي گهرجي ته لَآ اِلٰهَ جي حصي ۾ پاڻ کي ۽ سيني جهانن کي "لَا" هيٺ آڻي ڇڏي.

(بيت)

تا بجا روب لا نروبي راه - کي رسي در سرائي الاّ اللهُ

ترجمون: جيستائين "لاَ" جي ٻهاري سان راهہ صاف نہ کنديں تيستائين الاّ اللهُ جي مقام تائين ڪيئن پهچي سگهندين؟

منهنجا دوست! هي جوکجھہ بہ بيان ٿيو، تنهن جو تعبير تنهنجي وجود ۾ ئي موجود آهي. جيڪڏهن تون ننڊ ۾ هوندين تہ سڀئي ننڊ ۾ هوندا. جيڪڏهن تون سجاڳ آهين تہ سڀئي سجاڳ آهن. ٻيو مثال تہ سڄي خلق کان اول آدم عَلَيْهِ السَّلاَمُ آهي، ٻي سڀ موجودات سندس واسطي سان آهي ۽ حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلاَمُ جو ظهور سرور ڪائنات ﷺ جي واسطي سان آهي. جيئن تہ پاڻ ڪريمن فرمايو آهي: "كُنْتُ نَبِيًّا وَّآدَمُ بَيْنَ الْمَآءِ وَالطِّيْنِ." معنيٰ: آئون نبي هئس ۽ آدم اڃا پاڻيءَ ۽ مٽيءَ ۾ هو ۽ سرور ڪائنات ﷺ جن جيتوڻيڪ ظاهر ۾ پٽ آهي پر حقيقت ۾ پيءُ آهي ۽ پڻ حديث شريف ۾ نبي پاڪ ﷺ جن فرمايو آهي تہ: "اَنَا مِنْ نُوْرِ اللهِ وَعَالَمٌ كُلُّهٗ مِنْ نُّوْرِيْ." معنيٰ: آئون الله جي نور مان آهيان ۽ سڄو جهان منهنجي نور مان آهي، مان اها حقيقت ثابت ٿئي ٿي. پيارا! اها معنيٰ جيڪا بيان ٿي سا پاڻ ۾ فڪر ڪري ڏسڻ گهرجي تہ پاڻ مان بيخودي حاصل ٿئي. اهو ڳجهو راز سڄو اسرار آهي، جيڪو پاڻ وڃائڻ سان ئي توتي منڪشف ٿيندو. اسين ۽ اوهان آدم عليه السلام جا پٽ آهيون ۽ جيڪڏهن حقيقي پٽ آهيون تہ پوءِ بيشڪ پيءُ جا ڪمالات پاڻ ۾ ڏسنداسون ۽ اهي ڪمالات ڪهڙا آهن؟ اهي ئي تہ انهيءَ ذات پاڪ ذوالجلال جو مشاهدو اسان کي حاصل ٿئي. "مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا." معنيٰ: مرڻ کان اڳ ئي مري وڃو ۽ فنا ۽ بقا جي سڀ حقيقت معلوم ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن اسين آدم عَلَيْهِ السَّلاَمُ جا حقيقي پٽ نہ آهيون تہ انهيءَ وعيد جا مستحق ٿينداسون تہ "اُولٰٓئِكَ كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ." معنيٰ: اهي ڍورن جهڙا آهن بلڪ ڍورن کان بہ بدتر. اها سڄي آيت هن طرح آهي تہ: "وَلَهُمْ قُلُوْبٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ اَعْيُنٌ لَّا يُبْصِرُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ آذَانٌ لَّا يَسْمَعُوْنَ بِهَا

أُولٰئِکَ کَالْاَنْعَامِ بل هم اضل." معنيٰ: انهن جون دليون آهن پر سمجهن کونہ ٿا، انهن جون اکيون آهن پر ڏسن کونہ ٿا، انهن جا کن آهن پر ٻڌن کونہ ٿا. اهي ڍورن جهڙا آهن بلڪ ڍورن کان بہ بدتر.

(بيت)

پسر کو ندارد نشاني پدر - تو بيگانہ دانش مخوانش پسر

ترجمون: جيڪو پٽ پيءُ جي ڪابہ نشاني نہ رکندو هجي تنهن کي ڌاريو چئو، پٽ نہ چئو.

منهنجا دوست! جڏهن تو هي سڀ ڪجهہ ڄاتو ۽ سمجهيو تہ پاڻ ڪي پاڻ ۾ ڏٺئي. هستيءَ مان آزاد ٿي مست ٿي وئين، اُن وقت اِلاَّ اللهُ جو جمال پردي کان سواءِ توتي جلوو وجهندو ۽ تون بہ اهو ئي چوندين جيڪو منصور حلاج چيو هو تہ:

او من است ومن اويم - "اَنَا الحَق" چون نگويم چون نگويم

ترجمون: هو آئون آهيان ۽ آئون هو آهيان. اَنَا الحَقّ چو نہ چوان آئون چو نہ چوان.

انهيءَ نسبت سان ڪنهن بزرگ ڏاڍو سٺو چيو آهي:

(بيت)

باش مباش کمالات اين است بس
تو ز تو گم شو وصال اين است بس

ترجمون: هوندي بہ نہ هج ڪمال اهو ئي آهي. تون پاڻ کان گم ٿي وڃ وصال اهو ئي آهي.

(بيت)

تا توئي تو برنخيزد حق نباشد
چون توئي تو رفت همہ حق باشد
توئي تو چون رخت برگيرد
همہ تخت تو بخت برگيرد

ترجمون: جيستائين پاڻ کي ختم نہ ڪندين حق جو وصال نہ ٿيندو. جڏهن خودي ختم ٿي تڏهن حق جو وصال حاصل ٿيندو. جڏهن پنهنجو پاڻ کي ختم ڪندين تڏهن توکي تخت ۽ بخت حاصل ٿيندو.

پيارا! اهو جَمْعُ الْجَمْعِ جو مقام آهي جنهن ۾ فنا ڪان پوءِ سالڪ تي شطحيات جو غلبو ٿيندو آهي. جيئن سلطان العارفين حضرت شيخ بايزيد بسطامي رحمۃ الله عليه انهيءَ حال ۾ سُبْحَانِيْ مَا اَعْظَمُ شَانِيْ. معنيٰ: آئون پاڪ آهيان منهنجو ڪيڏو وڏو شان آهي، فرمايو. ٻي بزرگ فرمايو: "لَيْسَ فِيْ جُبَّتِيْ اِلاَّ اللهُ." معنيٰ منهنجي جبي ۾ الله ڪان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ آهي. اهڙا مثال تمام گهڻا آهن. گهڻن سالڪن انهيءَ مقام ۾ اهڙا الفاظ چيا آهن. گلشن راز وارو چوي ٿو:

(بيت)

اگر بت گر زبت آگاه بودي - ڪجا از دين خود گمراه بودي

ترجمون: جيڪڏهن بت ٺاهيندڙ بت ڪان آگاهہ هجي ها تہ پاڻ دين ڪان گمراهہ ڪيئن هجي ها؟

(بيت)

چشم بڪشا ڪہ جلوه دلدار - متجلي است از در و ديوار

ترجمون: اک کولي ڏس تہ دلدار جو جلوو در ۽ ديوار مان ظاهر ٿي رهيو آهي.

ڪُلِّ شَيْءٍ را محيط مي بينم - اينڪہ مي بينش نقش ونگار

ترجمون: سڀ ڪنهن شيءِ کي محيط ٿو ڏسان. هي نقش ۽ نگار جيڪي نظر اچي رهيا آهن.

شاهہ حسين فرمايو آهي:

(بيت)

ڪسي گويد ڪہ حق صورت نہ بندد
من اينڪہ ديده ام ذات مصور

ترجمون: ڪير ٿو چوي تہ حق صورت نہ وٺندو آهي. مون ذات پاڪ کي صورت ۾ ڏٺو آهي.

حافظ شيرازي فرمائي ٿو:

(بيت)

نديم ومطرب ساقي همہ اوست
خيال آب و گل در ره نباشد

ترجمون:وزير، مطرب ۽ ساقي سڀ اهو ئي آهي. پاڻي ۽ مٽي جو

خيال وچ ۾ نہ هجڻ کپي.

خواجہ مغربي فرمائي ٿو:

(بيت)

اي مغربي آن يار کہ بي نام نشان بود
از پرده برون آمد همہ نام و نشان شد

ترجمون: اي مغربي! جيڪو يار نالي ۽ نشان کان سواءِ هو، اهو پردي کان ٻاهر آيو ۽ سڀ نالو نشان ٿي ويو.

مولانا جامي رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

در و ديوار من آئينہ شد ازکثرت شوق
هر کجا مي نگرم روءِ ترامي بينم

ترجمون: منهنجا در ۽ ديوارون ڪثرت شوق جي ڪري آئينو بنجي ويا آهن. جنهن پاسي بہ نهاريان ٿو تنهنجو چهرو نظر اچي رهيو آهي.

حضرت شيخ ابوالحسن خرقاني رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو: ماڻهو پاڻ ۾ اختلاف ٿا ڪن تہ سياڻي آخرت ۾ الله کي ڏسندا يا نہ؟ ابوالحسن اچ چوي ٿو تہ:

هر کران آن آفتاب اينجا بتافت
آنچہ آنجا وعدند اينجا بيافت

ترجمون: جنهن تي اهو آفتاب هتي چمڪيو تنهن کي جيڪو آخرت ۾ وعدو مليو آهي سو هتي ئي حاصل ٿي ويندو.

بيان العارفين ۾ آهي تہ جڏهن شيخ محي الدين ابن عربي رحمۃ الله عليه هن دنيا مان هُن جهان ڏانهن لاڏاڻو ڪيو تڏهن ملائڪ منڪر نڪير آيا ۽ پڇيائون: مَنْ رَّبُّكَ وَمَنْ نَّبِيُّكَ وَمَادِيْنُكَ؟ معنيٰ: تنهنجو رب ڪجهڙو آهي، تنهنجو نبي ڪهڙو آهي ۽ تنهنجو دين ڪهڙو آهي؟ شيخ صاحب جواب ۾ چيو تہ: هُوَ حَقِيْقَةٌ سَارِيَةٌ فِيْ جَمِيْعِ الْمَوْجُوْدَاتِ. معنيٰ هوءَ حقيقت آهي جيڪا سڀني موجودات ۾ موجود آهي. ملائڪ سڀ ڳورا، جن ڳالهہ اسان جي ڏاڏي کي سجدو ڪيو هو انهيءَ رمز کي نہ سمجهي سگهيا ۽ موٽي الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ ويا ۽ شيخ محي الدين ابن عربيءَ

جو جواب پيش ڪري عرض ڪيائون تہ سندس ڳالهہ اسان جي سمجهہ ۾ نٿي اچي. اللہ تعاليٰ پنهنجي خاص لطف ۽ ڪرم سان فرمايو تہ ابوالحسن خرقاني چيو ۽ اسان سمجهيو. ڪيس ڇڏي ڏيو.

(بيت)

ميان عاشق و معشوق رمزي است
ڪِرَامًا ڪَاتِبِيۡنَ راهم خبر نيست

ترجمون: عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ جيڪا رمز آهي تنهن جي ڪِرَامًا ڪَاتِبِيۡنَ کي بہ خبر نہ آهي.

انسان ڪامل جي اسرار جو هي نڪتو جيڪو هتي بيان ٿيو، تنهن کي ملائڪ ڇا سمجهن؟

(بيت)

تا نيامد جان آدم آشڪار
ره ندانستند سوئي ڪرد گار
ره پديد آمد چون آدم شد پديد
قفل درت را ڪليدآمد پديد

ترجمون: جيستائين آدم جي جان آشڪار نہ ٿيندي، تيستائين اللہتعاليٰ ڏانهن وڃڻ جي واٽ نہ ڏسندو. واٽ تڏهن ظاهر ٿي جڏهن آدم ظاهر ٿيو تہ ڄڻ دروازي جي تالي جي چاٻي هٿ آئي.

سڄي جهان جي تالي جي چاٻي اهو انسان ڪامل آهي جيڪو آدم آهي نہ اهي ماڻهون جن کي "اُولٰئِڪَ ڪَالۡاَنۡعَامِ" اهي ڍورن جهڙا آهن چيو ويو آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

سالها در پاءِ پيران سجده مي ڪردم ولي
عاقبت در چشم خود انسان ڪامل يافتم

ترجمون: ڪيترا سال مرشد جي پيرن ۾ پيو هئس پر آخرڪار پنهنجي اک سان انسان ڪامل کي ڏٺم.

منهنجا پيارا! اها ڳالهہ عقل معاش جي سمجهہ ۾ اچڻ جي هرگز نہ آهي. عقل معاد ۽ عشق حقيقي کان سواءِ اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ايندي.

(بيت)

گر عشق نبودي وغم عشق نبودي
چندين سخن کہ گفتي کہ شنيدي
گر عشق نبودي بخدا کس نرسيدي
اين ذوق محبت بجهان کس نہ چشيدي

ترجمون: جيڪڏهن عشق نہ هجي ها ۽ عشق جو غم نہ هجي ها تہ هيتريون ڳالهيون ڪير ڪري ها ڪري ٻڌي ها؟ جيڪڏهن عشق نہ هجي ها تہ خدا کي ڪير نہ پهچي ها. محبت جو ذائقو جهان ۾ ڪير ڪونہ چکي ها.

حڪيم ثنائي رحمة الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

بوالعجب سوره ايست سوره عشق
چهار مصحف در يکي آيت است

ترجمون: عشق جي سوره عجيب سوره آهي. هڪڙي آيت ۾ چار ڪتاب آهن.

(بيت)

درد عشق آمد دوائي هر دلي
حل نشد بي عشق هرگز مشکلي
کفر کافر را و دين ديندار را
ذره درد است دلي عطار را
گر نباشد درد تو عطار را
او نخواهد کافر و ديندار را
گر درد عشق را بہ قيامت جزا دهند
ما غير درد عشق نخواهم جزا درد

ترجمون: عشق جو درد هر دل جي دوا آهي. عشق کان سواءِ مشڪل آسان نہ ٿيندي. ڪافر جي ڪفر جو ۽ ديندار جي دين جو ڪجهہ درد عطار جي دل ۾ بہ آهي. جيڪڏهن عطار کي تنهنجو درد نہ هجي تہ اهو ڪافر ۽ ديندار ڪنهن کي بہ نہ چاهيندو. جيڪڏهن قيامت جي ڏينهن عشق جي درد جي جزا ڏيندا تہ اسين عشق جي درد کان سواءِ ٻي ڪا بہ جزا نہ گهرنداسون.

پهرين حصي ۾ لَا اِلٰهَ رڳو خيالن جي صورت هوندي آهي. ٻي حصي اِلَّا اللّٰهُ ۾ طالب فنا تي گم ٿي ويندو آهي ۽ ظاهري لباس کان سواءِ حقيقت پڌري ٿي پوندي آهي. جيڪا اَلْاِيْمَانُ عُرْيَانٌ. معنيٰ: ايمان پڌرو آهي جو ڪنايو آهي. جڏهن عروج ڪري حقيقت جي مقام کي حاصل ڪيائين. ان وقتِ شرف جو وڳو جيڪو صورت ۽ حقيقي محمدي آهي، عَلَيْهِ اَفْضَلُ الصَّلَوَاتُ وَاَکْمَلُ التَّحِيَّاتُ کيس پارائيندا آهن. لِبَاسُ التَّقْوٰي مان اها ئي مراد آهي. عروج کان پوءِ وري نزول ٿيندو آهي ۽ وري صورت معنيٰ سان يڪجا ٿي گڏجي ويندي آهي. وَمَآ اَرْسَلْنٰکَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ ۽ جهانن جي لاءِ رحمت بنجيو وڃي ۽ ٻئي جهان انهيءَ کان حصو حاصل ڪندا آهن ۽ ان وقت ظاهر ۽ باطن سرور ڪائنات ﷺ جي متابعت ۾ پختو ٿي ويندو آهي. اِلَّا اللّٰهُ جي مقام ۾ جو ڪجهه نبي پاڪ ﷺ جن تي ظاهر ٿيندو هو، اهو محمد رسول الله ﷺ جي مرتبي ۾ مخفي نظر ايندو آهي ۽ جو ڪجهه رسول الله ﷺ جن فرمايو اهو چوندو آهي ۽ جو ڪجهه رسول الله ﷺ جن ڪيو اهو ڪندو آهي يعني پوري طرح رسول الله ﷺ جن جي متابعت ڪندو آهي.

(بيت)

محمّد کيست جان را قرة العين
دو ابرويش کما چون قاب قوسين

ترجمون: محمد ﷺ اکين جو ٺار آهي. سندس ٻه ڀرون قاب قوسين وانگر آهن.

پيارا! جوڪجهه هن خط ۾ لکيو ويو آهي، تنهن کي پوري اعتقاد ۽ دل جي غور ۽ فکر سان،وسوسن ۽ اجاين خيالن کي دل مان ڪڍي پوءِ پڙهندا ۽ هر روز ۽ وري وري پڙهندا ته انشاءَ الله تعاليٰ انبياءَ ۽ اولياءَ جي برڪت سان هر حرف بلا حجاب ۽ راسخ عقيدي سان اوهان کي سمجهه ۾ اچي ويندو. ائين نه ٿئي جو هن خط کي هڪڙو ڀيرو نظر مان ڪڍي پوءِ وري نه پڙهو. هنن ڳالهين کي دل ۽ زبان جو ورد وظيفو بنائي ڇڏيو. هي ڳالهيون حقيقت وارن جون آهن. ٻيو ته اوهان پنهنجي پٽن جي لاءِ دعا جو

لکيو هو تہ ڪُند ذهن آهن، دعا ڪريو تہ انهن جو ذهن کُلي. اوهان جي پُنن جي لاءِ هٿ کڻي دعا گهري وئي. اللہ تعاليٰ انهن کي ڪشادو ذهن نصيب فرمائيندو ۽ ظاهري ۽ باطني علوم پوري هدايت سان عطا فرمائيندو. وَالسَّلَامُ عَلٰي مَنِ اتَّبَعَ الْهُدٰي وَالْتَزَمَ مُتَابِعَةَ الْمُصْطَفٰي عَلَيْهِ اَفْضَلُ الصَّلٰوَاتِ وَاَكْمَلُ التَّحِيَّاتِ.

# مڪتوب ٻاويهون

مِيان غلام محي الدين مقصود پور واري ڏانهن ان باري ۾ تہ ملاقات جو شوق ظاهر ڪري صحبت ۽ ديدار جي خواهش ظاهر ڪئي هئائين ۽ ڪن وظيفن جي باري ۾ ميان محمد روشن جي معرفت سوال پڇيا هئائين. انهن جي باري ۾ لکيو ويو:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، پيوسته در امن و امان، ميان غلام محي الدين مقصود پور وارو رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلام سنت سيد الانام کان پوءِ واضح هجي تہ اوهان ياڻرن جو خط پهتو. اوهان لکيو هو تہ هن نيازمند جي دل ۾ ديدار جو شوق ڏاڍو گهڻو پيدا ٿيو آهي. ڪرم فرمائي ۽ بنده پروري ڪري خليفي ميان محمد روشن جي معرفت ڪو وظيفو ارشاد فرمائيندا تہ ورد ڪري ديدار کان روڪيندڙ ڪاروبارجي هرج کان آزاد ٿي هي نيازمند زيارت جو شرف حاصل ڪري سگهي.

پيارا! اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ اللہ وارن جي محبت ۽ اللہ رسول جي محبت جي محبت آهي. انهيءَ رسيءَ کي مضبوطي سان پختو جهلجيجو اها عُرْوَةُ الْوُثْقٰي، معنيٰ مضبوط ڪڙي آهي ۽ دنيا ۽ آخرت جي نجات ۽ حق جي وصال جو وسيلو آهي.

(بيت)

مور مسکين هوس داشت کہ در ڪعبہ رسد
دست در پائي ڪبوتر زد ناگاه رسد

ترجمون: ماڪوڙي ويچاري خواهش ڪئي تہ ڪعبي ۾ پهچي. ڪبوتر جي پير ۾ هٿ وڌائين ۽ پهچي وئي.

پيارا! اوهان جيڪو زيارت جي باري ۾ لکيو آهي ان لاءِ ڪهڙو عرض ڪجي جو حديث شريف: اِذَا رُءُوْا ذُكِرَ اللّٰهُ معنيٰ جڏهن ڏسو الله ياد اچي ۽ حديث شريف لَا يَشْقيٰ جَلِيْسُهُمْ معنيٰ انهن جو صحبتي بدبخت نہ ٿيندو، انهن جي شان ۾ آهن اهو ئي ڪافي آهي. انهيءَ مناسبت سان مولانا رومي رحمتہ الله تعاليٰ عليه ڪهڙو نہ سٺو فرمايو آهي:

(بيت)

هرڪہ خواهد هم نشيني باخدا - گو نشيند در حضور اولياءَ

ترجمون: جيڪو الله تعاليٰ جو وصال چاهي، تنهن کي چئو تہ اولياءَ الله سان صحبت ڪري.

هرڪہ شد دور از حضور اولياءَ - در حقيقت گشت او دور از خدا

ترجمون: جيڪو اولياءَ جي صحبت کان پري رهيو، اهو حقيقت ۾ الله تعاليٰ کان پري رهيو.

ٻي جاءِ تي اولياءِ جي صحبت جي تاڪيد ڪندي فرمائي ٿو:

(بيت)

يڪ زمانہ صحبت با اولياءَ
بهتر از صد سالہ طاعت بي ريا
صحبت ايشان خاک را اڪسير ڪرد
لطف شان در هر دلي تاثير ڪرد
هرڪہ با ايشان نشيند يڪدمي
روز محشر او ڪجا دارد غمي

ترجمون: هڪڙي گهڙي اولياءَ جي صحبت سو سالن جي بي ريا عبادت کان بهتر آهي. انهن جي محبت خاک کي اڪثير ڪري ٿي. انهن جو فيض دلين ۾ اثر ڪري ٿو. جيڪو انهن سان گڏ هڪڙي گهڙي ويٺو هوندو، اهو قيامت جي ڏينهن ڪوبہ ڏک ڪونہ ڏسندو.

پر قلبي محبت ۽ جاني دوستي جي لاءِ دوري ۽ حضوري جو حجاب ڪجهہ ڪونہ هوندو آهي. يعني دوري ۽ حضوريءَ جو تعلق جسم سان هوندو آهي. هتي ڳالهہ روحاني محبت جي آهي. هتي زمان ۽ مڪان درڪار نہ آهي بلڪ ظاهري وصال ۾ صورت

ٿي ڏسجي ۽ فراق جي حالت ۾ معنيٰ جو مطالعو ٿيندو آهي.

(بيت)

اگر هوشمندي بمعنيٰ گرائي
ڪہ معنيٰ بماند نہ صورت بجائي

ترجمون: جيڪڏهن هوش اٿئي تہ معنيٰ ڪي وٺ جو معنيٰ باقي رهي ٿي ۽ صورت قائم نٿي رهي.

منهنجا دوست! محبت ۽ دوستي جون ڳالهيون بي بي زليخا رضي الله تعاليٰ عنها ڪان سڪڻ گهرجن تہ ڪهڙيون مصيبتون سٺائين. انهن جو ذڪر ڪتاب يوسف زليخا ۾ اوهان پڙهيو هوندو. پوءِ اِهو تہ عشق مجازي آهي جنهن ڪي سيني الله وارن حقيقت جي پُل چيو آهي ۽ عشق حقيقي جي باري ۾ ڇا لکان ۽ ڇا چوان جو لکي نٿو سگهجي.

(مصرع)

قِصَّةُ العِشْقِ لَا اَنفِصَامَ لَهَا.

ترجمون: عشق جي قصي جو ڇيھ آهي ئي ڪونہ.

(بيت)

مي حرف وحدت ڪسي نوش ڪرد - ڪہ دنيا و عقبيٰ فراموش ڪرد

ترجمون: وحدت جي مي جو جام جنهن بہ پيتو، تنهن دنيا ۽ آخرت ڪي وساري ڇڏيو.

عشق جي ڳالھ جي باري ۾ اسان جا مرشد پير سائين روضي ڌڻي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ جن هي بيت پڙهندا هئا:

مال و جان را تو برو يڪجا بباز
راه نزديڪ است چرا ڪردي دراز

ترجمون:هن تان مال ۽ جان هڪڙي هنڌ ئي گهوري ڇڏي. واٽ ويجهي پئي آهي تو ڊگهي ڇو ڪئي آهي؟

داناءِ راز حافظ شيرازي عليه الرحمۃ ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

جانان بجانان ده وگرنہ از تو بستاند اجل
خود تو مصنف حافظ اين نڪو يا آن نڪو

ترجمون: جان محبوب کي ڏي نہ تہ توکان موت وٺي ويندو. حافظ تون پاڻ انصاف ڪر تہ هي سٺو آهي يا هو سٺو؟

انهيءَ بيت جو ترجمون سنڌي ۾ اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ جن هن طرح فرمائيندا هئا:

(بيت)

جي جاني کي ڏي نہ تہ موت بہ نيندو جيءُ کي
اهو تون انصاف ڪر تہ هيءَ چڱي يا هوءَ چڱي

(بيت)

سر ڏني ساجن ملي تہ ٻنهين هٿن سان ڏي
ڪونہ ملندئي ڪي اهڙا سوداگر سيد چئي.

پيارا! حقيقت وارن جون ڳالهيون جبل وانگر آهن جيڪي عقل معاش جي دڪان واريءَ ترازو ۾ نٿيون توري سگهجن.

(بيت)

عقل است هزار پنبه در آب
عشق است هزار شعلہ در تاب
عقل فرمان ڪشيدني باشد
عشق ايمان چشيدني باشد

ترجمون: عقل ائين آهي جيئن ڪپہ جا ٻرا پاڻيءَ ۾. عشق ائين آهي جيئن باهہ جي آڙاهہ جا شعلا. عقل فرمانبرداري جو نالو آهي، عشق ايمان چکڻ جو نالو آهي.

مصرع:

اَلْعِشْقُ نَارٌ يَحْرُقُ مَا سِوَي الْمَحْبُوْبِ.

ترجمون: عشق اهڙي باهہ آهي جيڪا محبوب کان سواءِ سيڪا شيءِ ساڙيو ڇڏي.

(بيت)

عشق آن شعلہ است کاندر جان فروخت
هرچہ جز معشوق باقي جملہ سوخت

ترجمون: عشق اهو شعلو آهي جيڪو جڏهن ٻريو تہ معشوق کان سواءِ ٻي هر ڪا شيءِ ساڙي ڇڏيائين.

عشق اهو آهي جو مجنون کي ليليٰ جي عشق ليليٰ بنائي ڇڏيو جو چيائين تہ آئون ليليٰ آهيان ۽ ليليٰ آئون.

(بيت)

مجنون عشق را دگر امروز حالت است
کہ اسلام دين ليليٰ ديگر ضلالت است

ترجمون: عشق جي مجنون جي اج ڳالهہ ئي ٻي آهي. اسلام ليليٰ جو دين آهي ٻي سڀ گمراهي آهي.

عشق جو قصو پورو نتو ٿئي ۽ ڪاغذ پورو ٿي ويو. ڳالهہ اجان جيئن جو تيئن باقي آهي. اوهان خليفي محمد روشن جي صحبت کي غنيمت سمجهو ۽ دل ۽ جان سان ساڻس گڏ رهو جو مثنوي ۾ آهي:

(بيت)

متحده جانهاءِ شيران خدا – جان گرگان وسگان هر يک جدا

ترجمون: خدا جا شير سيئي گڏ رهندا آهن ۽ بگهڙ ۽ ڪتا الگ الگ رهن ٿا.

اتفاق ۽ اتحاد کي نعمت سمجهو ۽ محبت کي برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪريو جو ڪنهن بزرگ چيو آهي تہ جيڪڏهن ٻہ دليون گڏ ٿي وڃن تہ جبل کي ڏاري سگهن ٿيون. يعني هستي جي جبل کي جيڪڏهن هستيءَ کان آزاد ٿينديون تہ توکي حق جو وصال حاصل ٿيندو ۽ صحبت ۽ عدم صحبت جو مثال هن طرح آهي تہ جيڪڏهن ٻارڻ مان هڪڙي ڪاٺي ٻاهر ڪڍي وٺبي تہ اُجهامي ويندي ۽ سڄي ڪونہ سڙندي پر جيڪڏهن ٽي چار ڪاٺيون گڏي ٻاربيون تہ پڙڪا ڏئي ٻرنديون ۽ جيئون ڪري سڙي ختم ٿي وينديون، اجهامنديون ڪونہ ۽ سياري جي ٺار کي هٽائينديون. اهو ٺار اجايا وسوسا ۽ بيڪار خيال آهن ۽ الله وارن جي صحبت کان سواءِ وسوسن کان ڇوٽڪارو مشڪل آهي. اوهان جيڪو وظيفي جي لاءِ لکيو هو ان لاءِ اوهان کي گهرجي تہ سوره يس جي زکواة ڪڍو. يس شريف جي زکواة جي ترتيب خليفي محمد روشن کان پڇو. نيت خالص سان الله ڪارڻ شروع ڪريو ۽ زکواة وارن ڏينهن ۾ ڪاڏو پنهنجي گهر جو کائو ۽ ڪنهن جي

دعوت يا ونڊ ڪي ويجها نہ وڃو. رزق حلال مان ماني پچائي ٽوري واپرايو، گهر وارن سان مباشرت نہ ڪريو. زڪواة پوري طرح ڪري ڪجھ طعام يا مٺائي روح پرفتوح حضرت غوث الاعظم جي نيت سان نيڪ ماڻهن الله وارن کي کارايو ۽ سمورو وقت ذڪر ۽ فڪر ۾ مشغول رهو. الله جو ذڪر ڪيو جو موليٰ جو ذڪر سيني ڪان اوليٰ آهي. الله کي ياد ڪرڻ وارا هميشہ شاد هوندا آهن ۽ دنيا ۽ آخرت جي خيال کان آزاد.

(بيت)

ذڪر کن ذڪر تا ترا جان است
پاڪي دل از ذڪر رحمان است

ترجمون: ذڪر ڪندو هہ جيستائين جيئرو آهين، دل رحمان جي ذڪر سان پاڪ ٿيندي آهي.

خاقاني واري ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

پس از سي سال اين معنيٰ محقق شد بخاقاني
کہ يکدم باخدا بودن بہ از ملک سليماني

ترجمون: ٽيهن سالن کان پوءِ خاقاني کي خبر پئي تہ هڪڙي گهڙي الله جي سليمان عَلَيۡهِ السَّلَامُ جي مملڪت کان چڱي آهي.

# مڪتوب ٽيويهون

ان باري ۾ تہ ڪنهن بزرگ سوال ڪيو هو گنهگار ڪير آهيءَ گناھ ڇا آهي؟ ان جي جواب ۾ ۽ عوام الناس جي گناھ ۽ خاص ۽ خاص الخاص جي گناھ جي وچ ۾ فرق جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سوال: گنهگار ڪير آهي ۽ گناھ ڇا آهي؟

جواب: اي پيارا! گنهگار اهو آهي جيڪو گناھ جو ارادو هرگز نہ ڪري. بي اختيار ۽ ارادي کان سواءِ انهي کان گناھ ٿي وڃي. عبادت ۽ بندگيءَ جو ذوق انهيءَ کان کسجي وڃي ۽ هو ان سبب جي ڪري روئي ۽ زاري ڪري رڙيون ۽ دانهون ڪري ۽ انهن

ڪوتاهين جي بخشش جي لاءِ الله تعاليٰ جي درگاهہ ۾ مناجاتون ڪري ۽ دعائون گهري ۽ سندس سچي توبه جي ڪري الله تعاليٰ پنهنجي خاص ڪرم سان انهيءَ جا گناهہ معاف ڪري ۽ عبادت، بندگي ۽ ذڪر جو ذوق ۽ شوق ڪيس وري عطا فرمائي.

ٻيو گنهگار اهو آهي جيڪو پنهنجي سڄي عبادت ۽ سيني نيڪين کي گناهہ سمجهي ۽ عبادت ۽ بزرگيءَ جي باوجود پاڻ کي گنهگارن ۾ داخل سمجهي تمام گهڻي شرمساري ۽ عاجزيءَ سان الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ التجائون ڪري.

ٽيون گنهگار اهو آهي تہ اهو شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفتجون سڀ منزلون ڪما حقہٗ طئي ڪري انهن جي مرتبن کي پوري طرح حاصل ڪري، عجز جي درجي تي پهتو آهي جو سلف صالحين فرمايو آهي تہ معرفت جو اِدْرَاكُ الْإِدْرَاكِ عِجْزٌ آهي. اَنَا عِنْدَ مُنْكَسِرَةِ الْقُلُوْبِ معنيٰ آئون عاجزي ڪندڙ دلين وٽ آهيان. اهو عارف ويچارو ذات وَرَاءُ الْوَرَاءِ ۾ اهڙو مستغرق ٿي ويندو آهي جو عارف ۽ معروف سڀ گم ٿي ويندا آهن ۽ انهيءَ فنائيت ۾ عجز ۽ نيستيءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ حاصل نہ ڪري سگهندو آهي. اهو بہ پاڻ کي گنهگارن ۾ شامل سمجهندو آهي.

چوٿون گنهگار اهو آهي جنهن تي سندس مقام، مرتبو ۽ ولايت ظاهر نہ ڪئي ويندي آهي پر الله تعاليٰ وٽ انهيءَ جو مقام ولايت ۾ اعليٰ ۽ اڪمل هوندو آهي ۽ ظاهر ۾ ڪيس مايوسي ۽ محرومي کان سواءِ ڪجهہ بہ معلوم نہ هوندو آهي، تنهن ڪري اهو بہ پاڻ کي گنهگار، محجوب ۽ محروم ٿو سمجهي.

پنجين قسم جا گنهگار اهي آهن، جيڪي هن زماني ۾ پاڻ ٿي ڊوڙيو وڃيو شرڪ، گمراهيءَ ۽ گناهن ۾ پون ۽ انهن افعالنجي باوجود پاڻ کي ڪا هستي سمجهن ٿا ۽ موحد سڏائين ٿا. شرڪ خفي ۽ جلي ظاهر ظهور ڪن ٿا ۽ رات ڏينهن حرام جي ڳولا ۾ رهن ٿا. انهن جو ڳالهائڻ ڪوڙ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي ۽ انهن جو توڪل عين طمع آهي. ظاهر ۾ پاڻ کي متوڪل سڏائين ٿا ۽ باطن ۾ دل سان هر طرف جا سوالي هوندا آهن. انهن جو حال ڪتن ۽ بگهڙن وارو آهي، جن جو ڪم

ڏورن کي چيرڻ ڦاڙڻ ۽ انهن جو گوشت کائڻ انهن جي عادت آهي. اهي ڪميڻا ظاهر ۾ بزرگ ۽ باطن ۾ چور هوندا آهن بگهڙن ۽ ڪتن وانگر. اهي خدا جي خلق کي قسمين قسمين جون تڪليفون ڏين ٿا. هميشہ اُهي ڪم ڪن ٿا جن کان الله تعاليٰ روڪيو آهي ۽ هميشه الله تعاليٰ ۽ رسول الله ﷺ جي نافرماني ڪن ٿا ۽ پاڻ کي بزرگ ۽ مشائخ ٿا سڏائين. انهن کان الله تعاليٰ بچائي اهي الله تعاليٰ جا طالب نہ آهن. محض نفساني غرضن ۽ شيطاني ڏوڪن ۾ گمراهہ آهن. ظاهري صورت ۾ ماڻهون آهن ۽ باطن ۾ ڏورن جهڙا ۽ پڻ اهي پاڻ کي مٿي بيان ڪيل بزرگن جهڙا سمجهن ٿا، پر انهن جهڙا نہ هوندا آهن، هرگز نہ هوندا آهن. انهن بدڪارن جي هنن بزرگن سان اها ئي مناسبت آهي، جيڪا ڪتي جي مسجد جي نمازين سان. جيڪڏهن ڪتو مسجد جي جماعت جهڙو ٿي سگهي ٿو تہ پوءِ اهي بدڪار بہ بزرگن جهڙا ٿي سگهن ٿا.

اي پيارا! هي سڀ تنبيه ۽ نصيحتون جيڪي مٿي بيان ٿيون، اُهي طالبن جي لاءِ آهن جيڪي طلب جي لاءِ اُٿيا آهن ۽ پيو سڀ ڪجهہ ڇڏي ڏنو اٿن.

(بيت)

هرچہ داري صرف ڪن در راه او
لَنْ تَنَالُوا الْبِرَّ حَتّٰى تُنْفِقُوْا

ترجمون: جوڪجهہ بہ تو وٽ آهي، اهو سڀ الله جي راهہ ۾ خرچ ڪري ڇڏي. نيڪي تيستائين قبول نہ ٿيندي جيستائين پنهنجي پياري شيءِ خرچ نہ ڪريو.

ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جي طلب عزيمت جو مرتبو رکي ٿي. تنهن ڪري الله تعاليٰ جا طالب طلب کان باز نہ ايندا آهن، ڇاڪاڻ تہ رخصت جنهن مان مراد شريعت آهي، جيڪڏهن الله تعاليٰ جا طالب عزيمت کي ڇڏي رخصت کي اختيار ڪن تہ اهو بہ انهن لاءِ گناهہ آهي.

اي پيارا! گناهن جا گهڻا ئي قسم آهن. هڪڙا گناهہ عَوَامُ النَّاسِ جا آهن، جيڪي شريعت جون حدون

لنگهي وينـدا آهـن ۽ وري الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪونہ ڪندا آهن ۽ هميشه غفلت ۾ رهندا آهن. ٻيا گناه الله تعاليٰ جي خاص ٻانهن جا آهن جو جيڪا بہ نعمت انهن کي الله تعاليٰ عطا فرمائيندو آهي، تنهن جو شڪرانو بجا آڻيندا آهن پر منعم حقيقيءَ کي ڏسندا ڪونہ آهن. اهو گناهہ الله تعاليٰ جي خاص بندن جو آهي. ٽيون قسم الله تعاليٰ جي خاص الخاص بندن جي گناهن جو آهي. اهو هي تہ عارف جيڪو بہ ڪم ڪن تنهن ۾ پاڻ کي ڏسن ۽ الله تعاليٰ کي وساري ڇڏين تہ اهو بہ انهن جي لاءِ گناهہ آهي. اهي الله تعاليٰ جا خاص الخاص بندا عارف آهن. زياده خيريت وَالسَّلَامُ.

# مڪتوب چوويهون

بندن تي الله تعاليٰ جي شفقت ۽ رحمت جي بيان ۾ تہ الله تعاليٰ جي رحمت وسيع آهي. سندس رحمت جو ڇيهہ آهي ئي ڪونہ ۽ الله تعاليٰ جي فضل و ڪرم مان نااميد نہ ٿيڻ گهرجي.

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اي پيارا! اهي ٻانهان جيڪي الله تعاليٰ جي امر ۽ نهي جون حدون لنگهن ٿا ۽ وري رجوع ڪن ٿا، وري الله تعاليٰ جي حڪمن جون حدون اورانگهين ٿا وري توبہ ۽ زاري ڪن ٿا، وري گمراهي ۽ نافرماني ۾ پئجيو وڃن ۽ وري ندامت ۽ پشيماني سان استغفار ڪن ٿا، انهن جي لاءِ قرآن پاڪ جي هيءَ آيت بشارت جو درجو رکي ٿي: قُلْ يٰعِبَادِيَ. معنيٰ چئو اي محمد ﷺ! اي منهنجا ٻانهو! الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا، معنيٰ: جن اسراف ڪيو. عَلٰٓي اَنْفُسِهِمْ، معنيٰ پنهنجين جانين تي يعني گناهن ۾ حد کان لنگهي ويا. لَا تَقْنَطُوْا، معنيٰ: نا اميد نہ ٿيو. مِنْ رَّحْمَةِ اللهِ، معنيٰ: الله جي رحمت کان. اها آيت سڄوري قرآن شريف ۾ وڏي بشارت آهي ۽ حديث شريف ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن

فرمايو ته آئون پسند نٿو ڪريان ته دنيا ۾ ان ۾ جوڪجهه به آهي، اهو مون کي انهيءَ آيت جي عيوض ملي. اها آيت دنيا ۽ دنيا ۾ جوڪجهه به آهي، انهيءَ کان بهتر آهي. معالم ۾ آندو اٿس ته حضرت عبدالله بن مسعود رَضِيَ اللّٰهُ تعالىٰ عَنْهُ نقل ٿو ڪري ته مسجد ۾ آيو ۽ ڏٺائين ته هڪڙو واعظ دوزخ جي باهه ۽ سنگهرن جو ذڪر پيو ڪري. انهيءَ کي چيائين اي واعظ! خدا جي بندن کي نااميد ڇو ٿو ڪرين؟ ڇا تو هيءَ آيت سڳوري ڪونه پڙهي جو الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته: قُلْ يَا عِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓي اَنْفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا. فصول ۾ آندو اٿس ته هن آيت ۾ سڄي ترجيح ٽن شين کي حاصل آهي. پهرين اها آهي ته خطاب نرمي سان فرمايو ويو آهي جو قُلْ يَا عِبَادِيُ، چئو اي منهنجا بندو چيو ويو. "يَا اَيُّهَا الْعُصَاةُ" اي گنهگارو! نه چيو ويو. ٻيو هي ته عتاب ۾ نرمي آهي، جو اَسْرَفُوْا فرمايو ويو. اَخْطَئُوْا معنىٰ اوهان خطا ڪئي نه چيو ويو. ٽيون هميشه جي لاءِ اميد رکو جو فرمايو ويو: لَا تَقْنَطُوْا. فتوحات ۾ فرمايو ويو آهي ته لَا تَقْنَطُوْا نهي آهي ۽ جنهن کان الله تعالىٰ منع ڪئي هجي، انهيءَ کان هميشه باز رهڻو آهي. پوءِ نااميدي ڪنهن به طرح سان جائز نه آهي.

مصرع

نوميد مشو ڪه نوميدي ڪفر است

ترجمون: نااميد نه ٿي جو نااميدي ڪفر آهي.

اِنَّ اللّٰهَ معنىٰ بيشڪ الله تعالىٰ، يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا. معنىٰ: الله تعالىٰ سيئي گناهه بخش ڪندڙ آهي، جيتوڻيڪ گناهه گهڻا هجن شرڪ کان سواءِ، ڇاڪاڻ ته شرڪ مطلق نه بخشيو ويندو. بعض علماءَ چون ٿا ته توبه گناهن جي بخشش جو شرط آهي ۽ اهو قيد ظاهر کان خلاف آهي. وسيطه ۾ پنهنجي سندن سان آندو اٿس ته زيد رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته ٻڌوسون رسول الله ﷺ کان جو

فرمايائون تہ: إِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوبَ جَمِيعًا. بيشڪ الله تعاليٰ سيئي گناهہ بخشيندڙ آهي. إِنَّهُ الْغَفُورُ، بيشڪ اهو آهي گناهہ بخشيندڙ. الرحيم، ٻاجهارو پنهنجن ٻانهن تي، گناهن جي بيمارن کي هن دارالشفاءَ کان سواءِ راحت نہ ملندي. نفس ۽ خواهشن جي برپٽ ۾ رلڻ وارن کي هن آيت جي مدد کان سواءِ نجات حاصل نہ ٿيندي.

(بيت)

ندارم هيچ گونہ توشئہ راه - بجز لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ

ترجمون: مون وٽ راهہ جو ثمر لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي.

(بيت)

تو فرمودي کہ نوميدي مياريد
ز من لطف و عنايت چشم داريد

ترجمون: تو پاڻ فرمايو آهي تہ نااميد نہ ٿيو، منهنجي لطف ۽ عنايت ۾ اميد رکو.

(بيت)

بدين معنيٰ بسي اميد وارم
بہ بخشا زانکہ بس اميد وارم
رحمتش را تشنہ ديدم بر گناه
آب ديده خويش راکردم پناه
چونکہ ستاريت ديدم کارساز
هم بدست خود دريدم پرده باز

ترجمون: انهيءَ معنيٰ سان مون کي بہ وڏي اميد آهي. بخش ڪر ڇاڪاڻ تہ وڏو اميدوار آهيان. مون الله تعاليٰ جي رحمت کي گناهہ تي اُڃايل ڏٺو. پنهنجين اکين جي پاڻيءَ کي پناهہ بنايم. يا الله! مون تنهنجي ستاري کي ڪارساز ڏٺو تنهن ڪري پنهنجي هٿ سان پردو ڦاڙي ڇڏيم.

عَوَامُ النَّاسِ جو ايمان اهو آهي تہ ايمان جي سلامتيءَ جي حالت ۾ انهن کي نماز، روزي ۽ سيني چڱن ڪمن ڪرڻ سان ظاهري جسم ۾ هڪڙي قسم جو

سرور ۽ راحت حاصل ٿيندي آهي ۽ گناهن جي ڪري اها نعمت انهن کان کسجي ويندي آهي ۽ جسم ۾ سستي ۽ بي حسي پيدا ٿي پوندي آهي جنهن ڪري نيڪ عمل نہ ڪري سگهندا آهن. ان کان پوءِ جسم بي روح بنجي ويندو آهي.

(بيت)

يک قدم زد آدم اندر ذوق نفس
بدر جنت گشت اورا طوق نفس

ترجمون: آدم عَلَيْهِ السَّلَامُ نفس جي ذوق ۾ هڪڙو قدم کنيو. نفس جي طوق کيس جنت مان ڪڍي ٻاهر ڪيو.

انهيءَ حال وارو جيڪڏهن پنهنجي ڪئي کان باز اچي، هوشيار ٿئي، توبه زاري ۽ استغفار ڪري تہ الله تعاليٰ پنهنجي خاص فضل سان اُن جي گناهن کي نيڪين ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي. جيئن تہ قرآن پاڪ ۾ آهي: يُبَدِّلُ اللّٰهُ سَيِّئَاتِهِمْ حَسَنَاتٍ. معنيٰ: الله تعالي انهن جي گناهن کي نيڪين ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي ۽ انهن جون دعائون قبول فرمائيندو آهي. وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَليٰ مَنْ لَدَيْكُمْ وَعَليٰ مَنِ اتَّبَعَ الْهُديٰ وَالْتَزَمَ مُتَابِعَةَ الْمُصْطَفيٰ ﷺ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ.

# مڪتوب پنجويهون

اسرار، احوال ۽ مقامات جي بيان ۾ جيڪي الله تعاليٰ جي خاص ٻانهن تي نازل ٿيندا آهن. اهي ڳچ مقام آهن ۽ هر هڪ مقام جا چار رڪن آهن. معلوم هجي تہ هيٺ ظلال آهي، ان کان مٿي ظل آهي، ان کان مٿي اصل آهي، ان کان مٿي اصل الاصل آهي ۽ پڻ حقيقت محمدي ﷺ بہ اهڙيءَ طرح مقامات رکي ٿي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَليٰ رَسُوْلِهٖ مُحَمَّدٍ وَّآلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ

اَمَّا بَعْدُ! اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ. اي پيارا!

معلوم هجي تہ هر هڪ مقام جا چار رڪن آهن. هيئت ظل ظلال آهي، ان ڪان مٿي ظل آهي، ان ڪان مٿي اصل آهي، ان ڪان مٿي اصل الاصل آهي. بعض سالڪ جڏهن ظل ظلال جي مقام تي پهچندا آهن تہ سمجهندا آهن تہ اصل ڪي پهچي ويا آهيون. جڏهن انهيءَ ڪان ترقي ڪري ظل جي مقام تي پهچندا آهن، تڏهن کين خبر پوندي آهي تہ ماضي وارو مقام ظِلِّ اِظْلَالِ جو هو. پوءِ خيال ڪندا آهن تہ هاڻي اصل ڪي پهچي وياسين. ان ڪان پوءِ جيڪڏهن طالب بلند همت ۽ عالي فطرت هوندو تہ جَذْبٌ مِنْ جَذْبَاتِ الله پيدا ڪندو تہ جيئن کيس اصل جي مقام تي پهچائي. انهيءَ مقام تي جڏهن ماضيءَ واري حالت کي ڏسندو آهي تہ انهيءَ ڪان استغفار ڪندو آهي ۽ سجاڳ ٿيندو آهي. انهيءَ مقام تي بہ سمجهندو آهي تہ اصل الاصل جي مقام تي پهچي ويو آهيان. پوءِ جيڪڏهن الله تعاليٰ جو لطف سندس مدد ڪندو آهي تہ انهيءَ مقام ڪان ترقي ڪري اصل الاصل جي مقام تي پهچندو آهي ۽ گذريل سيني شبهن ڪان استغفار ڪري نادم ۽ تائب ٿي، انهيءَ مقام جي حقيقت کي سمجهي حق اليقين جو درجو حاصل ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح حقيقت محمدي ﷺ بہ پنهنجي مقامات ۾ انهيءَ قسم جا مقامات رکي ٿي. اهي سڀ اعياني صورتون جيڪي ظهور ۾ آيون ۽ اچن ٿيون، اهي سڀ سندس اظلال ظل آهن. جڏهن طالب جو جذب جاذبہ جوش ۾ اچي ٿو، تڏهن انهن مقامات ڪان اڳتي لنگهي لامڪان ۾ قدم رکي ٿو. يعني لامڪان اعياني صورتن جي نسبت سان آهي. انهيءَ مقام کي ظل چون ٿا. انهن حقيقتن جي انوار کي انهيءَ قادر جي شوق ۽ محبت جي غلبي ۾ جيڪو انهن تي قادر آهي، همہ اوست جا قائل ٿين ٿا. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ جي عنايت انهن ويچارن جي، جيڪي ظل جي واديءَ ۾ قيد ٿي ويندا آهن، انهن جي مدد ڪندي آهي تہ انهن کي هڪڙي جذبي جي جوش سان انهن حقيقتن ڪان حقيقت

الحقائق تي پهچائي ٿي، جيڪو انهن جو اصل آهي. انهيءَ وقت اڪثر اولياءَ الله رحمة الله عليهم جي جماعت واجب الوجود جو اثبات ڪري انهيءَ تي ثابت قدم ٿئي ٿي ۽ انهيءَ جماعت جي بعضي افراد کي جذبي ۽ ڪشش جي ازلي نعمت ازل کان ئي نصيب هوندي آهي ۽ اصل الاصل ۽ حقيقت الحقائق جي درجي تي پهچائيندي آهي. اِهو، اُهو امر آهي جنهن کي عارف ڪامل کان سواءِ ٻيو ڪو نٿو سمجهي سگهي ۽ انهيءَ جو ڪنايه آهي تہ: اَنَا مِنْ نُوْرِ اللّٰهِ. معنيٰ آئون الله جي نور مان آهيان. اهي ڳالهيون ڪاغذ جي ٽڪري ۾ نٿيون سمائجي سگهن، انهيءَ اعليٰ مقام کان پوءِ تنزل جي درجي ۾ انبياءَ ڪرام عليهم السلام جي صورتن جي لباس ۾ ملبوس ٿئي ٿو ۽ انهن سيني لباسن جي آخري اعليٰ ۽ اشرف ۽ مبارڪ حد محمدي ﷺ کي حاصل ڪري اولين ۽ آخرين جي علم جي جلون ۾ محو ٿي ويندو آهي. ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي جنهن بہ چيو تہ ٻيو لباس پائي ٻيو جلوو ڪري، ٻيو مظهر ڏيکاري ٿو. ٻي جي اظهار جي لاءِ ۽ پڻ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

(بيت)

بهر رنگي کہ خواهي جامہ ميهوش
کہ من آن جلوه قدمي شناسم

ترجمون: جيڪو بہ لباس توکي وڻي سو پائي. آئون تہ انهيءَ قد جي جلوه کي سڃاڻان ٿو.

اي پيارا! انهيءَ کان مٿي علم جو مقام آهي، جنهن جي بيان ۾ قرآن شريف ۾ آهي تہ فَوْقَ كُلِّ ذِيْ عِلْمٍ عَلِيْمٌ. معنيٰ هر ڪنهن علم واري کان مٿي بہ ڪو علم وارو آهي جنهن جي ڪُن مان سرور ڪائنات ﷺ جي حقيقت ظهور ۾ آئي ۽ تعيّن ٿيو. جنهن جي شان ۾ حديث قدسي ۾ آيو آهي تہ: لَوْلَاكَ لَمَا اَظْهَرْتُ الرُّبُوْبِيَّتَ. معنيٰ: جيڪڏهن تون نہ هجين ها تہ آئون پنهنجي ربوبيت ئي ظاهر ڪونہ ڪريان ها ۽ علم کان مٿي مقام آهي جنهن کي وجود مطلق

چون ٿا. انهيءَ کان مٿي مقام آهي جنهن جو نالو نشان ڪونہ آهي. بلڪ سالڪ جي مشاهدي ۾ جلوه گر ٿيندو آهي ۽ بيان جي ساهميءَ ۾ نٿو سمائجي سگهي ۽ انهيءَ کان مٿي ذات وَرَاءُ الْوَرَاءِ آهي جيڪا نهايت نٿي رکي.

اي پيارا! هي علم آهي بي پايان جيڪو ختم نٿو ٿئي. ولها مَعَانٍ كَمَوْجِ الْبَحْرِ. معنيٰ: انهيءَ جون معنائون آهن درياءَ جي ڇولين وانگر. فقير انهن علمن جي درياءَ مان هڪڙي ڦڙي وانگر هڪڙي اکر تي اڪتفا ڪئي آهي.

پيارا! هي ڳالهيون جيڪي لکيون ويون آهن، اهي فقير نہ ڪتي پڙهيون نہ ڪنهن کان ٻڌيون بلڪ هي ڳالهيون آهي آهن جيڪي مشاهده ۾ آيون هي اهو امر آهي جيڪو پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان حاصل نٿو ٿئي پر اهو صاحب دل جيڪو دل جي بصيرت سان ڏسي ٿو، جنهن اکين ۾ الله تعاليٰ جي معرفت جو سرمون پاتو آهي، انهيءَ کي هنن ڳالهين جو ادراڪ پنهنجي صلاحيت مطابق حاصل ٿئي ٿو. طريقت جي ڪير پياڪ ٻار کي هنن ڳالهين جي ڪهڙي خبر؟ مولانا رومي رحمة الله تعاليٰ عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

هر كسي از ظن خود شد يار من
از درون من نہ جست اسرار من
سرّ من از نالہ من دور نيست
ليک چشم و گوش را آن نور نيست

ترجمون: هر ڪو پنهنجي خيال مطابق منهنجو يار ٿيو. ڪنهن بہ منهنجي اندر جي اسرارکي نہ سمجهيو. منهنجو راز منهنجي دانهن کان پري نہ آهي پر

اکين ۾ ڪنن کي اھو نور نہ آھي.

حقيقت ۾ معرفت کان واقف، صداقت ۾ محبت وارو، فنا في الله درويش ميان لعل محمد ھالاکنڊي وارو رحمۃ اللہ عليه ارادت ۾ محبت جي ادب جي لحاظ ھن فقير حقير پرتقصير کي انھيءَ نظر سان ڏسندو ھو جو نماز جي صف ۾ ساڄي پاسي درويش ھوندو ھو ۽ کاٻي پاسي ھي فقير. جڏھن پيش امام نمازپوري ڪري سلام ورائيندو ھو تہ درويش ادب جي ڪري پھرين کٻي پاسي سلام واريندو ھو، جنھن پاسي ھي فقير ھوندو ھو، پوءِ سڄي پاسي سلام واريندو ھو. اگرچہ فقير کيس انھيءَ عمل کان گھڻو روڪيندو ھو پر درويش انھيءَ عمل کان باز نہ آيو. اھڙو ساڳي نقل شيخ نظام الدين دھلوي رحمۃ اللہ عليه جي ملفوظات فوائد الفوائد ۾ لکيل آھي تہ امير خسرو دھلوي رحمۃ اللہ عليه جو پاڇيجو نمازجي تڪبير اوليٰ ۾، جيڪا نماز جو پھريون فرض آھي، پنھنجو منھن مرشد ڏانھن ڪندو ھو. ڪھڙو نہ سٺو چيو آھي جنھن بہ چيو آھي:

(بيت)

ھرکہ محرابي نمازش گشت عين
سوءِ ڪعبہ رفتنش ميدان چون شين

ترجمون: جنھن جي نماز جو محراب عين ٿيو تنھن کي ڪعبي جي طرف وڃڻ عيب سمجھڻ گھرجي.

حضرت امير خسرو دھلوي رحمۃ اللہ عليه ڪھڙو نہ سٺو چيو آھي:

(بيت)

ھر قوم راست راھي ديني و قبلہ گاھي
من قبلہ راست کردم بر سمت کج کلاھي

ترجمون: ھر ڪنھن قوم جي لاءِ راھہ دين ۽ قبلو آھي. مون پنھنجو قبلو ڪج ڪلاھہ جي ڏس کي بنايو آھي.

## مڪتوب چويھون

انھيءَ بيان ۾ تہ الله تعاليٰ جي معرفت نفس جي معرفت

تي موقوف آهي ۽ نفس جا درجا چار آهن. هڪڙو "اماره"، ٻيو "لوامه"، ٽيون "ملهمه"، چوٿون "مطمئنه". جيئن تہ هر ڪنهن جي نشانين تي نصّ ناطق آهي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَلۡحَمۡدُلِلّٰهِ لِوَلِيِّهٖ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى نَبِيِّهٖ. اَمَّا بَعۡدُ! اَلسَّلَامُ عَلَيۡكُمۡ وَرَحۡمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ، اي پيارا! جڏهن تہ الله تعاليٰ جي معرفت نفس جي معرفت سان مربوط ٿي تہ پوءِ نفس کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ ضروري آهي ۽ نفس جا درجا چار آهن. هڪڙو اماره جو اِنَّ النَّفۡسَ لَاَمَّارَةٌۢ بِالسُّوۡٓءِ، معنيٰ بيشڪ نفس تہ برائي جو حڪم ڪندو آهي، جنهن تي گواهہ آهي تہ نفس اماره برائي، سڌن، ۽ حرص جو حڪم ڪندو آهي. ٻيو لوامه جيڪو گناهہ ظاهر ٿيڻ کان پوءِ پاڻ کي ملامت ڪندو آهي. اهو الله تعاليٰ جي امر ۽ نهي جو فرمانبردار هوندو آهي پر ڪڏهن ڪڏهن غلطيءَ سان الله تعاليٰ جي مقرر ڪيل حدن کان تجاوز ڪري وڃي ٿو ۽ پوءِ وري پاڻ کي ملامت ڪندو آهي. لَآ اُقۡسِمُ بِالنَّفۡسِ اللَّوَّامَةِ. معنيٰ: قسم آهي نفس "لوامه" جو، انهيءَ تي گواهہ آهي. ٽيون نفس "ملهمه" جيڪو پاڻ سان جنگ ڪندڙ آهي قول ۽ فعل ۾. فرمانبرداريءَ ۾ بہ ۽ نافرمانيءَ ۾ بہ. نافرمانيءَ ۾ هن طرح تہ پاڻ کي چوي ٿو تہ اي نفس! تون الله تعاليٰ جا امر بجا آڻڻ ۾ نافرمان ٿيو آهين ۽ اهڙيءَ طرح پاڻ کي هوشيار ڪري ٿو ۽ فرمانبرداريءَ ۾ هن طرح تہ پاڻ کي چوي ٿو تہ اي نفس! جيڪي الله تعاليٰ جا امر آهن، تون انهن کي ادا نہ ڪري سگهيو آهين. اهڙي طرح الله تعاليٰ جا امر بجا آڻڻ ڏانهن پاڻ کي راغب ڪري ٿو. هر حال ۾ پاڻ سان جنگ ڪري ٿو ۽ پاڻ کي برائين کان چڱائين ڏانهن آڻي ٿو. چوٿون جيڪو انهن درجن کان اڳتي لنگهي اطمينان ۾ تبديل ٿي انهن سيني مقامات کان ترقي ڪري، انهيءَ مقام تي پهچي ٿو جيڪو انهن سيني کان اعليٰ ۽ افضل آهي. جنهن مقام جو وعدو الله تعاليٰ پنهنجي عاشقن، محبن ۽ عارفن سان فرمايو آهي تہ قيامت جي ڏينهن اهو مقام ڪين

عطا فرمائيندو ۽ ڪين باعث فخر مبارڪ سان سرفراز فرمايو آهي، جنهن جي بشارت جو اشارو قرآن مجيد فرقان حميد ۾ "نفس مطمئنه" ڪي ڏنو ويو آهي: يَآ اَيَّتُهَا النَّفۡسُ الۡمُطۡمَئِنَّةُ ارۡجِعِيۡٓ اِلٰي رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرۡضِيَّةً فَادۡخُلِيۡ فِيۡ عِبَادِيۡ وَادۡخُلِيۡ جَنَّتِيۡ. معنيٰ: اي مطمئنه نفس! پنهنجي رب ڏانهن موٽ هن حال ۾ تہ تون پنهنجي رب ڪان راضي آهين ۽ تنهنجو رب توکان راضي آهي. پوءِ تون الله جي ٻانهن ۾ داخل ٿي ۽ جنت ۾ داخل ٿي.

(بيت)

بيا بيا کہ مرا آرزوءِ تست آخر
نشاط من بہ تماشاءِ روءِ تست آخر

ترجمون: اچ اچ جو مون کي تنهنجي آرزو آهي. منهنجي خوشي تنهنجو منهن ڏسڻ سان آهي.

پوءِ جيڪو نفساني خواهشن، شهواني لذتن، حرص، غضب، ڪوڙ ۽ حسد، هٺ ۽ تڪبر ۾ هميشه مغرور ۽ مستغرق هوندو تنهن جو نفس اماره آهي. اِنَّ النَّفۡسَ لَاَمَّارَةٌ بِالسُّوۡءِ. قرآن پاڪ ۾ انهيءَ جي باري ۾ آيو آهي نفس اماره جو تابع ڍورن ڪان بہ بدتر آهي. اُولٰٓئِكَ كَالۡاَنۡعَامِ بَلۡ هُمۡ اَضَلُّ. معنيٰ: اهي ڍورن جهڙا آهن بلڪ ڍورن ڪان بہ بدتر آهن.

جيڪو گناهہ ٿيڻ تي پاڻ کي ملامت ٿو ڪري ۽ افسوس ٿو ڪري، توبہ ۽ زاري ٿو ڪري، ڏانهون ۽ ڪوڪون ٿو ڪري، استغفار ٿو ڪري، پشيمان ٿو ٿئي، وري موٽي نيڪ عملن ڏانهن ٿو موٽي ۽ نيڪ عملن ڪرڻ جو سعيو ۽ ڪوشش ٿو ڪري، انهيءَ جو "نفس لوامه" آهي. انهيءَ نفس وارو ابرار آهي.

وري جيڪو پاڻ سان جنگ ۽ جهيڙو ٿو ڪري، الله تعاليٰ جي فرمانبرداري ۾ پنهنجي پوري طاقت خرچ ٿو ڪري ۽ ٻچڙين ڳالهين ۽ ٻچڙن ڪمن ڪان بيزاري ٿو ڏيکاري ۽ جيڪي ڳالهيون ۽ ڪم الله تعاليٰ جي امر مطابق آهن، انهن ۾ مصروف ٿو رهي ۽ پنهنجي هستيءَ کي الله تعاليٰ جي هستيءَ جي اڳيان ڳم ٿو سمجهي، پنهنجي نفي ٿو ڪري، انهيءَ جو

نفس "ملهمه" آهي. انهيءَ نفس وارو لوامه نفس واري کان پہ قدم الله تعاليٰ کي ويجهو هوندو آهي. انهيءَ کي جذبات حق مان جذبو عطا ٿيندو آهي. يَفْعَلُ اللهُ مَا يَشَآءُ. معنيٰ: الله تعاليٰ جوڪجهہ چاهي سو ڪندو آهي. اهو نفس طالبن جو آهي.

۽ جيڪو پنهنجي هستيءَ کي بلڪل ختم ڪري ڇڏي ۽ "فَنَا فِي اللهِ" کان "بَقَا بِاللهِ" سان مشرف ٿئي، "تَلْوِيْن" مان "تمڪين" کي پهچي، انهيءَ جو نفس "مطمئنه" آهي ۽ هن خطاب سان مشرف ٿيو آهي تہ يَآ اَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ارْجِعِيْ اِلىٰ رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً. معنيٰ: اي نفس مطمئنه! تون پنهنجي رب ڏانهن موٽ هن حال ۾ تہ تون پنهنجي رب کان راضي آهين ۽ تنهنجو رب توکان راضي آهي. انهيءَ نفس وارو عارف ڪامل مڪمل آهي، جيڪو بيشڪ حق جي مشاهدي سان پنهنجي صلاحيت مطابق ديدار کان بهره ور ٿيو آهي.

اي پيارا! نفس هڪڙو آهي ۽ ان جا درجا مختلف آهن. "اماره" ۽ "لَوَّامَه"، "مُلْهِمَه" ۽ "مُطْمَئِنّه". جڏهن نفس جا افعال ۽ اخلاق الله تعاليٰ جي امر ۽ نهي جا مخالف هجن ۽ انهن ۾ تبديلي نہ اچي ۽ نافرماني تي سندرو ٻڌيو بيٺو هجي تہ انهيءَ وقت نفس جي حالت امارگي واري هوندي آهي ۽ جڏهن انهيءَ حالت کان تبديل ٿي انهيءَ حالت کي پهچي ٿو، جو ڪنهن مهل گناهہ ڪري ۽ وري سيني ناجائز ڪمن کان باز اچي ۽ گناهن کان پوريءَ طرح بيزار ٿي وڃي تہ نفس جي اها حالت لوامگيءَ واري هوندي آهي. وري جڏهن انهيءَ حالت کان ترقي ڪري انهيءَ اعليٰ مقام تي پهچي جو سندس سيئي افعال پيارا ٿي وڃن پر تہ بہ انهن پنهنجن نيڪ عملن کي گناهہ سمجهي ۽ نيڪين کي ڪجهہ بہ نہ ڄاڻي، سيئي پيارا عمل "لَا" جي تحت ۾ آڻي بي مثال معبود جو اثبات ٿو طلب ڪري تہ ان وقت نفس "لَوَّامَه" نفس "مُلْهِمَه" جي درجي کي پهچي ويندو آهي. فَاَلْهَمَهَا فُجُوْرَهَا وَتَقْوٰهَا. معنيٰ: پوءِ الهام ڪيائين انهيءَ کي گناهہ انهيءَ جا ۽ تقويٰ انهيءَ جي ۽ جڏهن انهيءَ مقام کان ترقي ڪري هستي موهوم کي وحدت جي بحر ۾ اهڙي طرح مستغرق ڪري

جيئن ڦڙو درياءَ ۾ ۽ ڦوٽو پاڻي تي ۽ رائي جو داڻون لوڻ جي ڪاڻ ۾ ۽ ڪثرت جي ڪرڻن ڪي وحدت جي آفتاب جي نور ۾ محو ڪري ڇڏي، پوءِ سندس ظاهر باطن ۽ باطن سرّ سان ۽ سرّ خفيءَ سان ۽ خفي اخفيٰ سان يگانگت جو رنگ پيدا ڪري، انهيءَ وقت اطمينان قلب حاصل ٿيندو آهي ۽ نفس بلڪل "مطمئنه "تي وينِدو آهي ۽ وري موٽي بشريت ڏانهن ڪونہ ويندو آهي ۽ يَا اَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ارْجِعِيْ اِلٰي رَبِّکِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَةً فَادْخُلِيْ فِيْ عِبَادِيْ وَادْخُلِيْ جَنَّتِيْ. معنيٰ: اي نفس مطمئنه! تون پنهنجي رب ڏانهن موٽ انهيءَ حال ۾ جو تون پنهنجي رب کان راضي آهين ۽ تنهنجو رب توکان راضي آهي، پوءِ تون اللہجي ٻانهن ۾ داخل ٿي ۽ جنت ۾ داخل ٿي جي خطاب سان مشرف ٿيندو آهي. وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلٰي مَنْ لَدَيْكُمْ.

# مڪتوب ستاويهون

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن هن بيان ۾ لکيو ويو تہ ڪامل مڪمل مرشد جي هيءَ ظاهري صورت، عين صورت محمدي ﷺ آهي ۽ حقيقت بہ انهيءَ طرح سان آهي. طالب صادق جڏهن "فَنَا فِي الشَّيْخ" جي درجي کي پهچي ٿو تہ انهيءَ مقام تي کيس "فَنَا فِي الرَّسُوْلِ ﷺ" جو درجو بہ حاصل ٿي ويندو آهي ڇو تہ مرشد ڪامل پاڻ کي ختم ڪري رسول اللہ ﷺ جي ذات ۾ فنا ڪري ڇڏيندو آهي. ولايت ۽ حقيقت محمدي ﷺ کي انهيءَ ڳالهہ مان سمجهڻ گهرجي. انهيءَ کان پوءِ ولايت احمدي آهي. انهيءَ کان پوءِ حقيقت احمدي آهي، جيڪا احديت کي پهچندي آهي. لکيو ويو:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، طالب طريق عرفان، شارب رحيق ايقان، پيوسته در امن و امان، ميان عبدالخالق سلامت هجي سلام کان پوءِ، جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي ۽ خيريت جي دعائن کان پوءِ واضح هجي تہ مرشد

ڪامل مڪمل جي ظاهري صورت عين صورت محمدي آهي.
عَلَيْهِ اَفْضَلُ الصَّلَوَاتِ وَاَكْمَلُ التَّحِيَّاتِ، جيڪا سڀني ڪائنات ۾
جلوه گر ٿي آهي. اهو هن طرح تہ جيڪو ظاهري علماءَ رحمۃ الله
عليهم فرمائين تہ هيءَ ظاهري صورت جيڪا مسلمان ۽
ڪافرن جي هڪ جهڙي آهي، اها ظاهري صورت محمدي ﷺ
آهي. انهيءَ صورت تي آخرت ۾ ڪوبہ عذاب نہ ٿيندو. انهن
بزرگن جي انهيءَ قول جو هن فقير کي اکين سان مشاهدو ڪرايو
ويو آهي ۽ برحق آهي. اَهْلُ اللهِ جي جماعت انهيءَ تي متفق آهي
تہ جن تي آخرت ۾ عذاب ٿيندو، انهن کي هن انساني صورت
جي بجاءِ ٻي صورت انهن جي خيال مطابق ڏني ويندي ۽
انهيءَ صورت تي عذاب ٿيندو. انهيءَ مناسبت سان مولانا
رومي رحمۃ الله عليه ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

هر خيالي کوکنند در دل وطن
روز محشر صورتي خواهد شدن
صورت ظاهر ندارد اعتبار
صورت باطن مبرا از غبار

ترجمون: جيڪو خيال دل ۾ رهيو هوندو اهو ئي قيامت جي
ڏينهن صورت وٺندو. ظاهري صورت جو ڪوبہ اعتبار نہ آهي،
باطن واري صورت ئي قيامت ۾ پڌري ٿيندي.

انهيءَ قسم جا بيت ۽ عبارتون اهل دين، اهل الله ۽ اهل
يقين جي ڪتابن ۾ تمام گهڻيون لکيل آهن. ساري موجودات
جي صورتن سرور ڪائنات ﷺ جن جي صورت مان صورت ورتي
آهي. جيتوڻيڪ حضرت آدم عَلٰى نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِ السَّلَامُ ظاهر ۾
ابو آهي، پر حقيقت ۾ سندس پٽ آهي. حضرت مخدوم
عبدالرحيم شهيد گرهوڙي رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

آدم وَلد اُن جو، توڻي والد آهي

نبي ڪريم ﷺ جن جي حديث شريف بہ ان تي ناطق آهي.
پاڻ فرمايائون: كُنْتُ نَبِيًّا وَآدَمُ بَيْنَ الْمَاءِ وَالطِّيْنِ. معنيٰ: آئون

نبي هئس ۽ آدم اجا پاڻي ۽ مٽيءَ ۾ هو. پهرين فڪر آهي ۽ پوءِ عمل ۽ سيني حقيقتن نبي ڪريم ﷺ جي حقيقتن مان ظهور ورتو آهي. انهيءَ حقيقت کي برزخ ڪبريٰ بہ چوندا آهن جو ذات ۽ صفات جي وچ ۾ آهي ۽ پڻ حديث شريف ۾ آهي: أَنَا مِنْ نُوْرِ اللهِ. معنيٰ: آئون الله جي نور مان آهيان. هِن فرمان ۾ پنهنجي حقيقت جي اضافت ذات ڏانهن فرمايائون. اَلْعَالَمُ كُلُّهُ مِنْ نُوْرِيْ. معنيٰ سڄو جهان منهنجي نور مان آهي. سيني حقيقتن ۽ ساري موجودات جي صورتن جي اضافت وجود مسعود ڏانهن ڪيائون. اها جماعت جنهن کي سرور ڪائنات ﷺ جن جو مشاهدو حاصل آهي، جو اها صورت ڪامل مڪمل مرشد جي صورت آهي. سڄي مخلوقات ۾ دل ۽ مٽي جي اکين سان ڏسندا آهن. اها جماعت انهيءَ فرقي کان، جيڪو هن آيت سڳوريءَ جي وعيد جي عتاب هيٺ آيل آهي تہ: لَهُمْ قُلُوْبٌ لَا يَفْقَهُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ اَعْيُنٌ لَا يُبْصِرُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ آذَانٌ لَا يَسْمَعُوْنَ بِهَا اُولٰئِكَ كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ.
معنيٰ: انهن کي دليون آهن پر سمجهن ڪونہ ٿا ۽ انهن کي اکيون آهن پر ڏسن ڪونہ ٿا ۽ انهن کي ڪن آهن پر ٻڌن ڪونہ ٿا. اهي ڍورن وانگر آهن بلڪ ڍورن کان بہ بدتر، تنهن کان جدا ٿي آزاد ٿيا. اهو فرقي جنهن جي باري ۾ اها آيت آهي، انهن کي صورت جو خيال هوندو آهي ۽ انداز جلالي صورت محمدي ﷺ جمال ۽ جلال جي جامع آهي. انهن کي جلال مان بهرو ملندو آهي جمال مان نہ ۽ جواب صاف آهي ۽ حقيقت ۾ ڪافر آهن. انهيءَ مناسبت سان مولانا رومي رحمۃ الله تعاليٰ عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

ڪافران ديدند احمد را بشر
چون نديدند ازوي آن شق القمر
وانڪہ اوڪف ديد دريا را نديد
زانڪہ حالي ديد فردا را نديد

ترجمون: ڪافرن حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ ﷺ جن کي بشر ڏٺو چو تہ انهن نبي ڪريم جي شق القمر واري معجزه کي بہ ڪونہ ڏٺو. ٻيو تہ هنن گجي ڏٺي دريا ڪونہ ڏٺو، ڇاڪاڻ تہ

انهن حال کي ڏٺو سهاڻي کي ڪونہ ڏٺو.

جيڪو سلف صالحين رحمه الله عليهم فرمايو آهي تہ "فَنَا فِي الشَّيْخِ" تيئڻ "فَنَا فِي الرَّسُوْلِ" تيئڻ جي ابتدا آهي، جڏهن سالڪ فَنَا فِي الشَّيْخِ جي مقام تي پهچندو آهي تہ اتي شيخ کي فَنَا فِي الرَّسُوْلِ جي مقام تي ڏسندو آهي ۽ اها حقيقت شيخ جي لباس کي پاڻ کان جدا ڪري سرور ڪائنات ﷺ جن جي لباس ۽ حقيقت ۽ صورت کي حاصل ڪندي آهي.

منهنجا پيارا! جڏهن تو ابتدا کي ڪَمَا حَقَّهٗ حاصل ڪيو ۽ ابتدا "فَنَا فِي الشَّيْخِ" جو مقام آهي تہ پوءِ "فَنَا فِي الرَّسُوْلِ" جو مقام بہ اتي ئي حاصل ٿي ويندو آهي، جو اهو مقام جهان جي سيني صورتن ۽ حقيقتن کي پنهنجي احاطي ۾ رکي ٿو، جيئن تہ مثال مشهور آهي تہ نائب، منيب جو قائم مقام آهي. بلڪ اهو نائب عين منيب آهي. هن شيخ پنهنجي صورت ۽ حقيقت کي سرور ڪائنات ﷺ جي صورت ۽ حقيقت ۾ ڪَمَا حَقَّهٗ فنا ڪري ڇڏيو آهي ۽ سندس صورت سرور ڪائنات ﷺ جن جي صورت جي رنگ ۾ تبديل ٿي وئي آهي ۽ حقيقت بہ اهڙي طرح ئي سمجهڻ گهرجي. "عالم خلق"، "عالم امر"، "عالم الاهي" سڀ سرور ڪائنات ﷺ جن جي متابعت سان "ظاهر ۽ باطن" ۽ "باطن جي باطن" ۽ سيئي اسرار سندس ملڪيت ۾ ڏنا ويا آهن ۽ ولايت ۽ حقيقت محمدي ﷺ ۾ "جلال ۽ "جمال" جي صفت سان امتياز حاصل ڪيو اٿس. جيئن تہ "ڪفر ۽ اسلام" ۽ "لطف ۽ قهر" ۽ "عدل ۽ ظلم" ۽ "حق ۽ ناحق"، انهن ٻنهي صفتن وانگر هڪ ٻي کان جدا جدا هن وطن ۾ ظهور ورتو آهي. انهيءَ حقيقت ۽ ولايت کي "روح اعظم" ۽ "عقل ڪل" ۽ "وحدت" ۽ "حقيقت محمدي" عَلَيْهِ وَعَلىٰ آلِهٖ اَفْضَلُ الصَّلَوَاتِ وَاَكْمَلُ التَّحِيَّاتِ جي نالي سان سڏيندا آهن. سرور ڪائنات ﷺ جن جي انهن سيني مرتبن کان پوءِ ٻيو مرتبو اعلىٰ ۽ اڪمل آهي. اهو مرتبو ولايت ۽ حقيقت احمدي ﷺ آهي. انهيءَ کان اڳي ولايت ۽ حقيقت محمدي ﷺ صورت جي مثال آهي. جڏهن طالب ولايت احمدي جي مقام تان

ترقي ڪري حقيقت احمدي ﷺ جي مقام تي پهتو، جيڪو احديت جو مقام آهي انهيءَ مقام تي پهچڻ ڪان پوءِ طالب انهن پنهي صفتن کي هڪ جهڙو ۽ برابر ڏسندو آهي. انهيءَ مقام تي انهن پنهين صفتن جو رنگ تبديل ٿي صرف احديت ٿي ويندو آهي ۽ انهن پنهي صفتن جي نسبت ۽ اضافت ڪجھ بہ باقي نٿو رهي. وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلٰي مَنْ لَّدَيْكُمْ وَمَنِ اتَّبَعَ الْهُدٰي وَالْتَزَمَ مُتَابِعَةَ الْمُصْطَفٰي عَلَيْهِ وَعَلٰي آلِهٖ اَفْضَلُ الصَّلَوَاتِ وَاَكْمَلُ التَّحِيَّاتِ.

# مڪتوب اناويهون

عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن انهيءَ بيان ۾ تہ حقيقت محمدي ﷺ چار مقام رکي ٿي. هڪڙو ظل ظلال، ٻيو ظل، ٽيون اصل، چوٿون اصل الاصل ۽ حقيقت احمدي ﷺ انهيءَ کان مٿي آهي. جيئن تہ اسم محمد اسم احمد جو مظهر آهي ۽ انهيءَ جي حقيقت بہ انهيءَ ساڳي طريقي تي آهي. لکيو ويو:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، پيوسته در امن و امان، ميان عبدالخالق رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلام کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي، واضح هجي تہ جڏهن سالڪ حقيقت محمدي ﷺ جي اظلال جي مقام تي پهچندا آهن تہ انهيءَ مقام کي اثباتِ وَحدت جو نالو ڏيندا آهن ۽ همہ اوست جا قائل ٿيندا آهن، پر ائين نہ آهي. اهو انهيءَ حقيقت جي جلوي جو جلوو آهي، جهڙيءَ طرح ڪو سج جي ڪرڻن کي سج چوي تہ درست نہ چئبو جو سج، سج آهي ۽ ڪرڻا، ڪرڻا آهن. بلڪ اهي ڪرڻا سج مان نڪتا آهن ۽ حقيقت محمدي ﷺ چار مقام رکي ٿي. هڪڙو "ظل ظلال"، ٻيو "ظل"، ٽيون "اصل"، چوٿون "اَصْلُ الْاَصُلْ". جڏهن انهيءَ راهہ جا سالڪ سرور ڪائنات ﷺ جي ظلَ ظلال جي مقام تي پهچن ٿا تہ پوءِ ظاهري صورتون جيڪي حقيقت محمدي ﷺ جي سج جا ڪرڻا آهن، انهن کي محبت جي غلبي جي ڪري صورت محمدي

ﷺ سمجهندا آهن، جيڪي حقيقتِ محمدي ﷺ جو ظل آهن ۽ پنهنجي خيال ۾ سمجهندا آهن تہ اصَل کي پهچي وياسين. پر ائين نہ آهي. ظاهري صورتون انهن حقيقتن جا اِظلال آهن. جهڙيءَ طرح وڻ جي پاڇي کي وڻ جو پاڇو هجڻ کان سواءِ وڻ سان ٻي ڪابہ نسبت نہ آهي، اهڙي طرح ظاهري صورتن کي حقيقت محمدي ﷺ سان پاڇي کان سواءِ ٻي ڪابہ نسبت نہ آهي. پوءِ جڏهن سالڪ انهيءَ مقام تان اڳتي لنگهي اصل جي مقام تي پهچندا آهن، جيڪو مقام حقائق جو اجمال آهي تہ انهيءَ مقام کي "حقيقت الحقائق" جو نالو ڏيندا آهن ۽ اهو اصل جو مقام آهي. ان وقت سالڪ "وحدت الوجود" جا قائل ٿيندا آهن ۽ انهيءَ کي وجود مطلق ٿا چون ۽ پنهنجي وهم ۽ خيال ۾ انهيءَ مقام کي "اَصلُ الاَصُلِ" جو مقام سمجهندا آهن ۽ اهو مقام حقيقت محمدي ﷺ جي اصل جو مقام آهي. اها وحدت وجودي آهي. انهيءَ مقام تي سالڪ بحر وحدت ۾ غرق ٿي ويندو آهي. وجود موهوم سندس نظر مان گم ٿي ويندو آهي. ڪيس وحدت جي مشاهدي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نظر نہ ايندو آهي. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

(بيت)

در ديوار من آئينہ شد از کثرت شوق

هر کجا مي نگرم روءِ ترا مي بينم

ترجمون: منهنجي ديوار ۾ شوق جي ڪثرت سان آئينو پيدا ٿي پيو آهي. جيڏانهن بہ نهاريندو آهيان تہ توکي ئي ڏسندو آهيان.

(بيت)

اين است کمال راه يقين

در هرچہ نظر کند خدارا بيند

ترجمون: راه يقين واري جو ڪمال اهو آهي تہ جنهن ۾ نظر ڪندو آهي، اللہ تعاليٰ کي ئي ڏسندو آهي.

مقام محمدي ﷺ جتي پهچي سالڪ ۾ عجيب عجيب قوت پيدا ٿيندي آهي جو وحدت جي مشاهدي سان گڏ سڀ فرض ۽ سنتون بہ پوريءَ طرح ادا ڪندو آهي پر شريعت جي هر هڪ

مستحب کي بہ فوت ٿيڻ نہ ڏيندو آهي. اهو عارف وحدت جي بحر ۾ بي خبر ۽ با خبر هوندو آهي.

(بيت)

بر کف جام شريعت بر کف سندان عشق
هر هوسناکي نداند جام و سندان باختن

ترجمون: هڪڙي ترءِ تي شريعت جو جام ۽ ٻي هٿ ۾ عشق جو ساناڻ. هر کو سڌڙيو جام ۽ ساناڻ سان کونہ کيڏي سگهندو آهي.

انهيءَ مقام تي "عَابِدُ" ۽ "مَعْبُوْدُ"، "سَاجِدُ" ۽ "مَسْجُوْدُ"، "عَارِف ۽ مَعْرُوْف" پاڻ ئي هوندو آهي. سُبْحَانِي مَا اَعْظَمُ شَانِيْ، معنيٰ: آئون پاڪ آهيان، منهنجو ڪيڏو وڏو شان آهي، اَنَا الْحَقّ معنيٰ آئون حق آهيان، لَيْسَ فِيْ جُبَّتِيْ سِوَي اللهِ، معنيٰ: منهنجي جبي ۾ الله کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي، انهيءَ مقام جون ڳالهيون آهن. انهيءَ مقام جي باري ۾ مولانا رومي رحمۃ الله تعاليٰ عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

چون ز خود رستي همہ حق گشتئہ
رفت ظلمت نور مطلق گشتئہ

ترجمون: جڏهن پاڻ کان آزاد ٿيو آهين تڏهن سڄو حق ٿي ويو آهين. اونداهہ ختم ٿي وئي ۽ تون نور مطلق ٿي ويو آهين.

انهيءَ حالت جي باوجود باطن جي حقيقت جي زور طالب کي ظاهر جو تابعدار بنايو آهي.

منهنجا پيارا! اڪثر سالڪ انهيءَ مقام تي ساڪن رهندا آهن ۽ ڪن ٿورن کي انهيءَ مقام تان ترقي حاصل ٿيندي آهي. اَلنَّادِرُ کَالْمَعْدُوْمِ. معنيٰ: ٿورو نہ هئڻ برابر هوندو آهي. انهيءَ مان هڪڙو متقدمين جي جماعت مان شيخ علاؤ الدولہ سمناني آهي جنهن جو ذڪر نفحات الانس ۾ آيو آهي ۽ ٻيو متاخرين جي جماعت مان حضرت امام رباني مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي رحمۃ الله تعاليٰ عليه آهي، جنهن جو ذڪر سندن مکتوبات شريف ۾ آهي تہ ڪين انهيءَ مقام تان جذبہ من

جذبات الله مٿي ڪنيو آهي ۽ انهيءَ حقيقت کان حقيقت احمدي ﷺ جو عروج حاصل ٿيو ۽ تمام تيزي ۽ ارواحن جي پرواز سان، جيڪا محبت ۽ عشق جي پرواز آهي، تنهن سان اڏامي تمام تيزيءَ سان انهيءَ مقام تي پهتو ۽ انهيءَ مقام جي اسم ۽ مظهر ان جاءِ تي تبديل ٿي صفت جو رنگ پيدا ڪيو ۽ اسم محمد جو مظهر اسم احمد ﷺ آهي. پوءِ اسم محمدي جي حقيقت جيڪا سيني حقيقتن جو اصل آهي، هن جاءِ تي حقيقت احمدي ۾ تبديل ٿي صفت ٿي وئي ۽ سندس اصل حقيقت احمد ٿيو ۽ سالڪ جڏهن هن مقام تان ترقي ڪري هن مقام تي پهتو تہ حقيقت محمدي جي مقام تي جيڪو وحدت جو اثبات ڪيو هئائين، انهيءَ کان ڪناره ڪش ٿي هن جاءِ تي حقيقت احمدي ﷺ کي وحدت سمجهيائين ۽ اهو مقام سيني مقامات کان اعليٰ ۽ اڪمل آهي. جڏهن سرور ڪائنات ﷺ جن حقيقت محمدي ﷺ جي مقام کان، جيڪو سندن مقامات جي ابتدا آهي، ترقي ڪري هن مقام جي اصل تي پهتا تہ عشق جي غلبي کان "اَنَا اَحْمَدُ بِلَا مِيْمٍ" جو نعرو هنيائون. "اَنَا اَحْمَدُ بِلَا مِيْمٍ" جي معنيٰ آهي تہ آئون احمد آهيان ميم کان سواءِ. ادراڪ ۽ محبت جي سواري هن مقام جي ابتدا کان هن مقام جي انتها تائين هڪ لمحہ ۾ پهتي. تڏهن ان مقام تي پنهنجي ذات کي ذات اِحديت کان، جيڪا وَرَاءِ الْوَرَاءِ آهي، الڳ ۽ جدا ڏسي "لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ"

معنيٰ: ٻيو ڪوبہ معبود نہ آهي الله هڪڙو معبود برحق آهي، اڪيلو آهي سندس ڪوبہ شريڪ نہ آهي، انهيءَ جي بادشاهي آهي، انهيءَ کي ئي ساراهہ جڳائي ۽ اُهو هر ڪنهن شيءِ تي قادر آهي. اهو توحيد جو ڪلمون پڙهي هُن جهان کان هن جهان ڏانهن رجوع فرمايائون ۽ "وَمَا اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ" جو عزت وارو وڳو پائي، "لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللهِ ﷺ" جي ڪلمہ سان هُن جهان کان هن جهان ۾ ظهور فرمايائون. انهيءَ مقام ۾ پنهنجي تمام حقيقتن ۽ صورت مبارڪ سان پاڻ عبدالله ٿيا. هن جاءِ تي رڳو حُبُّ هئي جيڪا مخفي ڪاڻ ۾

عثمان، يعقوب، صديق ۽ سيني ننڍن وڏن کي سلام چوندا. سيد حيدر شاهہ ۽ حاجي بلال ۽ حاجي اسماعيل درزي ۽ عبدالرزاق ۽ ميان عبدالخالق ۽ ميان ڏاڏو ۽ عبدالرحمان ۽ موسيٰ ۽ عثمان ۽ محمد حسين ۽ حاجي احمد ۽ الياس پٽيل کي سلام ۽ دعائون چوندا.

# مڪتوب ٽيهون

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن انهيءَ بيان ۾ تہ هن علائقي جون حالتون بدلجي ويون آهن ۽ سنڌ جي حڪومت تبديل ٿي مسلمانن کان ڦرجي انگريزن جي هٿ ۾ اچي وئي. انهيءَ تبديليءَ جي ڪري سندس دل تي جيڪو غبار ۽ بار ٿيو هو انهيءَ جو اظهار ڪيو هئائين. انهيءَ جي جواب ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص خاص دوست متحد دل و جان، پيوسته در امن و امان ميان عبدالخالق سلامت هجي. سلامن جي تحفي کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي، واضح هجي تہ اوهان لکيو آهي تہ سنڌ ملڪ جون خبرون ٻڌي جيڪا دل تي گذري ٿي تنهن جي باري ۾ ڪهڙو عرض ڪريان؟

پيارا! اسان جا مرشد سائين حضرت روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن جڏهن هن دنيا ۾ هئا تڏهن هن ملڪ ۾ ظلم حد کان لنگهي ويو هو.

هڪڙي ڏينهن سندن خدمت ۾ عرض ڪيوسون تہ ماڻهو حاڪمن جي ظلم جون دانهون ٿا ڪن. مون عرض ڪيو تہ هنن خبيثن کي سنڌ مان تڙي ٻاهر ڪيجي. فرمايائون: نہ، نہ! هن گندگي جي لاءِ ٻهاريدار گهرجن جيڪي ملڪ مان پليتي کي ڪڍن. اهي ٻهاريدار پنهنجا دوست آهن، انهن کي بددعا نہ ڪرڻ گهرجي. پوءِ جڏهن پيرسائين رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنۡهُ جن هن جهان مان لاڏاڻو ڪري هن جهان ڏانهن اُسهيا تہ ظلم، تمام وڌي ويو. مير ڪرم علي ۽ مراد عليءَ جي دور ۾ ظلم جي باهہ تي ڪجهہ پاڻي پيو هو پر انهن جي وفات کان پوءِ ظلم جي باهہ

سواءِ ڪيئن نڪرندو؟

جان مان مراد محبوب آهي. وَالسَّلَامُ عَلىٰ مَنِ اتَّبَعَ الْهُدىٰ وَالْتَزَمَ مُتَابِعَةَ الْمُصْطَفىٰ عَلَيْهِ وَعَلىٰ آلِهٖ اَفْضَلُ الصَّلَوَاتِ وَاَكْمَلُ التَّحِيَّاتِ.

# مڪتوب اوڻٽيهون

حاجي عبدالڪريم ممبئي بندر واري ڏانهن انهيءَ جي جواب ۾ ته سندس پٽ جي بخار کان شفايابيءَ جي لاءِ دعا جو عرض ڪيو هئائين ۽ دل جي ذڪر جي ترغيب ۽ غفلت کان تنبيه ۽ ڪميڻي دنيا جي مذمت ۽ آخرت جي فلاح جي لاءِ ڪوشش جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءَ، محبت ۽ عقيدت وارو دوست اهل الله، خدا وارن جو مخلص، هميشه امن ۽ امان ۾ هجي حق وارن جو محب حاجي الحرمين ميان حاجي عبدالڪريم سلامت هجي. سلام کان پوءِ، جيڪو اهل اسلام جو طريقو ۽ بهترين ڪلام آهي، معلوم هجي ته:

اوهان جو خط پهتو. حقيقت معلوم ٿي. اوهان لکيو آهي ته برخوردار ميان محمد کي بخار وري اچي ٿو جنهن جي ڪري بيمار رهي ٿو. خط پڙهڻ سان فقيرن جي سڄي جماعت کان دعا ڪرائي وئي. ميان محمد کي الله تعالىٰ جل جلاله پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ظاهري ۽ باطني شفا عطا فرمائيندو. انشاءَ الله تعالىٰ اها بيماري درويشن جي دعا سان دور ٿيندي ۽ مڪمل شفا حاصل ٿيندي جو اِنَّهٗ قَرِيْبٌ مُجِيْبٌ. الله تعالىٰ ويجهو ۽ دعا قبول ڪندڙ آهي. ٻيو ته ذڪر ۽ فڪر جي ڪوشش تمام گهڻي ڪرڻ گهرجي.

(بيت)

ذڪر ڪن ذڪر تا ترا جان است - پاڪي دل ز ذڪر رحمان است

ترجمون: ذڪر ڪر ذڪر جيستائين جيئرو آهين دل جي پاڪائي رحمان جي ذڪر سان حاصل ٿيندي آهي.

مقبول درگاه عليم سيد عبدالڪريم رحمۃ الله تعاليٰ عليه بلڙي واري پنهنجي ملفوظات بيان العارفين ۾ لکيو آهي تہ زبان سان هزار ڀيرا ذڪر ڪرڻ کان دل سان هڪڙو ڀيرو ذڪر ڪرڻ وڌيڪ آهي. اسين زبان سان جيڪو ذڪر ڪريون ٿا، سو ڪراما ڪاتبين لکن ٿا ۽ ان جو ثواب انهن جي لکت مطابق ملندو ۽ جيڪو ذڪر دل سان ڪجي ٿو، ان کي الله تعاليٰ جَلَّ جَلَالُہٗ کان سواءِ ڪوبہ ڪونہ ٿو ڄڻي. ان جو ثواب بہ الله تعاليٰ پاڻ ڏيندو. ٻيو ڪو وسيلو وچ ۾ ڪونہ هوندو. ڇاڪاڻ گهرجي تہ هرڪو ماءُ ۽ پيءُ، ڀاءُ ۽ اهل اولاد ۽ مال ۽ ملڪيت سڀ ڪجهہ هتي ڇڏي ويندو. اسان کي بہ وڃڻو آهي. هيءَ جاءِ هميشہ رهڻ جي نہ آهي ڇاڪاڻ تہ انبياءَ ۽ اولياءَ بہ ڇڏي ويا. نبي ڪريم ﷺ جن هر ڪنهن جمعہ جي خطبہ ۾ فرمائيندا هئا: كُنْ فِي الدُّنْيَا كَأَنَّكَ غَرِيْبٌ اَوْ عَابِرُ سَبِيْلٍ وَعُدَّ نَفْسَكَ مِنْ اَهْلِ الْقُبُوْرِ. معنيٰ: دنيا ۾ مسافر وانگر رهہ يا پُل تان لنگهندڙ وانگر ۽ پاڻ کي قبر وارن ۾ شمار ڪر.

(بيت)

اي دل مکن گناه کہ تحقيق مردني است
اعمال نيک کن کہ قيامت رسيدني است

ترجمون: اي پيارا! گناهہ نہ ڪر جو نيٺ مرڻو آهي، نيڪ عمل ڪر جو قيامت ٿيڻي آهي.

(بيت)

غره مشوبرين گل بستان روزگار
باد خزان برين گل بستان وزيدني است

ترجمون: هن دنيا جي باغ ۽ بستان تي مغرور نہ ٿي، هن باغ ۽ بستان کي خزان جو واءُ لڳڻو آهي.

عاقل کي اشارو ڪافي آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو آهي تہ هڪڙو حرف ئي ڪافي آهي. ڪاغذ پورو ٿي ويو، ڳالهيون اڃان باقي آهن. سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس ۽ دوستن احبابن کي چوندا خاص طرح حاجي ابراهيم، حاجي احمد، حاجي عبداللطيف، حاجي عبدالڪريم، حاجي عبدالشڪور، حاجي

عثمان، يعقوب، صديق ۽ سيني ننڍن وڏن کي سلام چوندا. سيد حيدر شاھ ۽ حاجي بلال ۽ حاجي اسماعيل درزي ۽ عبدالرزاق ۽ ميان عبدالخالق ۽ ميان ڏاڏو ۽ عبدالرحمان ۽ موسيٰ ۽ عثمان ۽ محمد حسين ۽ حاجي احمد ۽ الياس پٽيل کي سلام ۽ دعائون چوندا.

## مڪتوب ٽيھون

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانھن انھيءَ بيان ۾ تہ ھن علائقي جون حالتون بدلجي ويون آھن ۽ سنڌ جي حڪومت تبديل ٿي مسلمانن کان ڦرجي انگريزن جي ھٿ ۾ اچي وئي. انھيءَ تبديليءَ جي ڪري سندس دل تي جيڪو غبار ۽ بار ٿيو ھو انھيءَ جو اظھار ڪيو ھئائين. انھيءَ جي جواب ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص خاص دوست متحد دل و جان، پيوسته در امن و امان ميان عبدالخالق سلامت ھجي. سلامن جي تحفي کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو طريقو آھي، واضح ھجي تہ اوھان لکيو آھي تہ سنڌ ملڪ جون خبرون ٻڌي جيڪا دل تي گذري ٿي تنھن جي باري ۾ ڪھڙو عرض ڪريان؟

پيارا! اسان جا مرشد سائين حضرت روزي ڌٹي رضي الله تعاليٰ عنه جن جڏھن ھن دنيا ۾ ھئا تڏھن ھن ملڪ ۾ ظلم حد کان لنگھي ويو ھو.

ھڪڙي ڏينھن سندن خدمت ۾ عرض ڪيوسون تہ ماڻھو حاڪمن جي ظلم جون دانھون ٿا ڪن. مون عرض ڪيو تہ ھنن خبيثن کي سنڌ مان تڙي ٻاھر ڪيجي. فرمايائون: نہ، نہ! ھن گندگي جي لاءِ ٻھاريدار گھرجن جيڪي ملڪ مان پليتي کي ڪڍن. اھي ٻھاريدار پنھنجا دوست آھن، انھن کي بددعا نہ ڪرڻ گھرجي. پوءِ جڏھن پيرسائين رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنهُ جن ھن جھان مان لاڏاڻو ڪري ھن جھان ڏانھن اُسھيا تہ ظلم، تمام وڌي ويو. مير ڪرم علي ۽ مراد عليءَ جي دور ۾ ظلم جي باھہ تي ڪجھہ پاڻي پيو ھو پر انھن جي وفات کان پوءِ ظلم جي باھہ

زور سان پڙڪڻ لڳي. تڏهن آئون دوستن کي چوندو هئس تہ سنڌ هاڻي بيوه ٿي وئي آهي، مڙس کي ڳولي پئي. سنڌ ملڪ ۾ چڱا اخلاق کي تمام ٿورا وڃي رهيا هئا. بداخلاقيون وڌي ويون هيون، عدل جي جاءِ تي ظلم ۽ سچ جي جاءِ تي ڪوڙ، عبادت جي جاءِ تي گناهہ وَعَليٰ هٰذَا الْقِيَاسِ بدڪاريون عام هيون.

انتظار هو تہ آفت ايندي پر ڪهڙي ريت ايندي؟ سا خبر ڪونہ هئي. هر سال بخار ايندو هو. انهيءَ سان گڏ بواسير ۽ چڪي جي تڪليف بہ ٿي پئي. انهيءَ وقت ۾ مڪاشف گهڻا ٿيندا هئا. هڪڙي رات ڏٺم تہ پولڙن جهڙا انگريز زالن ۽ ٻارن سان سنڌ ملڪ ۾ پيا گهمن.

منهنجا پيارا! هن بيوه جو واسطو نامردن سان پيو آهي. مردن مان ڪنهن بہ ڪيس قبول نہ ڪيو تنهن ڪري انهن ڪافرن کي هٿ اچي وئي.

(بيت)

بر لبم قفل است در دل رازها
لب خموش و دل پر از آوازها

ترجمون: منهنجي چپن تي تالو آهي ۽ دل ۾ راز آهن. چپ خاموش آهن ۽ دل ڳالهين سان پري پئي آهي.

اوهان لکيو هو تہ حيران آهيان تہ آئون ڪٿي ۽ ملڪ ۽ بادشاهي ڪنهن جي آهي. اڳي هتان ڪابل ويندا هئاسون ۽ بار بار ويندا هئاسون هن دوري ۾ پريشان آهيان، غم ۽ الم ۾ آهيان تہ ڪهڙي مصيبت آهي؟ ڇاجي لاءِ آئي آهي؟ بادشاهي ميرن ڪان ڦري آهي ۽ ڏک مون کي ڇو ٿيو آهي.

منهنجا پيارا آهو غم ۽ الم هن سبب جي ڪري ٿي سگهي ٿو تہ اوهان جا پير پاءِ جيڪي دين جا پاءُ بہ آهن سي سنڌ ۾ رهن ٿا. نبي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ جن جي زماني ۾ پٽن پيئن کي قتل ٿي ڪيو. ماڻهون پائرن ۽ زالن کي ڇڏي نبي ڪري صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ جي خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا. اوهان جي غم ۽ پريشانيءَ جو سبب بہ اهوئي آهي جو اها ايمان جي نشاني آهي. اوهان لکيو آهي تہ سال ٻيانوي هجري ۾ اصحابن سڳورن

جي زماني ۾ تابعين جي هٿان سنڌ اسلام ۾ داخل ٿي. انهيءَ ڏينهن کان وٺي اڄ تائين سنڌ ۾ ڪفر جو ڪو بہ حڪم جاري ڪو نہ ٿيو. هميشہ سنڌ جي دَارُالإِسلامِ جي حيثيت قائم رهي، پر هاڻي اسان جي عملن جي شامت ڪهڙي صورت ورتي آهي. پيارا اهو وقت نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَسَلّمَ جن کي قريب هو انهيءَ زماني ۾ اسلام جي طاقت هن آيت سڳوري مطابق هئي:

وَاِنْ يَّكُنْ مِّنْكُمْ عِشْرُوْنَ صَابِرُوْنَ يَغْلِبُوْا مِاَتَيْنِ وَاِنْ يَّكُنْ مِّنْكُمْ مِّائَةٌ يَّغْلِبُوْٓا اَلْفَيْنِ.

ترجمون: جيڪڏهن اوهان مان ويهہ صبر ڪرڻ وارا هوندا تہ ٻن سون ڪافرن تي غالب ايندا ۽ جيڪڏهن اوهان مان هڪ سو هوندا تہ ٻہ هزارن ڪافرن تي غالب ايندا.

هي زمانو اهو وقت آهي جنهن کان بگهڙن پناه ٿي گهري ۽ اسين ماڻهون جانورن کان بہ بدتر ٿي ويا آهيون. جيڪڏهن اسان جو اهو حال نہ هجي ها تہ انگريز دارالاسلام تي هرگز غالب ڪونہ ٿي سگهن ها. انهيءَ مناسبت سان حضرت پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن هڪڙو مثال بيان فرمائيندا هئا تہ ڪو حڪيم بازار مان لنگهي رهيو هو. بازار ۾ هڪڙو چريو ويٺو هو تنهن بہ پيرا حڪيم ڏانهن چتائي نهاريو. حڪيم صاحب جلدي جلدي پنهنجي دواخاني ۾ پهتو ۽ سودا جي مرض جي دوا طلب ڪيائين. شاگردن پڇيو تہ اوهان سودا جي مرض جي دوا ڇو ٿا واپرايو؟ حڪيم چيو تہ بازار ۾ ويٺل چريي ٻہ پيرا مون ڏانهن چتائي نهاريو. جيڪڏهن مون ۾ ڪا نسبت نہ ڏسي ها تہ مون ڏانهن چتائي ڇو نهاري ها.

منهنجا پيارا! جيڪڏهن اسان ۾ انهن پليتن انگريزن وارين بدڪارين نہ هجن ها تہ انگريز هتي ڪڏهن بہ نہ پهچي سگهن ها. ”شامت اعمال ماصورت نادرگرفت“، يعني اسان جي عملن جي شامت نادر جي صورت ۾ ظاهر ٿي آهي. اوهان لکيو آهي تہ عجب آهي جو سنڌ جا مير انگريزن جي مڪر ۽ فريب ۾ ڦاسي گهيٽن وانگر ٻنجي ويا. رات جو واڙي ۽ ڏينهن جو جهنگ

۾. شايد اها سزا کين ان ڪري ملي جو الله وارن جي نظر مان ڪريا ۽ مارجي ويا. منهنجا پيارا! انهن جي ظلم جا احوال کھڙا لکجن. هڪڙي ڏينهن سياري ۾ شڪار تي نڪتا. برسات بہ وسي رهي هئي، طوفان بہ سخت هو، جو باهہ کان سواءِ ويهڻ بہ مشڪل هو. انهيءَ صورت ۾ مير محمد مير غلام علي جو پٽ زوريءَ ماڻهن کي ڪاڙهن ۽ سوئرن کي هوڙڻ لاءِ وٺي ويو ۽ ڪيترائي ماڻهو سيءَ جي ڪري مري ويا.

(بيت)

چون ضعيفي برزمين آرد فغان
ولولہ افتد در اهل آسمان

ترجمون: جڏهن زمين تي ڪو ضعيف دانهن ڪندو آهي تہ آسمان وارن ۾ شور پئجي ويندو آهي.

ٻيا انهيءَ کان بہ وڌيڪ ظلم ڪندا هئا. آخري وقت ۾ جڏهن انهن جي حڪومت ختم ٿي رهي هئي، محمد صابر پلي پوٽو، جيڪو طالب علم ۽ قرآن جو حافظ هو، رمضان جي مهيني ۾ وڪالت جي سلسلي ۾ مير شاهہ محمد جي طرفان حيدرآباد جي ميرن وٽ آيل هو. افطار جي وقت ميرن سان ملاقات ڪيائين. بانگ کان پوءِ حافظ محمد صابر روزو کوليو. ميرن چيو تہ ملان! بک ۽ اُڃ جي ڪري روزو پڄين رهيو آهين ۽ اهڙي طرح ٿوڪون ڪرڻ لڳا. حافظ صاحب صحيح بخاري جي حديث کين بيان ڪري ٻڌائي، تڏهن ميرن چيو تہ حديث جو ڪتاب صحيح بخاري ڪوڙو آهي. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روضيءَ ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن حديث جي ڪتاب صحيح بخاري جي تعريف ڪندي فرمائيندا هئا تہ امام بخاريءَ ٻڌو تہ ڪنهن علائقي ۾ هڪڙي شخص کي نبي ڪريم ﷺ جي حديث ياد آهي. پنڌ تمام پري هو. امام صاحب وڏا ڪشالا ڪري اتي پهتو. ان وقت اهو ماڻهون پنهنجي گهر ۾ ڪونہ هو جو سندس گهوڙو رسو ٽوڙائي ڀڄي ويو هو، انهيءَ جي پٺيان ويل هو. امام بخاريءَ انهيءَ شخص جي پٺيان ويو. ڏٺائين تہ اهو شخص خالي توبرو ڪٽي ڏوڪي سان گهوڙي کي پڪڙي رهيو آهي. اها حالت

ڏسي امام صاحب فرمايو تہ اهڙي ڏوڪي باز شخص ڪان حديث وٺڻ درست نہ آهي. پيارا ڀاءُ! اهي پنهنجي ظلم ۽ جهالت جي ڪري گهيٽن جي ولر وانگر قيدي بنجي ويا آهن.

اوهان لکيو آهي تہ ڪنهن بزرگ ڪان ٻڌو اٿو تہ هندوستان جو تصرف مجذوبن جي هٿ ۾ آيو. انهيءَ ڏينهن ڪان وٺي اسلامي سلطنت زير و زبر ٿي وئي. سنڌ جو تصرف بہ شايد ڪنهن مجذوب جي هٿ ۾ اچي ويو جنهن کي پنهنجي بہ ڪا خبر ڪونہ هئي. ڪفر ۽ اسلام کي برابر سمجهيائين. منهنجا پيارا! ڪوبہ مجذوب ڪونہ هو. انهن حاڪمن حڪومت جي پڳ پنهنجي مٿي تان پاڻ لاهي ڦٽي ڪئي، چاڪاڻ تہ مير محمد حسن مير رستم جي پٽ حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جي درگاهہ جي واپارين ڪان ظلم ۽ زبردستيءَ سان هڪ هزار روپيا ڦريا ۽ اتي جي ماڻهن تي وڌو ظلم ۽ زيادتي ڪيائين. بي ادبي جي انهيءَ حد کي وڃين پهتو جو حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنہ جن جي تابوت جي صندوق کي ڪوٺائي ڪڍڻ جو ارادو ڪيو هئائين. الله تعاليٰ طرفان انهن يعني مير رستم ۽ سندس پٽن جي پاڙ اهڙي پٽي جو سندن زالون کي پيادين، کي بيل گاڏين تي سوار ٿي نڪتيون ۽ سندس ياٺر ۽ مٽ مائٽ ڀڄي فرار ٿيا. هر طرف ٽڙي پکڙي دربدر ٿي ويا.

نقل آهي تہ حضرت سيد عبدالڪريم سنڌي بلڙي وارو رحمة الله عليه جڏهن مٽيارين ڪان بلڙي آيو ۽ اتي رهڻ جو ارادو ڪيائين تہ اتي جي زميندار ڪيس رهڻ نٽي ڏنو ۽ ڪيس چيائين تہ ڀڏار ڀڏار يعني هتان لڏي وڃ واپس. شاهہ عبدالڪريم زميندار جا اهي اکر ٻڌي جوش ۾ اچي چيو تہ:

ڀڏاريندو و پاڻ ڏي ڏس ٻين کي
اهڙي مت اڃاڻ ڪونہ سئي مون ڪڏهن

انهيءَ بيت ٻڌڻ سان انهيءَ زميندار جو روح پرواز ڪري ويو. هنن ميرن ڪان بہ انهيءَ زميندار وانگر بي ادبيون واقع ٿيون، انهن جي سزا کين ملي. جيڪو جو پوکيندو، اهو ڪٽڪ ڪونہ

لٹندو.

(بيت)

هيچ قومي را خدا رسوا نکرد
تا دل مرد صاحبدلي نيامد بدرد
از خدا خواهيم توفيق ادب
بي ادب محروم ماند از فضل رب
بي ادب تنها نہ خود را داشت بد
بلکہ آتش در همہ آفاق زد

ترجمون: کنهن بہ قوم کي خدا خوار نہ کندو آهي جيستائين اها کنهن ولي الله کي نہ ڏکوئي. الله تعاليٰ کان ادب جي توفيق ٿا گهرون جو بي ادب خدا جي فضل کان محروم رهندو آهي. بي ادب رڳو پاڻ کي نقصان کونہ ٿو پهچائي پر سڄي جهان کي ساڙيندو آهي.

ڇا لکجي، اهي بدبخت حيدرآباد جي حاڪمن وٽ پهتا. تڏهن انهن جي مدد تي اتفاق ڪيائون. وري مير حسن، حضرت پاڳاري کي لکيو تہ پهنجي جنگ انگريزن سان آهي ۽ سان جي جنگ اوهان سان آهي. جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي. بيان العارفين سيد عبدالڪريم بلڙي واري جي ملفوظات ۾ لکيل آهي تہ پليجا پرڳڻي جي ديهہ ۾ هڪ گهاٽي وڻ جي ڇانو ۾ ڪو بزرگ ستو پيو هو. سندس خادم ڪيس زور ڏئي رهيو هو. وڻ ۾ جهرڪي جو آکيرو هو. اوچتو انهيءَ جهرڪيءَ کان ڪک ڪريو جو بزرگ جي مٿي ۾ اچي ڪريو ۽ جهرڪي انهيءَ مهل مري وئي. بزرگ جي خادم هڪدم بزرگ کان وڃڻ جي موڪل گهري. بزرگ پڇيو مون کي ڇڏي ڇو ٿو وڃين؟ خادم چيو تہ جهرڪيءَ کان غلطيءَ سان ڪک ڪري پيو اها مري وئي. آئون ملائڪ کونہ آهيان، ماڻهو آهيان. جيڪڏهن ڪنهن وقت مون کان ڪا خطا ٿي پئي تہ الائي ڇا ٿيندو؟ بزرگ چيو تہ مون کي نہ جهرڪي جي خبر آهي نکا ڪک جي خبر پر الله تعاليٰ جلشانہٗ پنهنجي دوستن تي ڪک بہ کونہ ٿو سهي. اوهان ڀائرن کي خبر هوندي تہ درگاهہ جي مريد مٺي فقير جو سيٺ قادر ڏنہ سان ڪو معاملو

هو. حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جي مُهر سان خط مٺي فقير جي سفارش ۾ ٽنڊي قيصر واري ابراهيم فقير مولودي جي هٿان موڪليو ويو. خط جو ڪو اکر سيٺ کي نہ وڻيو سو ڪاوڙ مان هٿ کي اُڇل ڏئي درگاهہ شريف ڏانهن اشارو ڪري چيائين تہ منهنجا هٿ ايڏا ڊگها آهن جو حڪم ڪريان تہ هتان آٽي هتي حيدرآباد ۾ ڪين قيد ڪرائي سگهان ٿو. انهيءَ بي ادبيءَ جي ڪري ٿوري ئي وقت ۾ الله جي حڪم سان سيٺ قادر ڏنو سرڪار جي ڏوهہ ۾ پٽن ۽ پائرن سوڌو گرفتار ٿيو جن مان ٻہ ماڻهو قيد ۾ ئي مري ويا ۽ پاڻ سيٺ قادر ڏنو سرڪار جو ڏنڊ ڀرڻ جي لاءِ ڦوڙي ڪرڻ نڪتو ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ رلندي پنندي نيٺ بندر جي شهر ۾ مري ويو. پنهنجي وطن ۾ نہ پهچي سگهيو. پيارا ڀاءُ! اسان کي، اوهان کي ۽ سيني مسلمانن کي الله تعاليٰ پنهنجن پيارن ٻانهن جي بي ادبي کان پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان بچائي، ڇاڪاڻ تہ الله وارن جي بي ادبي ٻنهين جهانن جي نقصان جو سبب ٿيندي آهي.

(بيت)

گر خدا خواهد کہ پرده کس درد
ميلش اندر طعنۂ پاکان کند

ترجمو: جڏهن الله تعالي چاهيندو آهي تہ ڪنهن جو پردو ڦاڙي تہ اهو الله جي پاڪ بندن جي بي ادبي ڪندو آهي.
سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس کي چوندا.

# مڪتوب ايڪٽيهون

ميان عبدالرزاق ممبئي بندر واري ڏانهن

انهيءَ بيان ۾ تہ درد فراق، عجز نياز جو اظهار ڪيو هئائين ۽ پيو عرض ڪيو هئائين تہ شفقت جي نظر هن پاسي بہ ڪندا ڪريو تہ اسان جي شقاوت جو حرف، سعادت جي لفظ سان تبديل ٿئي. انهيءَ جي جواب ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، خاص دوست، متحد دل و جان، هميشه

هوندو تہ مصيبت تي ويندي سو مال کي ڦٽو ڪري قبلہ ڏانهن منهن ڪري مراقبي ۾ ويهي رهيو. بادشاهہ گهوڙي تان لٿو ۽ جنهن ادب سان ماڻهو ڪيس سلام پيش ڪندا هئا، انهيءَ ادب سان چور کي سلام ڪري گوڏا پيچي ويٺو ۽ عرض ڪيائين تہ مون کي الله جو نالو ڏسيو. چور بادشاهہ کي چيو تہ پنهنجا هٿيار ۽ ڪپڙا لاهي ڏي. بادشاهہ حڪم بجا آندو. چور اٿيو، بادشاهہ جي چوڏاري ليڪو ڪڍي ڪيس چيائين تہ اتي ويٺو رهجانءِ، آئون پاڻهي موٽي ايندس. چور بادشاهہ جا هٿيار، ڪپڙا ۽ ٻيو چوريءَ جو سامان کڻي بادشاهہ جي گهوڙي تي چڙهي ويو هليو. بادشاهہ ٽي ڏينهن ٽي راتيون انهيءَ برپٽ ۾ ويٺو رهيو. ان کان پوءِ الله رب العزت جي بارگاهہ مان حضرت خضر عَلٰي نَبِيِنَاوَعَلَيه السّلَام کي حڪم ٿيو تہ وڃ بادشاهہ کي الله جي اسم جَي تلقيَن ڪر. خضر عليه السلام ويو ۽ بادشاهہ کي چيائين تہ آئون الله جي حڪم سان توکي اسم پاڪ جي تلقين ٿو ڪريان. بادشاهہ چيو مون کي هتي منهنجو مرشد ويهاري ويو آهي. خضر چيو اُهو چور هو. بادشاهِہ چيو تون ڪير آهين؟ خضر عَلَيه السّلَام چيو آئون خضر آهيان. بادشاهہ چيو تہ منهنجو مرشد اهَو آهي جنهن توکي مون وٽ آندو آهي، آئون تنهنجي تلقين قبول ڪونہ ڪندس. خضر عَلَيه السّلَامُ کي وري الله تعاليٰ جي دربار مان حڪم ٿيو تہ وڃ وڃيَ انهيءَ چورکي تلقين ڪر تہ اهو اچي بادشاهہ کي تلقين ڪري. خضر عليه السلام روانو ٿيو ۽ اهو چور ڪيس واٽ ۾ مليو جيڪو وري ٻي ڪنهن پاسي چوريءَ جي لاءِ وڃي رهيو هو. خضر عليه السلام، الله جي حڪم سان انهيءَ چور کي تلقين ڪئي ۽ چور بزرگ بنجي ويو ۽ اچي بادشاهہ کي الله جو نالو ڏسيائين. اوهان ڪمال تي پهچندا، آها اميد هن فقير کي آهي تہ انهيءَ صداقت ۽ ارادت جي ڪري الله تعاليٰ اوهان کي ظاهري ۽ باطني ڪمالات نصيب فرمائيندو.

حديث شريف ۾ آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ هڪڙو اعرابي (ٻهراڙيءَ جو ماڻهو) حاضر ٿيو ۽ پنهنجي سڪ ۽

هوندو تہ مصيبت تي ويندي سو مال کي ڦٽو ڪري قبلہ ڏانهن منهن ڪري مراقبي ۾ ويهي رهيو. بادشاهہ گهوڙي تان لٿو ۽ جنهن ادب سان ماڻهو ڪيس سلام پيش ڪندا هئا، انهيءَ ادب سان چور کي سلام ڪري گوڏا پيجي ويٺو ۽ عرض ڪيائين تہ مون کي الله جو نالو ڏسيو. چور بادشاهہ کي چيو تہ پنهنجا هٿيار ۽ ڪپڙا لاهي ڏي. بادشاهہ حڪم بجا آندو. چور اٿيو، بادشاهہ جي چوڏاري ليڪو ڪڍي ڪيس چيائين تہ اتي ويٺو رهجانءِ، آئون پاڻهي موٽي ايندس. چور بادشاهہ جا هٿيار، ڪپڙا ۽ پيو چوريءَ جو سامان کڻي بادشاهہ جي گهوڙي تي چڙهي ويو هليو. بادشاهہ ٽي ڏينهن ٽي راتيون انهيءَ برپٽ ۾ ويٺو رهيو. ان کان پوءِ الله رب العزت جي بارگاهہ مان حضرت خضر عَلٰي نَبِينَا وَعَلَيْهِ السَّلَامُ کي حڪم ٿيو تہ وڃ بادشاهہ کي الله جي اسم جَي تلقيَن ڪر. خضر عليه السلام ويو ۽ بادشاهہ کي چيائين تہ آئون الله جي حڪم سان توکي اسم پاڪ جي تلقين ٿو ڪريان. بادشاهہ چيو مون کي هتي منهنجو مرشد ويهاري ويو آهي. خضر چيو اُهو چور هو. بادشاهہ چيو تون ڪير آهين؟ خضر عَلَيْهِ السَّلَامُ چيو آئون خضر آهيان. بادشاهہ چيو تہ منهنجو مرشد اهَو آهي جنهن توکي مون وٽ آندو آهي: آئون تنهنجي تلقين قبول ڪونہ ڪندس. خضر عَلَيْهِ السَّلَامُ کي وري الله تعاليٰ جي دربار مان حڪم ٿيو تہ وڃ وڃيَ انهيءَ چورکي تلقين ڪر تہ اهو اچي بادشاهہ کي تلقين ڪري. خضر عليه السلام روانو ٿيو ۽ اهو چور ڪيس واٽ ۾ مليو جيڪو وري بہ ڪنهن پاسي چوريءَ جي لاءِ وڃي رهيو هو. خضر عليه السلام، الله جي حڪم سان انهيءَ چور کي تلقين ڪئي ۽ چور بزرگ بنجي ويو ۽ اچي بادشاهہ کي الله جو نالو ڏسيائين. اوهان ڪمال تي پهچندا، اها اميد هن فقير کي آهي تہ انهيءَ صداقت ۽ ارادت جي ڪري الله تعاليٰ اوهان کي ظاهري ۽ باطني ڪمالات نصيب فرمائيندو.

حديث شريف ۾ آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ هڪڙو اعرابي (ٻهراڙيءَ جو ماڻهو) حاضر ٿيو ۽ پنهنجي سڪ ۽

محبت جو گهٽو اظهار ڪيائون. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ تون سچ ٿو چوين، اسان بہ توکي ياد ٿي ڪيو. انهيءَ مهل ٻيو شخص آيو، انهيءَ بہ اها ساڳي سڪ ۽ محبت جي دعويٰ ڪئي. نبي ڪريم ﷺ انهيءَ شخص کي چيو تہ اسان تہ توکي ياد ڪونہ ٿي ڪيو. تو اسان کي ڪيئن ٿي ياد ڪيو؟

(بيت)

دل را بدل راه است درين گنبد سپهر

از کينہ کينہ خيزد از مهر رويد مهر

ترجمون: دل کي دل سان راهہ آهي هن دنيا جي گنبد ۾. ڪينہ مان ڪينو پيدا ٿيندو آهي ۽ محبت مان محبت ڦٽي ٿي.

آيت سڳوري فَاذْكُرُوْنِيْ اَذْكُرْكُمْ. معنيٰ: اوهان مون کي ياد ڪريو تہ آئون اوهان کي ياد ڪريان، ۾ بہ اها ئي ڳالهہ آهي ۽ پڻ حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن کان ٻڌو هئم. پاڻ فرمائيندا هئا تہ حضرت خواجه بهاءُ الدين شاه نقشبند رحمة الله عليه ۽ ٻيو هڪڙو طالب گڏجي پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. حضرت شاهہ نقشبند جو خيال هو تہ سندس مرشد ڪامل مڪمل ۽ مختار آهي ۽ ٻي طالب جي خيال ۾ مرشد رڳو ڪامل جي درجي تي هو. موڪلائڻ جي وقت انهيءَ طالب کي شاه نقشبند پاڻ کان بہ درجا مٿي نظر آيو. تڏهن مرشد کان انهيءَ جو سبب پڇيائين. مرشد فرمايو تہ تنهنجي ۽ شاه نقشبند جي درجن ۾ فرق ارادت جي فرق مطابق آهي.

هرچہ هست از قامت ناسازي اندام ما است

ترجمون: جوڪجهہ بہ آهي سو اسان جي قدجي ڏنگائي جي ڪري آهي.

اوهان ياٿرن لکيو آهي تہ شفقت جي نظر هن پاسي بہ ڪندا ڪريو تہ اسان جي شقاوت جو حرف سعادت جي لفظ سان تبديل ٿئي. منهنجا پيارا! توسط جي حال ۾ اسان جو ارادو الله تعاليٰ جو ارادو هوندو آهي. انهيءَ حالت مان ترقي ٿي ۽ نزول جو مقام نصيب ٿيو ۽ هوءَ حالت هن حالت ۾ تبديل ٿي وئي ۽ هاڻي الله تعاليٰ جي درگاهہ ۾ منتظر هوندو آهيان. جيڪو الله تعاليٰ جو

امر هوندو آهي، ان جي تابعداري ڪجي ٿي ۽ توسط جي مقام ۾ جيڪو تصرف هن فقير ڪان ظاهر ٿيو، انهيءَ حال جي باري ۾ هاڻي پشيمان ٿيندو آهيان.

(بيت)

بنده همان بہ ڪہ از تقصير خويش - عذر بدرگاه خدا آورد

ترجمون: ٻانهو اهو ڀلو جيڪو پنهنجي ڪوتاهين جي معافي رب پاڪ جي درگاهہ مان وٺي.

حرمين شريفين زَادَهُمَا اللهُ شَرَفًا وَّ تَعظِيمًا جي زيارت جو ارادو اٿم. جيڪڏهن الله تعاليٰ جي مرضي هوندي تہ محض اوهان ياٺرن ميان عبدالخالق ۽ انهيءَ ڀاءُ حاجي عبدالڪريم ۽ ٻين جي ملاقات جي لاءِ ممبئي اچڻ ٿيندو. اهو الله تعاليٰ جي مرضي تي منحصر آهي.

(بيت)

رسئہ در گردنم افگند دوست
ميبرد هرجا ڪہ خاطر خواه اوست

ترجمون: منهنجي ڪنڌ ۾ دوست رسو وڌو آهي ۽ انهيءَ جاءِ تي ڇڪي ويندو آهي، جتي چاهيندو آهي.

وري اوهان جو ٻيو خط بہ پهتو. انهيءَ جي پڙهڻ سان اوهان جو غم ۽ الم، درد ۽ فراق ۽ شوق ۽ عشق جو بيان معلوم ڪري هن فقير حزين ۽ غمگين جي دل تي ڏاڍو اثر ٿيو جيڪو لکڻ ڪان ٻاهر آهي. بزرگن چيو آهي تہ خط اڌ ملاقات هوندو آهي پر اوهان جو خط تہ ظاهري ۽ باطني هر لحاظ سان پوري ملاقات هوندو آهي. تازي خط ۾ اوهان جيڪي ڳالهيون لکيون آهن، انهن مان معلوم ٿيو تہ اوهان کي عظيم نعمتون عطا ٿيون آهن ۽ دنيا ۽ آخرت جي سربلندي حاصل ٿي آهي. اسان جي مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي دروازي تي هڪڙو صاحب حال درويش آيو ۽ هيءُ مصرع آلاپڻ شروع ڪيائين:

دانهين اپو دانهي مٿي در دوستن جي

حضرت پير سائين جن جي ڪن تي اهو آواز پهتو. تڏهن

جواب ۾ هي بيت پڙهڻ فرمايائون:

(بيت)

دانهين اپو دانهي، متي در دوستن جي
سڃي ڏيئي ٻانهن - پرين ڪندئي پنهنجو.

منهنجا پيارا! پهرين اوهان جي دل ۾ منهنجي محبت پيدا ٿي، هاڻي منهنجي دل ۾ به اوهان جي محبت پيداٿي آهي. انشاءَ الله تمام جلد اوهان کي دل جا مطلب حاصل ٿي ويندا. سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس کي چوندا.

# مکتوب ٻٽيهون

سيادت و شرافت پناه، ميان سيد شرف الدين احمد آباد واري ڏانهن لکيو ويو، هن باري ۾ ته پنهنجي خط ۾ ڪن ماڻهن جي شڪايت طور لکيو هئائين ته فتنه انگيز ماڻهن رسول الله ﷺ جي دين ۾ فتنو وڌو آهي. اُهي ماڻهو چون ٿا ته هاڻي شفاعت جي ضرورت نه آهي ۽ شفاعت جي اذن جي به ضرورت نه آهي. ڪيترا به گناهه ڪجن، ڪوبه خوف نه آهي ڇاڪاڻ ته شفاعت اڳي ئي ٿي چُڪي آهي. نه گناهه جي ضرورت آهي، نه ثواب جي وغيره. انهن ڳالهين جي جواب ۾ هيءَ سهٽي تحرير لکي وئي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سيادت و شرافتَ پناهه، نقابَت و نَجابت دستگاهه، عظيم خاندان ۽ بزرگ گهراڻي جو ميان سيد شرف الدين، رب پاڪ کيس سلامت رکي. اهل اسلام جي مسنون سلام کان پوءِ اوهان کي معلوم هجي ته اوهان پيارن جو خط هاشم فقير جي هٿان باامانت پهتو. خط ۾ لکيل حقيقت واضح ٿي.

اوهان لکيو آهي ته فتنه انگيزن رسول الله ﷺ جي دين ۾ فتنو وڌو آهي. اُهي ماڻهو چون ٿا ته هاڻي شفاعت جي ضرورت نه آهي ۽شفاعت جي اذن جي به ضرورت نه آهي. ڪيتِرا به گناهه ڪجن، ڪوبه خوف نه آهي ڇاڪاڻ ته شفاعت ٿي چُڪي آهي. پيارا! طالب کي گهرجي ته ظاهري عالمن جي اختلافن ۾ نه پري. جو اِهي جائز ۽ ناجائز جي بحثن ۾ رهندا آهن ۽ نفساني خواهشن

ڪان باز نٿا اچن. اسان کي ۽ اوهان کي انهن سان ڪم نه آهي. پاڻ کي نه فيصلو ڪرڻو آهي، نڪي محتسب ٿيڻو آهي. پنهنجو ڪم خدا عزوجل سان آهي، نڪي هن سان نڪي هُن سان.

او خويشتن گمراست ڪرا رهبري ڪند

ترجمون: هو پاڻ گمراهه آهي سو ڪنهن جي رهنمائي ڪندو؟

چاڪاڻ ته نفس ۽ شيطان جي مڪاريءَ جي صاحبدل (ولي) ڪان سواءِ ڪنهن کي به خبر نه آهي.

(بيت)

نفس ڪافر ڪش تو دل را زنده ڪن
خواجه را ڪشته است اورا بنده ڪن

ترجمون: نفس ڪافر کي ماري دل کي زنده ڪر، جنهن پنهنجي مالڪ کي ماريو آهي انهيءَ کي ٻانهون بناءِ.

ترا ڪاين نفس ڪافر در ڪمين است
نه آنجا ره برد ڪانجا ڪه دين است

ترجمون: نفس ڪافر تنهنجو گهٽ جهليو ويٺو آهي، اُهو اُتي نٿو پهچي سگهي، جتي دين هوندو آهي.

طالب کي گهرجي ته دنيا جي ڪُتن جي ڀونڪڻ جي پرواهه نه ڪري. ڪتا ڪير آهن؟ صورت پرست ۽ ملحد ۽ جاهل صوفي ۽ زنديق، اهي سڀ دنياادارن جي جماعت ۾ داخل آهن. پنهنجي نفس جي غرضن ڪان باز نٿا اچن. حق ۽ باطل جي تميز نٿا رکن.

اَفَرَاَيۡتَ مَنِ اتَّخَذَ اِلٰهَهٗ هَوَاهُ.

ترجمون: ڇا انهيءَ کي ڏٺو اٿئي جنهن پنهنجي خواهشن کي خدا بنايو آهي؟ (قرآن)

گمراهه آهن جو:

اَلدُّنۡيَا جِيۡفَةٌ وَطَالِبُهَا كِلَابٌ

ترجمون: دنيا ڊوند آهي ۽ دنيا جا طالب ڪُتا آهن. (الحديث)

انهن جي باري ۾ آهي.

سگ دون همت استخوان جويد - بچه شير مغز جان جويد

ترجمون: ڪتو بي همت هڏو ڳوليندو آهي. شينهن جو ٻچو مغز ۽

ساهہ ڳوليندو آهي.

رسالي ۾ نقل آهي تہ ٻہ عالم شخص پاڻ ۾ دوست هئا. انهن مان هڪڙو طريقت ۾ ڪنهن اهل ڪمال جو مريد ٿيو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ ٻئي هڪ ٻي سان مليا. عالم، بزرگ جي مريد ڪان پڇيو تہ توکي حضرت امام اعظم عليه الرحمۃ سان وڌي محبت آهي يا پنهنجي مرشد سان؟ مريد چيو تہ مون کي پنهنجي مرشد سان وڌيڪ محبت آهي ۽ پنهنجي مرشد جي تمام گهڻي تعريف ڪيائين. تڏهن انهيءَ عالم کيس چيو تہ تون گمراهہ ٿي ويو آهين ۽ بزرگ جي مريد ڪان ناراض ٿي ويو هليو. اتفاق سان وري ٻي ڀيري بہ مليا. تڏهن انهيءَ عالم شخص بزرگ جي مريد کي وري بہ چيو تہ ڇاجي ڪري توکي پنهنجي مرشد سان امام صاحب ڪان وڌيڪ محبت آهي؟ بزرگ جي مريد چيو تہ آئون ٻٽيهہ سال امام صاحب جي مذهب ۾ هئس پر منهنجيون بريون عادتون چڱائين ۾ تبديل ڪونہ ٿيون ۽ مرشد جي طريقي ۾ داخل ٿيڻ سان چند ڏينهن ۾ منهنجون برايون نيڪين ۾ تبديل ٿي ويون.

اسان کي ۽ اوهان کي گهرجي تہ دل ۽ جان سان الله جي يادگيري ۾ مشغول هجون ۽ پنهنجي خودي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ۽ فَاذْكُرُونِيٓ اَذْكُرْكُمْ جي حقيقت کي حاصل ڪريون. انهيءَ آيت سڳوريءَ جو مطلب هي آهي تہ: ذاڪر ۽ ذڪر ۽ مذڪور، ٽي ئي حقيقت جي مرتبي ۾ هڪ ٿي وڃن تہ آيت سڳوري جي معنيٰ درست ٿئي.

(بيت)

از خودي رستي همہ حق گشتئہ
رفت ظلمت نور مطلق گشتئہ

ترجمون: پنهنجي خودي وڃائي تہ سڄو حق ٿي وئين. اونداهي گم ٿي وئي ۽ تون نور مطلق ٿي وئين.

(بيت)

در مقام وهم باشد ما و تو
چون نباشي تو نباشي غير او

ترجمون: آئون ۽ تون سڀ تنهنجو وهم آهي. پنهنجي خوديءَ کي ختم ڪر ته تون محبوب کان سواءِ ڪجهه به نه رهندين.

نقل آهي ته سلطان العارفين کان ڪنهن وقت حق سبحانه جي ادبن مان ڪو ٿورو ادب رهجي ويو هو تنهن ڪري بارگاهه حق ۾ بخشش جي درخواست ڪيائون. جواب آيو ته وڃ جيڪو پاڻ کان گهٽ سمجهين تنهن کي وٺي اچ ته انهيءَ جي وسيلي سان تنهنجو گناهه معاف ٿئي. سلطان العارفين ويو ۽ ڏٺائين ته مئل گڏهه جو ڍونڍ آهي جيڪو بدبوءِ ۾ ڪيئن سان پريو پيو آهي. سمجهيائين ته هي مون کان گهٽ آهي، انهيءَ کي مٿي تي کڻي روانو ٿيو. گڏهه زبان حال سان سلطان العارفين کان پڇيو ته مون کي ڇو کنيو اٿئي؟ سلطان العارفين گڏهه کي سڄي ماجرا ٻڌائي. تڏهن گڏهه چيو ته آئون پنهنجي مالڪ کان ڪائي مري ويس ۽ تو پنهنجي مالڪ کي ڏکويو آهي، پوءِ تون مون کان ڇا ۾ ڀلو آهين؟ سلطان العارفين گڏهه جي ڍونڍ کي ڦٽو ڪيو، وري ماٺهوءَ جو پراڻو ڪاڪوس ڏسي انهيءَ کي کنيائين. انهيءَ به ساڳيو سوال ڪيو. انهيءَ کي به ساڳي ماجرا ٻڌايائين. انهيءَ چيو ته ڪالهه منهنجي، بازار ۾ وڏي قيمت هئي. هڪڙي رات اوهان (انسانن) سان صحبت ڪيم ته منهنجو هھڙو گندو حال ٿي ويو آهي، پوءِ آئون توکان گهٽ ڪيئن ٿيس؟

سلطان العارفين پشيمان ٿي واپس موٽيو ۽ بارگاهه الاهيءَ ۾ مناجات ڪيائين ته يا الله! مون کان گهٽ ڪا به شيءِ ڪونه آهي ۽ آئون سڀني کان گهٽ آهيان. بارگاهه حق مان جواب آيو ته اها ئي ڳالهه توکي سمجهائڻي هئي. غور ڪريو.

حاصل ڪلام ته شريعت پاڪ جي روشن راهه تي ثابت قدم رهو. شريعت جي احڪامن مان هڪ ذرو به نه ڇڏيو. شريعت جي امر ۽ نهي کان وار برابر به تجاوز نه ڪريو جو شريعت جي حڪمن کان تجاوز ڪرڻ زهر قاتل ۽ ابدي موت آهي.

(بيت)

هرکه در راه محمد ره نيافت
تا ابد بوءِ ازين درگه نيافت

ترجمون: جنهن کي حضرت محمد ﷺ جي راهہ ۾ رستو نہ مليو تنهن کي هن درگاهہ جي بوءِ ئي ڪونہ پهتي.

خواجہ عبيدالله احرار رحمه الله عليه جي ملفوظات ۾ آهي تہ طالب جي لاءِ ظاهري عالمن جي صحبت محبت الاهيءَ ۾ ديوار جي مثال آهي. فرمائن ٿا تہ عالم، عابد، زاهد پلارا آهن ۽ اسين سندن معتقد آهيون پر هو اسان جي طريقي سان مناسبت نٿا رکن. ڏس ۽ پيچ. جيڪڏهن نہ تہ انهن جي صحبت مان مسلمانن تي اعتراض ۽ دل جي پريشاني کان سواءِ ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو. جوڪجهہ لکيو ويو آهي، تنهن کي دل جي ڪنن سان ٻڌو. ٻيو تہ زماني جي گردش سبب اسلام جي بجاءِ ڪفر، عدل جي بجاءِ ظلم ۽ حق جي بجاءِ ناحق عام ٿي ويو آهي.

خواجہ صاحب کان نقل آهي تہ جوڪجهہ وحدت وجودي ۽ شهودي جي باري ۾ لکيو ويو آهي، سو ان لاءِ نہ لکيو ويو آهي تہ پنهنجي بزرگي ظاهر ڪجي. محض ٻين کي سمجهائڻ جي لاءِ لکيو ويو آهي جو علم جا ڇاٽو ٻيا بہ آهن. جيڪڏهن نہ تہ اسان جو مذهب تہ اهو آهي تہ پاڻ کي يهودين ۽ نصارن کان بهتر سمجهڻ بہ ڪفر آهي.

سال ست سو پنجاهہ هجري ۾ شيخ احمد منيري رحمة الله عليه پنهنجي مريد ڏانهن لکيل خط ۾ هيءَ حديث شريف لکي تہ: سَيَأْتِيْ زَمَانٌ عَلىٰ أُمَّتِيْ يُصَلُّوْنَ فِي الْمَسَاجِدِ وَلَيْسَ فِيهِمْ مُسْلِمٌ.

ترجمون: عنقريب منهنجي امت تي هڪڙو زمانو ايندو جو ماڻهو مسجدن ۾ نمازون تہ پڙهندا پر انهن ۾ مسلمان هڪڙو بہ ڪونہ هوندو.

۽ حديث لکڻ کان پوءِ لکيائين تہ اهو زمانو هي منهنجو ۽ تنهنجو زمانو آهي ۽ اهي نمازي بہ تون ۽ آئون ئي آهيون. مون کي ۽ توکي گهرجي تہ متي ۾ متي وجهي ماتم ڪريون. ناقص، عورتن ۽ دنيادارن جي صحبت طالب جي لاءِ بيحد نقصانڪار آهي. ڇا ڪريان جو مون کي اُن مان نقصان پهتو آهي تنهن ڪري توکي بہ ٻڌايان ٿو.

ٻين جي عملن جي باري ۾ توکان ۽ مون کان پڇا ڪونہ

ٿيندي ۽ ٻين جي بيدينيءَ ۽ گمراهيءَ جي توتي ۽ مون تي پڪڙ ڪونہ ٿيندي جو آيت سڳوري:

مَنْ عَمِلَ صَالِحًا فَلِنَفْسِهٖ وَمَنْ اَسَآءَ فَعَلَيْهَا.

ترجمون: جنهن نيڪ عمل ڪيا تہ پنهنجي لاءِ اٿس ۽ جنهن گناهہ ڪيا تہ انهيءَ تي ئي آهن.

مطلب اهو ئي آهي تہ اوهان لکيو هو تہ انهن ماڻهن جو عقيدو اهو آهي جو اهي چون ٿا تہ شفاعت جي ضرورت نہ آهي جو شفاعت اڳي ئي ٿي چڪي آهي. نہ ئي گناهہ ۽ ثواب جي ضرورت آهي.

پيارا! مخدوم صاحب لکيو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن کي شفاعت جو اذن ملي چڪو آهي ۽ سنڌ جا سڀ علماءَ انهيءَ عقيدي تي متفق آهن ۽ ٻي جماعت چوي ٿي تہ نبي ڪريم ﷺ جن کي شفاعت جو اذن قيامت جي ڏينهن ملندو. اسين ۽ اوهان ٻنهين جماعتن جي قول تي آمَنَّا وَصَدَّقْنَا چئون ٿا ۽ حشر ۾ انهن جي نقصان کي اهي پاڻ ئي ڄاڻن. اسان جو ڪم خدا جي يادگيري آهي. انهيءَ جو خير هجي ۽ الله جي محبت اسان جي دل ۾ قرار وٺي ۽ الله تعاليٰ جي محبت کان سواءِ ٻي سڀڪا محبت اسان جي دل مان اهڙي طرح نڪري وڃي جو انهيءَ جو نالو نشان ئي باقي نہ رهي تہ حق تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ مهربانيءَ سان پاڻ اسان جي شفاعت ڪندو.

اهي بيهوده ۽ نقصانڪار ڳالهيون مون کي، اوهان کي ۽ انهن کي ڪوبہ فائدو ڪونہ ڪنديون.

(بيت)

بر زبان الله الله در دل گا و خر
اين چنين تسبيح کي دارد اثر

ترجمون: زبان تي الله الله جو ورد هجي ۽ دل ۾ گڏهہ گابي جي ڳالهہ اها اهڙي تسبيح ڪهڙو اثر ڪندي.

منهنجا دوست! جيڪڏهن ايمان زباني ڪلمہ تي موقوف هجي ها ۽ ايمان جو دارومدار تصديق تي نہ هجي ها تہ پوءِ تہ منافق بہ مسلمان ئي چئجن ها. مسلمانيءَ جو معاملو ظاهر تي

موقوف نہ آهي پر مسلمانيءَ جو دارومدار دل ۽ حقيقت تي آهي. ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي جنهن بہ چيو تہ:

(بيت)

گر بصورت آدمي انسان بدي
احمد و بوجهل هم يڪسان شدي

ترجمون: جيڪڏهن انسانيت جو دارومدار ماڻهوءَ جي صورت تي هجي ها تہ محمد مصطفيٰ، احمد مجتبيٰ ﷺ ۽ ابوجهل هڪجهڙا تين ها.

ظاهري صورت جو ڪوبہ اعتبار نہ آهي. اعتبار باطني صورت جو آهي. صاف باطن جيڪو هر طرح جي غبار کان پاڪ هجي، انهيءَ جو اعتبار آهي. اوهان کا ڳالهہ جاهل صوفين ۽ زنديقن جي بہ لکي هئي تہ اهي بي ادب اسان جي حضرت مرشد سائين روزي ڏٺي رضي الله تعاليٰ عنه جي شان ۾ بي ادبي جا لفظ ڳالهائين ٿا. حالانڪ اسان جا مرشد حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن شريعت کان وار برابر بہ تجاوز نہ ڪندا هئا. اهو معاملو حضرت موسيٰ ۽ حضرت خضر عَلٰي نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِمَا السَّلَامُ جي معاملي وانگر آهي.

(بيت)

خضر ڪہ در بحر ڪشتي را شڪست
صد درستي در شڪستن خضر هست

ترجمون: خضر جيڪا دريا ۾ ٻيڙي ڀڳي، خضر جي انهيءَ ٻيڙي ڀڃڻ ۾ سو درستيون هيون.

پنهنجي مرشد يا پنهنجي مرشد جي ڪنهن اهل ڪمال مريد جي صحبت اختيار ڪرڻ گهرجي تہ جيئن نقصان جو ازالو ٿئي. شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت ڪَمَا حَقهٗ انهن جي صحبت سان ئي حاصل ٿيندي.

(بيت)

صحبت ايشان خاڪ را اڪسير ڪرد
لطف اوشان در هر دلي تاثير ڪرد

ترجمون: انهن جي صحبت ئي خاڪ کي اڪسير ڪندي آهي.

انهن جو ئي لطف هر ڪنهن دل ۾ تاثير پيدا ڪندو آهي.

(بيت)

هر ڪہ با ايشان نشيند يڪدمي
روز محشر او ڪجا دارد غمي

ترجمون: جيڪو انهن سان گڏ هڪڙي گهڙي گذاريندو، انهيءَ کي محشر ۾ ڪوبہ غم ڪونہ هوندو.

بي پير جي مريد جي صحبت نقصانڪار هوندي آهي، ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجي پير جي تعريف ڪندو. انهيءَ سبب جي ڪري هن ويچاري جي دل ۾ وسوسو ايندو تہ شايد هن جو پير وڏيڪ آهي. انهن وسوسن مون کي پاڻ کي اهڙين صحبتن جي ڪري نقصان پهچايو آهي. متان اوهان کي بہ ڪو نقصان پهچائين.

حضرت شيخ بهاءُ الدين ملتاني رحمة الله عليه گهوڙي تي سوار ٿي ملتان جي بازار مان لنگهي رهيو هو ۽ جيڪي ماڻهو سندس گهوڙي جي اڳيان پي هليا، سي سندس حڪم سان اعلان ڪري رهيا هئا تہ شيخ بهاءُ الدين فرمائي ٿو تہ جيڪو ماڻهو اڄ منهنجو منهن ڏسندو، انهيءَ تي دوزخ جي باهہ حرام ٿي ويندي. حضرت شيخ فريد الدين مسعود گنج شڪر رحمة الله عليه جو هڪڙو مريد جيڪو بازار ۾ هو، تنهن پنهنجو منهن چادر ۾ ويڙهي ڇڏيو. ماڻهن پڇيو تہ تو ڇا جي ڪري ههڙي عظيم نعمت حاصل نہ ڪئي؟ انهيءَ شخص چيو تہ آئون پنهنجي پير جو مريد آهيان. اڄ شيخ بهاءُ الدين جو منهن ڏسان ها تہ پنهنجي پير کان سواءِ بهشت ۾ وڃان ها. اهڙو بهشت ڪهڙي ڪم جو؟ بلڪ اهڙو بهشت تہ دوزخ کان بہ بدتر آهي.

(بيت)

پاءِ در زنجير پيش دوستان
بہ ڪہ بابيگانگان در بوستان

ترجمون: پيرن ۾ سنگهرون هجن پر دوستن سان گڏ هجڻ، ڌارين سان گڏ باغ ۾ هجڻ کان بهتر آهي.

مرشد جي محبت ۽ مرشد سان ارادت اهڙي هجڻ کپي.

اوهان کي الله تعاليٰ شال اهڙي محبت عطا فرمائي. اوهان جيڪڏهن هڪڙو پيرو هتي اچو تہ اوهان کي انهن ڪدورتن کان نجات حاصل ٿئي.

منهنجا پيارا! جوڪجھہ هن خط ۾ لکيو ويو آهي، اُن تي دل ۽ جان سان غور ڪريو ۽ سخت ڪوشش ڪريو تہ خط جي حقيقت اوهان تي واضح ٿئي. جيڪڏهن اجا بہ واضح نہ ٿئي تہ حضرت خواجه شاه نقشبند رحمة الله عليه جي تحرير پڙهي ڳالھہ کي سمجهو. حضرت خواجه شاھ نقشبند رحمة الله عليه لکيو آهي تہ جيڪڏهن مريد نسبت قوي پيدا نہ ڪئي آهي، ڪڏهن ظاهر تي ٿئي ۽ ڪڏهن مستور ٿيو وڃي، مرشد کان ظاهري دوري ۽ پري هجڻ جي حالت ۾ اها نسبت ملڪو ٿيڻ کان اڳي ضعيف ٿيو وڃي تہ انهيءَ جو علاج مرشد جي براھ راست صحبت ۽ توجه آهي تہ نسبت قوت وٺي، مَلڪو ٿئي ۽ فنا جي حد کي پهچي. مرشد جو توجه جيڪو ثابت صورت ۾ ظلي واسطي سان طاري ٿيو هجي، سو بہ فائديمند هوندو آهي. مرشد ڪامل جو توجه، ظلمتن ۽ ڪدورتن جا جبل مريد صادق تان هٽائي ڇڏيندو آهي ۽ مريد جي باطن کي پاڪ ڪندو آهي. قبض ۾ بہ اهو توجه سودمند ٿيندو آهي ۽ جلدي بسط ۾ آڻيندو آهي ۽ مريد تي ترقيءَ جي راھ کوليندو آهي.

حاصل ڪلام تہ دارومدار صحبت ۽ توجه تي آهي. محبت ۽ خود سپردگي گڏ ٿين. هڪڙي طرف کان محبت ۽ خودسپردگي، ٻي طرف کان توجه ۽ محبت، ٽي سگهي ٿو تہ فائديمند ٿئي ۽ ترقي بخشي. باقي محض توجه محبت کان سواءِ فائدو نٿو پهچائي سگهي. محبت ئي آهي جيڪا مرشد جي فيض کي جذب تي ڪري ۽ مخصوص ڪمالات کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي. "فَنَا فِي الشَّيخ" جو درجو ئي "فَنَا فِي اللهِ" جو ملڪو پيدا ڪري ٿو. جڏهن ٻنهي طرفن کان اهي صفتون پيدا ٿينديون، تڏهن ترقيءَ جي راھ کُلندي ۽ منزل مقصود حاصل ٿيندي ۽ طالب ڪامياب ٿيندو. غور ڪريو.

سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس کي چوندا.

# مڪتوب ٽيٽيهون

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو، ان بيان ۾ ته پنهنجي خط ۾ سندس اهليه جي وفات جي خبر سان گڏ پيون ڪي ڳالهيون به لکيو هئائين. ان جو جواب ۽ رضا تي راضي رهڻ جي ترغيب. مصيبتن ۾ صبر ۽ دنيا ڪان منهن موڙڻ جيڪا فاني آهي ۽ الله تعاليٰ ڏانهن متوجه ٿيڻ جيڪو باقي آهي، جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، در امن امان، ميان عبدالخالق ممبئي بندر وارو، رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلام خيريت انجام ڪان پوءِ واضح هجي ته اوهان ياٿرن جو خط پهتو، جنهن ۾ اوهان پنهنجي اهليه جي وفات جي خبر لکي هئي. ”اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيۡهِ رَاجِعُوۡنَ“. پيريءَ ۾ خادم ۽ انيس جي ضرورت ٿيندي آهي، تنهن ڪري افسوس ٿيو پر چا ڪجي جو ڌڻيءَ جي رضا اها هئي. مرحومه جي بخشش جي لاءِ جماعت جي فقيرن ڪان دعا ڪرائي وئي. حق تعاليٰ پنهنجي خاص فضل سان ڪيس مرهياتن مان ڪبو، احسان ڪيائين. اوهان جا پيا ڪاغذ حج جي عيد سعيد ڪان به ڏينهن اڳي پهتا هئا. انهن ۾ اوهان ناموافق ۽ مجهول مائٽن ۽ فقيرن جي حقيقت لکي هئي، اُها به واضح ٿي. اوهان لکيو هو ۽ سخت افسوس سان لکيو هو ته ماڻهو بزرگن جي اڳيان بي حجاب ٿي چوکرن سان گفتگو ۽ يوڳ چرچا ڪن ٿا ۽ جيڪڏهن ڪي فقير اچي ٿو ته اچڻ سان ئي منهن ڍڪيو به ٿي ٿي ٿيو مجلس مان اٿيو وڃن.

منهنجا پيارا! اهي ڏينهن جڏهن اسين ۽ اوهان پنهنجي حضرت مرشد سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جي خدمت جو شرف حاصل ڪندا هئاسون ته پاڻ کي سيني حاضرين ڪان گهٽ ۽ ڪمتر سمجهندا هئاسون. نه رڳو ظاهر ۽ زبان سان بلڪ دل ۽ جان سان ائين ئي سمجهندا هئاسون ۽ هن زماني جي طالبن

ڪي اوهان پاڻ ڏسو پيا. اهڙن ماڻهن سان هن فقير عمر برباد ڪري ڇڏي آهي ۽ صحبت جو فائدو پنهنجي جاءِ تي پر نقصان ايڏو ٿيو آهي جو لکڻ کان ٻاهر آهي پر ڇا ڪريون جو انهن کان پڇڻ به نٿو جڳائي جو اسان جو مرشد وقت جو غوث اسان کي انهن جي حوالي ڪري ويو آهي. سر ڏيڻو آهي، پڇڻو ناهي.

اوهان پيارن کي به گهرجي ته ڪثرت تي نظر نه ڪريو جو ڪثرت سڀ اعداد جو ضد آهي، هڪ ٻي کان مختلف آهي. انهن ڏانهن وحدت جي نظر ڪرڻ گهرجي. حق تعاليٰ فرمائي ٿو: وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ. جيڪڏهن آيت جي حقيقت تي نظر ڪندا ته اهي ويچارا اعتراض کان آزاد ٿي ويندا.

اوهان لکيو هو ته پيريءَ ۾ هزارين محنتون ۽ مشقتون ڪري جيڪي ڪجهه حاصل ڪيو هئم، اهو بقاولي ڦري، اهو خيال صحيح نه آهي. اي پيارا! الله تعاليٰ آدم عَلَيْهِ السَّلَامُ کان وٺي اڄ تائين اسان جي ابن ڏاڏن، مائرن پائرن کي نه ڇڏيو آهي سو اسان کي به ڪونه ڇڏيندو. وڃڻو آهي، رهڻو ناهي جو "كُلُّ نَفْسٍ ذَائِقَةُ الْمَوْتِ". جنهن سڄي عالم غيب ۽ شهادت کي ظهور ۾ آندو ۽ وري بطون ڏانهن وٺيو وڃي، ٻي ڪنهن کي به مجال نه آهي جو لَا تَتَحَرَّكُ ذَرَّةٌ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ. جيارينڌڙ ۽ مارينڌڙ الله جلشانهٗ ئي آهي.

ادا سائين! اسان کان نيڪيءَ جو ڪم نه ٿيو، نڪي ٿئي ٿو.

اوهان پائرن کي عرض ٿو ڪجي ته هر ڪو مال، دنيا ۽ اولاد سڀ هتي ڇڏي هليو ويو. ڪوبه ڪنهن سان ويو ڪونه. ويل جو غم ۽ الم پنهنجي مستقبل کي خراب ڪرڻ برابر آهي، جو آيت سڀوري مَالُهٗ وَوَلَدُهٗٓ اِلَّا خَسَارًا جو مطلب ڇا آهي؟ خسارو ڪهڙو آهي؟ اها مال اولاد ۽ دنيا جي محبت ئي خسارو آهي. اهي فاني شيون اهڙيون نه آهن جن سان محبت ڪئي وڃي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

آشنائي با مسافر کردن اي دل خوب نيست
او بـوطـن خويش رفتـه داغ داده بـر دلت

ترجمون: اي دل! مسافر سان دوستي رکڻ صحيح نہ آهي جو اهو تنهنجي دل ڦٽي پنهنجي وطن هليو ويندو.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن اهڙن موقعن تي فرمائيندا هئا:

(بيت)

حرام است بر طالب ره خدا
تمنا کند از خدا جز خدا

ترجمون: راهہ خدا جي طالب تي حرام آهي جو خدا کان، خدا کان سواءِ ٻيو ڪجهہ گهري.

سيني ڪاملن رحمة الله عليهم جي زبان تي ڪمال حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڪلمو لَآ اِلٰـهَ اِلاَّ اللّٰهُ جاري هوندو آهي. اسان جي حضرت مرشد سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن کي ڏسندا هئاسون تہ هر وقت سندن لب مبارڪ چُرندا رهندا هئا. پاڻ هر وقت تهليل پڙهندا رهندا هئا. اسان کي ۽ اوهان کي بہ گهرجي تہ ڪلمہ طيب لَآ اِلٰـهَ اِلاَّ اللّٰهُ جي تڪرار ۾ مشغول رهون جو اهو نفي ۽ اثبات جو ڪلمون آهي. انهيءَ جي پڙهڻ سان دل جا وسوسا دور ٿي ويندا آهن. ٻيو تہ اوهان جيڪو سيد بقاولي جي باري ۾ لکيو هو، سو غلط آهي. جيارينڌڙ ۽ مارينڌڙ الله تعاليٰ آهي. ٻي ڪنهن کي ڪابہ طاقت نہ آهي، ڪنهن جي بہ مجال نہ آهي.

اسان جا حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ بيماريون، موت ۽ مصيبتون ڪاملن ۽ عام خلق تي هڪ جهڙيون اچن ٿيون. ڪاملن کي يقين هوندو آهي تہ جيڪو ڪجهہ ٿيڻو آهي سو تدبيرن ۽ حيلن سان ٽرندو ڪونہ، تنهن ڪري صبر ڪندا آهن ۽ الله تعاليٰ جي رضا تي راضي رهندا آهن ۽ آيت سڳوري: "اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الصَّابِرِيْنَ" واري جماعت ۾ شامل ٿي سرفراز ٿيندا آهن ۽ عام خلق پنهنجي بي صبري ۽ منهن مٿو پٽڻ جي ڪري گنهگار ٿيندي آهي. ڪوبہ فائدو حاصل ڪونہ ڪندي آهي. اسان جا مرشد پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن فرمائيندا

هئا تہ هڪڙي ڏينهن مسجد شريف مان حويليءَ ڏانهن وڃي رهيو هئس تہ وڏي پاءَ جي صاحبزاده ياسين کي ڏٺم جيڪو بي حد خوش خلق ۽ خوبصورت هو. بي اختيار دل جي محبت سان صاحبزاده کي هنج ۾ کنيم. يڪدم هوشيار ٿيس تہ دل غيرالله ڏانهن واجهايو آهي، تنهن ڪري حيران ۽ پشيمان ٿي واپس مسجد ۾ ويس. نفس چيو تہ پنهنجي ڪئي تي توبه ڪر تہ اها خطا توکي معاف ٿئي. دل چيو ڇڏ تہ پلي توکي سزا ملي تہ وري ٻيهر اهڙو حريص نہ ٿئين. ٻي ڏينهن انهيءَ ساڳي صاحبزاده کي مون وٽ ڪٺي آيا نہ هن کي تپ آيو آهي، سندس حق ۾ شفا جي دعا ڪريو. انهن جي چوڻ تي مون صاحبزاده جي لاءِ دعا گهري. دل ۾ چيم تہ توکي سزا ملي وئي. انهيءَ واقعي کان ٻہ ٽي ڏينهن پوءِ پاڻ هن فاني جهان مان جاوداني جهان ڏانهن لڏي ويا، "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ".

اي پيارا! اسان جي مرشد جا احوال ڏس تہ انهيءَ قسم جا هئا. پاڻ ڪتي ۽ اسين ڪتي. بيهودن خيالن ۾ پنهنجي عمر ضايع ڪري ڇڏيسون ۽ ڪريون پيا. مون کي ۽ توکي پنهنجي هن حال تي ماتم ڪرڻ کپي.

(بيت)

عمر روزي پنج شش مي بگذرد
خواه خوش خواه ناخوش مي بگزرد

ترجمون: عمر جا پنج ڇهہ ڏينهن گذري ويندا، رنج ۾ يا خوشيءَ ۾ گذري ويندا.

هن عمر ۾ ڪهڙا عيش، ڪهڙيون خوشيون ۽ ڪهڙيون خوراڪون. ٻہ دليون هجن جو هڪڙي خدا سان هجي ۽ ٻي دنيا جي بيهودن ڪمن ۾. انهيءَ باري ۾ حضرت خواجہ عبيدالله احرار رحمہ الله عليه جن فرمايو آهي تہ دل اُها آهي جنهن ۾ ياد خدا جو درد هجي. ورنہ هڪڙو گوشت جو ٽڪرو آهي جيڪو سيني جانورن جي ڪاٻي پاسي ۾ بہ هوندو آهي، انهيءَ کي وڏي ڪتي کي اڇلائي ڏي.

اي پيارا! ماڻهوءَ جي هڪڙي عضوي ۾ جيڪڏهن سور

ٿيندو آهي تہ پيون سڀ ڳالهيون وسري وينديون آهن. جنهن کي ياد خدا جو درد هوندو، انهيءَ کي ٻي ڪا بہ ڳالهہ هرگز ياد ڪونہ ايندي.

(بيت)

درد عشق آمد دوائي هر دلي
حل نشد بي عشق هرگز مشکلي

ترجمون: عشق جو درد ئي دل جي دوا آهي، عشق کان سواءِ مشڪل هرگز حل نہ ٿيندي.

(بيت)

کفر کافر را و دين ديندار را
ذره درد است دل عطار را

ترجمون: ڪافر جي ڪفر جو ۽ ديندار جي دين جو ڪجهہ درد عطار جي دل ۾ بہ آهي.

(بيت)

گر نباشد درد تو عطار را
او نخواهد کافر و ديندار را

ترجمون: جيڪڏهن تنهنجو درد عطار جي دل ۾ نہ هجي تہ عطار ڪافر ڪي چاهيندو نڪي ديندار کي.

اسان جي حضرت مرشد پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن پنهنجي مڪتوبات ۾ هي بيت لکيو آهي:

(بيت)

گر درد عشق را بقيامت جزا دهند
من غير درد هيچ نخواهم جزائي

ترجمون: جيڪڏهن قيامت جي ڏينهن عشق جي درد جي جزا ڏنائون تہ آئون درد کان سواءِ ٻي ڪا بہ جزا ڪونہ گهرندس.

الله تبارڪ وتعاليٰ جي يادگيري جو درد پاڻي جي مثال آهي جيڪو سڪل وڻ کي سائو ڪري ٿو ۽ پوءِ ٽاريون پن ۽ ميوا ٿيندا آهن. دنيا ۽ دنيا جي ٻين شين جي محبت جو مثال ڪلر وارو آهي جو ڪلر ديوار کي لڳو تہ نيٺ ديوار کي ڪيرائي ختم ڪري ڇڏيندو. هن قول مطابق تہ:

اَلْحُزْنُ حِمَي الْقَلْبِ لِاَجَلِ الْخَلْقِ وَسُرُوْرِ الْقَلْبِ لِاَجَلِ الْخَالِقِ.

ترجمون: خلق جو غم دل جي بيماري آهي ۽ خالق جو غم دل جي شفا.

ڪلر ڇا آهي؟ الله ڪان سواءِ دنيا جي ڏيڻ شين جي محبت ڪلر آهي. جوڪجهہ بہ حق ڪان سواءِ آهي تنهن کي ساڙي ختم ڪري ڇڏ ۽ جوڪجهہ بہ دين ڪان سواءِ آهي تنهن ڪان هٽ ڏوئي ڇڏ.

عاقل کي اشارو ئي ڪافي هوندو آهي. سلام هجن انهيءَ تي جنهن هدايت جي راهہ اختيار ڪئي ۽ مصطفيٰ ﷺ جي متابعت پاڻ تي لازم ڪري ڇڏيائين.

# مڪتوب چوٽيهون

سيٺ عمر ڪڇ واري ڏانهن لکيو ويو. انهيءَ باري ۾ تہ سندس مال ضايع ٿي ويو هو ۽ سرڪار جا ماڻهو لٽي ويا هئا ۽ شاهوڪارن جو قرض جيڪو سندس ذمہ هو، تنهن جي ادا ٿيڻ جي لاءِ دعا جو عرض ڪيو هئائين. ان جي جواب ۾ حق تعاليٰ جي ذڪر جي ترغيب جي سلسلي ۾ جيڪا عظيم نعمت آهي، تحرير ٿيو.

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءِ، عقيدت آراءِ، اهل الله سيٺ عمر ڪڇ ڀڄ وارو، رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلام خيريت انجام ڪان پوءِ اوهان ڀائرن تي نيڪ روشن هجي تہ اوهان پيارن جو موڪليل خط پهتو. اوهان جي مال ضايع ٿيڻ ۽ تجارت ۾ نقصان ٿيڻ ۽ سرڪار جي ماڻهن جي لُٽي وڃڻ جو احوال معلوم ٿيو ۽ جميع امور، ظاهري ۽ باطني ۽ تجارت جي برڪت، شاهوڪارن جي قرض جي ادائيگي، جيڪو اوهان جي ذمہ آهي تنهن لاءِ اوهان دعا جو عرض ڪيو هو. اها سڀ حقيقت واضح ٿي. پيارا! اوهان جي هن دعاگو کي دوستن جي لاءِ دعا ڪرڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪو ڪم ئي ڪونہ آهي. هن ڪان اڳي اوهان جي خطن مان انهيءَ قسم جا حالات ظاهر ڪونہ ٿيا هئا. هاڻي حق سبحانہ جي بارگاهہ مان

اوهان پيارن جي لاءِ دعا گهري وڃي ٿي. اِنْشَاءَ اللهُ تَعَاليٰ قبوليت جي درجي کي پهچندي جو حق سُبْحَانَهٗ وتعاليٰ قرآن ڪريم ۾ فرمايو آهي: اُدْعُوْنِيٓ اَسْتَجِبْ لَكُمْ. معنيٰ: مون کان دعا گهرو ته آئون اوهان جي دعا قبول ڪريان.

اوهان کي گهرجي ته رات ڏينهن الله تعاليٰ جي ذڪر فڪر ۾ مشغول رهڻ جي ڪوشش ڪندا رهو. ڪنن مان غفلت جو ڪجهه ڪڍي رات ڏينهن ذڪر ۽ فڪر جو شغل اختيار ڪريو، جو ٻنهي جهانن جي بهبودي ۽ ڀلائي انهيءَ ۾ ئي آهي. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي ته:

(بيت)

ذڪر ڪن ذڪر تا ترا جان است
پاڪي دل ز ذڪر رحمان است

ترجمون: ذڪر ڪندو رهه جيستائين جيئرو آهين، دل جي پاڪائي رحمان جي ذڪر سان حاصل ٿيندي.

۽ پڻ قرآن مجيد ۾ آيو آهي ته: فَاذْكُرُوْنِيٓ اَذْكُرْكُمْ. معنيٰ: تون مون کي ياد ڪر ته آئون توکي ياد ڪريان. پوءِ يقين ٿيو ته ذاڪر ذڪر جي سبب سان خدا جو دوست ٿي ويندو آهي ۽ دوست جيڪا به شيءِ دوست کان گهرندو آهي، اها دوست ڪيس ڏيندو.

اوهان کي گهرجي ته حق سُبْحَانَهٗ جي ذڪر کان هڪ لحظو به غافل نه ٿيو ته سڀ ديني ۽ دنياوي مرادون جيڪي به الله جلشانه کان گهرندا، سي اوهان کي حاصل ٿينديون ۽ پنهنجن ڀائرن ۽ گهر وارن کي به ذڪر ۽ فڪر جي تمام گهڻي تاڪيد ڪندا ڪريو. اوهان جي جيڪا رقم ضايع ٿي آهي ۽ تجارت ۾ نقصان ٿيو آهي، سو يقين ڪريو ته غير سان مشغولي ۽ حق تعاليٰ جلشانه جي ذڪر کان غلفت جي ڪري ٿيو آهي. انهيءَ تي قرآن جي نص ناطق آهي، جيئن ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو: مَنْ اَعْرَضَ عَنْ ذِكْرِيْ فَاِنَّ لَهٗ مَعِيْشَةً ضَنْكًا. معنيٰ: جيڪو منهنجي ذڪر کان منهن موڙيندو، تنهن جي روزي تنگ ٿيندي. اوهان کي گهرجي ته قَاضِيُ الحَاجَاتِ جي درگاهه ۾ بيحد عاجزي ۽ نياز

سان پنهنجين ڪوتاهين جي بخشش جا سوال ڪريو. حضرت مولانا مصلح الدين شيخ سعدي شيرازي فرمائي ٿو:

(بيت)

بنده همان بہ کہ از تقصير خويش
عـذر بـدرگـاه خـدا آورد

ترجمون: ٻانهو اهوئي ڀلو جيڪو پنهنجي ڪوتاهين جي معافي خدا جي درگاهہ مان وٺي.

هاڻي انشاءَ الله تعالىٰ اوهان جا جيڪي بہ ديني ۽ دنياوي مطلب آهن، اهي الله تعالىٰ پنهنجي خاص فضل ۽ فقيرن جي دعا سان پورا ڪندو. اوهان جو جيڪو نقصان ٿيو آهي، تنهن کان ڏهوڻون فائدو اوهان کي تجارت ۾ ٿيندو. وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلىٰ مَنِ اتَّبَعَ الْهُدىٰ.

# مڪتوب پنجٽيهون

قاضي غلام محمد نصرپور شهر واري ڏانهن لکيو ويو. حق سُبْحَانَهٗ وَتَعَالىٰ جي طلب شوق ۽ محبت ۽ پير ڪامل جي رابطي جي باري ۾ تحرير ٿيو، جيڪا عظيم ڪاميابي آهي.

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءَ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ مخلص خداپرستان، پيوسته در امن وامان، برخوردار سعادت اطوار ميان قاضي غلام محمد زيد عمره. سلام مسنون کان پوءِ واضح هجي تہ اوهان جو خط پهتو، سڄي حقيقت معلوم ٿي.

پيارا! طالب کي گهرجي تہ ڏينهن جو بي قرار ۽ رات جو بيدار رهي ۽ محبوب حقيقيءَ جي درد، ولولي، اندوه، غم ۽ الم ۾ هجي.

(بيت)

يابم اورا يا نيابم جستجوءِ ميکنم
حاصل آيد يا نيـايد آرزوءِ ميکنم

ترجمون: هو هٿ اچي يا نہ اچي ڳوليان پيو، حاصل ٿئي يا نہ ٿئي اميد ڪريان ٿو.

دنيا فاني آهي، نيٺ ڇڏڻي آهي. طالب کي دنيا سان محبت نٿي جڳائي، نه ته آخرڪار هڪ ڀيرو نه بلڪ هزار ڀيرا پشيمان ٿيندو. ڇاڪاڻ ته موت کان سواءِ ڪو چارو ئي ڪونه آهي ته پوءِ تون پاڻ کي "مُوتُوا قَبۡلَ اَنۡ تَمُوۡتُوا" ڪري ڇڏ. جڏهن ائين ٿي وئين ته قيامت قائم ٿي وئي. قيامت ڇا آهي؟ تنهنجي قيامت تڏهن پري آهي، جڏهن تون فنا ڪونه ٿيو آهين. جيڪو هڪڙي ڀيري مري ويو، سو ٻيو ڀيرو ڪونه مرندو.

(بيت)

هرگز نميرد آنکه دلش زنده شد بعشق
ثبت است بر جريده عالم دوام ما

ترجمون: اهو هرگز نه مرندو جنهن جي دل عشق سان زنده ٿي وئي آهي. جهان جي تختي تي اسان جي بقا لکجي وئي آهي.

(بيت)

عشق آن شعله است کاندر جان فروخت
هرچه جز معشوق باقي جمله سوخت

ترجمون: عشق اهو شعلو آهي جيڪو جڏهن جان ۾ ٻري ويو ته معشوق کان سواءِ جوڪجهه به هو تنهن کي ساڙي ڇڏيائين.

(بيت)

عاشقي را درد بايد درد کو
برسر کوءِ محبت مرد بايد مرد شو

ترجمون: عشق جي لاءِ درد گهرجي درد حاصل ڪر، محبت جي گلّيءَ ۾ مرد گهرجي مرد حاصل ڪر.

اسان جا حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه نقل فرمائيندا هئا ته هڪڙي حامله مائي ٻار تي ڄڻيو. دائيءَ کي چيائين ته ٻار جلدي ڄڻائي. دائيءَ چيو ته تنهنجا سور نري ويا آهن، ٻار ڪيئن ڄمندو؟ پيارا! جڏهن ظاهري ٻچو سورن کان سواءِ پيدا نٿو ٿئي تڏهن اهو حقيقي ٻچو سورن کان سواءِ ڪيئن پيدا ٿيندو؟ غور ڪر، عاقل کي اشارو ئي ڪافي هوندو آهي. جتي ڪو آهي، اتي هڪڙو ئي ڪافي آهي.

(بيت)

درد عشق آمد دوائي هر دلي
حل نشد بيدرد هرگز مشڪلي

ترجمون: عشق جو درد هر ڪنهن دل جي دوا آهي، درد ڪان سواءِ مشڪل ڪڏهن بہ آسان نہ ٿي آهي.

(بيت)

ڪفر ڪافر را و دين ديندار را
ذره درد دلي عطار را

ترجمون: ڪافر جي ڪفر ۽ ديندار جي دين جو ڪجهہ درد عطار جي دل ۾ بہ آهي.

(بيت)

گر نباشد درد تو عطار را
او نخواهد ڪافر و ديندار را

ترجمون: جيڪڏهن عطار ڪي تنهنجو درد نہ هجي تہ اهو ڪافر ۽ ديندار ڪي ڪونہ چاهي ها.

منهنجا پيارا! حق تعاليٰ جي يادگيريءَ ڪان هڪڙو دم بہ غافل نہ رهو.

(بيت)

دمي بي حق زدن محض گناه است
بخود مشغول بودن ڪفر راه است

ترجمون: الله تعاليٰ جي يادگيري ڪان سواءِ هڪڙو ساهہ کڻڻ بہ وڏو گناهہ آهي، پاڻ ۾ مشغول هجڻ طريقت جي راهہ ۾ ڪفر آهي.

اٿندي وهندي ذڪر ۾ مشغول رهڻ گهرجي. مولي جو ذڪر سيني ڪان اوليٰ آهي. الله کي ياد ڪرڻ وارا هميشہ شاد ۽ ٻنهين جهانن جي غمن ڪان آزاد هوندا آهن.

(بيت)

ذڪر ڪن ذڪر تا ترا جان است
پاڪي دل ز ذڪر رحمان است

ترجمون: ذڪر ڪندو رهہ جيستائين جيئرو آهين، دل جي

پاڪائي رحمان جي ذڪر سان حاصل ٿيندي آهي.

(بيت)

چون خواهي ڪہ فردا شوي رستگار

مزن دم بجز ياد پروردگار

ترجمون: جيڪڏهن چاهين تہ صبحاڻي توکي ڇوٽڪارو حاصل ٿئي تہ پروردگار جي يادگيريءَ کان سواءِ هڪڙو ساهہ بہ نہ کڻندو ڪر.

مرشد جي تصور ۽ رابطي جو هر وقت لحاظ رکندا ڪريو. بزرگن فرمايو آهي تہ مرشد جو سايو ذڪر کان بهتر آهي. اسان جا حضرت مولانا مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن مثال ڏئي سمجهائيندا هئا تہ: حاجين جو پنڌ جهاز تائين آهي. جهاز ۾ سوار ٿيا تہ پوءِ پنڌ جهاز کي ڪرڻو آهي. طالب کي گهرجي تہ مرشد سان رابطو قائم رکي تہ طلب جو پنڌ پورو ٿئي ۽ مرشد جو رابطو کيس ڇڪي سيني مقامات جي ڪمالات تي پهچائيندو. اها ڳالهہ هن آيت سڳوريءَ مان سمجهہ ۾ اچي ٿي: قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ اهو بہ رابطي جو ڏس آهي.

# مڪتوب ڇٽيهون

مياں عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو، انهيءَ باري ۾ تہ سندس گهر واري جي وفات تي عرض ڪيو هئائين تہ کيس بيحد درد، غم ۽ رنج پهتو آهي. ان جي جواب ۾ سندس تسڪين ۽ دلداري جي لاءِ ڏاڍا رنگين ۽ نمڪين مثال بيان ڪيا اٿن. پيو هي بہ لکيو اٿن تہ طالب کي هر حال ۾ ۽ هر وقت ۾ نظر وحدت تي رکڻ گهرجي تہ کيس حادثن کان امن حاصل ٿئي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءَ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، خدا وارن جو مخلص، هميشہ منجهہ امن و امان، ياءَ صاحب ميان عبدالخالق، رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ، جيڪو مسلمانن

جو طريقو آهي، واضح هجي تہ:

اوهان ياڻرن جو خط پهتو. اوهان لکيو آهي تہ هڪڙو شخص واٽ وٺيو پيادو پي ويو. سوال ڪيائين تہ يا خدا مون کي گهوڙو ڏي. اتفاق سان ساڳي واٽ تي هڪڙي سپاهي جي گهوڙي ڦر ڄڻيو هو. اهو سپاهي اچي پهتو ۽ جنهن شخص خدا کان سوال پي ڪيو تہ مون کي گهوڙو ڏي، انهيءَ کي چيائين تہ گهوڙي جو ڦر ڪلهي تي کڻي هل. ويچاري ڏنو تہ نہ کڻندس تہ سپاهي مار ڏيندو. سو لاچار گهوڙيءَ جو ڦر ڪلهي تي کڻي هلڻ لڳو ۽ چيائين تہ يا خدا! مون گهوڙو سواريءَ لاءِ گهريو هو تو وري ڳالهہ کي ابتڙ سمجهي گهوڙي کي مون تي سوار ڪيو آهي. پيارا! اهو مثال هن لاءِ لکيو ويو تہ زال يا ٻانهي هجي، مالڪ اُن سان تمام گهڻي محبت ۽ رغبت رکندو هجي، اتفاقاً اها زال يا اها ٻانهي ڪنهن ٻي سان محبت ۽ رغبت رکي تہ انهيءَ مالڪ کي جيستائين اها زال يا اها ٻانهي انهيءَ ٻي شخص جي محبت ۽ رغبت پنهنجي دل مان ڪڍي نہ ڇڏي، پسند نہ ايندي، ڇاڪاڻ تہ حديث شريف آهي: اَنَا غَيُوْرٌ وَاللّٰهُ اَغْيَرُ مِنِّيْ. مطلب تہ پاڻ سردارن ﷺ جن فرمايو تہ آئون غيرتمند آهيان ۽ اللہ تعاليٰ مون کان وڌيڪ غيرتمند آهي. اللہ تعاليٰ پنهنجي ٻانهي کي پنهنجي دوستي ۾ مبتلا ڪريو سيني دوستين ۽ تعلقات کان جدا ڪري ٿو. اها ڳالهہ ڪلمہ پاڪ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مان سمجهڻ گهرجي، جنهن ۾ سيني باطل خدائن جو انڪار آهي. اسين ٻين طرفن جي دوستين ۽ لاڳاپن ڏانهن واجهايون ٿا جيڪا اسان جي نفس جي مراد هوندي آهي. اللہ تعاليٰ پنهنجي مهرباني ۽ ٻاجهہ سان ٻين پاسن کان اسان کي ٽوڙي ٿو، هن لاءِ تہ اسان کي پنهنجي ذات سان ملائي. اللہ تعاليٰ جو ڪجهہ بہ ڪري ٿو، انهيءَ ۾ اسان جي ڇڱائي ۽ بهتري آهي، ڇاڪاڻ تہ حديث شريف ۾ آهي: فِعْلُ الْحَكِيْمِ لَا يَخْلُوا عَنِ الْحِكْمَةِ. معنيٰ: حڪيم جو ڪم حڪمت کان خالي نہ هوندو آهي.

اوهان لکيو هو تہ مريض هن دنيا جي بيمارين مان شفا جي حقيقت حاصل ڪئي. انهيءَ کي اللہ تعاليٰ پنهنجي فضل ۽

ڪرم سان ايماني شفا عطا فرمائي. منهنجا پيارا! اسان کي ۽ اوهان کي بہ هلڻو آهي ۽ جيڪو نبي ڪريم ﷺ جن خطبي ۾ ارشاد فرمايو آهي تہ: كُنْ فِي الدُّنْيَا كَأَنَّكَ غَرِيْبٌ اَوْ عَابِرُ سَبِيْلٍ، وَعُدْ نَفْسَکَ مِنْ اَصْحَابِ الْقُبُوْرِ. معنيٰ: دنيا ۾ مسافر ٿي رهہ يا دريا جي پُل پار ڪندڙ وانگر ۽ پاڻ کي قبرن وارن مان سمجهہ. اها حديث رات ڏينهن ورد ڪرڻ گهرجي. هن دنيا جي مرادن مان مون کي ۽ اوهان پائرن کي تڪليفون ۽ نقصان هر طرح جا پهتا آهن. هيئن ڪرڻ گهرجي جو بهلول دانا عَلَيْهِ الرَّحْمَةُ وانگر سڀ ڪپڙا بدن تان لاهي لڪڻ جي گهوڙي تي چڙهي سراڙا ڪڇن. انهيءَ جو سبب اوهان کي معلوم هوندو تہ بادشاهہ جو قاضي وفات ڪري ويو. بادشاهہ ارادو ڪيو تہ صبح جو سوير بهلول دانا کي هٿ ڪري قضا جي مسند تي ويهارجي. بهلول دانا کي اهو راز ڪشف جي ذريعي معلوم ٿي ويو ۽ چريو بنجي پاڻ کي قضا جي بار کان بچائي ويو. هن دنيا جي مشغوليت کان آجو ٿيڻ گهرجي. فَفِرُّوا اِلَي اللهِ. معنيٰ: ڊوڙو الله ڏانهن. اسان جو نفس جيڪو مرادن جي مٺاڻ جي خواهش ڪري ٿو، انهيءَ جو ذائقو مون کي ۽ توکي معلوم ٿي چڪو آهي. سمجهڻ جي ضرورت آهي.

اوهان لکيو هو تہ گهرجي حفاظت ۽ ڏيئي پارڻ جي ڪم ۾ اوهان مبتلا ٿي ويا آهيون. يعني اوهان کي واندڪائي نٿي ملي. منهنجا پيارا! هن دنيا جي گهر کي ڇڏڻو آهي ۽ هن دنيا جو گهر روشن ڪرڻو آهي. اهو حڪم آهي جو: قَلْبُ الْمُؤْمِنِ حَرَمُ اللهِ. معنيٰ: مؤمن جي دل الله جو گهر آهي.

اوهان لکيو هو تہ سندس حڪمت جي ظهور جو انجام پاڻ حڪيم ئي ڄاڻي ۽ پاڻ اسان جي حق ۾ اهو ئي بهتري ڄاڻائين جو جيڪڏهن انهيءَ تي صبر اختيار ڪيو وڃي تہ: "اَلصَّبْرُ مِفْتَاحُ الْفَرَجِ" معنيٰ: صبر خوشيءَ جي ڪنجي آهي. جبل سان مٿو هڻڻ نقصانڪار هوندو آهي. بي صبري الله تعاليٰ جي مرضيءَ جي مخالفت آهي. جوڪجهہ پاڻ ڪري ٿو اسان جي ڀلائي انهيءَ ۾ ئي آهي.

(بيت)

سپردم بتو مايئہ خويش را
تو داني حساب کم و بيش را

ترجمون: مون پنهنجي موڙي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏي، هاڻي ڪمي بيشي جي حساب کي تون ئي ڄاڻين ٿو.

اوهان بيت بہ لکيو هو:

(بيت)

ديگران قرعہ قسمت همہ بر عيش زدند
دل غمديده ما بود کہ هم بر غم زد

ترجمون: ٻين جي قسمت جو ڪڻو رڳو عيش ۽ آرام جو نڪتو، اسان جي غمناڪ دل جو ڪڻو غم جو نڪتو.

منهنجا پيارا! دنيا ۽ آخرت جو غم ماڻهوءَ کي برباد ٿو ڪري ۽ الله تعاليٰ جو غم پاڻيءَ وانگر آهي جيڪو سڪل وڻ جون ٽاريون ڪڏي پن ۽ ميوا ٿو پيدا ڪري.

(بيت)

غم دين خور کہ غم، غم دين است
همہ غمها فرو تر ازين است
غم دنيا مخور کہ بيهوده است
هيچ کس در جهان نيا سوده است

ترجمون: دين جو غم ڪاءُ جو غم تہ دين جو ڪم ئي آهي، ٻيا سڀ غم انهيءَ کان گهٽ آهن. دنيا جو غم نہ ڪاءُ جو بيهودو آهي، هن دنيا ۾ ڪنهن کي بہ آرام حاصل نہ ٿيو آهي.

اوهان لکيو هو تہ عوام ۾ هڪڙو قصو مشهور آهي. ايوب نالي ڪنهن شخص کي سور پيو. الله تعاليٰ جي دربار ۾ عرض ڪيائين تہ يا الله! فضل ڪر آئون رڳو نالي جو ايوب آهيان مٿا تو مون کي ايوب نبي سمجهيو هجي پر ايئن نہ آهي. جواب عرض آهي تہ تون جيڪڏهن عام ايوب هجين ها تہ الله توتي اهي بلائون ڪونہ موڪلي ها ۽ انهن مصيبتن ۾ توکي گرفتار ڪونہ ڪري ها. کهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو:

(بيت)

ما بلا بر کسي عطا نکنم
تاکہ نامش اوليا، نکنم
ايں بلا گوهر خزانہ ما است
ما بہ هرکس گوهر عطا نکنم

ترجمون: اسين کنهن تي بلائون نہ موکليندا آهيون جيستائين سندس نالو اولياءَ ۾ نہ ڳڻيون، اهي بلائون اسان جي خزانہ جا موتي آهن، اسين هر کنهن کي موتي عطا کونہ کندا آهيون.

پيارا! جيتوڻيڪ بلائون گهٽيون آهن پر عطائون انهيءَ کان بہ وڌيون آهن. جادوءَ جو نانگ خزاني تي هوندو آهي.

(بيت)

رنج گنج آمد کہ راحتها درو است
مغز صافي شد چو بخراشيد پوست

ترجمون: رنج گنج آهي جو انهيءَ ۾ راحتون آهن، مغز تڏهن حاصل ڪبو جڏهن کل لاهبي.

منهنجا پيارا! اسان جو پهريون حقيقي پي حضرت آدم عَلَيهِ السَّلَامُ آهي جنهن کي الله تعالي پنهنجي قدرت جي هٿ سان ناهيو ۽ انهيءَ ۾ پنهنجي روح مان روح ڦوڪيائين ۽ "نَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ" مون ان ۾ روح ڦوڪيو، انهيءَ جي ئي شان ۾ آيو آهي. سندس همت ڏسو تہ جڏهن سندس نظر فقر جي راز تي پئي تہ الله تعاليٰ اتان ملندو، تڏهن بهشت تان هٿ کڻي ويو ۽ بهشت ۾ دوزخ وانگر ڦتڪڻ لڳو ۽ کيس جند ڇڏائڻ جي ہي کا بہ واٽ ڏسڻ ۾ نہ آئي سواءِ هن جي تہ کڻک جو داڻو کائي بهشت نفس جي لاءِ آرام جي جاءِ آهي ۽ نفس جي سيني لذتن ۾ روح جو آزار آهي ۽ روح الله تعاليٰ جي وصل سان آرام حاصل کندو آهي.

جيئن تہ يحيٰ منيري رحمہ الله عليه جو بيت آهي:

جان آدم را چون سر فقر سوخت
هشت جنت را بيک جو فروخت

ترجمون: آدم عَلَيهِ السَّلَامُ جي جان کي جڏهن فقر جي باهہ ساڙيو، تڏهن بهشت کي کڻک جي داڻي تي وکڻي ڇڏيائين.

تذڪرة الاولياءَ ۾ نقل آهي تہ حضرت بايزيد بسطامي رحمۃ اللہ عليه جي دل ۾ دنيا جو ڪو وسوسو ايندو هو تہ وضو ڪندو هو پر جيڪڏهن آخرت جو ڪو وسوسو ايندو هو تہ غسل ڪندو هو. منهنجا پيارا! اسان ڪي مک جهڙو نہ ٿيڻ کپي جيڪا ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڦاسي ٿي پوي ۽ ڪوريئڙو ڪيس ڪايو وڃي ۽ اسان جو ٻيو حقيقي پيءُ حضرت مرشد پير سائين روضي ڌڻي رَضِيَ اللّٰہُ تَعَالیٰ عَنْہُ آهي جو اسين سندن روحاني اولاد آهيون ۽ اسان ڪي سندن تابعداري ڪرڻ گهرجي ۽ اسين "اَلْوَلَدُ سِرٌّ لِاَبِيْهِ" معنيٰ پٽ پيءُ جو راز هوندو آهي وانگر هجون ۽ اسين ابليس لعين دشمن جي اولاد وانگر نہ هجون جو قرآن شريف ۾ آيو آهي: جَعَلْنَا لِكُلِّ نَبِيٍّ عَدُوًّا شَيَاطِيْنَ الْاِنْسِ وَالْجِنِّ. معنيٰ: اسان هر ڪنهن نبيءَ جي لاءِ دشمن بنايا انسانن ۽ جنن مان شيطان. مولانا رومي فرمائي ٿو:

(بيت)

گر نہ فرزند ابليسي اي عنيد
پس تو ميراث آن سگ چون رسيد

ترجمون: اي دشمن! جيڪڏهن تون ابليس جو پٽ ڪونہ آهين تہ پوءِ توکي انهيءَ ڪتي جي ميراث ڪيئن ملي آهي؟

ابليس جي ميراث ابليس جي اولاد کي "اَلْخَبِيْثَاتُ لِلْخَبِيْثِيْنَ" جي مصداق مطابق پهچي ٿي ۽ ڪاملن جي ميراث انهن جي مريدن کي پهچي ٿي جو "اَلطَّيِّبَاتُ لِلطَّيِّبِيْنَ" جي مصداق مطابق پاڪ ميراث پاڪ ماڻهن کي پهچي ٿي. ڇو نہ پهچندي؟ ضرور پهچندي جيڪڏهن انهيءَ ۾ شڪ آڻيندا سين تہ سندن مريدن مان خارج ٿي ويندا سين ۽ ڪڏهن ڪڏهن توحيد جي ذڪر ۾ اوهان پيارن کي مخاطب ٿيندا هئا. قطب الاقطاب جا ارشادات شايد اوهان وساري ڇڏيا آهن ۽ اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي اللہ تعاليٰ عنه جن توحيد جو بيان ڪندي فرمائيندا هئا تہ جيڪو بہ ان جند ۾ آيو سو پيسجي ويندو پر آهي داڻا سلامت رهندا جيڪي جند جي ڪير کي ويجها هوندا. سمجهڻ جي ڳالهہ

آهي. سڄي مخلوقات ڪميٽي دنيا جي جند ۾ پيسجي رهي آهي پر توحيد وارا سلامت آهن ۽ ڪير مان مراد وحدت آهي. وحدت موسيٰ عَلَيْهِ السَّلَامُ جي اُها عصا آهي جنهن جادوگرن جي سيني نانگن بلائن کي هڪڙو لقمو ڪيو.

(بيت)

دل بوحدت آشنا باشد گفتگو درکار نيست
چون سبق يک حرف باشد حاجت تکرار نيست

ترجمون: دل وحدت کان آشنا ٿي وئي تہ پوءِ گفتگو جي ضرورت نہ آهي. سبق جيڪڏهن هڪڙو اکر هجي تہ پوءِ تڪرار جي ضرورت نہ هوندي آهي.

۽ اها وحدتِ موسيٰ عَلَيه السَّلامُ جي عصا کي عطا ٿي ۽ نوح عَلَيْهِ السَّلامُ جي ٻيڙيءَ کي جو جيڪو انهيءَ ۾ سوار ٿيو تنهن دنيا ۽ آخرت جي خيالن جي طوفان کان امن حاصل ڪيو ۽ ڦيٽون عيسيٰ عَلَيه السَّلامُ کي عطا ٿيو جنهن سان نابين اکين وارو ٿي پوندو هو ۽ سيڪو مرض سندس هٿ لاهڻ سان ختم ٿي ويندو هو. حضرت ابراهيم عَلَيه السَّلامُ جي نظر بہ توحيد تي هئي جو جڏهن کيس منجنيق ۾ وجهي آڙاهہ ۾ ٿي اڇلايائون تڏهن سيني ملائڪن ۽ جنن کيس عرض ڪيو تہ جيڪڏهن حڪم ڪريو تہ سيني نمرودين ۽ انهن جي آڙاهہ کي ختم ڪري ڇڏيون پر حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلام ملائڪن ۽ جنن جو اهو عرض قبول ڪونہ ڪيو ۽ پاڻ الله تعاليٰ تي توڪل ڪيائين جو اها توحيد آهي. پوءِ الله تعاليٰ فرمايو: قُلْنَا يَا نَارُ كُونِي بَرْدًا وَّ سَلَامًا عَلَىٰٓ اِبْرَاهِيْمَ. آخرت ۾ سڀ نبي سڳورا نفسي نفسي ڪندا ۽ اسان جو نبي ﷺ امتي امتي فرمائيندو، ڇاڪاڻ تہ توحيد جي معرفت سان هن جهان جي سموري ڪثرت کي هيڪڙائي سمجهيائون. هن مقوله مطابق حضرت مخدوم جامي کهڙو نہ سنو فرمايو آهي:

(بيت)

در و ديوار من آئينہ شد از کثرت شوق
هر کجا مي نگرم روءِ ترا مي بينم

ترجمون: منهنجا در ۽ ديوارون ڪثرت شوق جي ڪري آئينو بنجي ويا آهن. جيڪڏهن تو نهاريان تون نظر اچي رهيو آهيان.
مَا رَأَيْتُ شَيْئًا اِلاَّ رَأَيْتُ اللهَ اَوْ قَبْلَهٗ اَوْ بَعْدَهٗ اَوْ مَعَهٗ

ترجمون: ڪا بہ شيءِ نہ ٿو ڏسان پر الله ڏسان ٿو يا ان کان اڳ يا ان کان پوءِ يا ان سان گڏ.

اوهان لکيو آهي تہ آئون ناقص ٻارن جو استاد آهيان ۽ نہ قطب الاقطاب. منهنجا پيارا! عمر سٺ سالن کي وڃي پهتي آهي، ٻارن جي استادي مان ڇا هٿ آيو ۽ ڇا هٿ ايندو؟ فَفِرُّوْا اِلَي اللهِ، پوءِ ڊوڙو الله ڏانهن. بيان العارفين ۾ هڪڙو نقل آهي تہ هڪڙو پوڙهو ۽ ضعيف شخص ڪنهن ڪامل پير طريقت وٽ مريد ٿي طلب ڪرڻ جي لاءِ آيو. انهيءَ پير طريقت کيس چيو تہ تو طلب جي عمر ضايع ڪري ڇڏي، هاڻي هن حال ۾ توکان طلب جي محنت نہ ٿيندي. پوڙهو ويچارو مايوس ٿي واپس موٽيو ۽ جبل ۾ واٽ وٺيو پيو ويو. ڏنائين تہ ماکوڙين جي اچ وڃ سان جبل تي نشان ٿي ويو آهي يعني واٽ ٺهي پئي آهي. اهو سچو طالب هو تنهن خيال ڪيو تہ آئون ماکوڙين کان گهٽ تہ ڪونہ آهيان ۽ هو الله جي يادگيري ۾ مشغول ٿي ويو ۽ الله وارو بنجي ويو. هي فقير اوهان ڀائرن ۽ ميان عبدالرزاق جي لاءِ دعائون گهرڻ ۾ ڪوتاهي ڪونہ ٿو ڪري. اسان جي مرشد حضرت پير سائين روضي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ جن ڪنهن فقير لاءِ دعا فرمائي تہ کيس پٽ ڄمي. دعا سان گڏ فقير سان خوش طبعي بہ ڪيائون ۽ کيس فرمايائون: دعا اسين ٿا ڪريون پر ڪجهہ همت تون بہ ڪجئين. اوهان کي سوچڻ گهرجي، هي هن فقير جي گستاخي نہ آهي، بلڪ قطب الاقطاب جو فرمان آهي ۽ پڻ اوهان لکيو آهي تہ ملان کان پڇيائون تہ نماز پڙهين ٿو؟ چيائين پڙهان ٿو پر جوتن سان. اي پيارا! اهو ملان جيڪڏهن الله تعالٰي جي محبت ۾ دل رکي نماز پڙهي ها تہ پاڻ ٻين کي جوتا هٽي ها پر پنهنجي فاسد نيت جي ڪري پاڻ ڏانهن جوتن کي منسوب ڪيائين. سڀ ڪجهہ نيت تي آهي. جيڪڏهن نيت صحيح هوندي تہ ميوو بہ نيت مطابق حاصل ڪندو جو اِنَّمَا الْاَعْمَالُ بِالنِّيَّاتِ. جيڪو جو

پوکيندو سو ڪٺڪ ڪونہ لٽندو. اکر نہ پڙهيل اڻ پڙهيل کي گستاخي معاف ڪندا. زياده وَالسَّلاَمُ عَلَيْڪُمْ وَعَلٰي مَنْ لَدَيْڪُمْ.

# مڪتوب ستٽيهون

خليفي محمد ملوڪ ولاسي واري ڏانهن لکيو ويو، دنيا ۽ دنيا سان تعلق ۽ نفساني خواهشن جي مذمت جي باري ۾.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ هَدَانَا لِهٰذَا وَمَا كُنَّا لِنَهْتَدِيَ لَوْلاَ اَنْ هَدَانَا اللّٰهُ لَقَدْ جَآءَتْ رُسُلُ رَبِّنَا بِالْحَقِّ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلاَمُ عَلٰي رَسُوْلِهٖ مُحَمَّدٍ وَّآلِهٖ وَسَلَّمَ.

فقير حقير، ضعيف نحيف، فقير محمود جي پاران برادرم خليفي محمد ملوڪ ڏانهن اَلسَّلاَمُ عَلَيْڪُمْ کان پوءِ عرض آهي تہ طالب کي گهرجي تہ پنهنجي دين کي دنيا تي نہ وڪٽي. نفساني خواهشن ۽ بيهوده معاشي ڪمن ۾ دل کي پريشان نہ ڪري ۽ دنيا جي سيني ڪمن کي الله سُبْحَانَهٗ وَتَعَالٰي جي حوالي ڪري ڇڏي.

(بيت)

سپردم بتو مايۂ خويش را
تو داني حساب کم و بيش را

ترجمون: مون پنهنجي موڙي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏي آهي، هاڻي گهٽ وڌ جي حساب کي تون ئي ڄاڻين ٿو.

۽ پاڻ الله سبحانهٗ وتعالٰي جي يادگيري ۾ مشغول رهہ. زياده خيريت وَالسَّلاَم.

# مڪتوب انٽيهون

ميان صاحب خليفہ محمد ملوڪ ولاسي واري ڏانهن، انهيءَ بيان ۾ تہ پنهنجا ظاهري ۽ باطني ڪم الله تعالٰي جي رضا جي تابع ڪري ڇڏڻ گهرجن. تدبير کي ترڪ ڪري نفس جي مخالفت کي پنهنجي عادت بنائجي ۽ الله تعالٰي جي يادگيريءَ ۾ مشغول رهجي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، خاص دوست، متحد دل و جان، طالب طريق ايقان، شارب رحيق عرفان، صاحب سلوڪ خليفہ محمد ملوڪ، رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي، واضح هجي تہ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

(بيت)

اگر شہ روز را گويد شب است اين
ببايد گفت اينک ماه و پروين

ترجمو: جيڪڏهن بادشاهہ ڏينهن کي چوي تہ رات آهي تہ جواب ۾ چئجي تہ تارا ۽ ڪتيون جو هو بيٺا آهن.

خواجہ حافظ رحمۃ اللہ عليه فرمائي ٿو تہ:

(بيت)

بمي سجاده رنگين کن گرت پير مغان گويد
کہ سالک بي خبر نبود زراه ورسم منزلها

ترجمو: جيڪڏهن مرشد چوي تہ مصلي تي شراب هاري ڇڏ جو سالڪ منزلن جي رسم ۽ رستي کان بي خبر ڪونہ هوندو آهي.

پيارا! طالب کي گهرجي تہ سيني ظاهري ۽ باطني ڪمن ۾ اللہ تعاليٰ جي مرضيءَ جو لحاظ رکي ۽ نفس جي مرضيءَ تي نہ هلي ۽ هن بيت تي عمل ڪري:

(بيت)

سپردم بتو مايۂ خويش را
تو داني حساب کم و بيش را

ترجمو: مون پنهنجي موڙي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏي، گهٽ وڌ جي حساب کي تون ئي ڄاڻين ٿو.

منهنجا پيارا! ٻڌو ويو تہ اوهان مهربان ناراض ٿيا آهيو. هن فقير پريٽ جيڪا ڳالهہ چئي هوندي، اها ڳالهہ روبروءِ بہ چوندو ۽ جوڪجهہ چيو اٿم سو اللہ تعاليٰ جي رضا لاءِ چيو اٿم ۽ نفس جي خواهش تي نہ چيو اٿم. اوهان جي دوستي ۽ خير خواهي جي لاءِ چيو اٿم، دشمني ۽ عداوت جي ڪري ڪونہ چيو اٿم جو

عداوت ۽ دشمني اسان ٻنهي جي وچ ۾ آهي ئي ڪونہ. فقير اوهان جي نفس جي مخالفت ۾ ڳالهايو آهي، اوهان جي روح جي مخالفت ۾ ڪونہ ڳالهايو آهي ڇاڪاڻ تہ نفس جي مخالفت ۾ روح خوش ٿيندو آهي ۽ نفس جي موافقت سان روح کي تڪليف پهچندي آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

نفس خود راڪش تو دل را زنده ڪن
خواجه گشته استَ اورا بنده ڪن

ترجمون: پنهنجي نفس کي ماري دل کي زندہ ڪر، مالڪ بڻجي ويو آهي انهيءَ کي پانهو بڻاءِ.

ٻئي بزرگ چيو آهي:

(بيت)

گرڪني يڪ آرزوءِ خود تمام
از تو صد ابليس زايد والسلام
گرپي هر آرزوءِ ميروي
تا ز صد ابليس تو افزون شوي

ترجمون: جيڪڏهن پنهنجي هڪڙي آرزو پوري ڪندين تہ تو مان سو ابليس پيدا ٿي پوندا، جيڪڏهن هر ڪنهن آرزو جي پٺيان هلندين تہ تون سو ابليسن کان بہ وڌي ويندين.

طالب کي گهرجي تہ تدبير کي ترڪ ڪري ڇڏي ۽ پنهنجا دنيا ۽ آخرت جا سيئي ڪم الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي خودي کي بہ ترڪ ڪري ڇڏي. جڏهن خودي ختم ٿي وئي تہ دنيا ۽ آخرت جي آرزو بہ ڪونہ رهندي.

(بيت)

چون ز خود رستي همہ حق گشتئہ
رفت ظلمت نور مطلق گشتئہ

ترجمون: جڏهن پاڻ کان آزاد ٿيندين تہ حق بڻجي ويندين، اونداهہ ختم ٿي ويندي ۽ تون نور بڻجي ويندين.

منهنجا پيارا! هڪڙو ساهہ بہ الله تعاليٰ جي يادگيريءَ کان سواءِ نہ کڻڻ گهرجي جو اهو ساهہ حرام، وبال ۽ بيهودو ٿي

ويو، جيڪو الله تعاليٰ جي يادگيري کان سواءِ ڪنيو ويو. بزرگ فرمايو آهي:
(بيت)

دمي بي ياد زدن محض گناه است
بخود مشغول بودن كفر راه است

ترجمون: الله جي يادگيري کان سواءِ هڪڙو ساهہ کڻڻ بہ گناهہ آهي. پاڻ ۾ مشغول هجڻ طريقت جي راهہ ۾ ڪفر آهي.
وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلَىٰ مَنِ اتَّبَعَ الْهُدَىٰ.

# مڪتوب اوڻيتاليهون

عبدالرزاق ممبئي بندر واري ڏانهن

انهيءَ باري ۾ تہ پنهنجي بي قراري ۽ بي آرامي ۽ پريشاني جو لکيو هئائين، ان جي جواب ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءَ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، ياءَ صاحب مهربان ميان عبدالرزاق، رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي نيڪ روشن هجي تہ اوهان جو خط مبارڪ وقت ۾ پهتو، بيحد خوشي حاصل ٿي. پيارا! جواب ۾ ليٽ ٿيڻ جو سبب لکندڙ جو نہ هجڻ هو. افسوس صد افسوس جو هٿ ۾ قلم ڪونہ ٿو رکان. انهيءَ خطا جي لاءِ معذرت عرض آهي. پيو تہ وڏپڻ آهي. عمر ٻاهتر سالن کي وڃي پهتي آهي، وري ماڻهن جو هجوم ۽ انهن جا معاملات ۽ ويسر جو غلبو ايڏو جو هڪڙي رات خيال ٿيو تہ تسبيح جا مڻيان ڳڻيان تہ سو پورا آهن يا گهٽ وڌ؟ پهرين پنج پنج داڻا ڪري ڳڻيم، صحيح ڪونہ ڳڻي سگهيس. ٻي پيري ٻہ ٻہ داڻا ڪري ڳڻيم. ٽين پيري هڪڙو هڪڙو داڻو ڪري ڳڻيم پر ڳاڻيٽو صحيح ڪونہ بيٺو. ڇڪي جو عارضو ۽ بواسير جي تڪليف بدن جو سور جو ڪڏهن ڪڏهن سڄي رات ننڊ ڪونہ ايندي آهي. اها شڪايت نہ آهي بلڪ شڪر آهي. الله تعاليٰ جون مهربانيون آهن، آئون بيمارين جو علاج ڪونہ ڪرائيندو آهيان. جنهن ڏينهن پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي هٿ تي بيعت ڪيم، انهيءَ ڏينهن کان

پنهنجي لاءِ دعا ۽ دوا جو خيال دل مان نڪري ويو آهي ۽ الله تعاليٰ تي توڪل رکندو آهيان.

اوهان لکيو آهي تہ عقيدت جو ٻوٽو دل نياز منزل ۾ انهيءَ اميد سان پوکيو هيم تہ اوهان جي فيض جو ڪکر وسندو، سرسبز ۽ شاداب ڪندو ۽ نفي ۽ اثبات جا لذيذ ميوا حاصل ٿيندا. منهنجا پيارا! اها بيقراري ۽ بي آرامي عشق جي ڪري آهي. اجايل ڪي دريا تي وڃي وجن تہ بہ اُجايل ڪي گهرجي تہ پنهنجي اُڄ مطابق پاڻي پيئي ۽ فرحت حاصل ڪري. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڏتي رضي الله تعاليٰ عنه جن درد ۽ فراق ڪي تمام گهڻو پسند فرمائيندا هئا ۽ هي بيت جهونگاريندا هئا: (بيت)

مَ ملان ڪي هوت - مر تي ڏونگر ڏوريان،
جا من اندر لوچ - متان ملڻ سان مائي ٿيئي.

هڪڙي ڏينهن هن فقير پرتقصير حقيقت ۽ معرفت جي آفتاب حضرت پيرسائين روزي ڏتي رَضيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنهُ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ بي قراري ۽ پريشاني جي ڪري عاجز ٿي پيو آهيان. فرمايائون تہ انهيءَ حال جي ڪري تنگ نہ ٿيڻ گهرجي جو گهڻي بي قراري گهڻي قرارجي لاءِ آهي جوراِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا. سختيءَ سان گڏ آساني آهي. بي قراري ترقي ۽ طالب جي طلب ڪي وڌائڻ جي لاءِ هوندي آهي. جيئن تہ رشحات ۾ بزرگ لکيو آهي تہ ٽيهہ سال گذري ويا آهن، ڪوشش ٿو ڪريان تہ هڪ لحظو ۽ لمحو غافل نہ ٿيان پر نٿو ٿي سگهان. جڏهن تہ بي قراري طالبن جي ترقيءَ جي لاءِ هوندي آهي تہ پوءِ جيڪڏهن بي قراري نہ هوندي تہ طالب جي ترقي بند ٿي ويندي. تنهن ڪري طالب دانهون ڪري ٿو ۽ پڻ اسان جا مرشد حضرت پير سائين روضيڏتي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنهُ جن هي بيت گهڻو جهونگاريندا هئا: (بيت)

گر درد عشق را بقيامت جزا دهند
ما غير درد عشق نخواهم جزا درد

ترجمون: جيڪڏهن قيامت جي ڏينهن عشق جي درد جي جزا

ڏيندا تہ اسين عشق جي درد کان سواءِ درد جي ٻي ڪابہ جزا نہ گهرنداسين.

بيمار جي بيماري جڏهن ڪمال کي پهچي وڃي، تڏهن ڪيس طبيب وٽ وٺي وڃڻ گهرجي تہ مريض کي هڪڙي پيري جي دوا بہ پورو فائدو ڪندي ۽ شفاياب ٿيندو ۽ ٻي پيري بيماريءَ جي شڪايت ڪونہ ڪندو، آمين ثم آمين. ڇا ڪريان جو وقت تنگ هو، اڻ پڙهيل ۽ اڻ ڄاڻ بس ايترو لکي سگهيو. دعا اوهان ۽ ميان عبدالخالق ۽ ٻين دوستن جي حق ۾ هميشہ گهرندو رهندو آهيان جو الله تعاليٰ فرمايو آهي: اُدْعُوْنِيْٓ اَسْتَجِبْ لَكُمْ. معنيٰ: مون کان دعا گهرو تہ آئون اوهان جي دعا قبول ڪريان. اسان جو ڪم دعا ڪرڻ آهي، دعا قبول ڪرڻ وارو الله تعاليٰ آهي. اسان جي دل ۾ خواهش پيدا ڪيائين تہ اوهان لاءِ دعا ڪريون، اها بہ الله تعاليٰ جي مهرباني آهي. اسين رڳو وچ ۾ بهانو آهيون. سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس کي چوندا.

# مکتوب چاليهون

## ميان عبدالرزاق ممبئي بندر واري ڏانهن

انهيءَ بيان ۾ تہ سوال ڪيو هئائين تہ هڪڙو بزرگ چوي تہ هرڪنهن انسان جو روح ڪنهن نہ ڪنهن جانور سان مشابه هوندو آهي. ڪنهن جي روح ۾ پولڙي واريون عادتون هونديون آهن ۽ ڪنهن جي روح ۾ ڪتي واريون خصلتون ٿين ٿيون ۽ ڪنهن جو روح ڪميٽپ جي درياءَ ۾ مستغرق آهي. انهيءَ جي جواب ۾ لکيو ويو ۽ ڪيس پير ڪامل سان رابطي جي ترغيب ڏني وئي جيڪو اهم مقصد آهي ۽ مڪاشفات ۽ احوالات ڪلي ۽ جزوي ۽ ولايت صغريٰ ۽ ڪبريٰ جا مقامات پير ڪامل جي رابطي سان ئي حاصل ٿيندا آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

نَحْمَدُهٗ وَنَسْتَعِيْنُهٗ وَنُصَلِّيْ عَلٰى خَيْرِ خَلْقِهٖ مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَسَلَّمَ. محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، ياءِ صاحب ميان عبدالرزاق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو

طريقو آهي، واضح هجي تہ اوهان پائرن جو خط ربيع الثاني جي پهرين تاريخ پهتو، جنهن ۾ اوهان بي حد محبت، اشتياق ۽ عاجزي، نيازمندي ۽ انکساريءَ جو اظهار ڪيو آهي ۽ ظاهري ۽ باطني عقيدت ۽ جان نثاري جي جذبي سان گڏ پنهنجي حال جي باري ۾ مايوسي جو اظهار بہ ڪيو اٿوَ ۽ پڻ لکيو اٿو تہ ڪو بزرگ چوي ٿو تہ هر ڪنهن خراب بنياد واري انسان جو روح جانورن سان مشابه هوندو آهي. ڪنهن جي روح ۾ پولڙي واريون عادتون هونديون آهن ۽ ڪنهن جي روح ۾ ڪتي واريون خصلتون هجن ٿيون ۽ ڪنهن جو روح ڪميڻپ جي درياءَ ۾ مستغرق آهي.

منهنجا پيارا! اها حقيقت آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

گر بصورت آدمي انسان بُدي
احمد و بوجهل هم يکسان بودي

ترجمون: جيڪڏهن صورت جي ڪري ماڻهو انسان هجي ها تہ حضرت محمد مصطفيٰ، احمد مجتبيٰ ﷺ ۽ ابوجهل هڪ جهڙا هجن ها.

ٻي بزرگ چيو آهي:

(بيت)

هر خيال کو کند در دل وطن
روز محشر صورتي خواهد شدن

ترجمون: جيڪو بہ خيال دل ۾ وطن بنائي رهيو، محشر جي ڏينهن اها ئي صورت ٿيندي.

هيءَ ظاهري صورت آهي جنهن ۾ ڪافر ۽ مسلمان ظاهري طرح سان برابر آهن ۽ حقيقت ۾ ڪافر ۽ مسلمان هڪ ٻئي جا مخالف آهن. مولانا رومي رحمه الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

متحد جانهائي شيران خدا
جان گرگان و سگان هر يک جدا

ترجمون: خدا جا شير هڪ جهڙا هوندا آهن، بگهڙ ۽ ڪتا الگ الگ هوندا آهن.

انهيءَ نسبت سان اسانِ جا مرشد حضرت پير سائين روضيءَ ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن هڪڙو نقل بيان فرمائيندا هئا تہ هڪڙي بزرگ هڪڙو خادم رکيو هو. انهيءَ خادم تمام گهڻو عرصو بزرگ جي خدمت ڪئي. هڪڙي ڏينهن بزرگ راضي ٿيو ۽ خادم جي حق ۾ دعا ڪيائين تہ شال اللہ تعاليٰ توکي ماڻهو ڪري. خادم دل ۾ چيو تہ ماڻهو تہ آئون آهيان، مون کي ڀي ڪا دعا ڪريو، پر ادب جي ڪري ڳالهہ زبان تي نہ آڻي سگهيو. وري ڪجهہ وقت کان پوءِ بزرگ خادم کان راضي ٿيو ۽ سندس حق ۾ ساڳي دعا ڪيائين. خادم کي بہ ساڳيو خيال وري بہ دل ۾ آيو. وري ٽئين دفعي بزرگ راضي ٿيو ۽ خادم کي ساڳي دعا ڪيائين. تڏهن ويچاري خادم عرض ڪيو تہ حضرتا! ماڻهو تہ آئون آهيان، منهنجي حق ۾ هدايت جي دعا ڪريو. بزرگ فرمايو تنهنجو اهو خيال آهي تہ تون ماڻهو آهين. خادم عرض ڪيو تہ منهنجو اهو ئي خيال آهي تہ آئون ماڻهو آهيان. بزرگ فرمايو تہ صبحاڻي بادشاهہ اسان وٽ ايندو، ان وقت تون اسان جي دستار پائي نظر ڪجانءِ. صبح جو سوير بادشاهہ پنهنجي لشڪر سان گڏ بزرگ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. خادم بزرگ جي دستار مٿي تي رکي بادشاهہ ۽ سندس لشڪر ڏانهن نظر ڪئي تہ بادشاهہ کي شينهن جي شڪل ۾ ڏٺائين ۽ لشڪر وارن مان ڪنهن کي ڪتو، ڪنهن کي نانگ، ڪنهن کي وڇون، ڪنهن کي ڀولڙو، مطلب تہ سڄي لشڪر جي ماڻهن کي مختلف جانورن جي شڪلين ۾ ڏٺائين. ماڻهوءَ جي صورت ۾ فقط اهو بزرگ نظر آيو. خود پنهنجي شڪل بہ اڌ ماڻهوءَ جي اڌ جانور جي نظر آيس.

منهنجا پيارا! انهن شڪلين کان اللہ تعاليٰ اوهان کي پناهہ ۾ رکي. بزرگن حقيقت جي صاحبن لکيو آهي تہ جيڪو عقيدت، اعتقاد، ارادت ۽ محبت اسان سان رکندو، اهو اسان مان آهي. دنيا ۽ آخرت ۾ اسان سان گڏ هوندو. اها ڳالهہ حضرت اويس قرني رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جي محبت ۽ ارادت مان سمجهڻ گهرجي. جيڪڏهن ارادت ۾ ڪو وسوسو پوي تہ اهو نفساني ۽ شيطاني وسوسو آهي. انهيءَ کي غلط سمجهي رد ڪرڻ گهرجي ۽

يقين ۽ ارادت کي پختو ڪرڻ گهرجي.

(بيت)

در يمني بامني پيش مني
گر پيش مني بي مني در يمني

ترجمون: جيڪڏهن يمن ۾ هوندين پر مون کي ياد ڪندين تہ مون سان گڏ آهين، پر جيڪڏهن مون وٽ هوندي بہ منهنجو خيال توکي نہ هوندو تہ گويا تون يمن ۾ آهين.

اسان پسماندن جي لاءِ عظيم بشارت آهي. انهيءَ تي پڪو يقين رکڻ گهرجي. جيڪڏهن يقين حاصل ٿيو تہ مراد حاصل ٿي ۽ مدعا پوري ٿي.

(بيت)

هرچہ هست از قامت ناسازي ما است
ورنہ تشريف تو بر بالائي کس کوتاه نيست

ترجمون: جوڪجهہ بہ آهي اسان جي قد جي ڏنگائي جي ڪري آهي، ورنہ اوهان جو قد تہ ڪنهن کان گهٽ ڪونہ آهي.

اوهان لکيو آهي تہ افسوس آهي بدقسمتيءَ تي، حيران ۽ پريشان آهي جو هي ويچارو ڀاريدار اوهان بزرگن جي فيض کان محروم آهي. منهنجا پيارا! ملاقات ۾ ظاهري ديدار صورت آهي ۽ فراق ۾ يادگيري حقيقت آهي.

(بيت)

اگر هوشمندي بمعنيٰ گرائي
کہ معنيٰ بماند نہ صورت بجائي

ترجمون: جيڪڏهن دانا آهين تہ حقيقت کي وٺ جو حقيقت باقي رهندي صورت قائم نہ رهندي.

اها نامرادي، نامرادي نہ آهي، بلڪ انهيءَ نامراديءَ ۾ لکين مرادون مخفي آهن. اها نامرادي عظيم نعمت ۽ بيش بها دولت تي دلالت ڪري رهي آهي. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ هڪڙو بزرگ هو جيڪو رات ڏينهن الله تعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول رهندو هو. ڪوبہ لحظو ۽ لمحو الله تعاليٰ

جي يادگيريءَ کان غافل نہ رهندو هو. هڪڙي ڏينهن شيطان ابليس بزرگن واري صورت بنائي انهيءَ وٽ آيو ۽ انهيءَ کان پڇيائين تہ تون هيتري قدر ذڪر ۾ مشغول رهين ٿو، ڪڏهن لَبَّيْکَ يَا عَبْدِيُ. معنيٰ: اي منهنجا ٻانها آئون حاضر آهيان جو آواز ٻڌو اٿئي؟ بزرگ چيو تہ مون اهو آواز ڪونہ ٻڌو آهي. شيطان چيو تہ تنهنجي عبادت قبول ئي ڪونہ آهي. تو پنهنجي عمر ضايع ڪري ڇڏي آهي. بزرگ چيو پوءِ آئون ڇا ڪريان؟ ابليس چيو ذڪر ڪي ڇڏي ڏي ۽ ماٺ ڪري ويهي رهو. بزرگ ڪنڌ وني ماٺ ڪري ويهي رهيو. حضرت موسيٰ عَلَيْهِ السَّلَامُ جڏهن ڪوهہ طور ڏانهن ويندو هو تہ انهيءَ بزرگ جو آواز ٻڌندو هو ۽ بزرگ وٽ ايندو هو. بزرگ جي ذڪر ترڪ ڪرڻ کان پوءِ حضرت موسيٰ عَلَيْهِ السَّلَامُ اُتان لنگهيو تہ ذڪر جو آواز ڪونہ ٻڌائين ۽ ڏٺائين تہ بُزرگ ماٺ ڪري ويٺو آهي. کانئس پڇيائين تہ ذڪر ڪي ڇو ڇڏيو اٿئي؟ بزرگ سڄي ڳالهہ موسيٰ عليه السلام ڪي بيان ڪري ٻڌائي. حضرت موسيٰ عليٰ نَبِينَا وَعَلَيْهِ السَّلَامُ بزرگ ڪي چيو تہ تنهنجو ذڪر جاري رکڻ لَبَّيْکَ يَا عَبْدِيُ آهي جو توکي ٻين ڪمن ڪي ڇڏي پنهنجي ذڪر ۾ مشغول رهڻ جي توفيق ملي آهي. اهو شيطان هو جنهن توکي ذڪر کان روڪيو آهي. اي پيارا! اها بيقراري ۽ اضطراب ئي الله تعاليٰ جو توکي سڏڻ آهي، ٽرڻ نہ آهي.

(بيت)

ذڪر ڪن تا ترا جان است
پاڪي دل از ذڪر رحمان است

ترجمون: ذڪر ڪندو رهہ جيستائين جيئرو آهين، دل جي پاڪائي رحمان جي ذڪر سان حاصل ٿيندي آهي.

گهڻو ذڪر ايمان ۽ الله جي رحمت جي نشاني آهي. اهل ياد هميشہ شاد ۽ ذڪر رحمان فرحت جان.

(بيت)

چون خواهي ڪہ فردا شوي رستگار
مزن دم بجز ياد پروردگار

ترجمون: جيڪڏهن چاهين ٿو تہ صبحاڻي توکي ڇوٽڪارو حاصل ٿئي تہ اللہ تعاليٰ جي يادگريءَ کان سواءِ هڪڙو ساهہ بہ نہ کڻ.

فَفِرُّوْٓا اِلَي اللّٰهِ، پوءِ ڊوڙو اللہ تعاليٰ ڏانهن. پيو تہ اسان جي صورت ۽ اسان جي مرشد جي صورت بلڪ هن سلسلي جي سڀني مشائخن جون صورتون ۽ سندن نالا مبارڪ وٺي ظاهري ۽ باطني معاملن ۾ انهن کان مدد وٺڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ مون شيخ ابوالقاسم گرگاني رحمۃ اللہ عليه جي ڪتاب ۾ لکيل ڏٺو آهي تہ سندس ذڪر اويس اويس هو جنهن ۾ رات ڏينهن مشغول رهندو هو جيڪو سندس مرشد جو نالو هو ۽ پڻ حضرت غوث الاعظم رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنْهُ جي مناقب ۾ لکيل ڏٺو اٿم تہ سندن هڪڙي مريدَ هن فاني جهان ۾ لاڏاڻو ڪيو. انهيءَ وٽ قبر ۾ منڪر نڪير آيا ۽ پڇيائون تہ مَنْ رَبُّكَ وَمَنْ نَبِيُّكَ وَمَا دِيْنُكَ؟ معنيٰ تنهنجو رب ڪهڙو آهي، تنهنجو نبي ڪهڙو آهي ۽ تنهنجو دين ڪهڙو آهي؟ چيائين عبدالقادر، عبدالقادر، عبدالقادر. ملائڪن گرزن سان مٿس حملو ڪيو. حضرت غوث الاعظم کين روڪي ڇڏيو. ملائڪن بارگاهہ الاهي ۾ وڃي عرض ڪيو. اللہ تعاليٰ ملائڪن کي حڪم ڪيو تہ موٽي وڃو ۽ ان کي سخت گرزن سان عذاب ڏيو. ملائڪ وري آيا ۽ وڃي سخت گرزن سان حملو ڪيائون. حضرت غوث الاعظم ملائڪن کان گرز ڦري ورتا ۽ ملائڪن کي چيو تہ اللہ تعاليٰ جي حضور ۾ عرض ڪريو تہ هن مون کي سڃاتو ۽ مون توکي سڃاتو آهي. ملائڪن اللہ تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ وڃين اهو عرض ڪيو. اللہ تعاليٰ غفور ۽ ڪريم جي بارگاهہ مان ملائڪن کي حڪم ٿيو تہ انهيءَ مريد کي پڇاڻو معاف آهي. اوهان وڃين نرمي ۽ نوڙت، عاجزي ۽ انڪساريءَ سان بادشاهہ پير کان پنهنجا گرز وٺو. اي پيارا! ارادت باسعادت اهڙي هجي جيڪا بيان ٿي. اسين بي ادب پنهنجي بي ادبي ۽ ڪوتاهي جي ڪري انهيءَ عظيم نعمت کان محروم رهجي وياسين ۽ ڪميڻي دنيا جنهن ۾ قسمين قسمين مصيبتون آهن، گرفتار ٿي وياسين.

(بيت)

بند بگسل باش آزاد اي پسر

چند باشي بند سيم و بند زر

ترجمون: اي پٽ! قيد ٽوڙي آزاد ٿي وڃ، چانديءَ ۽ سون جي قيد ۾ ڪيترو رهندين؟

منهنجا پيارا! سڀئي پليتيون جڏهن سج جي ڪرڻن سان خشڪ ٿينديون آهن ته انهن جي پليتي ختم ٿي ويندي آهي. طالب کي گهرجي ته رابطو قائم ڪري پنهنجي مرشد جي صورت حاضر ڪري. جڏهن رابطو حاصل ٿيو ته طالب جڻ ته حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو ۽ ٻنهين جهانن جي طوفانن کان محفوظ ٿي ويو.

(بيت)

چہ غم ديوار است را کہ باشد چون تو پشتيبان

چہ باک از موج بحران را کہ باشد نوح کشتيبان

ترجمون: امت جي ديوار کي ڪهڙو غم جڏهن اوهان جهڙو پشتيبان آهي، ٻيڙي وارن کي ڇولين جو ڪهڙو ڊپ جڏهن نوح ناکئو هجي.

منهنجا پيارا! طلب ۾ امير المومنين حضرت ابوبکر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جو صدق، امير المومنين حضرت عمر فاروق رَضِيَ اللّٰه تعالىٰ عنه وارو عدل، امير المومنين حضرت عثمان رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جو حياءُ ۽ امير المومنين حضرت علي ڪرم اللّٰه وَجهه جي شجاعت گهرجي. جنهن کي بہ ولايت جي درجي ۾ داخل ڪندا آهن، تنهن کي انهن چئن اصحابن سڳورن جي خلق مان گهڻو حصو ڏئي سرفراز فرمائيندا آهن. طريقت جا مشائخ رِضْوَانُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنَ، جيڪو مريد ڪمال جي درجي کي پهچندو آهي، انهيءَ کي چئن يارن ۽ پنجن تنن ۽ سلسلي جي مشائخن جي تصور ۾ مشغول رهڻ جو حڪم فرمائيندا آهن ۽ مرشدن جي حڪم جي تابعداري جي برڪت سان مريدن کي فيض جا وڏا حصا ملندا آهن. جوڪجهه بہ آهي، ارادت ئي آهي. اها ئي ٻنهين جهانن جي سعادت آهي. اوهان لکيو

آهي تہ درويش نور محمد صاحب في الحقيقت اسم بامسميٰ هو. جيئن تہ سندس قلب نور محمد ﷺ مان فيض حاصل ڪيو. منهنجا عزيز! ولايت جي ڪمالات جو اهو درجو جنهن جي اوهان انهيءَ بزرگ جي حق ۾ تشريح فرمائي آهي تہ في الحقيقت ائين نہ آهي. اهو ويچارو مبتدي هو جنهن مقام قلب ۾ ڪا ٿورڙي صفائي حاصل ڪئي هئي. حقائق اشياءِ ۽ سيئي صورتون انهيءَ مقام تي هر ڪنهن طالب تي ڪشف جي ذريعي ظاهر ۽ منڪشف ٿينديون آهن. اوهان لکيو آهي تہ في الحقيقت اسم بامسميٰ هو. اهو مرتبو تمام بلند آهي جو ولايت محمدي ﷺ جي انتها آهي، جيڪا ولايت احمدي ﷺ جي ابتدا آهي. اهي سڀ ڪشف قلوب، ڪشف قبور، ڪشف حقائق، اشياءِ جا ٽي ئي درجا ولايت کان اڳي طالب کي حاصل ٿيندا آهن. هڪڙي ڏينهن هي فقير پنهنجي مسجد ۾ ويٺو هو، برسات جي موسم هئي. اشراق جي وقت دل ۾ هڪڙو خيال آيو. انهيءَ پاسي روانو ٿيو. وضو جي ضرورت ٿي، وضو ڪري اشراق جي نماز پڙهيم. ان کان پوءِ مقبرو جيڪو اسان جي ڳوٺ کي ويجهو آهي، جنهن ۾ گهڻائي مرد، عورتون ۽ ٻار مدفون آهن، انهن جي ڪشش تي ۽ ڪشش جي سبب کان انهيءَ مقبره ۾ وڃين مراقبو ڪيم. معلوم ٿيو تہ سيئي ويچارا جلال جي آتش ۽ هلاڪت جي کن ۾ پيا آهن. پوءِ ڪشش جي سبب ۽ انهن جي التجائن تي سندن چوٽڪاري جي لاءِ الله تعاليٰ ڏانهن متوجه ٿيس تہ الهام جي ذريعي امر ٿيو تہ تون پاڻ "صاحب رضا آهين" ۽ رضا جي باري ۾ اهڙا سوال نہ ڪرڻ گهرجن. وري دل ۾ آيو تہ بنده کي مالڪ جي بارگاهہ ۾ عجز ، نياز ۽ سوال کان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو ڪونہ آهي. انهيءَ باري ۾ گهڻيون ئي دعائون اشراق کان وٺي ڏينهن جي پهر ڏيڍ تائين جاري رهيون. آخرڪار پنهنجي خاص ڪرم سان امر ٿيو تہ انهن تي دوزخ جي دري بند ڪري بهشت جي دري کولي ڇڏيو جڏهن تہ ڪڏهن ڪنهن دعوت تي ويندو هئس يا پنهنجي ڳوٺ ۾ هوندو هئس تہ سيني مسلمانن ۽ اولياءَ، متقدمين ۽ متاخرين جا ارواح ختمي

جي ثواب جي مدد گهرندا هئا. ڪڏهن ائين به ٿيندو هو ته سڀ مماتي وارا حضرت آدم عَلَيۡهِ السَّلَامُ کان وٺي اڄ تائين مشاهدي ۾ ايندا هئا. اهو سڀ توسط وارو حال آهي. قرب ۽ قبوليت جو درجو ته ولايت جي درجي کان اڳي حاصل ٿيندو آهي. انهن مڪاشفن جي باري ۾ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعالیٰ عنه ۽ حضرت شيخ آدم بنوري رحمة الله عليه پنهنجين تصنيفن ۾ لکن ٿا ته ٻانڀڻ ۽ جوڳين کي به ڪڏهن ڪڏهن مڪاشفا ۽ خوارق عادات حاصل ٿينديون آهن جيڪي ڪافر مطلق آهن. ڪڏهن ڪڏهن اهي حالتون ولايت کان خارج هونديون آهن ۽ جيڪو في الحقيقت اسم بامسميٰ آهي، اهو "حقيقة الحقائق" جو مرتبو آهي ۽ انهيءَ مرتبي کي "روح اعظم"، "عقل ڪل" ۽ "حقيقت محمدي ﷺ" به چوندا آهن. انهيءَ مقام کان مٿي حقيقت احمدي ﷺ آهي. ڪٿان کان ڪٿي.

هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعالیٰ عنه جن جي خدمت ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! ڪشف القبور ۽ ڪشف القلوب بنده کي حاصل آهي. پاڻ فرمايائون ته ساداتن مان هڪڙو سيد ناصر علي جيڪو اسان جو مريد هو، تنهن کي "ڪشف قلوب" ۽ "ڪشف قبور" حاصل هو. هڪڙي ڏينهن سيد قابل شاهه جيڪو اسان جو عزيز ۽ ڪامل مڪمل هو، تنهن سيد ناصر علي کي چيو ته اهو ڪشف ته جهنگلي گڏهن کي به ٿيندو آهي، جيڪي ٻارن کان ٺهندا آهن، وڏن ماڻهن کان ڪونه ٺهندا آهن. طالب کي گهرجي ته انهن ڳالهين تي ڌيان نه ڏي ۽ گوشه نشين ٿي ويهي جيڪو طالب جي لاءِ "ڪوٽ آهي". اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعالیٰ عنه جن مثنويءَ جو نقل بيان فرمائيندا هئا ته ٻه زالون پاڙيسريون پاڙيءَ تي وڃي رهيون هيون. واٽ ۾ نر ۽ مادي گڏه لڳ ڪندي ڏٺائون. هڪڙيءَ کي انهيءَ ڳالهه جي خبر هئي، ٻي انهيءَ ڳالهه کان ناواقف هئي. تنهن ٻيءَ کان پڇيو ته هي ڇا پيا ڪن؟ جنهن کي خبر هئي تنهن چيو ته جماع

پيا ڪن. پڇڻ واري ۽ ڇيو تہ جيڪڏهن جماع اهو آهي، جيڪو گڏهہ پيا ڪن تہ پوءِ اسان جا مڙس رقص ٿا ڪن. مولانا رومي فرمائي ٿو:

(بيت)

گر جماع اين است کہ کردي خران
برقص ما ميرينند اين شوهران

ترجمو: جيڪڏهن جماع اهو آهي، جيڪو گڏهہ پيا ڪن تہ اسان جا مڙس تہ رقص ٿا ڪن.

اهل الله جي حالتن ۾ فرق انهيءَ نقل مان سمجهڻ گهرجي. اهل ڪمال جا احوال ڪاملن ڪان سواءِ ٻيا عقل معاش وارا، جن جو عقل سنڌ آهي، هرگز نٿا سمجهي سگهن، انهيءَ ساده دل زال وانگر.

اي پيارا! حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعالىٰ عنه جن پنهنجي مڪتوبات ۾ فرمايو آهي تہ شيخ ابوالحسن خرقاني رحمہ الله عليه جي ٻن مريدن سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ اسان کي فيض ملڻ ۾ دير ٿي آهي، شفقت فرمايو. حضرت امام صاحب فرمايو تہ جيڪڏهن فلاڻان بزرگ زنده هجن ها تہ اوهان کي انهن وٽ موڪليان ها تہ جلدي حاصل ڪريو ها. ان ڪان پوءِ فرمايائون تہ ڪمال جو درجو شيخ کي حاصل هو، اهي ٻئي متوسط درجي تي هئا. طريقي جي توسط وٽان فيض جلدي حاصل ٿيندو آهي ۽ ڪامل مڪمل ڪان دير سان. اهو ڪن جي لاءِ ناپائيدار هوندو آهي ۽ ڪن جي لاءِ پائيدار. اوهان يائرن کي گهرجي تہ پنهنجي دل کي پريشاني ۾ نہ وجهو جو تڪڙ ڪم شيطان جو آهي. جيڪو دير سان ايندو سو درست هوندو ۽ ديرپا ٿيندو. وذيڪ: السَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلىٰ مَنْ لَدَيْكُمْ.

## مڪتوب ايڪيتاليهون

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن

هن بيان ۾ تہ سوال ڪيو هئائين تہ اهل ۽ عيال ۾ مبتلا هجڻ جي ڪري ڏنڌي ۽ ڪاروبار جي ضرورت آهي تہ روزگار جي

اوهان لکيو آهي تہ ثبوت موجود آهي تہ امير المؤمنين حضرت صديق اڪبر رضي اللهُ تعاليٰ عنهُ خلافت جي لاءِ مقرر ٿيو، انهيءَ ڏينهن صبح جو سويرو بازار ڏانهن روانو ٿيو تہ پنهنجو واپار وارو ڌنڌو ڪري. امير المؤمنين عمر ۽ حضرت ابوعبيده رضي الله تعاليٰ عنه پهتا ۽ چيائون تہ يا امير المؤمنين! ڪيڏانهن ٿا وڃو؟ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو تہ بازار تو وڃان. چيائون ڇاجي لاءِ؟ حالانڪ هاڻي اوهان مسلمانن جا والي آهيو. اها ڳالهہ اوهان جي منصب سان مناسبت نٿي رکي تہ هميشہ وانگر بازار وڃو ۽ ڌنڌو ڪريو. صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو پوءِ عيال جي گذران جي لاءِ ڇا ڪريان؟ حضرت عمر ۽ ابوعبيده رضي الله عنهما فرمايو تہ اوهان واپس هلو، اوهان جي لاءِ بيت المال مان وظيفو مقرر ڪنداسين. امير المؤمنين حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه واپس موٽي آيو ۽ اصحابن سڀني رضي الله عنهم جي اتفاق سان حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه ۽ سندس عيال جي لاءِ کاڌي خوراڪ ۽ ڪپڙي لٽي، سواري ۽ خادم جي لاءِ وظيفو مقرر ٿيو. منهنجا عزيز! هڪڙي ڏينهن امير المؤمنين حضرت صديق اڪبر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنهُ رستي سان وڃي رهيا هئا. ڪين هڪڙو ٻهراڙيءَ جو ماڻهو مليو جنهن ڪين سڃاتو ڪونہ ٿي. انهيءَ کان پڇيائون تہ رسول الله ﷺ جن جو خليفو ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي؟ انهيءَ ٻهراڙيءَ واري ماڻهو چيو تہ ٻيو هر لحاظ سان چڱو ماڻهو آهي پر بيت المال مان وظيفو وٺي ٿو. انهيءَ ڏينهن کان حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه بيت المال مان وظيفو وٺڻ بند ڪري ڇڏيو. منهنجا عزيز! اسان ڪي پنهنجي نفس جي غرض جي لاءِ اهڙا حيلا بهانا نہ ڪرڻ گهرجن ڇاڪاڻ تہ اسين ۽ اوهان امير المؤمنين حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جن جي مقام کي نٿا پهچي سگهون. اي پيارا! اهو اخلاص تڏهن حاصل ٿيندو، جڏهن پاڻ کي ختم ڪري ڇڏبو. خودي نہ رهندي ۽ آيت سڳوري مُوتُوا قَبلَ اَنْ تَمُوتُوا، معنيٰ مرڻ کان اڳي مرو جو مصداق بنجي وڃبو. جيئن تہ حضرت صديق اڪبر رضي الله

اوهان لکيو آهي ته ثبوت موجود آهي ته امير المؤمنين حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه خلافت جي لاءِ مقرر ٿيو، انهيءَ ڏينهن صبح جو سويرو بازار ڏانهن روانو ٿيو ته پنهنجو واپار وارو ڌنڌو ڪري. امير المؤمنين عمر ۽ حضرت ابوعبيده رضي الله تعالى عنه پهتا ۽ چيائون ته يا امير المؤمنين! ڪيڏانهن ٿا وڃو؟ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه فرمايو ته بازار تو وڃان. چيائون ڇاجي لاءِ؟ حالانڪ هاڻي اوهان مسلمانن جا والي آهيو. اها ڳالهه اوهان جي منصب سان مناسبت نٿي رکي ته هميشه وانگر بازار وڃو ۽ ڌنڌو ڪريو. صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه فرمايو پوءِ عيال جي گذران جي لاءِ ڇا ڪريان؟ حضرت عمر ۽ ابوعبيده رضي الله عنهما فرمايو ته اوهان واپس هلو، اوهان جي لاءِ بيت المال مان وظيفو مقرر ڪنداسين. امير المؤمنين حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه واپس موٽي آيو ۽ اصحابن سڀني رضي الله عنهم جي اتفاق سان حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه ۽ سندس عيال جي لاءِ کاڌي خوراڪ ۽ ڪپڙي لٽي، سواري ۽ خادم جي لاءِ وظيفو مقرر ٿيو. منهنجا عزيز! هڪڙي ڏينهن امير المؤمنين حضرت صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنه رستي سان وڃي رهيا هئا. ڪين هڪڙو ڀهراڙيءَ جو ماڻهو مليو جنهن ڪين سڃاتو ڪونه ٿي. انهيءَ کان پڇيائون ته رسول الله ﷺ جن جو خليفو ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي؟ انهيءَ ڀهراڙيءَ واري ماڻهو چيو ته پيو هر لحاظ سان چڱو ماڻهو آهي پر بيت المال مان وظيفو وٺي ٿو. انهيءَ ڏينهن کان حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه بيت المال مان وظيفو وٺڻ بند ڪري ڇڏيو. منهنجا عزيز! اسان کي پنهنجي نفس جي غرض جي لاءِ اهڙا حيلا بهانا نه ڪرڻ گهرجن ڇاڪاڻ ته اسين ۽ اوهان امير المؤمنين حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه جن جي مقام کي نٿا پهچي سگهون. اي پيارا! اهو اخلاص تڏهن حاصل ٿيندو، جڏهن پاڻ کي ختم ڪري ڇڏبو. خودي نه رهندي ۽ آيت سڳوري مُوتُوا قَبلَ اَنْ تَمُوتُوا. معنيٰ، مرڻ کان اڳي مرو جو مصداق بنجي وڃبو. جيئن ته حضرت صديق اڪبر رضي الله

تعاليٰ عنہ جي باري ۾ نبي ڪريم ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ: مَنْ اَرَادَ اَنْ يَّنْظُرَ اِلَي الْمَيِّتِ يَمْشِيْ عَلٰي وَجْهِ الْاَرْضِ فَلْيَنْظُرْ اِلٰي اِبْنِ اَبِيْ قُحَافَةَ. معنيٰ: جيڪو چاهي تہ اهڙي ميت کي ڏسان جيڪو زمين تي هلي گهمي رهيو هجي تہ اهو ابوقحافہ جي پٽ کي ڏسي. ٻيو جواب هي تہ سيني مسلمانن جون حاجتون اسان جي حوالي ڪونہ ڪيون ويون آهن نہ ئي اسين حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنہ وانگر رات ڏينهن نبي ڪريم ﷺ جن جي امت جي خدمت ۾ مصروف آهيون. جيڪڏهن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنہ وظيفو ونندو هو تہ پاڻ پنهنجي نفس جي لاءِ نہ ونندو هو. جيئن اسين رات ڏينهن پنهنجي نفس جا مطلب حاصل ڪرڻ جي لاءِ حيران ۽ پريشان رهندا آهيون، اسان ۾ اوهان کي نٿو جڳائي تہ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنہ سان همسري ڪريون. جنهن جي حق ۾ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ جيڪڏهن ساهمي جي هڪڙي پڙ ۾ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنہ جو ايمان رکيو وڃي ۽ ٻئي پڙ ۾ منهنجي سڄي امت جو ايمان رکيو وڃي تہ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنہ جو ايمان منهنجي سڄي امت جي ايمان کان ڳرو ٿيندو. انهيءَ مناسبت سان مولانا رومي رحمۃ الله عليہ فرمائي ٿو:

(بيت)

همسري با انبيا برداشتند
اوليا راهم چون خود پنداشتند
گفت اينک ما بشر ايشان بشر
ما و ايشان بستۂ خوابيم و خور
اين نيافتند ايشان از غمي
هست فرقي درميان بي انتها
هر دوگون آهو گياه خوردند وآب
زين يکي سرگين شود ز ان مشک ناب

ترجمون: نبين سان همسري ڪيائون، ولين کي پاڻ جهڙو سمجهيائون. چيائون اسين بہ بشر آهيون هو بہ بشر آهن، اسين ۽ هو کائيندا بہ آهيون، سمهندا بہ آهيون. انڌن کي اهو نظر ڪونہ آيو

تہ ٻنهين جي وچ ۾ وڏو فرق آهي. هرڻ جا ٻئي قسم گاهہ کائيندا آهن ۽ پاڻي پيئندا آهن پر هڪڙو ڦولڙيون لاهيندو آهي، ٻئي مان مشڪ حاصل ٿيندي آهي.

منهنجا عزيز! جيڪو مٿي ذڪر ٿيو ۽ امير المؤمنين حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه کان ظاهر ٿيو، اهو عبديت ۽ عبوديت جي لاءِ هو ۽ ٻين مسلمانن جي آساني جي لاءِ هو. اگرچہ پاڻ معيشت جي اسبابن جو بنياد توڪل تي رکيو هئائون پر اختيار ڪيائون عام مسلمانن جي آساني جي لاءِ تہ جيئن اهي توڪل سان گڏ روزگار جا اسباب بہ اختيار ڪن. خاص ماڻهن جي لاءِ توڪل شرط آهي. فَتَوَكَّلُوْٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ.
معنيٰ: توڪل ڪريو جيڪڏهن مؤمن آهيو. جيڪڏهن شرط نہ هوندو جيڪو توڪل آهي تہ مشروط ڪٿان ايندو جيڪو ايمان آهي؟ مولانا رومي رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

توڪل ڪن بلرزان پاءِ دوست
رزق توبر تو ز تو عاشق تر است
بر سر پردانہ نوشتہ عيان
ڪہ من نصيب ابن الفلان ابن الفلان

ترجمون: توڪل ڪر ۽ هٿ پير چور، تنهنجو رزق توتي توکان وڌيڪ عاشق آهي. هر ڪنهن داڻي تي لکيو پيو آهي تہ فلاڻي پٽ فلاڻي جو نصيب آهيان.

هڪڙي ڀيري رسول الله ﷺ ڪنهن پاسي جهاد جي لاءِ تياري فرمائي. ساز و سامان موجود ڪونہ هو. اصحابن سڳورن کي حڪم فرمايائون تہ هرڪو پنهنجي طاقت آهر جهاد جي راهہ ۾ مالي مدد ڏي. امير المؤمنين حضرت عمر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنْهُ ٻہ هزار درهم کڻي آيو ۽ امير المؤمنين حضرتَ ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنْهُ چار هزار درهم کڻي آيو. انهيءَ وقت امير المؤمنين حصرت عمر رضي الله عنه جي دل ۾ خيال هو تہ اڄ آئون امير المؤمنين حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه تي سبقت حاصل ڪري ويندس. نبي ڪريم ﷺ جن کي حضرت

عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي دل جو اهو خيال معلوم ٿي ويو. ڪانئس پڇيائون اي عمر رَضي اللهُ تَعَاليٰ عَنهُ! ڇا آندو اٿئي ۽ ڇا عيال جي لاءِ ڇڏي آيو آهين؟ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ! سموري ملڪيت جو اڌ عيال جي لاءِ ڇڏي آيو آهيان ۽ اڌ ڪٺي آيو آهيان. پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جن کان پڇيو تہ اي ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه! تون ڇا ڪٺي آيو آهين ۽ ڇا عيال جي لاءِ ڇڏي آيو آهين؟ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ! جوڪجهہ بہ منهنجي ملڪيت ۾ هو، اهو سڀ ڪجهہ ڪٺي آيو آهيان ۽ عيال جي لاءِ الله جَلّ جَلَالُہٗ ۽ رسول الله ﷺ ڪافي آهن.

منهنجا پيارا! ڏسو حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جي ترڪ دنيا ۽ توڪل جو شان. اسين بدبخت ۽ سڙيا اسان جي ڪهڙي مجال جو حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه سان برابري ڪريون. انهيءَ مناسبت سان اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضيَ اللهُ تَعَاليٰ عَنهُ جن مثنويءَ جو هڪڙو نقل بيان فرمائيندا هئا تہ هڪڙو ماڻهو قد جو ڇوٽو هو ۽ سندس زال قد جي ڊگهي هئي. همبستريءَ جي وقت زال کي چمي ڏيڻ جي ڪوشش ڪيائين. زال چيو ڇا تو ڪرين؟ چيائين سنت تو ادا ڪريان. زال چيو فرض قضا تو ٿيو وڃي، توکي سنت جي لڳي آهي.

منهنجا پيارا! اسين ۽ اوهان عاجز ويچارا ايرا ۽ هٿين خالي آهيون. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه هي مصرع گهڻي جهونگاريندا هئا:

جز عجز جز بيچارگي نقدي ندارد خواجگي

معنيٰ: بزرگيءَ جو حاصل عاجزي آهي.

اسان جو نفس جيڪي حيلا ٿو هلائي، سڀ پنهنجي مرادن جي لاءِ تو هلائي ۽ نہ الله تعاليٰ جي رضا جي لاءِ. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي: (بيت)

هرچہ جز عشق بسوز و غارت کن
هرچہ جز دين از و طهارت کن

ترجمون: جوڪجهه به عشق کان سواءِ آهي، اهو سارڙي ختم ڪر. جوڪجهه به دين کان سواءِ آهي تنهن کان هٿ ڌوئي ڇڏ.

يعني آسرو پلي ڇڏ. وَالسَّلَامُ عَلٰي مَنِ اتَّبَعَ الْهُدٰي وَالْتَزَمَ مُتَابِعَةَ الْمُصْطَفٰي ﷺ.

# مڪتوب ٻائيتاليهون

حاجي احمد ممبئي بندر واري ڏانهن

ذڪر فڪر ۽ الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ مشغول رهڻ جي ترغيب جي باب ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، ميان حاجي احمد رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلام ۽ خير جي دعائن کان پوءِ واضح هجي ته اوهان ڀائرن جو خط پهتو. پڙهي احوال معلوم ٿيو.

اوهان تپ، اسهال، پيٽ جي سور ۽ ٻين تڪليفن جي باري ۾ لکيو هو. پيارا! فقير سڄي جماعت سان اوهان ڀائرن جي حق ۾ دعا گهري ۽ گهرندو. الله تعاليٰ پنهنجي خاص لطف ڪرم، مهرباني ۽ ٻاجهه سان قبول فرمائي، آمين.

طالب کي گهرجي ته تڪليفن ۽ بيمارين جي ڪري دل ۾ رنج نه ٿئي. الله تعاليٰ تي توڪل رکي. الله تعاليٰ سيئي مرض دفع ڪندو ۽ سندس دل کي وسوسن کان محفوظ رکندو ۽ طالب هڪ لمحو به الله تعاليٰ جي يادگيري کان غافل ڪونه رهندو.

(بيت)

نگهدار دم را ڪه عالم دمي است
ولي پيش دانا به از عالمي است
دم در ڪشم جمله غمت نيش ڪنم
تا پس من بڪس نماند غمي تو

ترجمون: دم کي سنڀال جو جهان هڪڙو دم آهي پر دانا وٽ سڄي جهان کان وڌيڪ آهي. دم هٽي تنهنجو سمورو غم پي وڃان جو مون کان پوءِ تنهنجو غم ٻي ڪنهن کي به نه هجي.

منهنجا پيارا! الله تعاليٰ کي يادڪرڻ وارا هميشه شاد هوندا آهن. ۽ نهين جهانن جي تڪليف کان آزاد هوندا آهن. رحمان جي ذڪر سان جان کي راحت حاصل ٿيندي آهي.

(بيت)

ذکر کن ذکر تا ترا جان است - پاکي دل ز ذکر رحمان است

ترجمون: ذڪر ڪندو رهہ جيستائين جيئرو آهين. رحمان جي ذڪر سان دل پاڪ ٿيندي آهي.

پيارا! ذڪر فڪر جي دل جان سان ڪوشش ڪجي تہ سيئي بيماريون الله تعاليٰ جي فضل سان شفا ۾ تبديل ٿي وينديون. جسم جي بيماري ذڪر سان دفع ٿي ويندي ڇو تہ دل الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ مشغول هوندي تہ جسم جي تڪليف وسري ويندي. مرض جسم سان تعلق رکي ٿو، دل سان نہ. دل کي نفساني ۽ شيطاني خيال پريشان ڪن ٿا. جڏهن پريشان خيالي الله تعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ تبديل ٿي ويندي تڏهن جسم بہ مرضن کان محفوظ ٿي الله تعاليٰ جي پناهہ ۾ پهچي امن ۽ سڪون حاصل ڪندو. مون کي اهو تجربو آهي تہ ڪڏهن بيماري ٿيندي آهي ۽ فقيرن جي صحبت ۾ اچبو آهي تہ بيماري بدن مان نڪري وڃي ۽ فرحت حاصل ٿيندي آهي. اوهان کي گهرجي تہ طريقت جي يارن ۽ پائرن جي صحبت اختيار ڪريو جيڪي الله جا ولي آهن. پاڻ نہ وڃي سگهو تہ انهن کي دعوت ڏئي گهرايو جو انهن جي صحبت خاڪ کي اڪسير ڪري ڇڏيندي آهي. انهن جي نگاهہ هر دل تي اثر ڪندي آهي. جيڪو بہ الله وارن سان هڪڙي گهڙي گڏ گذاريندو، انهيءَ کي آخرت ۾ ڪوبہ عذاب نہ ٿيندو.

جيڪڏهن الله وارن جي صحبت حاصل نہ ٿئي تہ پوءِ پنهنجي مرشد جون ڳالهيون ڪجن ۽ ٻيا ٻڌن يا ٻيو ڳالهہ ڪري ۽ پاڻ ٻڌي تہ مرشد جي ڳالهين ڪرڻ ۽ ٻڌڻ سان بيمارين کان شفا حاصل ٿئي. ڇاڪاڻ تہ ”عِنْدَ ذِكْرِ الصَّالِحِيْنَ تَنْزِلُ الرَّحْمَةُ.“ معنيٰ صالحن جي ذڪر سان الله تعاليٰ جي رحمت نازل ٿيندي آهي. جڏهن رحمت نازل ٿيندي تہ زحمت ڀڄي ويندي. هن خط کي غور سان پڙهو يا

ٻي کان پڙهائي ڏيان سان ٻُڌو تہ ظاهري ۽ باطني شفا حاصل ٿئي. جيڪڏهن ڪو سمجهو آهي تہ هڪڙو حرف ئي ڪافي آهي. وڌيڪ سلام قبول ڪندا.

# مڪتوب ٽيتاليهون

قاضي غلام محمد نصرپور واري ڏانهن لکيو ويو، ذڪر فڪر جي ترغيب ۽ الله تعاليٰ جي طلب ۾ ڪوشش ڪرڻ جي باري ۾.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

برخوردار سعادت اطوار قاضي غلام محمد صاحب، سلامن کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي، معلوم هجي تہ اها غنيمت آهي تہ وقت جي موڙي هٿ ۾ آهي. جڏهن عمر پوري ٿي وئي تہ هزارين لکين ڏيندا تہ بہ هڪڙي گهڙي عمر جي نہ ملندي. تنهن ڪري هن وقت کي ئي غنيمت سمجهي الله تعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ گذارجي.

(بيت)

نگهدار دم راکہ عالم دمي است

دمي پيش دانا بہ از عالمي است

ترجمون: دم کي سنڀال جو سڄو جهان هڪڙو دم آهي. دانا وٽ هڪڙو دم سڄي جهان کان بهتر آهي.

طالب جيڪو بہ ساهہ کڻي ٿو انهيءَ کي پنهنجي زندگيءَ جو آخري ساهہ سمجهندو آهي ۽ الله تعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول رهندو آهي جو غفلت ڏاڍي ڏاڍيوال آهي. الله تعاليٰ کي ياد ڪرڻ وارا هميشه شاد ۽ ٻنهين جهانن جي تڪليفن کان آزاد رهندا آهن. الله تعاليٰ جو ذڪر سيني کان اعليٰ آهي.

(بيت)

چون خواهي کہ فردا شوي رستگار

مزن دم بجز ياد پروردگار

ترجمون: جيڪڏهن چاهين ٿو تہ صبحاڻي ڇوٽڪارو حاصل ڪرين تہ الله تعاليٰ جي يادگيريءَ کان سواءِ هڪڙو

ساهہ بہ نہ ڪڻ.

منهنجا پيارا! هڪڙي ڏينهن بي بي رابعه بصري رحمه الله عليها ، الله کان دعا گهري تہ يا الله! تون دنيا پنهنجي دشمنن کي ڏي ۽ آخرت پنهنجي دوستن کي ڏي ۽ مون کي تون ئي ڪافي آهين جومَنْ لَهُ الْمَوْلىٰ فَلَهُ الْكُلُّ. معنيٰ جنهن جورب تنهن جوسڀ.

(بيت)

ملڪ دنيا تن پرستان را حلال

ما غلام عشق ملڪ لازوال

ترجمون: دنيا جو ملڪ پيٽ جي پوڄارين کي ڏيندا آهن. اسين هميشه قائم رهڻ واري عشق جي ملڪ جا غلام آهيون.

دنيا معمولي آهي ۽ فنا ٿيڻ واري آهي. آخرت هميشه قائم رهڻ واري آهي. نالائق ماڻهو آخرت کي دنيا فاني تي وڪڻي هميشه جو نقصان حاصل ڪن ٿا. انهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: اَلَّذِيْنَ يَسْتَحِبُّوْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا عَلَي الْاٰخِرَةِ وَيَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَيَبْغُوْنَهَا عِوَجًا اُولٰئِکَ فِيْ ضَلَالٍ بَعِيْدٍ. معنيٰ: جيڪي آخرت جي مقابلي ۾ دنيا سان محبت ڪن ٿا ۽ الله جي واٽ کان روڪين ٿا ۽سرڪش ۽ ڏنگا ٿا ٿين ,اُهي پڌري گمراهيءَ ۾ آهن ۽ حديث شريف ۾ آهي: اَلدُّنْيَا جِيْفَةٌ وَطَالِبُهَا كِلَابٌ. معنيٰ: دنيا ڍونڍ آهي ۽ دنيا جا طالب ڪتا آهن. طالب کي نڌو جڳائي، نڌو سونهي تہ هڪڙو ساهہ بہ الله تعاليٰ جي يادگيريءَ کان سواءِ ڪڍي. کهڙو نہ سٺو چيو آهي ڪنهن چوڻ واري:

(بيت)

دم در ڪشم وجملہ غمت نوش ڪنم

تا پس از من بڪس نماند غم تو

غم دين خور کہ غم غم دين است

همہ غمها فرو ترا زين است

غم دنيا مخور کہ بيهوده است

هيچڪس در جهان نياسوده است

ترجمون: ساهہ ڪڍان ۽ تنهنجا سيئي غم پي وڃان تہ مون

ڪان پوءِ ڪنهن ڪي بہ تنهنجو غم نہ رهي. دين جو غم ڪاءِ، جو غم تہ دين جو ئي غم آهي. ٻيا سڀئي غم دين جي غم ڪان گهٽ آهن. دنيا جو غم نہ ڪاءِ جو بيهودو آهي. دنيا ۾ ڪنهن ڪي بہ آرام ڪونہ آهي.

منهنجا پيارا! عشق جو غلام ٿيڻ گهرجي ۽ الله تعاليٰ جي عشق جي بازار ۾ سر گهوري ڇڏڻ گهرجي. هيءَ دنيا فاني آهي، نيٺ ڇڏڻي آهي. مرد هجي جيڪو الله تعاليٰ جي محبت ۾ مري ڏيکاري. محبت عجب نعمت آهي جيڪا ابرارن جي درجي وارن کي مقرّبن جي درجي تي پهچائي ٿي. محبت ئي آهي جيڪا مخلصن کي مقرّبن جي درجي کان مٿي پهچائي ٿي. محبت ئي آهي جنهن جي ڪري هڪڙا مخلص ٻين مخلصن کان بلند درجو حاصل ڪن ٿا. محبت ئي آهي جنهن جي ڪري اُولُوا الۡعَزۡمِ نبي ٻين نبين تي فضيلت حاصل ڪن ٿا. محبت ئي آهي جنهن ٻين سيني اُولُوا الۡعَزۡمِ نبين تي سرورِ ڪائنات ﷺ جن کي فضيلت ڏني ۽ ڪين لَوۡلَاکَ لَمَا خَلَقۡتُ الۡاَفۡلَاکَ. معنيٰ: تون نہ هجين ها تہ آئون افلاڪ کي پيدا ئي ڪونہ ڪريان ها، جي مرتبي سان سرفراز ڪيو.

(بيت)

از محبت خارها گل ميشود
واز محبت سرگها مل ميشود

ترجمو: محبت سان ڪنڊا بہ گل ٿي پوندا آهن.

پيارا! محبت عجيب شيءِ آهي جيڪا عاشقن ۾ پيدا ٿيندي آهي. هڪڙي ڏينهن امير المؤمنين امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه جن قيس (مجنون) کان پڇيو تہ خلافت اسان جو حق آهي يا يزيد جو؟ ليليٰ جي عاشق چيو تہ خلافت اوهان ٻنهين جو حق نہ آهي، خلافت تہ ليليٰ جو حق آهي. کهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو:

(بيت)

مجنون عشق را دگر امروز حالت است
کہ اسلام دين ليليٰ ديگر ضلالت است

ترجمون: عشق جي مجنون جي اڄ ٻي حالت آهي. اسلام ليليٰ جو دين آهي ٻي سڀ گمراهي آهي.

مريد کي گهرجي تہ اهڙي محبت ۽ اهڙو رابطو پنهنجي مرشد سان پيدا ڪري.

(بيت)

گر نکير آيد ومنکر کہ خداوند تو کيست

گويم آنکس کہ ربوده دل ديوانۂ ما

ترجمون: جيڪڏهن منڪر نڪير اچن ۽ پڇن تہ تنهنجو خدا ڪهڙو آهي تہ آئون چوندس تہ اهو جيڪو منهنجي چري دل ڦري ويو.

مناقب غوث الاعظم رضي الله تعاليٰ عنه ۾ نقل آهي تہ سندن مريدن مان هڪڙو شخص وفات ڪري ويو. انهيءَ کان ملائڪن اچي پڇيو تہ "مَنْ رَّبُّکَ وَمَنْ نَبِيُّکَ وَمَا دِيْنُکَ؟" معنيٰ تنهنجو رب ڪهڙو آهي، تنهنجو نبي ڪهڙو آهي ۽ تنهنجو دين ڪهڙو آهي؟ غوث الاعظم جو اهو مريد "فَنَا فِي الشَّيْخِ" هو. تنهن ملائڪن کي جواب ۾ چيو عبدالقادر، عبدالقادر، عبدالقادر، عبدالقادر. ملائڪ گرز هٿ ۾ کڻي ڪيس عذاب ڏيڻ جي لاءِ تيار ٿيا. حضرت غوث الاعظم ملائڪن کي روڪيو. ملائڪ الله تعاليٰ جي درگاهہ ۾ ويا ۽ عرض ڪيائون تہ غوث الاعظم قبر واري شخص کي عذاب ڪرڻ نٿو ڏي. الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم ڪيو تہ هيبت ۽ دهشت سان وڃو ۽ قبر واري شخص کي عذاب ڏيو. ملائڪ گرز کڻي ڏاڍي هيبت سان قبر واري کي عذاب ڏيڻ جي لاءِ ويا. حضرت غوث الاعظم رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي قوت سان ملائڪن کان گرز ڦري ورتا ۽ فرمايو تہ وڃو الله تعاليٰ کي عرض ڪريو تہ منهنجي مريد مون کي سچاتو آهي ۽ مون تو (اَللهُ جَلَّ جَلَالُہٗ) کي سچاتو آهي. ملائڪن الله تعاليٰ جي دربار ۾ وڃي اهو عرض ڪيو. الله تعاليٰ فرمايو تہ وڃو منٿ ميڙ ڪري غوث الاعظم کان گرز واپس وٺو ۽ سندس مريد کي ڇڏي ڏيو. منهنجا عزيز! مريد جو مرشد سان رابطو اهڙو هجڻ گهرجي.

حضرت امام رباني مُجَدِّدُ اَلفُ ثَانِي رَضِيَ اللهُ

تعاليٰ عنه جن جي مڪتوبات شريف ۾ حضرت خواجه عبيدالله احرار رحمة الله عليه جو هي بيت نقل ٿيل آهي:

(بيت)

ز آن روۓ که چشم تست احول
معبود تو پير تست اول

ترجمون: ڇاڪاڻ ته تنهنجي اک ٽيڏي آهي، تنهن ڪري تنهنجو پهريون معبود تنهنجو مرشد آهي.

هي سڀ نقل ۽ عبارتون مرشد سان رابطي تي دلالت ڪن ٿيون. مريد کي گهرجي ته پنهنجي مرشد کي غائب نه سمجهي، ڇاڪاڻ ته اُن جي حقيقت سڄي جهان ۾ موجود آهي. حضرت مخدوم محمد زمان لواري واري کان هڪڙي مريد پڇيو ته ماڻهو مرن ٿا، اهي ڪيڏانهن ٿا وڃن؟ مخدوم صاحب فرمايو ته ڪوبه ڪونه ٿو مري سڀ انسان ڪامل جي دل ۾ ٿا وڃن. سوچڻ جي ڳالهه آهي. گهڻو ڪجهه لکي ويو آهيان. جيڪڏهن ڪو سمجهو آهي ته هڪڙو حرف ئي ڪافي آهي.

منهنجا پيارا! ڪافي وقت گذري ويو آهي جو اوهان وري هن پاسي موٽي ڪونه آيا آهيو. حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعاليٰ عنه جن جي مڪتوبات شريف ۾ هڪڙو نقل آهي ته سندن ڪنهن مريد ڪين لکيو ته منهنجا ماءُ پيءُ پوڙها آهن، انهن جي خدمت مون تي لازم آهي تنهن ڪري اوهان جي خدمت ۾ نٿو پهچي سگهان. حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعاليٰ عنه جن انهيءَ مريد کي جواب ۾ لکيو ته هڪڙو شخص ڏڳن جو جوڙو وٺي ٻني تو پوکي. اهو به بادشاهه جو نوڪر آهي ۽ وزير به بادشاهه جو نوڪر آهي. اوهان وزارت کي ڇڏي هڪڙي جوڙي جي ٻنيءَ تي اڪتفا ڪئي آهي جيڪي ماءُ پيءُ آهن. انصاف ڪرڻ گهرجي ته هي سُٺو يا هو سُٺو.

(بيت)

هر ڪه خواهد همنشيني با خدا
گو نشيند در حضور اولياء

تعالىٰ عنه جن جي مڪتوبات شريف ۾ حضرت خواجه عبيدالله احرار رحمۃ الله عليه جو هي بيت نقل ٿيل آهي:

(بيت)

ز آن روۓ کہ چشم تست احول
معبود تو پير تست اول

ترجمون: ڇاڪاڻ تہ تنهنجي اک ٽيڏي آهي، تنهن ڪري تنهنجو پهريون معبود تنهنجو مرشد آهي.

هي سڀ نقل ۽ عبارتون مرشد سان رابطي تي دلالت ڪن ٿيون. مريد کي گهرجي تہ پنهنجي مرشد کي غائب نہ سمجهي، ڇاڪاڻ تہ اُن جي حقيقت سڄي جهان ۾ موجود آهي. حضرت مخدوم محمد زمان لواري واري کان هڪڙي مريد پڇيو تہ ماڻهو مرن ٿا، اهي ڪيڏانهن ٿا وڃن؟ مخدوم صاحب فرمايو تہ ڪوبہ ڪونہ ٿو مري سڀ انسان ڪامل جي دل ۾ ٿا وڃن. سوچڻ جي ڳالهہ آهي. گهڻو ڪجهہ لکي ويو آهيان. جيڪڏهن ڪو سمجهو آهي تہ هڪڙو حرف ئي ڪافي آهي.

منهنجا پيارا! ڪافي وقت گذري ويو آهي جو اوهان وٽ هن پاسي موٽي ڪونہ آيا آهيو. حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعالىٰ عنه جن جي مڪتوبات شريف ۾ هڪڙو نقل آهي تہ سندن ڪنهن مريد کين لکيو تہ منهنجا ماءُ پيءُ پوڙها آهن، انهن جي خدمت مون تي لازم آهي تنهن ڪري اوهان جي خدمت ۾ نٿو پهچي سگهان. حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعالىٰ عنه جن انهيءَ مريد کي جواب ۾ لکيو تہ هڪڙو شخص ڏيڍگن جو جوڙو وٺي ٿو پوکي. اهو بہ بادشاهہ جو نوڪر آهي ۽ وزير بہ بادشاهہ جو نوڪر آهي. اوهان وزارت کي ڇڏي هڪڙي جوڙي جي ٻنيءَ تي اڪتفا ڪئي آهي جيڪي ماءُ ۽ پيءُ آهن. انصاف ڪرڻ گهرجي تہ هي سُٺو يا هو سُٺو.

(بيت)

هرکہ خواهد همنشيني با خدا
گو نشيند در حضور اوليا

موجود آهي، ماني ڪائيندڙ ويو آهي. طالب کي گهرجي تہ هر حال ۾ الله تعاليٰ تي توڪل رکي جو الله تعاليٰ فرمائي ٿو: فَتَوَكَّلُوٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ. معنيٰ: الله تعاليٰ تي ڀروسو ڪريو جيڪڏهن مؤمن آهيو. اهو شرط آهي. جيڪڏهن شرط نہ رهيو تہ مشروط ڪٿي رهندو جيڪو ايمان آهي. ميان عبدالرحيم گرهوڙي رحمۃ الله عليه فرمايو آهي:

گابا چاريون جن جا ماني مٿي تن

طالب کي گهرجي تہ پنهنجا سيئي ڪم الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏي.

(بيت)

سپردم بتو مايۂ خويش را
تو داني حساب کم و بيش را

ترجمون: مون پنهنجي موڙي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏي آهي، تون ئي حساب جي ڪمي بيشي کي ڄاڻين ٿو.

رزق جي باري ۾ پريشان نہ ٿيڻ گهرجي جو رزق ڏيڻ الله تعاليٰ جو ڪم آهي. بندو انهيءَ باري ۾ سوچيندو تہ هلاڪ ٿيندو ڇو تہ الله تعاليٰ جو ڪم بندو نٿو ڪري سگهي. طالب کي گهرجي تہ هي فاني جسم الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏي تہ الله تعاليٰ کيس دائمي زندگي عطا فرمائي.

(بيت)

جان بجانان ده ورنہ از تو بستاند اجل
خود تو منصف باش اي دل اين نکو يا آن نکو

ترجمون: جان محبوب کي ڏي ورنہ اجل توکان ڦري وٺندو. پيارا! تون پاڻ انصاف ڪر تہ هي سٺو يا هو سٺو.

منهنجا پيارا! بادشاهيءَ جي بجاءِ گدائيءَ تي اڪتفا نہ ڪرڻ گهرجي. زياده خيريت وَالسَّلَامُ.

# مڪتوب چوئيتاليهون

ننده فقير مري روپاه پرڳڻي واري ڏانهن

الله تعاليٰ جي ذڪر فڪر ۾ مشغولي ۽ انهيءَ

سان منهنجا سڀ ڀيڻ ڀائر ڳالهين جي باري ۾.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، برادر حقيقي ميان ننده مري رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. بعد از اَلسَّلَامُ عَلَيۡكُمۡ وَرَحۡمَةُ اللّٰهِ معلوم هجي ته فقير ڏانهن خيريت آهي. خيريت اوهان دوستن جي درگاهه الاهيءَ مان مطلوب! اوهان جو محبت ڀريو خط مبارڪ وقت ۾ پهتو. سڄو پڙهيو ويو. الله تبارڪ وتعاليٰ اوهان جي مبارڪ وجود ڪي سموري اولاد، عزيزن ۽ واسطيدارن سميت دنيا جي حادثن کان محفوظ ۽ مامون رکي. اوهان پيارن جي محبت ۽ اشتياق جيڪو حد کان وڌيڪ آهي، تنهن جو ڪهڙو بيان ڪجي.

(بيت)

اشتياق که بديدار تو دارد دل من
دل من داند من دانم داند دل من

ترجمون: تنهنجي ديدار جو شوق جيڪو منهنجي دل کي آهي، اهو منهنجي دل تي ڄاڻي آئون تو ڄاڻان ۽ منهنجي دل تي ڄاڻي.

طالب کي گهرجي ته رات ڏينهن ذڪر ۽ فڪر ۾ رهي ۽ هڪڙي گهڙي به ويسر کي پنهنجي دل ۾ جاءِ نه ڏي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو: يَذۡكُرُوۡنَ اللّٰهَ قِيَامًا وَّقُعُوۡدًا وَّعَلٰي جُنُوۡبِهِمۡ معنيٰ: الله کي ياد ڪن ٿا بيٺي، ويٺي ۽ پاسن ڀر. الله کي ياد ڪرڻ وارا هميشه خوش ۽ ٻنهين جهانن جي تڪليفن کان آزاد هوندا آهن.

(بيت)

ذکر کن تا ترا جان است
پاکي دل ز ذکر رحمٰن است

ترجمون: ذڪر ڪندو رهه جيستائين جيئرو آهين. دل جي پاڪائي رحمٰن جي ذڪر سان حاصل ٿيندي آهي.

منهنجا پيارا! ماڻهو الله تعاليٰ جي ذڪر کان سواءِ حرام آهي جو ڍورن وانگر آهي، ڇاڪاڻ ته ذبح ڪرڻ کان سواءِ

جيڪو بہ حيوان مرندو آهي، اهو حرام آهي پر بِسۡمِ اللّٰهِ سان حلال ٿيندو آهي. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ سمنڊ جي هڪڙي پيٽ ۾ هڪڙو وڻ آهي جنهن جي هر هڪ پن تي بِسۡمِ اللّٰهِ لکيل آهي ۽ الله تعاليٰ جي حڪم سان ملائڪ ان جي چوڌاري حلقو ڪريو بيٺا آهن. جيڪڏهن هوا جي ڪري انهيءَ وڻ جو ڪو پن ڇڻي ٿو تہ ملائڪ انهيءَ پن کي پٽ تي ڪرڻ ڪونہ ٿا ڏين ۽ بهشت ۾ کڻيو ٿا وڃن. اهو مثال ڏئي فرمائيندا هئا تہ وڻ جي پن تي بِسۡمِ اللّٰهِ لکيل آهي، انهيءَ کي پٽ تي ڪرڻ ڪونہ ٿا ڏين تہ پوءِ جنهن دل ۾ الله تعاليٰ جو نالو نقش هوندو، انهيءَ کي الله تعاليٰ دوزخ ۾ ڪيئن وجهندو؟ اهي سڀ فضيلتون الله تعاليٰ جي ذڪر جون آهن. لازمي آهي تہ سيني واسطيدارن ۽ دوستن کي ڪوشش ڪري هر رات جو ذڪر ۾ شريڪ ڪندا ڪريو ۽ دعاگو جي دعوت قبول فرمائيندا. شال اوهان کي هدايت حاصل ٿئي ۽ قلب جو اطمينان.

# مڪتوب پنجيتاليهون

## خليفي ميان محمد ملوڪ ولاسي واري ڏانهن

انهيءَ بيان ۾ تہ نفس سرڪش آهي، مرشد ڪامل جي متابعت کان سواءِ مطيع ۽ فرمانبردار نہ ٿيندو ۽ پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪرڻ جي ڪوشش جي باري ۾ جو آخر فنا آهي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءِ، برادرم مِيَان مُحَمّد مَلوڪ الله تعاليٰ ڪيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ احوال تہ اوهان پائرن جو خط پهتو. اوهان جيڪو احوال لکيو هو سو معلوم ٿيو. آئون پڙهيو ڪونہ آهيان ۽ عمر باهتر سالن کي پهتي آهي.هرڪو ميويدار وڻ جڏهن وڏو ٿئي تہ انهيءَ جو ميوو ڍهوٽو مٺو ٿيندو آهي. اسان جو وڻ اصل ۾ ئي ڪارو هو. جڏهن وڏو ٿيو تہ ڪاراڻ بہ ڍهوٽي ٿي وئي. اسان جا مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ انبياءِ ڪرام عَلَيۡهِمُ السَّلَامُ کي دين جي دعوت ڏيڻ جي لاءِ الله تعاليٰ وحي موڪليندو هو ۽ اسان کي دين جي

دعوت ڏيڻ جي لاءِ الله تعاليٰ ماڻهو تو موڪلي. پوءِ اسان کي نٿو جڳائي تہ سڌڻ کان سواءِ ڪنهن جي دروازي تي وڃون. انهيءَ مناسبت سان شيخ فريد الدين عطار رحمة الله عليه ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

تا نخواندت بخانہ کس مرو
در پي مردار چون کرگس مرو

ترجمون: جيستائين نہ سڏي تيستائين ڪنهن جي گهر نہ وڃ، مردار جي پٺيان ڳجهہ وانگر نہ وڃ.

چاڪاڻ تہ آسان جو نفس سرڪش پاڙي وانگر آهي. متان ڪنهن کوهہ ياڪڏ يا ڪنهن هلاڪ ڪندڙ جاءِ ۾ وڃي پوي. تنهن کان ڌپ ڪرڻ گهرجي جو امر ۽ نهي جو لغام انهيءَ جي وات ۾ نہ آهي. اهو نفس ڪافر آهي جيڪو فرعون، نمرود ۽ ٻين ڪافرن جو هو جن خدائي جي دعويٰ ڪئي. ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي مولانا رومي:

(بيت)

نفس هرکس کمتر از فرعون نيست
ليک اورا عون مارا عون نيست

ترجمون: هر ڪنهن جو نفس فرعون کان گهٽ ڪونہ آهي. پر هُن کي طاقت هئي، اسان کي طاقت نہ آهي.

اهو نفس الله تعاليٰ ۽ الله جي رسول ﷺ جي امر ۽ نهي کان سواءِ مطيع ۽ فرمانبردار نہ ٿيندو. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: مَا آتٰكُمُ الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ وَمَا نَهٰكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوْا. معنيٰ اوهان کي جوڪجهہ رسول الله ﷺ ڏي سو وٺو ۽ جنهن کان اوهان کي روڪي تنهن کان باز رهو ۽ مرشد ڪامل جو امر بہ انهيءَ قسم مان آهي. داناءِ راز حافظ شيرازي فرمايو آهي:

(بيت)

بمي سجاده رنگين کن گرت پير مغان گويد
کہ سالک بي خبر نبود ز راه و رسم منزلها

ترجمون: جيڪڏهن توکي پير مغان چوي تہ شراب سان مصلو

پسائي ڇڏ، ته ائين ڪر جو سالڪ انهيءَ منزل جي راهه ۽ رسم ڪان بي خبر ڪونه هوندو آهي.

۽ پڻ اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن نقل بيان فرمائيندا هئا ته ڪنهن شهر ۾ هڪڙو بزرگ رهندو هو. انهيءَ جي محلي جي مسجد ننڍڙي هوندي هئي. شهر ۾ ٻي مسجد هوندي هئي جيڪا وڏي ۽ جامع هئي. ٻنهي مسجدن جي وچ ۾ واٽ تي هڪڙو لوهار هوندو هو. اُتان هڪڙي واٽ مسجد ڏانهن ويندي هئي، ٻي بازار ڏانهن. اهو بزرگ جمعه نماز لاءِ جامع مسجد ڏانهن ويندي جڏهن انهيءَ لوهار جي دڪان وٽ پهچندو هو تڏهن لوهار کان جامع مسجد جي واٽ پڇندو هو. جڏهن گهڻو وقت گذري ويو تڏهن انهيءَ لوهار بزرگ کان پڇيو ته حضرتا! اوهان کي مسجد جي واٽ معلوم آهي پوءِ به هر جمعه تي مون کان ڇو ٿا پڇو؟ بزرگ چيو واقعي مسجد جي واٽ مون کي معلوم آهي پر توکان انهيءَ ڪري ٿو پڇان ته پنهنجي نفس جي چوڻ تي نه هلان. ڪنهن بزرگ کهڙو نه سٺو چيو آهي:

(بيت)

نفس ڪافر ڪش تو دل را زنده ڪن
خواجه گشته است اورا بنده ڪن

ترجمون: نفس ڪافر کي ماري دل کي زنده ڪر، سردار بنجي ويو آهي انهيءَ کي ٻانهو بناءِ.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه فرمائيندا هئا ته حضرت امير المؤمنين عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي خلافت جي دور ۾ هڪڙي بادشاهه زهر جو شيشو سندن خدمت ۾ تحفو موڪليو. انهيءَ زهر ۾ اهڙو اثر هو جو جيڪڏهن انهيءَ زهر جو هڪڙو ڪک دشمن جي ڪپڙن ۾ وجهي مهڻجي ته اُهي ڪپڙا پاڻ سان دشمن جو وجود ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏين. امير المومنين حضرت عمر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنْهُ اُهو شيشو وني سڄو پي ڇڏيو ۽ فرمايو ته نفس کان سواءِ ٻيو ڪو اسان جو دشمن آهي ئي ڪونه. اَعْدَيٰ عَدُوِّکَ نَفْسُکَ الَّتِيْ بَيْنَ جَنْبَيْکَ.

معنيٰ: تنهنجو سڀ کان وڏو دشمن تنهنجي ٻنهي پاسن ۾ آهي

چاڪاڻ تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه نفس جي مخالفت ڪئي تنهن ڪري انهيءَ زهر پيئڻ سان ڪين ڪوبہ نقصان ڪونہ ٿيو. اهو سڀ ڪجهہ محبت، عشق ۽ شوق جي ڪري آهي.

منهنجا پيارا! هيءَ فاني زندگي ڪيترو وقت رهندي جنهن جي پٺ ۾ موت آهي. جيئن تہ حديث شريف ۾ آيو آهي تہ دنيا ننڊ ۾ احتلام وانگر آهي.

(بيت)

دنيا آن قدر ندارد کہ برو رشک برند
باوجود عدمش را غم بيهوده خورند

ترجمون: دنيا اهڙي شيءِ نہ آهي جنهن تي رشڪ ڪيو وڃي ۽ فاني هجڻ جي باوجود دنيا جي لاءِ اجايو غم برداشت ڪجي.

حضرت يونس عَليٰ نَبِيِّنَا وَعَلَيۡهِ السَّلامُ جو قصو تفسير حسيني ۾ هن طرح آهي تہ حضرت يونس عَلَيۡهِ السَّلامُ جي نبوّت جو تعلق نينويٰ شهر سان هو ۽ شهر وارن سندس امر و نهي جي حڪم ڪي نہ مڃيو. الله تعاليٰ وحي جي ذريعي حڪم موڪليو تہ اوهان اڄ هن شهر مان ٻاهر نڪري وڃو ۽ غار ۾ وڃي ويهو. هن شهر وارن تي اڄ عذاب نازل ٿيندو. حضرت يونس عَلَيۡهِ السَّلامُ حڪم تي عمل ڪيو. اوچتو عذاب جا ڪڪر انهيءَ شهر وارن تي ظاهر ٿيا جن مان ٻاهہ جون چڻيون نڪري رهيون هيون. انهيءَ شهر وارن کي عذاب ڏسي ڏپ ٿيو ۽ چيائون تہ هي اهو ئي عذاب آهي جنهن کان يونس عَلَيۡهِ السَّلامُ ڊيڄاريندو هو. ماڻهو گڏ ٿي بادشاهہ وٽ ويا ۽ چيائون تہ شهر تي عذاب نازل ٿيڻ وارو آهي.

انهيءَ شهر جو بادشاهہ دانا هو، تنهن ماڻهن کي چيو تہ يونس عَلَيۡهِ السَّلامُ کي وٺي اچو. ماڻهن ڏاڍي ڳولا ڪئي پر يونس عَلَيۡهِ السَّلامُ ڪين هٿ ڪونہ آيو. بادشاهہ چيو تہ جيڪڏهن يونس عَلَيۡهِ السَّلامُ هٿ نٿو اچي تہ اهو الله جنهن ڏانهن يونس عَلَيۡهِ السَّلامُ اسان کي سڏي رهيو هو، اهو باقي ۽ موجود آهي. مٿو ۽ پير اگهاڙا ڪري مرد ۽ زالون ڪير پياڪ ٻار ٻاڻ کان جدا ڪري اڪيلا ٿي ميدان ۾ الله تعاليٰ کي راضي ڪرڻ لاءِ ٻاڏايو. شهر وارن چاليهہ ڏينهن انهيءَ طريقي سان الله تعاليٰ جي اڳيان ٻاڏايو.

سندن دعائون قبول ٿيون ۽ عذاب ٽري ويو.

حضرت يونس عليه السلام ڪافي مدت کان پوءِ غار مان ٻاهر نڪتو ۽ شهر ۾ موٽي آيو. ڏٺائين تہ ماڻهو ساڳي طرح خوش آهن. شهر تي عذاب نازل ڪونہ ٿيو آهي، تنهن ڪري انهيءَ خيال سان تہ ماڻهو چوندا تہ شهر تي عذاب نازل ڪونہ ٿيو، تنهنجي ڳالهہ عذاب نازل ٿيڻ واري سچي ڪونہ ٿي. يونس عَلَيه السّلام پنهنجي نفس جي چوڻ تي شهر ڇڏي روانو ٿيو ۽ سمنڊ جي ڪناري تي پهچي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو. ٻيڙي ڪجهہ پنڌ سمنڊ ۾ هلي بيهي رهي. ٻيڙي ۾ هڪڙو عالم هو جنهن کي پنهنجي علم سان خبر پئي تہ ڪو ٻانهو پنهنجي مالڪ کان ڀڄي ٻيڙي ۾ سوار ٿيو آهي. اهو جيستائين ٻيڙي ۾ هوندو ٻيڙي نہ هلندي. حضرت يونس عَلَيهِ السّلامُ کي دل ۾ خيال آيو تہ اهو ٻانهو آئون آهيان. ڇهرين اللهَ تعاليٰ جي حڪم سان غار ۾ ويٺس پر هاڻي الله تعاليٰ جي اجازت کان سواءِ شهر ڇڏي ڀڳو آهيان. اتي پنهنجي نفس جي مخالفت ڪيائين ۽ چيائين تہ اهو ڀڳل ٻانهو آئون آهيان. ٻيڙي وارن کيس سمنڊ ۾ اڇلايو ۽ اهڙي طرح سمنڊ ۾ پهچڻ شرط يونس عَلَيه السّلامُ کي مڇي ڳهي وئي. جاڪاڻ تہ پنهنجي نفس جي مخالفت ڪئي هئائين، تنهن ڪري حضرت يونس عَلَيه السّلامُ کي مڇيءَ جي پيٽ ۾ معراج ٿيو. مڇيءَ جي پيٽ ۾ مَحفوظ رهيو ۽ سلامتيءَ سان ٻاهر نڪري آيو ۽ حضرت ابراهيم عَلَيهِ السّلامُ جڏهن آزمائش جو بار پنهنجي نفس تي هموار ڪيو تڏهن مٿس باهہ بہ باغ بنجي وئي.

منهنجا عزيز! سرور ڪائنات ﷺ جن جي شريعت جي تابعداريءَ کان سواءِ نفس ڪڏهن بہ فرمانبردار نہ ٿيندو آهي. مرشد ڪامل جي لاءِ لکن ٿا تہ حديث شريف ۾ آيو آهي تہ: اَلشَّيخُ فِيۡ قَوۡمِهٖ ڪَالنَّبِيِّ فِيۡ اُمَّتِهٖ. معنيٰ: مرشد پنهنجي جماعت ۾ ائين هوندو آهي جيئن نبي پنهنجي اُمت ۾.

(بيت)

هرڪرا پيري نباشد پير او شيطان بود
ڪار را بي پير ڪردن ڪار از شيطان بود

ترجمون: جنهن جو مرشد نہ هوندو، انهيءَ جو مرشد شيطان هوندو. ڪم کي مرشدڪان سواءِ ڪرڻ شيطان جو ڪم آهي.

مرشد جيڪڏهن ڪامل نہ هوندو تہ بہ انهيءَ جو ادب ۽ ارادت نفعو پهچائيندڙ هوندي آهي. جيئن تہ ڪافر پنهنجن هٿن سان بت ٺاهي رکن ٿا، انهن جي پوڄا ڪن ٿا تہ بہ انهن جا مقصد بت ۾ ويساهہ هجڻ جي ڪيڻ حاصل ٿين ٿا. اِسان جا مرشد حضرت پيرسائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن فرمائيندا هئا تہ بزرگ جيڪو سيرو سفر ڪندا هئا، انهن جو سير و سفر ٻن ڳالهين ڪان خالي نہ هوندو هو. يا افاده يا استفاده. يعني يا ڪنهن کي فيض ڏيڻ لاءِ يا ڪنهن ڪان فيض وٺڻ جي لاءِ بزرگ سير و سفر ڪندا هئا. طالب کي گهرجي تہ حضرت موسىٰ عليه السلام وانگر لٺ هٿ ۾ رکي تہ جادوگرن جا سيئي نانگ هڪڙي گراهہ سان ڳڙڪائي ڇڏي يا حضرت نوح عليہ السلام وانگر جنهن پنهنجي امت کي ٻيڙي ۾ سوار ڪري دنيا ۽ آخرت جي طوفان ڪان امن وارو بنايو. يا ابراهيم خليل الله عليهم السلام وانگر تہ قُلْنَا يَا نَارُكُوْنِيْ بَرْدًا وَ سَلَامًا عَلىٰٓ اِبْرَاهِيْمَ سان نمرود جي باهہ کي باغ بنائي ڇڏي يا حضرت محمد ڪريم ﷺ وانگر اهو مرتبو گهرجي. لِيَغْفِرَ لَكَ اللّٰهُ مَا تَقَدَّمَ مِنْ ذَنْبِكَ وَمَا تَاَخَّرَ وَيُتِمَّ نِعْمَتَهٗ عَلَيْكَ. معنىٰ الله تعالىٰ تنهنجا اڳيان پويان گناهہ بخشي ڇڏيا ۽ توتي پنهنجي نعمت پوري ڪري ڇڏيائين ۽ پڻ چنڊ کي چيري ٻہ ٽڪر ڪيائين. انهن معجزن کي بلا تشبيه پاڻ ۾ ڏسي، انهي کي تلقين ڪرڻ جو حق آهي، يعني اهو مريد ڪري سگهي ٿو.

منهنجا عزيز! اهي سيئي درجا ۽ مقامات ولايت انبياءَ سان تعلق رکن ٿا، ولايت ولي سان نہ. وليءَ کي هڪ پيري سان خاص ڪندا آهن ۽ سڀ ڪمالات ولايت محمدي ﷺ سان تعلق رکن ٿا.

منهنجا پيارا! ولايت ولي سان انهيءَ کي مشرف ڪندا آهن، جيڪو نفس شوم کي جيڪو ڇپ جهڙو آهي، تنهن کي ننڊ ۾ ڇڏي ۽ پاڻ اڪيلو حق جي حضور ۾ وڃي.

(بيت)

شما را بي شما ميخواهد آن يار
شمارا با شما مصلحت نيست

ترجمون: اوهان کي اوهان کان سواءِ يار چاهي ٿو، اوهان جو اوهان سان هجڻ مصلحت نہ آهي.

متان وهامين رات ڪڪڙ نہ ڏي ٻانگڙي
ساجن سين سڀ رات آئون ويٺي اوريان.

منهنجا پيارا! سالڪ کي هر لمحي ۽ هر لحظي فڪر ۽ فنا گهرجي. جيڪو ساهہ ڪٽي اهو فنا سان ٻاهر ڪڍي ڇاڪاڻ تہ پنهنجي نفس کان فنا ٿيڻ الله تعاليٰ جي قرب جي نشاني آهي. مخدوم محمد زمان رحمۃ الله عليه لواري وارو فرمائيندو هو تہ گهڻا بزرگ اثبات ڏانهن لاڙو رکن ٿا ۽ اسان جو لاڙو فنا ڏانهن آهي ۽ شيخ پرڪيو رحمۃ الله عليه کي القا ٿيو تہ اي پرڪيہ! ٻانهو ٿيندين؟ چيائين نہ. پڇيو ويو پوءِ ڇا ٿيندين؟ چيائين ڪجهہ بہ نہ آهيان، ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيندس. اهو بہ فنا جو نشان آهي ۽ اسان جو مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه ڪڏهن بہ پنهنجي حال ۾ اثبات کان اثبات نہ فرمائيندا هئا. جيڪڏهن لکندس تہ اوهان کي تلخي محسوس ٿيندي. متان ڪان پوءِ متو ذائقو ايندو ۽ تلخيءَ مان تلخ. ڪجهہ ڳالهيون ضروري چوڻ جون هيون، سي چيون ويون. وَالسَّلَامُ.

# مڪتوب ڇائيتاليهون

ميان مير محمد سيوهڻ واري ڏانهن لکيو ويو

نفس سرڪش جي مذمت، غفلت ۽ سستي کان هوشياري جي ترغيب، طالب کي ذڪر فڪر ۾ رهڻ گهرجي، امر ۽ نهي جو خيال رکڻ گهرجي، هستي موهوم ۾نفي جي نفي ۽ حق جو مطلق اثبات. فنا ۽ بقا جو ڪنايہ ۽ انهيءَ سان مناسب ٻين ڳالهين جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ رَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ وَالۡعَاقِبَةُ لِلۡمُتَّقِيۡنَ وَالصَّلٰوةُ

وَالسَّلَامُ عَلٰی نَبِیِّنَا مُحَمَّدِ نِ الَّذِیْ اِسْمُهٗ اَلَذ وَاَحْلٰی مِنَ الْعَسَلِ وَعَلٰی اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِیْنَ. پوءِ اَلسَّلَامُ عَلَیْکُمْ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَکَاتُهٗ، جي سلامن جو تحفو هن فقير جي طرفان عزت واري ياءُ يعني مير محمد، مٿس رب جون رحمتون هجن، کي پهچي.

پيارا! هن کان پهرين بہ خط جن ۾ سفر جي پريشانين جو احوال هو ۽ لواري مان لکيا ويا هئا، اهي ٻئي پهتا پر جواب نہ لکجي سگهيو هئس. ان کان پوءِ فقراءِ جيکي ڪڇ مان آيا، انهن ٻڌايو تہ اوهان ياٿرن سيد مرتضيٰ کي زباني پيغام موڪليو تہ آئون هتي هر طرح آرام سان ۽ خوش آهيان. اوهان حضرت صاحب يعني هن فقير ڏانهن وڃو ۽ کين دعوت ڏئي وٺي اچو.

منهنجا عزيز! مون کي خبر نہ آهي تہ اهو آرام جنهن جي اوهان ڳالهہ ڪئي آهي، سو ڪهڙو آرام آهي؟ نفس جو آرام آهي يا دل جو يا روح جو آرام؟

نفس جو آرام نفس جي معرفت کان سواءِ ممڪن نہ آهي جو مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ. معنيٰ: جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو ۽ نفس جي پوري معرفت مشڪل آهي. هرڪو پنهنجي لياقت مطابق نفس جي ڪجهہ معرفت حاصل ڪندو آهي. پوءِ نفس جو آرام نفس جي معرفت کان سواءِ محض خيال آهي جنهن جو حاصل ٿيڻ محال آهي ۽ دل جو آرام هن نفس پليت جي اطمينان کان سواءِ جيڪو نانگ ڪاڏل آهي، حاصل ٿئي اهو تصور ئي نٿو ڪري سگهجي. پوءِ هوشياري ڪپي جو هوشياري سان نفس کي تابعدار ۽ فرمانبردار ڪجي ۽ الله تعاليٰ ۽ الله جي رسول ﷺ جن جي نافرماني کان باز رکجي ۽ دل انهيءَ ارڙ بلاجي خيالن کان نجات حاصل ڪري. تڏهن ئي دل جو آئينو ڪدورت جي ڪٽ کان صفائي حاصل ڪندو ۽ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ منظور ٿيندو.

(بيت)

دل بدست آور کہ حج اکبر است
از هزاران کعبہ یکدل بهتر است

ترجمون: دل هٿ ۾ آڻ جو حج اکبر آهي،هزار ڪعبن کان هڪڙي

دل بهتر آهي.

جيڪو ائين نہ ڪري سو پاڻ کي مڙسن ۾ شمار نہ ڪري ۽ روح جو بيان آيت سڳوري: قُلِ الرُّوحُ مِنْ اَمْرِ رَبِّيْ. معنيٰ: چئو تہ روح منهنجي رب جي امر مان آهي، جي ڪري بيان ڪرڻ جي جرئت نہ ڪري سگهيس.

منهنجا عزيز! نفس اهو آهي تہ چئن عناصرن کي گڏي هيءَ صورت ظهور ۾ آندي وئي آهي. ان کي تن چوندا آهن ۽ نفس بہ چون ٿا. حڪمين جي اصطلاح ۾ ان کي نفس ناطقہ جو نالو ڏيندا آهن. پوءِ اهو هن جهان مان آهي جيڪو صورت جو جهان آهي. هن جو رجوع معنيٰ واري جهان ڏانهن هرگز نہ ٿيندو آهي. هن جو مرجع ۽ مَاوِيٰ هي جهان ئي آهي. سڄو قصد ۽ همت اوصاف ذميمه ڏانهن آهي. يعني الله ۽ الله جي رسول ﷺ جي نافرماني جيّ ڪري اوصاف ذميمه سان متّصف آهي. جيئن تہ بغض ۽ حسد، هٺ ۽ ريا ۽ شهوت ۽ غضب ۽ ان جي مثال پييا عمل، يعني گهٽو ڳالهائڻ، گهٽو کائڻ ۽ گهٽو سمهڻ ۽ الله تعاليٰ سان ناتا ٽوڙي خلق سان ناتا ڳنڍڻ، نفس جي ڌوکي ۾ اچڻ، نفس شوم ، مذموم چپ وانگر ويراني ۾ ويهندڙ جي عادت آهي تہ ويراني ۾ ويهڻ پسند ڪري جو اَلدُّنيَا دَارُ زَلزِلَةٍ وَزَوَالٍ وَمَنْزِلَةُ مِحنَتٍ وَخِيَالٍ. معنيٰ: دنيا گهر آهي زلزلي ۽ زوال جو ۽ منزل آهي محنت ۽ خيال جي. و مورد آفات ووبال. معنيٰ: جاءِ آهي آفتن ۽ مصيبتن جي.

(بيت)

دنيا آنقدر ندارد کہ برو رشک برند
باوجود عدمش غم بيهوده خورند

ترجمون: دنيا اهڙي شيءِ نہ آهي جنهن تي ريس ڪجي، فاني هجڻ جي باوجود ان جو غم ڪجي.

سُئِلَ عَنْ عَلِيٍّ ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجْهَهٗ مَا الدُّنْيَا قَالَ مَا شَغَلَکَ عَنِ اللّٰهِ. معنيٰ: حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجْهَهٗ کان پڇيو ويو تہ دنيا ڇا آهي؟ فرمايائون اُها جيڪا توکي الله تعاليٰ کان غافل ڪري.

(بيت)

هرچہ با تو نيايد زير خاک
اين همہ دنيا بود نہ دين پاک
هرچہ جز حق بسوز و غارت کن
هرچہ جز دين ازو طهارت کن

ترجمون: جيڪا شيءِ توسان گڏ قبر ۾ نہ هلي سگهي اها سڀڪا شيءِ دنيا آهي، دين نہ آهي. اللہ تعاليٰ کان سواءِ ٻي هرڪا شيءِ ساڙي ختم ڪري ڇڏ. جيڪا بہ شيءِ دين کان سواءِ آهي ان کي ڇڏي ڏي.

منهنجا پيارا! پوءِ مون کي ۽ توکي انهيءَ ارڙ بلا کان ڇوٽڪارو ممکن نہ آهي جو اَعۡدَيٰ عَدُوِّکَ نَفۡسُکَ الَّتِيۡ بَيۡنَ جَنۡبَيۡکَ. معنيٰ: تنهنجو سڀ کان وڏو دشمن اهو آهي جيڪو تنهنجي ٻنهي پاسن ۾ آهي.

(بيت)

ترا کان نفس کافر در کمين است
نہ آنجاره برد آنجا کہ دين است

ترجمون: تنهنجو ڪافر نفس جيڪو ڪنڊ ۾ ويٺو آهي، اهو توکي انهيءَ واٽ تي نہ هلڻ ڏيندو جيڪا دين جي واٽ آهي.

دل جو تخت شاهي سلطنت سميت بادشاهہ روم کان ڦري ويو آهي ۽ نفس اَماره انهيءَ تخت تي چڙهي ويٺو آهي ۽ عضون جي رعيت کي ظلم جو حڪم ڪيو اٿس. جيئن تہ اکين کي حرام ڏسڻ ۽ زبان کي اجائي بکواس ۽ فحش ڪلامي ڪرڻ ۽ ٻين سيني عضون کان گناهہ جا ڪم ڪرائي ٿو ۽ عضون جي سڄي رعيت کي حيران ۽ پريشان ڪيو اٿس. آئون ۽ تون جيڪي نفس جي اڳيان ٻار وانگر آهيون، بلڪ ماءُ جي پيٽ ۾ بہ نہ آهيون، پيءُ جي پٺ ۾ آهيون تن کي ڪهڙي مجال جو آرام ۽ اطمينان جو دم هڻون. افسوس صد افسوس، هاءِ هاءِ جو اِنَّ النَّفۡسَ لَاَمَّارَةٌۢ بِالسُّوۡءِ. معنيٰ: نفس اماره تہ بڇڙن ڪمن جو حڪم ڪندو آهي. اُها ڳالهہ سٺي سمجهي دل سان هنڌائي تہ نفس جي امارگي ختم ٿي ويئي آهي يا باقي آهي. جيڪڏهن نفس جي

امارگي ختم ٿي ويئي آهي تہ پوءِ توکي مبارڪ هجيءِ جيڪڏهن نفس جي امارگي اجا باقي آهي تہ انهيءَ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي جو اَقْتُلُوا الْمُوْذِيْ قَبْلَ الْاِيْذَاءِ. موذي کي مارڻ کپي انهيءَ کان اڳي جو ايذا پهچائي. رات جو بيدار ۽ ڏينهن جو بيقرار رهڻ گهرجي. گهٽ کائجي، گهٽ سمهجي، گهٽ ڳالهائجي، خلق سان گهٽ تعلق رکجي، اللہ تعاليٰ جو ذڪر وڌ ۾ وڌ ڪرڻ گهرجي.

(بيت)

ذکر کن ذکر تا ترا جان است
پاکي دل ز ذکر رحمٰن است

ترجمون: ذڪر ڪندو رهہ جيستائين جيئرو آهين، دل جي پاڪائي رحمٰن جي ذڪر سان ٿيندي آهي.

اللہ تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي: يَذْكُرُوْنَ اللّٰهَ قِيَامًا وَّ قُعُوْدًا وَّعَلٰى جُنُوْبِهِمْ. معنيٰ: جيڪي (ٻانها) اللہ کي ياد ڪن ٿا بيٺي ۽ ويٺي ۽ پاسن ڀر. اي پيارا! قيام ۽ قعود نماز ۾ آهي ۽ ويهڻ ۽ اٿڻ بہ نماز ۾ آهي. انهيءَ کي نہ هرڪو سمجهي ٿو پوءِ عليٰ جنوبهم مان ڇا مراد آهي؟ معلوم هجي تہ اهو ڪنايو آهي هميشہ ذڪر ۾ رهڻ جو. وَاَقِمِ الصَّلٰوةَ لِذِكْرِيْ. معنيٰ: نماز قائم ڪر منهنجي ذڪر جي لاءِ. اهو حڪم انهيءَ ڳالهہ تي دلالت ڪري ٿو تہ هميشہ ذڪر ۾ رهجي. اي پيارا! اوهان جي خوشحاليءَ جي خبر مون کي نٿي معلوم ٿئي، ڇاڪاڻ تہ خوشحالي تہ اها آهي جيڪا ايمان جي ڪري هجي. ايمان جي بشارت جو اشارو مليو هجيءِ اها بشارت عشره مبشره يعني اهي ڏهہ اصحاب سڳورا جن کي جنت جي بشارت ملي، انهن کان سواءِ ٻي ڪنهن جي لاءِ ميسر ۽ ممڪن نہ آهي.

شارع عَلَيْهِ السَّلَامُ يعني رسول اللہ ﷺ انهن جي ايمان جي بشارت ۽ مبارڪ فرمائي آهي. انهن کان سواءِ ٻيا اصحاب سڳورا بہ پيارا هئا، پر بشارت جي دولت ڏهن اصحابن جي لاءِ خاص ٿي. انهن کي اها دولت عظميٰ نصيب ٿيڻ جو سبب هي ٿيو تہ حضور نبي ڪريم ﷺ جن بہ رڪعتون نماز بيت المقدس ڏانهن

رخ ڪري پڙهيون ۽ ٻہ رڪعتون الله تعاليٰ جي حڪم سان بيت الله شريف ڏانهن رخ ڪري پڙهيون. ٻين اصحابن سڳورن نماز ڪي ٽوڙي ڇڏيو پر انهن ڏهن اصحابن سڳورن نماز کي قائم رکيو ۽ نماز ۾ نبي پاڪ جن بيت المقدس ڪان رخ ڦيرايو تہ انهن ڏهن اصحابن بہ نماز ۾ ئي نبي پاڪ ﷺ جي پيروي ڪئي ۽ نبي پاڪ ﷺ جن سان گڏ پنهنجا منهن بيت الله شريف ڏانهن ڪيائون. تڏهن اها بشارت انهن کي ملي. اتان اها ڳالهہ سمجهڻ گهرجي تہ انهيءَ ۾ وڏو نڪتو آهي تہ ڇاڪاڻ تہ انهن ڏهن اصحابن جو ڪعبو نبي پاڪ ﷺ جن جي ذات هئي، تنهن ڪري نبي پاڪ جي پٺيان پنهنجي نماز پوري ڪيائون ۽ ٻين اصحابن سڳورن جو ڪعبو بيت المقدس هو ۽ جڏهن رسول الله ﷺ جن منهن مبارڪ مسجد حرام ڏانهن ڪيو تہ سيني نماز کي ٽوڙي ڇڏيو ۽ انهيءَ شرف حاصل ڪرڻ ڪان رهجي ويا ۽ رسول الله ﷺ جن ڪين سمجهايو تہ اڌ نماز بيت المقدس ڏانهن رخ ڪري پڙهي سون ۽ ٻيو اڌ الله تعاليٰ جي حڪم سان بيت الله ڏانهن رخ ڪري ادا ڪيوسين. تڏهن انهن کي تسڪين ٿي ۽ يقين حاصل ٿيو ۽ بيت الله ڏانهن منهن ڪري نماز قضا ڪيائون. ڏسو انهن جي نماز خليل جي ڪعبہ ڏانهن هئي ۽ هنن جي نماز خليل جي ڪعبہ سان آهي. اَللّٰهُمَّ ارْزُقْنَا هٰذِهِ الصَّلٰوةَ بِبَرْكَتِ اَنْبِيَائِکَ وَاَوْلِيَائِکَ وَاَصْفِيَائِکَ. يا الله! اسان کي اها نماز عطا ڪر انبياء، اولياء ۽ اصفياءِ جي صدقي. اي پيارا! اسان جي نبي ﷺ جن کي اللہ تعاليٰ هن آيت جو شرف عطا فرمايو آهي: اَعُوْذُ بِاللهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ، لِيَغْفِرَ لَکَ اللهُ مَا تَقَدَّمَ مِنْ ذَنْبِکَ وَمَا تَاَخَّرَ. پر پاڻ ان تي خوش ڪونہ ٿيا ۽ دَائِمُ الْحُزْنِ رهندا هئا." انيس العاشقين" ۾ آندو اٿس تہ سرور ڪائنات ﷺ جن ايتري قدر عبادت ڪندا هئا جو سندن پيرن مبارڪن تي سوج چڙهي ويندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن عبادت جي ڪثرت جي ڪري سندن پيرن مبارڪن مان رت ڦٽي نڪرندو هو.

هڪڙي ڏينهن حضرت امام حسنؓ ۽ امام حسين رَضِيَ اللهُ عَنْهُمَا نبي پاڪ ﷺ جن جي گهر آيا. حجره مبارڪ ۾ رت

ڏنائون. موٽي پنهنجي گهر آيا ۽ پنهنجي والده سڳوري حضرت بي بي خاتون جنت رضي الله تعاليٰ عنها کان گوشت طلب ڪيائون ۽ ٻيون ڏينهن هو جو روزو ڪونہ کوليائون. خاتون جنت فرمايو گوشت ڪٿان آڻيان جو گهر ۾ ڪا شيءِ موجود نہ آهي؟ امام روئڻ لڳا ۽ چيائون تہ نبي پاڪ ﷺ جن جي گهر ۾ اسان رت ڏٺو آهي. حضرت خاتون جنت امامن کي وٺي نبي پاڪ جي حجري ۾ آئي ۽ نبي پاڪ ﷺ جن کان گوشت طلب ڪيائين. رسول الله ﷺ جن فرمايو ٽيون ڏينهن آهي جو روزو ڪونہ کوليو اٿئون. تڏهن خاتون جنت رت جي باري ۾ پڇيو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهو رت اسان جي پيرن مان وهيو آهي.

اي پيارا! جڏهن نبي پاڪ ﷺ جن فرمايو آهي تہ كُنْ فِي الدُّنيَا كَانَّكَ غَرِيبٌ اَوْ عَابِرُ السَّبِيلِ وَعُدْ نَفْسَكَ مِنْ اَصْحَابِ الْقُبُورِ. معنيٰ: دنيا ۾ مسافر ٿي رهہ يا پُل کي عبور ڪرڻ وارو ۽ پاڻ کي قبر وارن مان سمجهہ، پوءِ اسان بدبختن کي ماتم ڪرڻ گهرجي ۽ مٽي ۾ مٽي وجهڻ گهرجي.

(بيت)

تاسين تون نہ فقير - جاسين سانگ سسيءَ جو
مان مليو تن جو، جسو مال مباح ڪيو.

(بيت)

هرچہ داري صرف کن در راه او
لَنْ تَنَالُوا الْبِرَّ حَتّٰي تُنْفِقُوْا

ترجمون: تو وٽ جو ڪجهہ بہ آهي اهو الله جي راهہ ۾ خرچ ڪر. نيڪي قبول نہ ڪئي ويندي جيستائين پنهنجي پياري شيءِ خرچ نہ ڪندا.

الله تعالي فرمائي ٿو: فَتَمَنَّوُا الْمَوْتَ اِنْ كُنْتُمْ صَادِقِيْنَ. معنيٰ: پوءِ موت جي خواهش ڪريو جيڪڏهن سچا آهيو. صدق موت کان سواءِ حاصل نٿو ٿئي. موت جا بہ قسم آهن. هڪڙو ظاهري، ٻيو معنوي. ظاهري موت اهو آهي تہ روح جسم کان جدا ٿئي ۽ جسم هن دنيا مان لڏي وڃي ۽ معنوي موت اهو آهي تہ روح هن بشري وجود کي وساري ڇڏي. ايتري قدر جو پاڻ کي ڳولي

تہ بہ نہ ليي.

(بيت)

چون ز خود رستي همہ حق گشتئہ
رفت ظلمت نور مطلق گشتئہ
در مقام وهم باشد ما و تو
چون نباشي تو نباشي غير او

ترجمون: جڏهن پاڻ ڪان آزاد ٿيندين تڏهن حق ٿي ويندين. اونداهي هلي ويندي ۽ تون نور مطلق ٿي ويندين. آئون ۽ تون تہ وهم آهيون، جڏهن تون نہ هوندين تہ حق ڪان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو.

ان ڪري ئي بزرگن فرمايو آهي تہ موت، فوت ڪان بهتر آهي. يعني هن جسم جو مرڻ فوت ڪان بهتر آهي. فوت اهو آهي تہ نفس جي جواهر نفسيه کي الله تعاليٰ جي ياد گيري ڪان سواءِ دنيا جي ڪمن ۾ ضايع ڪري. انهيءَ ڪان موت بهتر آهي.

(بيت)

تدبير خود امروز کن اي خواجہ کہ فردا
هر چند کہ فرياد کني سود ندارد
امروز روز فرض است فردا است روز غوغا
عاقل چرا نسازي امروز کار فردا

ترجمون: اي دوست! تدبير اج ئي ڪري وٺ جو صبحاڻي ڪيتريون بہ دانهون ڪندين ڪوبہ فائدو نہ ٿيندو. اڄوڪي ڏينهن ڪجهہ ڪرڻ فرض آهي جو صبحاڻي تہ قيامت جو ڏينهن ٿيندو. اي دانا! تون صبحاڻي جي لاءِ اڄ ڪجهہ ڇو نٿو ڪري وٺين؟

اي پيارا! حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلَام هڪڙي نهي جي خلاف ورزي ڪئي. ان سبب ڪان ڪيَس بهشت مان ڪڍي دنيا جي بيابان ۾ آندو ويو ۽ ستر سال وصال ڪان جدا رهيو، هڪڙي داڻي جي ڪري. رَبَّنَا ظَلَمْنَآ اَنْفُسَنَا. معنيٰ: اي رب! اسان پنهنجي نفسن تي ظلم ڪيو جون دانهون ڪيائين. آئون ۽ تون هن دنيا ۾ ڪئين خرار انڌ جا ڪائي ويا آهيون. امر ۽ نهيءَ جون هزارين خلاف ورزيون ڪري ويا آهيون.

(بيت)

ڪاش ڪہ مادر مرا نزادي بہ بُدي
جائي شيرم زهر دادي بہ بدي
ڪاش ڪہ هرگز نبودي نام من
تا نبودي جنبش و آرام من
ڪاش ڪہ هرگز نزادي مادرم
تا نڪردي ڪشت نفس ڪافرمُ

ترجمون: ڪاش جو ماءُ مون کي نہ ڄڻي ها تہ سٺو ٿئي ها. کير جي جاءِ تي زهر ڏي ها تہ سٺو ٿئي ها. ڪاش جيڪڏهن منهنجو نالو ئي نہ هجي ها تہ منهنجو چرڻ پرڻ ئي ڪونہ هجي ها. ڪاش جيڪڏهن ماءُ مون کي ڄڻي ئي نہ ها تہ منهنجو ڪافر نفس پوک ئي ڪونہ پوکي ها.

نفس ۽ شيطان منهنجا ۽ تنهنجا سنگتي ساٿي آهن. اهي دشمن فنا ٿيڻ کان سواءِ ڪنهن کي بہ سڌيءَ واٽ تي هلڻ نہ ڏيندا.

پهرين انهن کي نبي پاڪ ﷺ جن جي فرمان سان سڃاڻڻ کپي. مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا. معنيٰ: مري وڃو ان کان اڳي جو مرو. جيئن تہ سلطان ابراهيم ادهم رحمۃ اللہ عليہ واٽ وٺيو پي ويو. رستي تي ابليس کي بيٺل ڏٺائين جنهن جي پٺن تي لغامن جي هڙهہ هئي. بزرگ سمجهيو تہ شيطان اهي لغام اسان ۽ بين اسان جهڙن لاءِ تيار ڪيا آهن پر ابليس حضرت ابراهيم ادهم کي مخاطب ٿي چيو تہ ائين نہ آهي جيئن اوهان سمجهيو آهي. اوهان تي تہ آئون انهيءَ لغام کان سواءِ بہ سوار ٿي سگهان ٿو، هي لغام بين لاءِ آهن. ائين چئي شيطان گم ٿي ويو. حضرت ابراهيم بن ادهم پنهنجي واٽ وٺي هليو. واٽ ۾ درياءُ هو. انهيءَ جي ڪناري تي پهتو تہ ڏٺائين تہ پوڙهي عورت جيڪا ڪمزور ۽ انڌي آهي، اها دريا جي ڪناري تي پئي آهي. انهيءَ پوڙهي عورت حضرت ابراهيم ادهم کي چيو تہ اي بزرگ! خدا جي واسطي مون کي هن دريا مان اُڪار. حضرت ابراهيم ادهم چيو اچ تہ توکي پانهن مان جهلي پاڻ سان گڏ وٺي هلان. پوڙهي

عورت چيو مون ۾ اٿڻ ۽ هلڻ جي طاقت ڪونہ آهي. ائين چئي روئڻ پٽڻ شروع ڪيائين. حضرت ابراهيم ادهم کي رحم آيو ۽ پوڙهي عورت کي ڪلهن تي کڻي درياءَ ۾ گهڙيو. جڏهن وچ سير ۾ پهتو تڏهن شيطان ڳالهايو ۽ چيائين ڏسو آئون اوهان تي لغام کان سواءِ چڙهيو هلان. تڏهن حضرت ابراهيم ادهم کيس سڃاتو ۽ ڪلهن تان لاهي اُڇلايائين.

اي پيارا! ڏسو تہ الله جي واٽ ويندڙ فقيرن سان اهو دشمن شيطان ڪهڙيون ڪهڙيون حرڪتون ڪندو آهي. آئون ۽ تون تہ هن جي گهر جا غلام آهيون ۽ حق جو ڪلام ٻڌڻ کان گونگا ۽ ٻوڙا تي ويا آهيون جو حق جو ڪلام دل جي ڪنن کان سواءِ نٿو ٻڌي سگهجي.

(بيت)

هي ڪن ڏيئي ڳاڌهان ٻيا ڪن، ڳنهيج
تنين ساڻ سٽيج - سپيريان جي ڳالهڙي.

پيارا! جيڪو ماءُ جي پيٽان گونگو ڄائو هوندو سو ڪونہ ڳالهائيندو. يعني حقيقي ناطق نہ ٿيندو. پهرين پڙهيو ڪونہ، پوءِ ڪاملن جي صحبت ڪونہ اختيار ڪيائين. ٻوڙو رهيو جنهن فطرتي استعداد نہ رکيو تنهن ڪونہ ٻڌو، نڪي ڳالهايو. پوءِ ڇا ڏسندو؟ پهرين جيڪو آواز ڪن تي پهتو انهيءَ تي سوچيندو پوءِ انهيءَ کي زبان تي آڻيندو، پوءِ نظر وجهندو تڏهن انهيءَ جي ماهيت کي سمجهندو. ڪافرن ۽ منافقن جي فطرت قرآن ٻڌڻ جي نہ هئي، تنهن ڪري هيءَ آيت سڳوري نازل ٿي ۽ انهن تي عتاب جو خطاب آيو تہ: مَنْ كَانَ فِي هٰذِهٖٓ اَعْمٰى فَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ اَعْمٰى وَاَضَلُّ سَبِيْلًا. معنيٰ: جيڪو هن دنيا ۾ انڌو هوندو اهو آخرت ۾ بہ انڌو هوندو ۽ واٽ ڀُليل آئون ۽ تون ابليس کان ڪيئن بچي سگهنداسين جو هٿ ٻڌيو سندس حڪم ۾ بيٺا آهيون. اسان کي گهرجي تہ انهيءَ ڪم لاءِ الله وارن کان مدد وٺون جو انهن جي صحبت وجود جي ٽامين جي لاءِ اڪسير جو حڪم رکي ٿي. حضرت خواجه عبيدالله احرار رحمۃ الله عليه جي باري ۾ هڪڙو نقل آهي تہ پاڻ پنهنجي دوستن کي فرمايائون تہ جمعہ جي

ڏينهن هڪڙي ساعت دعا جي قبوليت جي آهي. جيڪڏهن اها ساعت اوهان کي ملي تہ اوهان ڪهڙي دعا گهرندا؟ هر ڪنهن پنهنجي خواهش بيان ڪئي. تڏهن پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن اسان کي اها ساعت ملي تہ اسين الله تعالىٰ کان الله وارن جي صحبت جو سوال ڪنداسين ۽ دعا قبول ٿي تہ سدائين الله وارن جي صحبت ۾ رهنداسين ۽ ڪڏهن بہ انهن کان جدا نہ ٿينداسين. اي پيارا! خواجه عبيدالله احرار رحمۃ الله عليه پاڻ بہ الله وارو هو پر مريدن کي شوق ڏيارڻ لاءِ ائين فرمايائون. ڪهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو تہ:

(بيت)

يڪزمانہ صحبت با اوليا ءِ - بهتر از صد سالہ طاعت بي ريا
هرڪہ خواهد همنشيني باخدا - گو نشيند در حضور اولياءِ
هرڪہ شد دور از حضور اولياءِ - در حقيقت گشت او دور از خدا
از حضور اولياءِ دوري نشايد - ڪہ از دوري خسريها فزايد

ترجمون: هڪڙي گهڙي الله وارن جي صحبت سو سالن جي بي ريا عبادت کان بهتر آهي. جيڪو بہ الله سان گڏ رهڻ چاهي، ان کي چئو تہ الله وارن سان گڏ ويهي. جيڪو الله وارن کان پري ٿيو اهو درحقيقت الله تعالىٰ کان پري ٿيو. الله وارن کان پري نہ ٿيڻ گهرجي جو الله وارن کان پري ٿيڻ سان نقصان ٿيندو.

اي پيارا! طالب کي گهرجي تہ دنيا جي ڄار مان آزاد ٿي الله تعالىٰ ڏانهن توجه ڪري. حافظ شيرازي رحمۃ الله عليه ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

حافظا مي خورۡ رندي ڪن خوش باش وي
دام تزوير مڪن چون دگران قرآن را

ترجمون: اي حافظ! شراب پي رند ٿي خوش رهہ پر قرآن کي دگران وانگر مڪر جو ڄار نہ بناءِ.

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ اَلدُّنيَا جِيفَةٌ وَطَالِبُهَا كِلَابٌ.

معنيٰ: دنيا ڍونڍ آهي ۽ دنيا جا طالب ڪتا آهن.

(بيت)

سگ دون همت استخوان جويد - بچہ شير مغز جان جويد

ترجمون: ڪتو ڪميڻو هڏو ڳوليندو آهي. شينهن جو ٻچو مغز

ڳوليندو آهي.

شينهن جو ٻچو الله تعالى جي طالب جو ڪنايو آهي جو طَالِبُ الْمَوْلٰي مُذَكَّرٌ آهي. مردن جي مجمع ۾ زالن، طَالِبُ الْعُقْبٰي جي ڳالهه ڪي نہ آندوسين جو طَالِبُ الْعُقْبٰي مُؤَنَّثٌ معنيٰ جنت جو طالب زال وانگر آهي ۽ طَالِبُ الدُّنْيَا مُخَنَّثٌ معنيٰ دنيا جو طالب ڪدڙو آهي. انهن ڪي ڇڏيوسين تہ مردن جي لڙهيءَ ۾ زالون ۽ ڪدڙا داخل نہ ٿين. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روضيءَ ڌڻي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ جن هي بيت فقيرڪي ٻن طريقن سان سمجهائيندا هئا. ابتدا ۾ فرمائيندا هئا:

(بيت)

مرد آن باشد ڪہ باشد شه شناس
تا شناسد شاه را در هر لباس

ترجمون: مرد اهو آهي جيڪو بادشاهہ ڪي سڃاڻي تہ بادشاهہ ڪي هر لباس ۾ سڃاڻي.

۽ آخر ۾ جيڪو ڪمال جو درجو آهي، تڏهن هن طريقي سان خطا فرمائيندا هئا:

(بيت)

مرد آن باشد ڪہ باشد خود شناس
تا شناسد خويش را در هر لباس

ترجمون: مرد اهو آهي جيڪو خود شناس هجي تہ پاڻ ڪي هر لباس ۾ سڃاڻي.

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ: مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ. معنيٰ: جنهن پاڻ ڪي سڃاتو تنهن رب ڪي سڃاتو. منهنجا عزيز! اهل ڪمال جي صحبت ڪان سواءِ اها سڃاڻپ محال آهي ۽ مشڪل آهي. جيئن تہ انسان ساري موجودات جو جامع آهي ۽ موجودات جون صفتون جيڪي پڪي ۽ جانور ۽ جن ۽ حيوان ۽ شيطان ۾ آهن ۽ انهن جا اخلاق ۽ افعال هن ظاهري صورت واري جانورن جهڙي انسان ۾ موجود آهن، نہ انسان ڪامل ۾ جيڪو انهن صورتن ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪري چڪو آهي ۽ فَنَاءُ الْفَنَاءِ ۽ بَقَاءُ الْبَقَاءِ جي مقام تي پهچڻ جو شرف حاصل ڪري چڪو

آهي. اهو ماڻهو جيکو جانورن واريون صفتون رکي ٿو، يعني گمراهہ آهي انهيءَ جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: يَنْظُرُوْنَ اِلَيْکَ وَهُمْ لَا يُبْصِرُوْنَ. معنيٰ: اهي اوهان ڏانهن نهارين پيا پر اوهان کي ڏسن کونہ ٿا. اها آيت نبي ڪريم ﷺ جي شان ۾ آهي پر انسان ڪامل تي ناطق آهي. ڏاڍو سٺو چيو جنهن بہ چيو تہ:

(بيت)

نہ بشر خوانمت اي دوست نہ حور و پري
اين همہ بر تو حجاب است تو چيزي ديگري

ترجمون: اي دوست! آئون توکي نہ بشر چوندس نہ حور پري. اهي سڀ توتي حجاب آهن تون ٻي شيءِ آهين.

مولانا رومي رحمه الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

ڪافران ديدند احمد را بشر
چون نديدند از وي آ شق القمر
زانکہ او ڪف ديد دريا را نديد
زانکہ حالي ديد فردا را نديد

ترجمون: ڪافرن حضرت محمد مصطفيٰ، احمد مجتبيٰ ﷺ جن کي بشر ڏٺو جڏهن تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان چنڊ چيرڻ جو معجزو ڪونہ ڏٺائون. ڇو تہ هن گجي ڏٺي دريا ڪونہ ڏٺو ڇو تہ اڄ کي ڏٺائون صبحاڻي کي ڪونہ ڏٺائون.

اهڙو ماڻهو جيکو انسان ڪامل آهي، اهو نائب منيب آهي. انبياءَ آهن ۽ اولياءَ آهن جو اولياءَ علماءِ حق آهن نہ اهي علماءِ جيکي دنيا جي لاءِ پڙهيا آهن ۽ علم کي دنيا حاصل ڪرڻ جو وسيلو بنايو اٿن ۽ پاڻ کي هلاڪت جي کُن ۾ اڇلايو اٿن. اَفَرَاَيْتَ مَنِ اتَّخَذَ اِلٰهَه هَوَاهُ. معنيٰ: پوءِ انهيءَ کي ڏٺو اٿئي جنهن پنهنجي سڌن کي خدا بنايو آهي. اهو خطاب انهن جي مٿي تي غضبناڪ عتاب تي آيو آهي.

(بيت)

ما ز قرآن مغز را برداشتيم
استخوان پيش سگان انداختيم

ترجمون: اسان قرآن مان مغز کي کنيو آهي، هڏا کتن جي لاءِ اڇلائي ڇڏيا اٿئون.

هڏا دنيا جا مفاد آهن جن جي لاءِ دين متين کي برباد کيو اٿن. هن حديث اَلدُّنيَا جِيفَةٌ وَطَالِبُهَا كِلَابٌ. معنيٰ: دنيا ڍونڍ آهي ۽ دنيا جا طالب کتا آهن، تي نظر کونہ کيائون ۽ پاڻ کي بي صبر بنائي الله تعاليٰ کان پري ٿيا.

(بيت)

سگ دون همت استخوان جويد - بچہ شير مغز جان جويد

ترجمون: کتو کميڻو هڏا ڳوليندو آهي، شينهن جو ٻچو مغز ڳوليندو آهي.

اي پيارا! جڏهن هي نفس امارو نافرمانيءَ کان باز آيو ۽ گناهن کي ڇڏيائين ۽ الله ۽ الله جي رسول ﷺ جن جي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ جي لاءِ تيار ٿيو، تڏهن اهو نفس اماره نفس لوامه ٿي ويندو. پوءِ جيڪڏهن اتفاق سان شرعي احڪامن جي خلاف ورزي ڪري ويو تہ پاڻ کي ملامت ڪندو، توبه ۽ زاري ڪندو، آهون ۽ دانهون ڪندو، بيقرار ٿيندو ۽ رَبَّنَا ظَلَمْنَا أَنْفُسَنَا وَإِنْ لَّمْ تَغْفِرْلَنا وَتَرْحَمْنَا لَنَكُونَنَّ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ. معنيٰ: اي اسان جا رب! اسان پاڻ تي ظلم ڪيو ۽ جيڪڏهن تو اسان کي نہ بخشيو ۽ اسان تي رحم نہ ڪيو تہ اسين نقصان وارن مان ٿينداسين، کي دل ۽ زبان جو ورد بنائيندو ۽ آيت سڳوري: رب اني مسني الضر وانت ارحم الراحمين. معنيٰ: اي رب! مون کي تڪليفون گهيرو ڪري ويون آهن ۽ تون سيني رحم ڪرڻ وارن کان وڌو رحم ڪرڻ وارو آهين کي شعار بنائيندو. وَقَالَ نُوحٌ رَّبِّ لَا تَذَرْ عَلَى الْأَرْضِ مِنَ الْكَافِرِيْنَ دَيَّارًا. معنيٰ: نوح چيو تہ اي رب! ڪافرن جو پونگو بہ زمين تي نہ ڇڏ. ان مان طالب هي مراد وٺي ٿو تہ روح چيو تہ اي رب! دل جي زمين ۾ ڪافرن کي نہ ڇڏ. جيڪي نفساني ۽ شيطاني وسوسا آهن، سي مون کان پري ڪر، کي ورد بنائيندو آهي. وري دانهون ڪندو ۽ دعائن ۾ مشغول ٿيندو آهي ۽ ائين چوندو آهي جيئن بيبي آسيہ فرعون جي گهر واريءَ چيو هو تہ: رَبِّ ابْنِ لِي عِنْدَكَ بَيْتًا فِي الْجَنَّةِ وَنَجِّنِي مِنْ فِرْعَوْنَ وَعَمَلِه نَجِّنِي مِنْ

اَلْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ. اي رب! منهنجي لاءِ پاڻ وٽ جنت ۾ گهر بناءِ ۽ مون کي فرعون ۽ ان جي عمل کان نجات ڏي ۽ مون کي ظالمن جي قوم کان نجات ڏي. سندس دعا قبول ٿي ۽ نفس کافر جيڪو فرعون آهي، تنهن کان کيس آزادي ملي ۽ انهيءَ وقت طالب نفس لوامه جي حال مان نڪري نَفْسِ مُطْمَئِنَّہ جي حال ۾ پهچي ويندو آهي. جيئن تہ سيئي سهڻيون عادتون ۽ ظاهر باطن جا نيڪ ڪم کيس حاصل ٿي ويندا آهن. يَوْمَ تُبَدَّلُ الْاَرْضُ غَيْرَ الْاَرْضِ. معنيٰ: جنهن ڏينهن زمين ٻي زمين ۾ تبديل ٿي ويندي. يعني سندس دل جي زمين ٻيو رنگ وٺندي ۽ جسم هوندي بي جسم ۽ جان هوندي بي جان ٿي ويندو. ان وقت کيس فنا جو درجو حاصل ٿيندو آهي. پوءِ ڪجھ سال انهيءَ حال ۾ حيران ۽ سرگردان بي جسم ۽ بي جان ۽ بي خود ٿي بيخوديءَ جي درياءَ ۾ ٻيو ٽٻيون هڻندو آهي. ويهہ سال يا ٽيهہ سال مٿو مٿي ڪونہ ڪڍندو آهي.

حضرت خواجه بهاءُ الدين شاهہ نقشبند رحمة الله عليه جن لکيو آهي تہ هڪڙو بزرگ چوندو هو تہ ٽيهہ سال ٿيا آهن جو ڪوشش ڪريان ٿو تہ هڪڙي گهڙي غافل ٿيان پر غفلت جي طاقت نہ اٿم.

اسان جي ياڻرن مان هڪڙو فقير رحيم ڏنو رحمة الله عليه ٻہ يارهن سال انهيءَ حال ۾ رهيو آهي، موٽي نہ آيو آهي ۽ چوي ٿو تہ مون کي الهام ٿيو آهي تہ توکي پندرهن سال انهيءَ حال ۾ لڳندا.

اي پيارا! جڏهن فَنَاءُ الْفَنَاءِ جو درجو حاصل ٿيو تڏهن بقاءُ البقا اچي معرفت کي وڌائيندي. تڏهن هن بيت کي عادت بنائي پڙهندو رهجي:

(بيت)

هر کرا آن آفتاب اينجا بتافت
آنچہ آنجا وعده بُد اينجا بيافت

ترجمون: جنهن تي اهو آفتاب هن جاءِ تي چمڪيو، انهيءَ جيڪو هتي جو وعدو هو سو هتي حاصل ڪيو.

۽ هي بيت بہ پڙهي:

(بيت)

امروز چون جمال تو بي پرده ظاهر است
در حيرتم کہ وعده فردا برائي چيست

ترجمون: اڄ جڏهن تنهنجو جمال بنا پردي جي ظاهر آهي، حيران آهيان تہ صبحاڻي جو وعدو ڇا لاءِ آهي؟

۽ مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ. معنيٰ: جنهن پنهجو پاڻ کي سڃاتو تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو جي حقيقت اُن تي ظاهر ٿيندي آهي ۽ غيب مان آواز ٻڌندو آهي: يَآ اَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ارْجِعِيْٓ اِلٰي رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً. معنيٰ: اي مطمئنه نفس! تون پنهنجي رب ڏانهن رجوع ڪر هن حال ۾ جو تون الله کان راضي آهين ۽ الله توکان راضي آهي. پوءِ داخل ٿي جَنّٰتُ الْمَاْوٰي ۾ ڪنايو آهي نماز جو. ڇاڪاڻ تہ اَلصَّلٰوةُ مِعْرَاجُ الْمُؤْمِنِ. معنيٰ: نماز مؤمنن جو معراج آهي. اهو ئي سبب آهي جو اصحابن جي اڳواڻ نبي پاڪ ﷺ جي يار غار حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه نعرو هنيو: يَالَيْتَ كُنْتُ سَهْوَ مُحَمَّدٍ. معنيٰ: اي ڪاش! آئون حضرت محمد ﷺ جن جي سهو هجان ها. معراج جي رات سرور ڪائنات ﷺ جن کي معراج ڪرايائون. جبريل عَلَيْهِ السَّلَام سِدْرَةُ الْمُنْتَهٰي وٽ بيهي رهيو. نبي ڪريم ﷺ جن اڳتي هليا تانجو انهيءَ مقام تي پهتا جنهن کان اڳتي ڀي ڪا جاءِ ڪون هئي. عشق جي جوش ۽ محبت جي ڪمال ۾ ارادو ڪيائون تہ قدم اڳتي رکان. آواز آيو تہ قِفْ يَا مُحَمَّدُ ﷺ! معنيٰ: اي محمد ﷺ بيهہ. فَاِنَّ اللّٰهَ يُصَلِّيْ. معنيٰ: بيشڪ الله تعاليٰ نماز ٿو پڙهي. ٿي سگهي ٿو تہ بيهڻ جو امر قدم جي ڪوتاهي سبب هجي. يعني بيهہ اي محمد ﷺ! ۽ اڳتي قدم نہ رک جو نماز جيڪا وجوب جي مرتبي مان ظاهر ٿي آهي ۽ ذات باري تعاليٰ جي هيڪڙائي ۽ پاڪائي اها جاءِ آهي، جتي قدم رکڻ جي جاءِ نہ آهي. گنجائش ڪونہ آهي پر الله تعاليٰ جي حمد ڪري سگهجي ٿي ۽ نظر جي بہ منع نہ آهي ۽ استعداد مطابق نظر جي گنجائش بہ آهي.

(مصرع)

بلا بودي اگر اين هم نبودي

ترجمون: آزمائش هجي ها جيڪڏهن اها گنجائش بہ نہ هجي ها.

۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جن جي تمنا ۽ سوال بہ انهيءَ نماز جي سهو جو هو، نہ هن نماز جي سهو جو جيڪا آئون ۽ تون پڙهندا آهيون ۽ قيام، قعدو، رڪوع ۽ سجدا ڪندا آهيون. اي پيارا! انهن سيني ڪمن جي صورت آهي ۽ حقيقي آهي نہ اها جنهن ۾ آئون ۽ تون مشغول آهيون. پولڙي وانگر جيڪو ڪانيءَ کي سجدا تو ڪري ۽ دعا لاءِ هٿ ٿو کڻي. آئون ۽ تون بہ انهن ڪمن جي حلاوت ۽ مٺاڻ ايترو ئي سمجهون ٿا جيترو اهو ويچارو پولڙو سمجهي ٿو، جيڪو ڪاني کي ڏسي سجدو ڪري ٿو ۽ اسين بُڌي ٿا ڪريون تہ آخرت ۾ عذاب آهي ۽ سزا آهي ۽ دوزخ ۽ بهشت آهن. پوءِ اسان جي عبادت ڊپ جي ڪري آهي يا اميد جي ڪري. بلڪ اهو بہ ڪونہ هوندو آهي ۽ رڳو دنيا لاءِ هوندي آهي جو دنيا ئي اسان جو ڪعبو آهي.

(بيت)

هر ڪسي را بهر ڪاري ساختند
ميل آن را در دلش انداختند

ترجمون: هر ڪنهن کي ڪنهن ڪم لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ جي ئي محبت سندس دل ۾ وڌي وئي آهي.

قلم ۽ مس سان ڪاغذ ويچارو ڪارو ٿي ويو آهي. مون کي ۽ توکي انهيءَ ڪاراڻ مان کهڙي روشني ملندي. اچ تہ ٻئي گڏ هي چند گهڙيون حياتيءَ جون جيڪي باقي بچيون آهن سي صحبت ۾ گڏجي گذاريون تہ ايمان جي حلاوت (مٺاڻ) حاصل ڪريون. وَالسَّلَامُ عَلٰى مَنِ اتَّبَعَ الْهُدٰى وَاتَّبَعَ مُتَابَعَةَ الْمُصْطَفٰى عَلَيْهِ وَعَلٰى آلِهٖ اَفْضَلُ الصَّلَوٰاتِ وَ اَكْمَلُ التَّحِيَّاتِ وَالتَّسْلِيْمَاتِ.

# مڪتوب ستيتاليهون

عبدالرزاق ممبئي بندر واري ڏانهن

انهيءَ بيان ۾ تہ هي ڪجهہ نصيحتون خاص طالب جي

لاءِ آهن ۽ نفس جي حقيقت سڃاڻڻ جي باري ۾. انهيءَ سان مناسب ڪجهہ پيون ڳالهيون.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن و امان، دين جو ياءُ ميان عبدالرزاق رب پاڪ کيس سلامت رکي.

سلامن ۽ خير جي دعائن کان پوءِ اوهان کي معلوم هجي تہ اوهان عبد ۽ رزاق جي معيت کي عبد کان سواءِ حاصل ڪريو جو عبد اضافي آهي. نہ ظاهر جي اعتبار سان نہ حقيقت جي اعتبار سان. جيڪڏهن حقيقت تي نظر ڪبي تہ هي عبد بہ اللہ تعالیٰ جي اسمن مان هڪڙو اسم آهي. ۽انهي کي پنهنجي انهيءَ اسم سان سرفراز فرمايائين جو عبد ۽ رزاق جو مبدءِ هڪڙو آهي. بعض عام ماڻهو عبدالرزاق جي لفظ کي فقط رزاق چئي سڏيندا آهن. اهو سڏڻ بہ في الحقيقت انهيءَ ڪان ئي آهي پر جيڪڏهن حقيقت تي نظر ڪبي تہ حقيقت جي نسبت سان اهي ٻئي لفظ بي جهت ۽ بي ڪيفيت آهن. بي جهت ۽ بي ڪيفيت ڪان آيا آهن. بزرگ ڪهڙو نہ سنو چيو آهي:

(بيت)

مرد آن باشد ڪہ باشد شہ شناس

مي شناسد شاه را در هر لباس

ترجمون: مرد اهو آهي جيڪو بادشاهہ کي سڃاڻندو هجي ۽ بادشاهہ کي هر لباس ۾ سڃاڻي.

اهو بي جهت ۽ بي ڪيف قسمن قسمن جا لباس پائي هُن جهان مان هِن جهان ۾ آيو ۽ هِنن ۽ هُنن نالن سان سڏيو ويو. ڪهڙو نہ سنو چيو جنهن بہ چيو:

(بيت)

آن خدا بي نام بانام آمده – از برائي ذوق پنهان آمده

در لباس خلق خود را سرڪرد – اين و آن ناميد مڪار آمده

مڪر پاءِ با خدا خود ميڪند – اي بسا فتنہ ڪہ بيچون آمده

ترجمون: اهو خدا نالي کان سواءِ نالي سان آيو، ذوق جي لاءِ مخفي

تي آيو. خلق جي لباس ۾ پاڻ کي راز بنايائين، هي ۽ هو نالو رکي تدبير سان آيو. خدا سان تدبيرون پاڻ تو ڪري، ڪيترا ئي امتحان ماٺ ۾ ئي اچي ويا.

اي پيارا! رزاق تنهنجي حقيقت آهي ۽ عبد تنهنجي صورت آهي. حقيقت ۽ صورت ٻئي هڪ آهن. رزاق ۽ مرزوق کي هن طرح سمجهڻ گهرجي تہ حقيقت ۾ توکان سواءِ ٻيو ڪو نہ آهي. ان تي حديث شريف: مَنْ عَرَفَ نَفْسَہٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّہٗ ناطق آهي. يعني جنهن پاڻ کي سڃاتو، تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو. هڪڙي مريد مرشد کي لکيو تہ باطن جي ڪم جي پٺيان لڳو آهيان. مرشد چيو تہ الله تعاليٰ هر ڪنهن کي پهتل ماڻهوءَ وٽ پهچائي تہ نفس جي حقيقت کان آگاهہ ٿئي ۽ حقيقي محبوب کي حاصل ڪري، آمِيْنَ يَا رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ. باطن جو دريا اسرارن سان مالامال آهي. چاهيوسين تہ انهيءَ مان ڪجهہ ٿوري شرح بيان ڪريون، پر لڙڪ لکڻ نٿا ڏين.

(بيت)

بهر رنگي کہ خواهي جامہ مي پوش
کہ من آن جلوه قدمي شناسم

ترجمو: جهڙا بہ ڪپڙا پائيندين پر آئون تہ انهيءَ قد جي جلوه کي سڃاڻان ٿو.

ٻيو بيت

لٿو ڪم ڪيچين جو، ڇڏي هليا مون،
يا الله تون، هوتن تان هيڏي ڪئي.

ٽيون بيت

عاشق کہ شد کہ ياد بحالش نظر نکرد
ايخواجہ درد نيست وگرنہ طبيب است

ترجمو: اهو عاشق ڪهڙو جنهن جي حال تي يار نظر نہ ڪري. اي دوست! درد ئي ڪونہ آهي ورنہ طبيب آهي.

اي پيارا! درد حاصل ڪريو تہ ٻنهين جهانن کان آجا ٿيو. جيڪڏهن ماڻهن کي درد جو قدر هجي تہ سڀ ماڻهو الله تعاليٰ کان رڳو درد گهرن.

(بيت)

دردا ڪہ در دريا شما درد يار نيست
آنرا ڪہ درد يار بود در ديار نيست

ترجمون: افسوس جو اوهان جي ملڪ ۾ يار جو درد نہ آهي. جنهن ڪي يار جو درد هجي، سو ملڪ ۾ ئي ڪونہ آهي.

اي پيارا! درد جي غلبي سان مرد فرد جي مقام تي پهچندو آهي. ان ڪان پوءِ ئي الله تعاليٰ جي فردانيت جا جلوا ڏسبا آهن. جيستائين پنهين جهانن ڪان آجو نہ ٿيندين، الله تعاليٰ جي فردانيت ڪي نہ پهچي سگهندين. اي عزيز! مڪتوبات ذاڪر رحمة الله عليه اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن بہ پڙهندا هئا. هڪڙي ڏينهن درگاهہ مبارڪ ۾ گهر ڌاهڻ جي لاءِ مٽي ڪٽي رهيا هئاسين تہ بنده کيءِ سڏ ڪري پنج ڇهہ مڪتوب، مڪتوبات مان پڙهي ٻڌايائون. شوق ۽ ذوق بيحد پيدا ٿيو، جيڪو لکڻ ڪان ٻاهر آهي. هن لکت تي جيڪڏهن اوهان ۽ اسين عمل ڪريون تہ ٻنهين جهانن ڪان بي پرواهہ ٿي وڃون ۽ اهو ڪجهہ حاصل ڪري وٺون جو ڪجهہ حضرت روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَاليٰ عَنَه جن حاصل ڪيو هو. ڪاغذ پورو ٿي ويو، ڳالهہ اڃا باقي آهي. سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس کي چوندا.

# مڪتوب انيتاليهون

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو

. پنهنجي عاجزي، نياز، هيٺائي، انڪساري ۽ ڪمزوري جي بيان ۾ ۽ پيون بہ ڪي ڪيفيتون عرض ڪيون هئائين، انهيءَ تحرير جي جواب ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن و امان، ميان عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلام مسنون ۽ خيريت جي دعا ڪان پوءِ نيڪ روشن هجي تہ اوهان ڀائرن جو مڪتوب مرغوب پهتو. خوشي حاصل ٿي.

منجهس لکيل سمورو احوال معلوم ٿيو. اوهان پنهنجي عاجزي، نياز، هيٺائي، انڪساري ۽ ڪمزوريءَ جي بيان ۾ ۽ انهيءَ سان مناسب ٻيون به ڪي ڳالهيون لکيون آهن، تن جي پڙهڻ سان ڏاڍو لطف حاصل ٿيو. پيارا! الله تعاليٰ اوهان ياڻرن ڪي پنهنجي انعام ۽ احسان جو گهڻو حصو بخشيو آهي ۽ ٻيو ته اوهان پنهنجي گهر وارن ۽ مائٽن جي باري ۾ جوڪجهه لکيو آهي، ان لاءِ عرض ته منهنجا پيارا! حديث شريف ۾ آيو آهي ته: اَلْاَقَارِبُ كَالْعَقَارِبِ. معنيٰ: ويجها مائٽ ٻڇون هوندا آهن.

(بيت)

اَقَارِبُ كَالْعَقَارِبِ فِيْ اِزَاهَا - فَلَمْ تَفْرَحْ بِعَمٍّ اَوْ بِخَالٍ
وَكَمْ عَمٍّ يَجِيْءُ الْغَمَّ مِنْهُمْ - وَكَمْ خَالٍ عَنِ الْاِحْسَانِ خَالٍ

ترجمون: ويجها مائٽ ڏکوئڻ ۾ ٻڇن وانگر هوندا آهن، پوءِ چاچي ۽ مامين تي خوش نه ٿي. ڪيترن ئي چاچن کان ڏک پهچندو آهي ۽ ڪيترا ئي ماما احسان کان خالي هوندا آهن.

طالب کي وڏي همت کپي. جيئن ته ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

کارکن کار بگذار از گفتار - کاندرين راه کار دارد کار

ترجمون: ڪم ڪر ڪم ڳالهيون ڇڏي ڏي جو هن واٽ ۾ رڳو ڪم ئي ڪم آهي.

اَلْوَقْتُ سَيْفٌ قَاطِعٌ، وقت وڍيندڙ تلوار آهي. وقت کي غنيمت ڄاڻو ۽ حضور جي دل سان الله سان گذاريو.

(بيت)

چون دکان کرم است متاعي بگير
که ناگاه گويند بازار رفت

ترجمون: جڏهن ته ڪرم جو دڪان آهي ته وکر وٺ جو اوچتو چوندا ته بازار کڄي وئي.

اي پيارا! يقين ڄاڻو ته هن فقير کي اوهان جي هدايت جو احساس تمام گهڻو آهي ته الله تعاليٰ اوهان کي سنئين راهه سُنهائي پر ڇا ڪجي جو اهو ڪم صحبت سان تعلق رکي ٿو. الله تعاليٰ پنهنجي ڪرم سان اوهان کي نصيب فرمائي. مثل مشهور

آهي تہ جيڪڏهن ٻہ دليون گڏجي هڪ ٿين تہ جبل کي ڳار
سگهن ٿيون. المقصد تہ اي پيارا! جبل مان مراد نفس آهي ج
گهڻا بزرگ هن جي اڳيان عاجز ٿيندا رهيا آهن. سالن جا سا
مشقتون ۽ رياضتون ڪري انهيءَ هستيءَ جي جبل کي پڳو اٿن
مقام تي پهتا آهن ۽ ڪنهن اڪين واري جي نظر سان نفس جي
حقيقت کي سڃاتو اٿن ۽ ان کان پوءِ ٻنهين جهانن جي عيوض
انهيءَ محبوب حقيقيءَ کي حاصل ڪيو اٿن. ڪنهن بزرگ چيو
آهي:

(بيت)

تا نيفتنند برتو مردي را نظر - از وجود خويش کي يابي خبر

ترجمون: جيستائين توتي ڪنهن مرد جي نظر نہ پوندي
تيستائين تون پاڻ کي ڪيئن سڃاڻي سگهندين؟

ٻيو بيت

ياد است مرا اين سخن از صاحب دردي
مرد نشوي تا نکني خدمت مردي

ترجمون: مون کي درد واري جي هيءَ ڳالهہ ياد آهي تہ تون مرد نہ
ٿيندين جيستائين ڪنهن مرد جي خدمت نہ ڪندين.

ٽيون بيت

همت بلند بايد عشاق مست مئي را
مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

ترجمون: عاشق مئي پياڪ مست کي وڏي همت گهرجي ڪمزور
ماڻهون عاشقن سان گڏ ڪونہ هلي سگهندو.

محبوب حقيقي جي طرفان ڏکن ۽ تڪليفن کان منهن نہ
موڙڻ گهرجي. دوست جي طرفان جوڪجهہ بہ ملي تنهن کي
خوشيءَ سان قبول ڪرڻ گهرجي. هن راهہ ۾ جان قربان ڪر
گهرجي.

(بيت)

جان بجانان ده واگر نہ از تو بستاند اجل
خود تو منصف باش حافظ اين نکو يا آن نکو

ترجمون: جان دوست کي ڏي نہ تہ اجل توکان وٺي ويندو. تون پاڻ
فيصلو ڪر حافظ تہ هي سٺو يا هو سٺو.

بيت سنڌي

ڏوتين چيس ڏور - ڪيچ پراهون پنڌ ٿيو
پاڻان پيئي پور - وک وڌائي وتري.

منهنجا پيارا! هن واٽ ۾ جان قربان ڪرڻ سان ٻنهي جهانن جي سرفرازي حاصل ٿيندي آهي. جنهن جان ڏني، تنهن راز حاصل ڪيو. (بيت)

سر در قدم يار فدا شد چہ بجاشد
اين بار گران بود ادا شد چہ بجاشد

ترجمون: سر يار جي قدمن ۾ قربان ٿيو ڪهڙو نہ سٺو ٿيو، هي گرو بار هو ادا ٿيو ڪهڙو نہ سٺو ٿيو.

ياءِ عبدالرزاق کي سلام چئي ڪيس هي بيت ٻڌائيندا: (بيت)

دوستان را ياد ڪردن عار نيست
ذره ڪاغذ بصد دينار نيست

ترجمون: دوستن کي ياد ڪرڻ ڏوھ نہ آهي، ڪاغذ جو ٽڪرو سو روپين جو ڪونہ آهي.

بزرگن چيو آهي تہ خط اڌ ملاقات آهي. اچي وڃي نٿو سگهجي تہ بہ لک پڙھہ نہ ڇڏڻ ڪپي. ٻيو تہ اوهان لکيو آهي تہ خليفي محمد ملوڪ ممبئي جي رستي ملبار جي واٽ ورتي آهي. پيارا! انهيءَ ياءَ پهرين هن طرف جي راهہ ورتي هئي ۽ ٻين دوستن ان کان پوءِ سندس تابعداري ڪئي. حديث شريف ۾ آهي تہ جنهن بہ ڪنهن چڱي ڪم جي شروعات ڪئي تہ ان لاءِ ان جو اجر بہ آهي ۽ ڪيس انهيءَ جي ثواب جيترو ثواب بہ ملندو جنهن سندس تابعداريءَ ۾ اهو چڱو ڪم ڪيو. جيئن تہ مقتديءَ جي سهو امام تي آهي، پوءِ جيڪي متابعت ڪري امام جي پٺيان لڳا آهن، انهن جو ڏوھہ ۽ ثواب بہ امام تي آهي. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن نقل ٻڌائيندا هئا تہ هڪڙو مسافر ڪنهن بزرگ جي مسجد ۾ ويو. بزرگ مسافر کي مسجد ۾ رهڻ نہ ڏنو. مسافر ٻي مسجد ۾ ويو. انهيءَ مسجد جو متولي نابين هو پر پنهنجي حال سارو مسافر

جي خدمت ڪيائين. صبح جو مسافر ويو هليو پر نابين جي اکين جي نظر صحيح ٿي وئي. ڳوٺ جا ماڻهو اچي گڏ ٿيا. انهن ۾ اهو بزرگ بہ هو جنهن مسافر کي مسجد ۾ رهڻ نہ ڏنو هو ۽ مسجد جي متولي ڪان اکين جي نظر صحيح ٿيڻ جو احوال پڇيائين. هُن چيو تہ رات هڪڙو مسافر آيو. مون انهيءَ جي خدمت ڪئي. صبح جو منهنجي اکين جي نظر صحيح ٿي وئي. بزرگ چيو تہ اها نعمت منهنجي لاءِ آئي هئي پر مون پنهنجي هٿ سان تو ڏانهن رواني ڪئي.

منهنجا پيارا! اهو سير، سلوڪ ۽ عروج ۽ نزول اسان جي لاءِ هو پر اسان پنهنجي هٿ سان خليفي محمد ملوڪ کي ڏئي ڇڏيو. منهنجا پيارا! هرڪا سهو ۽ غلطي جيڪا هن اڻ پڙهيل جي لکت ۾ هجي، اها معاف ڪندا. جتي ڪو مرد هوندو، اُتي هڪڙو اکر ئي ڪافي آهي. عاقل لاءِ اشارو ئي ڪافي آهي.
وَالسَّلَامُ عَلٰي مَنِ اتبَعَ الْهُدٰي وَالْتَزَمَ مُتَابِعَةَ الْمُصْطَفٰي ﷺ.

# مڪتوب اوڻونجاهون

مياں عبدالخالق ڏانهن لکيو ويو هن بيان ۾ تہ ايمان جو دارومدار عشق ۽ محبت تي آهي ۽ انهيءَ معنيٰ سان محبت ۽ عشق واجب آهي، بلڪ فرض آهي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، دوست اهل الله، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن و امان، ميان عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. عزت احترام ۽ محبت سان عرض آهي تہ اوهان ياڻرن جو پيار پريو خط پهتو ۽ احوال معلوم ٿيو. اوهان جو خط پهچڻ وقت هي دعاگو هتي موجود ڪونہ هو جو حضرت مرشد سائين ادام الله برڪاته جي حڪم سان ويل هئس ۽ پنج ڇهہ ڏينهن گهٽ ٻن مهينن جي مدت گذرڻ ڪان پوءِ هتي واپس پهتس ۽ اوهان پيارن جو خط پڙهيم. پڙهڻ ڪان اڳ رڳو ڏسڻ سان ئي دل جهمي پيئي ۽ اکين مان لڙڪ جاري ٿي ويا. اي پيارا! الله تعاليٰ اوهان ياڻرن کي جلد صحتياب ڪري، پنهنجي

ڪرم ۽ احسان سان شفا ڪامل عطا فرمائي. اڄڪلهہ اوهان پيارن جهڙو ٻيو ڪير بہ ڪونہ آهي جيڪو هن عاجز فقير کي لک پڙهہ جي ذريعي ياد ڪري. مون کي الله تعاليٰ جي رحم ۽ ڪرم جي پوري اميد آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجي محبت، شوق، ذوق ۽ عشق اوهان کي عطا فرمائيندو.

اي پيارا! درد الله تعاليٰ جي نعمتن مان عظيم نعمت آهي جو جنهن کي محبت نہ آهي، ان جو ايمان بہ نہ آهي. بيشڪ محبت ايمان جو شرط آهي. جيڪڏهن شرط موجود نہ هوندو جيڪا محبت آهي تہ پوءِ مشروط ڪيئن رهندو جيڪو ايمان آهي.

اي پيارا! انهيءَ نعمت جو شڪرانو اسين هرگز ادا نٿا ڪري سگهون. اوهان بہ تڪليفن ۾ خوش ٿيو ۽ غم ۽ الم جي محبت کان منهن نہ موڙيو جو اصل مقصد درد آهي. جيئن تہ حضرت شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

جان کي سڪڻ سک، جان کي پس سڪنديون
بار مٿي تن ملڪ، لکي ليا ڪا پائين جي

فقير کي هي خط لکائڻ وقت سڀ ڳالهيون وسري ويون ۽ اهڙي حالت تي جو ڪجهہ بہ ياد نہ رهيو. جيئن تہ شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

چيتاري چوندياس ڳالهيون سيئي کي سڄڻ
جڏهين منهن مقابل ٿياس تڏهين سڀ وئيم وسري.

# مڪتوب پنجاهون

حاجي عبدالڪريم ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو

انهيءَ بيان ۾ تہ ڪپڙن جي وڳن مان هڪڙو وڳو گهريو هئائين جيڪو تبرڪ طور هر مريض ۽ بيمار جي شفا لاءِ ڪم اچي. ان جي جواب ۾ ۽ ميان عبدالخالق ڏانهن خالص الله تعاليٰ جي درد ۽ فراق جي باري ۾.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، دوست اهل الله، خدا وارن سان مخلص، حق وارن جو عقيدتمند، هميشه منجهہ

امن و امان، حاجي الحرمين شريفين حاجي عبدالڪريم رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. گھڻن سلامن ۽ تسليمات ڪان پوءِ نيڪ روشن هجي تہ اوهان جو مڪتوب فرحت اسلوب انهيءَ مضمون تي مشتمل هو تہ ڪپڙن جي وڳن مان هڪڙو وڳو تبرڪ جي لاءِ موڪليو وڃي تہ مريضن ۽ بيمارن جي شفا جي لاءِ استعمال ڪجي تہ مريضن ۽ بيمارن کي انهيءَ وڳي جي برڪت سان شفا حاصل ٿئي، سو پهتو. اوهان جي مطالبي مطابق ڪپڙن جو وڳو موڪلجي ٿو. شال الله تعاليٰ اوهان جي ارادت مطابق انهيءَ وڳي جي برڪت سان مريضن ۽ بيمارن کي شفا بخشي. هي دعاگو اوهان مخلصن جي لاءِ دعائن ۾ مشغول رهي ٿو. اوهان ذڪر، فڪر ۽ مراقبي ۾ مشغول رهندا ڪريو جو هن جهان ۾ مقصد الله تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪرڻ آهي. حال سارو پنهنجي سچي ڪوشش آهو مقصد حاصل ڪرڻ ۾ صرف ڪرڻ گهرجي جو من له المولیٰ فله الڪل. معنيٰ: جنهن جو رب تنهن جو سڀ. الله جو ذڪر سڀ ڪان بهتر آهي. الله جو ذڪر ڪرڻ وارا هميشه خوش رهندا آهن ۽ ٻنهين جهانن جي تڪليفن ڪان آزاد هوندا آهن.

(بيت)

ذکر کن ذکر تا ترا جان است

پاکي دل از ذکر رحمٰن است

ترجمون: ذڪر ڪر ذڪر جيستائين جيئرو آهين، دل جي پاڪائي الله تعاليٰ جي ذڪر ڪرڻ سان حاصل ٿيندي آهي.

زياده والسلام عليکم وعليٰ من لديکم.

پيو تہ ميان عبدالخالق ڏاڏا ۽ پين سيني ممبئي وارن مريدن کي سڪ ڀريا سلام پهچن. ڪمن وارا ماڻهو گهڻا ويٺا آهن تنهن ڪري هن خط ۾ رڳو سلام لکجن ٿا. جيڪڏهن نہ تہ انهيءَ دوست کي خلاصو خط لکڻ ڪپي ها. فراق جو درد ۽ غم سيني ۾ گھڻو گڏ ٿي ويو آهي، پر انهيءَ درد جو سبب هن دنيا جي ڪابہ فاني شيءِ آهي. جيئن دنيا ۽ انهيءَ جا پيا ڪم پر رڳو الله تعاليٰ جي يادگيري جو سوز ۽ درد آهي جنهن جو لکڻ ممڪن نہ آهي. جيڪڏهن وقت هجي ها تہ لکجي ها، ڇاڪاڻ تہ قلم منهنجي هٿ ۾ نہ آهي. ان حال ۾ احوال زبان سان بيان نہ ٿي

سگهندو.

(بيت)

نہ حسنش غايد دارد نہ سعدي را سخن پايان
بميرد تشنہ مستسقي ودريا همچنان باقي

ترجمون: نہ محبوب جي حسن جي ڪا حد آهي نہ ئي سعدي جي ڳالهہ پوري ٿيندي. اڃايل پيئندي پيئندي مري ويندو پر دريا ساڳي طرح باقي رهندو.

بيت سنڌي

جيڪس جيلاهين مارو نہ آهي ملير ۾،
منهنجي تيلاهين اچيو ڪر ڪونہ لهي.

ڪتاب نُقَاطُ الۡاِسۡرَارِ جيڪڏهن هٿ آيو تہ ان جي بيان ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪئي ويندي. وَالسَّلَامُ

# مڪتوب ايڪونجاهون

حاجي حسين ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو. انهيءَ باري ۾ تہ لکيو هئائين تہ منهنجو چاچو عبدالڪريم اڄا موٽي ڪونہ آيو آهي. دعا ڪريو تہ خيريت سان هجي ۽ موٽي اچي. انهيءَ جو جواب ۽ ذڪر فڪر جي تاڪيد ۽ الله تعاليٰ جي ٻيا ڳيريءَ جي سلسلي ۾.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، دوست اهل الله، خداوارن جو ياد، هميشه منجهہ امن و امان، ميان حاجي حسين رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن ڪان پوءِ جيڪو اسلام جو طريقو آهي، نيڪ روشن هجي تہ اوهان جو موڪليل خط پهتو. احوال معلوم ٿيو. اوهان لکيو آهي تہ اوهان جو چاچو عبدالڪريم ملبار مان اڃا موٽي ڪونہ آيو آهي. دعا ڪريو تہ الله تعاليٰ ڪيس خيريت سان رکي ۽ موٽائي آڻي. پيارا! منهنجي دعا آهي تہ الله تعاليٰ انهيءَ ارادت ۽ صداقت واري کي ڪاروبار ۾ برڪت ڏي ۽ خيريت سان گهر موٽائي آڻي. ٻيو اوهان لکيو هو تہ انهيءَ حاجي عبدالڪريم جي پٽ محمد نالي قرآن پاڪ پڙهي

پورو ڪيو آهي، انهيءَ جي حق ۾ دعا فرمايو تہ سندس دور ۾ پڪو ٿئي. فقير انهيءَ جي فقراءِ جي جماعت کان دعا ڪرائي آهي. الله تعاليٰ ڪيس توفيق ڏيندو ۽ قرآن پڙهڻ جي محبت بخشيندو ۽ دور پڪو ڪندو. محمد جي والده ڪي منهنجي طرفان مبارڪ ڏيندا. الله تعاليٰ محترمه جي عمر دراز ڪري ۽ ڪيس اولاد ججهو ۽ صالح عطا فرمائي.

اوهان ياٺرن ڪي گهرجي تہ الله تعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ ڏينهن رات مشغول رهو جو الله تعاليٰ ڪي ياد ڪرڻ وارا هميشه خوش هوندا آهن ۽ ٻنهي جهانن جي تڪليف کان آزاد هوندا آهن.

(بيت)

چون خواهي ڪہ فردا شوي رستگار
مزن دم بجز ياد پروردگار

ترجمون: جيڪڏهن چاهين ٿو تہ توکي ڇوٽڪارو حاصل ٿئي تہ الله تعاليٰ جي يادگيريءَ کان سواءِ هڪڙو ساهہ بہ نہ کڻ.

ذکر ۾ هميشه مشغول رهڻ سان وصال حاصل ٿيندو آهي. سدائين ذکر فکر ۾ رهڻ گهرجي.

(بيت)

ذکر کن ذکر تا ترا جان است - پاکي دل ز ذکر رحمٰن است

ترجمون: ذکر ڪندو رهہ جيستائين جيئرو آهين، دل جي پاڪائي الله تعاليٰ جي ذکر سان حاصل ٿيندي آهي.

جيڪا دل آگاهہ هوندي سا ذاڪر ڪي هميشه غفلت مان بيدار ڪندي رهندي. ڪنهن بزرگ کهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

جان بجانان ده واگر نہ از تو بستاند اجل
خود تو منصف باش اي دل اين نکو يا آن نکو

ترجمون: جان محبوب ڪي ڏئي ڇڏ نہ تہ موت توکان وٺي ويندو، تون پاڻ ئي انصاف ڪر تہ هي سٺو آهي يا هو سٺو آهي.

بيت سنڌي

جيءُ جانيءُ ڪي ڏي نہ تہ موت بہ نيندو جيءَ ڪي
تون ڪٿي انصاف ڪر تہ هي سٺو آهي يا هو سٺو

سر ڏني ساجن ملي تہ پنهين هٿن سان ڏي
ڪين لهندين ڪي اهڙا سوداگر سيد چوي.

طالب کي گهرجي تہ هر وقت ۽ هر حال ۾ اٿندي ويهندي الله تعاليٰ کي ياد ڪندو رهي. ذڪر کان غافل نہ رهي.

(بيت)

دمي بي حق زدن محض گناه است
بخود مشغول بودن کفر راه است

ترجمون: الله تعاليٰ جي يادگيري کان سواءِ هڪڙو ساهہ ڪڍڻ بہ گناهہ آهي. پاڻ ۾ مشغول رهڻ سلوڪ جي راهہ ۾ ڪفر آهي.

زياده وَالسَّلَامُ.

# مڪتوب ٻاونجاهون

حاجي حبيب ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو

انهيءَ باري ۾ تہ حاجي حبيب مسڪين حاجين جي خدا ڪارڻ خدمت ڪندو هو، لهٰذا کيس دعا ڪئي اٿن تہ اَللهُ سُبْحَانَهٗ وتعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان کيس دنيا ۽ آخرت ۾ اجرِ عظيم عطا فرمائيندو.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، اهل الله خدا وارن جو دوست، حق وارن جو مخلص، هميشه منجهہ امن و امان، ميان حاجي حبيب رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ نيڪ روشن هجي تہ اوهان جو خط ماهہ ذوالحج جي چوڏهين تاريخ سال ١٢٥٨ هجري پهتو. ڏاتو ۽ الياس پٽيل واري معاملي جي جيڪا حقيقت اوهان لکي هئي، اها معلوم ٿي. جيئن بہ اوهان کي سمجهہ ۾ اچي، ڏيتي ليتيءَ موجب فيصلو ڪري ڇڏيو. ان کان سواءِ برخوردار ميان غلام شاهہ ۽ حضرت صاحبزاده جو احوال بہ معلوم ٿيو ۽ پين دوستن جن مسڪين حاجين ڏوراهين پنڌ جي ٿڪايلن جي خدمت خدا ڪارڻ ڪئي آهي، اها الله ۽ الله جي رسول ﷺ وٽ قبول ٿيندي ۽ ڪين هن آيت شريف مطابق ثواب ملندو: مَثَلُ الَّذِيۡنَ يُنۡفِقُوۡنَ اَمۡوَالَهُمۡ فِيۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ

كَمَثَلِ حَبَّةٍ اَنْبَتَتْ سَبْعَ سَنَابِلَ فِيْ كُلِّ سُنْبُلَةٍ مِائَةُ حَبَّةٍ وَاللّٰهُ يُضَاعِفُ لِمَنْ يَّشَاۗءُ. ترجمون: انهن جو مثال جيڪي الله تعاليٰ جي راهہ ۾ خرچ ڪن ٿا انهيءَ داڻي وانگر آهي جنهن مان ست سنگ نڪرن ٿا ۽ هر ڪنهن سنگ ۾ سو داڻا هوندا آهن ۽ الله تعاليٰ وڌائيندو آهي جنهن جي لاءِ چاهي.

هي آيت سڳوري صريح حاجين سڳورن جي جماعت جي شان ۾ نازل ٿي آهي: مَنْ يَّخْرُجُ مِنْ بَيْتِهٖ مُهَاجِرًا اِلَي اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ثُمَّ يُدْرِكْهُ الْمَوْتُ فَقَدْ وَقَعَ اَجْرُهٗ عَلَي اللّٰهِ. ترجمون: جيڪو پنهنجي گهر مان نڪري الله ۽ الله جي رسول ڏانهن روانو ٿيو، پوءِ ڪيس موت پهچي ويو تہ بيشڪ انهيءَ جو اجر الله تعاليٰ تي آهي.

حاجين سڳورن جي جماعت جن کي انهيءَ آيت جي بشارت جو شرف حاصل ٿيو آهي، انهن لاءِ نبي ڪريم ﷺ جن جي حديث آهي: مَنْ مَاتَ فِيْ طَرِيْقَةِ الْحَجِّ كُتِبَ لَهٗ كُلَّ سَنَةٍ حَجَّةً. معنيٰ: جيڪو حاجي حج جي راهہ ۾ وفات ڪري ويو ان کي هر سال حج جو ثواب ملندو.

۽ جن ماڻهن کي الله تعاليٰ دولت عطا فرمائي آهي ۽ اهي سموري اولاد ۽ عيال سميت حاجي بنيا آهن تہ اها نعمت انهن کي حاجين سڳورن جي خدمت جي ڪري حاصل ٿي آهي ۽ بيو اوهان جيڪو لکيو آهي تہ جيڪو حق خدمت جو هو، اهو ادا نہ ٿي سگهيو آهي ۽ ادا نہ ٿي سگهندو، ان لاءِ عرض تہ ڪنهن بزرگ ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

هرکہ خدمت کرد او مخدوم شد
هرکہ خود را دید او محروم شد

ترجمون: جنهن خدمت ڪئي اهو مخدوم ٿيو، جنهن پاڻ کي ڏٺو اهو محروم ٿيو.

عملن جو دارومدار نيت تي آهي. فقيرن جي خدمت سان گڏ ذڪر، فڪر ۽ الله تعاليٰ جي يادگيري کي لازم ڪري وٺندا بلڪ فرض ڪري ڄاڻندا. ڪهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو تہ:

(بيت)

امروز روز فرصت فردا است روز غوغا
غافل چرا نسازي امروز ڪار فردا

ترجمون: اڄوڪو ڏينهن وانڍڪائيءَ جو ڏينهن آهي، صبحاڻي هل هنگامي جو ڏينهن هوندو. اي غافل! تون صبحاڻي جو ڪم اڄ ڇو نٿو ڪري وٺين.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا:

(بيت)

چو بازار گرم است متاع بگير - ڪہ ناگاه گويند بازار رفت

ترجمون: جڏهن بازار ڪليل آهي تہ خريداري ڪري وٺ جو اوچتو چوندا تہ بازار ڪڇي وئي.

بيت سنڌي

وڪر ڍيرو ڍير پر وهائو وسيرا
ڪنين وهائي وس ڪيو وڪر وڏيءَ وير
ڪنين گهمندي سير - وڪر وڪامي ويو.

جيترو الله تعاليٰ جي راهہ ۾ ڏيندا، انهيءَ ڪان ڏهوڻو الله سبحانه وتعاليٰ هن دنيا ۾ ئي عطا فرمائيندو ۽ ستر حصا آخرت ۾ عطا فرمائيندو. اهو واپار نفعي وارو آهي، نقصان وارو نہ آهي جو خدا ڪارڻ ڏيو. ڪنهن تي احسان ڪونہ ڪريو. جيڪڏهن ڪنهن تي احسان رکڻ لاءِ ڏيندا تہ هن آيت جي وعيد ۾ شامل ٿيندا: لَا تُبْطِلُوْا صَدَقَاتِكُمْ بِالْمَنِّ وَالْاَذٰي. معنيٰ: اوهان پنهنجن صدقن ۽ خيراتن کي احسان رکڻ ۽ ڏکوئڻ سان ضايع نہ ڪريو.

احسان رکڻ سان خيرات برباد ٿي ويندي ۽ نقصان ٿيندو.

اوهان لکيو هو تہ هن طرف اچڻ جو ارادو رکو ٿا تنهن ڪري دعا ڪريون تہ الله تعاليٰ اوهان کي هتي پهچائي. پيارا! اوهان ياٿرن لاءِ هميشہ دعا گهرندا رهندا آهيون. هينئر بہ دعا گهرون ٿا تہ الله تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان فقيرن جي دعا قبول فرمائي ۽ اوهان خير سلامتيءَ سان سفر طي ڪري هتي

پهچو.

اوهان لکيو آهي ته عبدالڪريم جو پٽ ربيع الاول ۾ وفات ڪري ويو ۽ رمضان شريف ۾ اوهان جي نياڻي وفات ڪري وئي، اهو پڙهي ڏاڍو افسوس ٿيو. پيارا! صبر ڪرڻ گهرجي جو صبر فرحت جي چاٻي آهي ۽ چوڻ گهرجي: اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ. الله تعاليٰ جي فيصلي تي راضي رهڻ گهرجي. صبر چو نه ڪجي جو صبر جي عيوض الله تعاليٰ اوهان کي وڏي ڄمار وارا ۽ صالح پٽ عطا فرمائيندو، نون ۽ صاد جي برڪت سان. پيو ته اوهان گهر وارن جو احوال به لکيو هو. انهن جي حق ۾ درويشن جي سڄي جماعت سان گڏ دعا گهري وئي. الله تعاليٰ ڪين صبر جي توفيق بخشيندو ۽ غم کي فرحت سان بدلائيندو.
وَالسَّلَامُ

# مڪتوب ٽيونجاهون

ميان غلام شاهه ٽنڊه محمد خان واري ڏانهن لکيو ويو
انهيءَ بيان ۾ ته جيڪو ظلم سرڪار جي متعلقين هٿان غريبن ۽ رعيت تي واقع ٿيو. متان قيامت جي ڏينهن ان جي پڇاڻي ۾ اوهان کي به شريڪ ڪيو وڃي. لازم آهي ته الله سُبْحَانَهٗ وتعاليٰ کي حساب وٺڻ وارو ڄاڻي غريبن سان انصاف ڪريو جو دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي انهيءَ ۾ ئي آهي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، اهل الله جو دوست، خدا وارن جو مخلص، حق پرستن جو يار، شال هميشه امن ۽ امان ۾ هجي. والا شان مير ميان غلام شاهه رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن بعد جيڪا دعا ڪرڻ وارن جي عادت آهي عرض ٿو ڪجي ته جڏهن ته اوهان جي ظاهري ۽ باطني خوشي ۽ خوشحالي جي دعا الله تعاليٰ جي بارگاهه مان گهرندا رهون ٿا ڇاڪاڻ ته هن دعاگو ۽ اوهان مير صاحبن جي وچ ۾ دوستي، اخلاص ۽ يڪجهتيءَ جو تعلق عرصئه دراز کان قائم آهي تنهن ڪري اوهان جي حق ۾ خير جي دعا گهرندا رهندا

آهيون.

پر ترائي وارن تي قسمين قسمين ظلمن جون خبرون ٻڌي عجب تو ٿئي. اهڙا ظلم ڪن بہ اڳين ۽ پوين حاڪمن جا نہ ٻڌا ويا آهن جو ظلم هر ڪنهن فرقي ۾ ڪفر آهي ۽ اوهان جهڙن ميرن ڪان اهڙا ظلم ٿين اهو بہ ممڪن نہ آهي جو اوهان ڪي شريعت ۽ طريقت سان نسبت آهي. وري اها بہ تہ حقيقت آهي تہ اوهان جي متعلقين ۽ متوسلين مان ڪنهن جي ڪهڙي مجال جو ڪو اوهان جي اجازت ڪان سواءِ اهڙن ڪمن جو مرتڪب ٿي سگهي. الله لڳي ڳالهہ چوٽي پئي جو اوهان جي خير خواهي اوهان جي عمر جي درازي، اوهان جي دولت اقبال ۽ اولاد جي سلامتيءَ جي لاءِ ضروري هئي تنهن ڪري دوستي جو حق ادا ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو ويو. اگرچہ نفس جي لاءِ شيطان بڇڙا عمل سينگاري پيش ڪندو آهي پر شيطان جو مطلب هدايت جي راهہ ڪان هٽائي گمراهيءَ جي راهہ تي هلائڻ هوندو آهي. حضرت لقمان ڪي حڪمت سيکارڻ جي ضرورت نہ هئي پر دوستي جي جذبي سبب غريبن جي آهن ۽ دانهن ڪان متاثر ٿي عرض ڪيو ويو جو اَللّٰهُ جَلشَانَهٗ ڪي پوري يقين سان حساب وٺندڙ سمجهي سندس بارگاهہ اقدس ۾ اهڙن ڪمن ڪي ترڪ ڪرڻ جي توفيق ملڻ جي التجا ڪريو تہ اوهان ڪي آخرت جي نجات حاصل ٿئي ۽ دنيا جي دولت ۽ اقبال بہ قائم رهي، حالانڪ ياءَ صاحب ميان ٿالهو منٽي فقيرجي اٺ ڇڏائڻ لاءِ اوهان وٽ آيو ۽ حضور والا ڪان ڪمدار تي خط وٺي آيو پر اوهان جي خط باوجود ڪمدار ڪيس خالي موٽائي ڇڏيو. ويچارا غريب ماٺهو هن فقير وٽ آيا ۽ چيائون تہ ڪمدار اسان جي مال مان اڌ زوري سرڪار جي نالي قري ويو آهي، چاڪاڻ تہ اهو مال محصولات سان گڏ قريو هئائون انهيءَ ڪي داغ لڳائي وري ساڳي مالڪن وٽ ڇڏي ويا آهن ۽ چئي ويا آهن تہ جيڪڏهن هن مال مان ڪو ڍور مري وڃي تہ انهيءَ جي ڏاڳ ڪي وڏي پاڻ وٽ رکن ۽ اسان ڪي ڏيکارن نہ تہ انهيءَ ڍور جي عيوض سندن مال مان ٻيو ڍور ڪاهيو ويندو. اهڙين ڳالهين ٻڌڻ ڪان پوءِ خاموشي ڪي گناهہ

سمجهيو ويو ۽ پنهنجي فرض کي ادا ڪرڻ خاطر لکجي ٿو تہ جيڪڏهن ڪمدار کي اهڙن ڪمن کان روڪيندا تہ ظاهري ۽ باطني ثواب جا حقدار ٿيندا. ٻي صورت ۾ انهيءَ ظلم جو وبال متان اوهان صاحبن تي نہ ٿئي جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو: (مفهوم) جيڪڏهن چڱائي ڪندا تہ پنهنجي لاءِ ڪندا ۽ جيڪڏهن برائي ڪندا تہ برائي بہ برائي ڪرڻ واري تي ٿئي آهي. وَمَا عَلَيْنَا اِلَّا الْبَلَاغُ.

# مڪتوب چوونجاهون

خليفي محمد ملوڪ ولاسي واري ڏانهن لکيو ويو

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، خاص دوست، متحد دل و جان، واقف جذب و سلوڪ، خليفو محمد ملوڪ ۽ سيئي دوست احباب الله سُبْحَانَهٗ وَتَعَاليٰ ڪين سلامت رکي. اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَةُ اللهِ وَبَرَكَاتُهٗ! نيڪ روشن هجي تہ اوهان جا موڪليل خط ميان رحيمڏنہ هٿان مليا. خطن ۾ لکيل سڀ احوال معلوم ٿيو. لکيل معاملي جي باري ۾ ميان حاجي موسيٰ ۽ الياس ۽ سيد ميان مرتضيٰ ۽ ٻين اتي وارن ماڻهن سان مشورو ڪري وَشَاوِرْهُمْ فِي الْاَمْرِ فَاِذَا عَزَمْتَ فَتَوَكَّلْ عَلَي اللهِ جي حڪم مطابق جيڪو صحيح فيصلو ٿئي ان تي عمل ڪريو. الله تعاليٰ ڪاميابي نصيب ڪندو.

(بيت)

بهر ڪاري ڪہ همت بستہ گردد - اگر خاري بود گلدستہ گردد

ترجمون: جنهن بہ ڪم لاءِ همت سان سندرو ٻڌيو ويندو اهو جيڪڏهن ڪنڊو هوندو تہ بہ گلدستو ٿي ويندو.

پنهنجي تدبير ڪي الله تي توڪل رکي رب پاڪ کان مدد جي دعا گهري استعمال ڪريو. پوءِ جيڪو بہ نتيجو نڪري انهيءَ کي خوشيءَ سان قبول ڪريو. حَسْبُنَا اللهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ وَ نِعْمَ النَّصِيْرُ. اِنَّ اللهَ مَعَنَا وَمَعَكُمْ وَهُوَ خَيْرًا لِّلنَّاصِرِيْنَ. وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَليٰ مَنْ لَدَيْكُمْ مِنَ الْجَلِيْسِ وَالْاَنِيْسِ.

# مڪتوب پنجونجاهون

سيادت و شرافت پناهہ سيد ميان جان محمد ڪڇ پرڳڻي جي ڳوٺ ڪوٺاري واري ڏانهن انهيءَ بيان ۾ تہ پنهنجي خط ۾ لکيو هئائين تہ ماڻهو اسان کي پير پرست ٿا چون ۽ چون ٿا تہ جيڪو پنهنجي حاجت جي وقت پري پنڌ واري پير کي سڏي ٿو، اهو ڪافر ۽ گمراهہ آهي. ان جو جواب لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

حَامِدًا وَّ مُصَلِّيًا وَّ مُسْلِمًا.

اَلْمُحِبُّ لِلّٰهِ وَالْمُخْلِصُ فِي اللّٰهِ سِيَادَتُ وَ شَرَافَتُ پَنَاهہ، نِقَابَتُ وَ نِجَابَتُ دَسْتگاهہ، سيّد ميَان جَان مُحَمَّد سَلَّمَہُ اللّٰهُ تَعَالىٰ ادبن ۽ سلامن کان پوءِ عرض تہ فارسي بيت آهي تہ:

ما مريدانِ رُو بسوءِ ڪعبہ چون آريم

چون رو بسوءِ خانہ خمار دارد پير ما

ترجمون: اسين مريد ڪعبہ ڏانهن منهن ڪيئن ڪريون جڏهن تہ اسان جي پير جو منهن ميخانہ ڏانهن آهي.

اهو بيت انهيءَ ڳالهہ تي دلالت ٿو ڪري تہ ڪوبہ پير پنهنجي مريدن جي حالتن کان بي خبر ۽ غافل نہ هوندو آهي. سڀني عارفن جو سرتاج ۽ حقيقي پير سيد المرسلين ﷺ جيڪو نور جو سرچشمون آهي، جنهن جو نور هر ڪنهن وجود کي پهچي ٿو، ڪيترو بہ پري هجڻ جي باوجود قريب آهي. مولانا جامي رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡهِ فرمائي ٿو:

(مصرع)

حقيقت را بهر دوري ظهور است

ترجمون: حقيقت هر ڪنهن دوري تان ظاهر هوندي آهي.

پوءِ ڪيترو بہ پري هجي پر نائب پنهنجي منيب جي جاءِ تي قائم آهي. پوءِ جيئن تہ جامع الجوامع واري حديث ۾ آيو آهي تہ: اَلشَّيۡخُ فِيۡ جَمَاعَتِهٖ كَالنَّبِيِّ فِيۡ اُمَّتِہٖ. معنيٰ: پير پنهنجي جماعت ۾ ائين ئي آهي جيئن نبي پنهنجي امت ۾. پوءِ جيئن سرور ڪائنات ﷺ جن جي محبت سڀني مومنن تي لازم آهي،

پنهنجي پير جي محبت بہ هر ڪنهن مريد تي لازم آهي جو سندس نور سرور ڪائنات ﷺ ڪان ورتل آهي. نبي پاڪ ﷺ جن جي محبت هر ڪنهن لاءِ فرض آهي، جيئن تہ حديث شريف آهي: لَا يُؤْمِنُ اَحَدُكُمْ حَتّٰي اَكُوْنَ اَحَبَّ اِلَيْهِ مِنْ نَفْسِهٖ وَمَالِهٖ وَوَلَدِهٖ وَوَالِدِهٖ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ. معنيٰ: اوهان مان ڪوبہ ان وقت تائين مومن نٿو ٿي سگهي جيستائين مون سان پنهنجي جان ڪان، پنهنجي مال، پنهنجي اولاد، پنهنجي ابي امان ڪان ۽ سيني ڪان وڌيڪ محبت نہ ڪري. پوءِ ايمان نبي پاڪ ﷺ جن جي محبت سان مشروط ٿيو ۽ نبي پاڪ ﷺ جن ڪان مدد ۽ شفاعت گهرڻ آيت سڳوري: اَطِيْعُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ. معنيٰ: اطاعت ڪريو الله تعاليٰ جي ۽ اطاعت ڪريو الله تعاليٰ جي رسول ﷺ جي، جي حڪم مطابق ايمان جو شرط ٿي ۽ پنڌ جو پري هجڻ يا ويجهو هجڻ صورت پرستن ۽ ظاهر بينن وٽ آهي جنهن جي ڪابہ حقيقت نہ آهي ۽ حقيقت جا هي اسرار ڏسڻ، پڌڻ ۽ سمجهڻ مشڪل آهن جو قرآن پاڪ جون آيتون متشابهات ۽ مقطعات نبي ڪريم ﷺ جن جون حديثون انهن حقيقتن جي شرح ۽ دقائق جي وضاحت بيان ڪن ٿيون.

اي پيارا! هتي قلم جوش ۾ آيو ۽ چاهيائين تہ مڪتوب جي راز کي ظاهر بيان ڪري، پر ڪَلِّمُوا النَّاسَ عَليٰ قَدْرِ عُقُوْلِهِمْ. معنيٰ: ماڻهن سان سندن عقل مطابق ڳالهائيندا ڪريو جو حڪم آهي تنهن ڪري قلم کي منڊو ڪري حق ادا ڪرڻ لاءِ ايترو عرض ڪجي ٿو جيترو بيحد ضروري سمجهيو ويو ۽ ان کي اوهان دل ۽ جان سان پوري غور ۽ فڪر سان پڙهندا. معلوم هجي تہ امر ۽ خلق مان ساري موجودات جو اصل الوجود انسان ڪامل ﷺ جي حقيقت آهي جو معلومات مان ۽ محسوسات مان ڪنهن شيءِ سندن پاڪ وجود جي عطا ۽ احسان ڪان سواءِ نشونما حاصل نہ ڪئي آهي جو لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاكَ - وَلَوْلَاكَ لَمَا اَظْهَرْتُ الرُّبُوْبِيَّةَ. معنيٰ: جيڪڏهن تون نہ هجين ها تہ آئون افلاڪ ئي پيدا ڪونہ ڪريان ها ۽ جيڪڏهن تون نہ هجين ها تہ آئون پنهنجي ربوبيت ئي

ظاهر ڪونہ ڪريان ها ، سندن شان ۾ آهي ۽ اَنَا مِنْ نُوْرِ اللّٰهِ وَالْعَالَمُ كُلُّهٗ مِنْ نُوْرِيْ. معنيٰ: آئون الله جي نور مان آهيان ۽ سڄو جهان منهنجي نور مان آهي. اي پيارا! چڱيءَ طرح غور ڪري انهيءَ معنيٰ جو ڪجهہ حاصل ڪرڻ گهرجي تہ لَوْلَاكَ لَمَا اَظْهَرْتُ الرُّبُوْبِيَّةَ اصل الايجاد ۽ بنياد آهي تنهن ڪري هر ڪنهن ڳڻ ۽ ڳاٽيٽي جو مرجع پاڻ آهن جو كُلُّ شَيْءٍ يَرْجِعُ اِلٰي اَصْلِهٖ. معنيٰ: هر ڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽندي آهي ۽ اهو اصل قيوميت جي ثبات سان هر دور ۾ ثابت. اهڙي طرح پنهنجي پير ۽ رسول الله ﷺ جي اطاعت هڪ شيءِ آهي، پوءِ پنهنجي پير جي اطاعت، الله جي اطاعت ۽ رسول الله ﷺ جي اطاعت هڪڙي ئي مظهر ۾ قرار ورتي ٿي ۽ الله سُبْحَانَهٗ وَتَعَالٰي جي قرب ۽ محبت انبياءِ ڪرام عَلَيْهِمُ السَّلَامُ وانگر آهي، جيئن تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي: عُلَمَآءُ اُمَّتِيْ كَاَنْبِيَاءِ بَنِيْ اِسْرَآئِيْلَ. معنيٰ: منهنجي امت جا عُلَمَاءِ بَنِيْ اِسْرَائيل جي نبين وانگر آهن. جيئن تہ انهن جي محبت اسان جي نبي ﷺ جي محبت جي ڪري آهي جو تمام انبياءِ عَلَيْهِمُ السَّلَامُ ڪان بلند آهي جو ڪين الله تعاليٰ جو قرب حاصل آهي ۽ ٻين ڪي صفتون ۽ تجليون حاصل آهن. اسان جي نبي ﷺ جو قرب اهو قرب آهي جو رويت جو درجو رکي ٿو. سندن متابعت ۽ اطاعت اولياءَ الله ڪي حاصل آهي. اولياءَ ڪي سڌڻ واسطو آهي جيڪو وسيلو بنجي فرع ڪان اصل ڪي پهچائي ٿو ڇاڪاڻ تہ وسيلي ڪان سواءِ مقصد ڪي پهچڻ مشڪل آهي ۽ اهو سڌ، سڌيندڙ ڪان سڌيل ڪي آساني سان ۽ جلد پهچي ٿو. انهيءَ ڪان سواءِ ناممڪن ۽ محال آهي. اهو مثال هن طرح آهي تہ هڪڙو شخص پري آهي ۽ ٻي ڪي انهيءَ سان ڪو ڪم آهي. اهو شخص ٻين وچ وارن ڪي وسيلو بنائيندو ۽ سندس سڌ هڪڙي ڪان ٻي ڪي، ٻي ڪان ٽين ڪي پهچندي آخر انهيءَ ڪي پهچندو جنهن ڪي هي سڏي رهيو آهي ۽ انهن وچ وارن هڪڙي ٻي ۽ ٽين ڪان سواءِ سڏيندڙ جو سڌ انهيءَ ڪي نہ پهچي سگهندو جنهن ڪي هي سڏي رهيو آهي. اي پيارا! قرآن مجيد فرقان حميد ڪان ٻڌو تہ ڇا ٿو فرمائي: وَابْتَغُوْٓا

اِلَيْهِ الْوَسِيْلَةَ. اهو پنهين جهانن جي وسيلي حضرت نبي ڪريم ﷺ جي شان ۾ آهي. مثال طور تہ جيڪڏهن غلامن جي جماعت هجي ۽ انهن جو مالڪ پنهنجي مرضي ۽ خوشيءَ سان انهن غلامن کي ٻي ڪنهن جي حوالي ڪري. اهي غلام هن وٽ عيش عشرت، خوشي، لذت ۽ فرحت ۾ گذارين ۽ سندس خدمت ۾ چست هجن. هاڻي جيڪڏهن انهن غلامن کي ڪنهن ٻي ڪان ڪا تڪليف تي پهچي تہ اُهي غلام انهيءَ تڪليف جو فرياد بہ تہ انهيءَ وٽ ئي ڪندا جنهن وٽ هي رهن ٿا ۽ جنهن جي حوالي سندن مالڪ هنن کي ڪيو آهي جو هنن جو ٻيو ڪوبہ سفارشي ۽ مددگار نہ آهي. لهذا هو مصيبت، بلا ۽ نقصان جي وقت انهيءَ ڏانهن ئي رجوع ڪندا. نقل آهي تہ سنڌ ملڪ ۾ هڪڙو بزرگ هو جيڪو رڳو سنت ادا ڪندو هو، فرض ڪونہ پڙهندو هو. ڪنهن انهيءَ بزرگ کان پڇيو تہ هي تون ڇا ٿو ڪرين؟ بزرگ چيو تہ اسان جو ڪم انهيءَ سان آهي جنهن جي سنت ٿا پڙهون. فرض جي ڳالهہ ڪي سنت جو ڏٽي ڄاڻي. حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي ڪتاب مَبْدَءُ وَ مَعَادُ ۾ هي بيت لکيو آهي:

(بيت)

محمد بہ بخشد ڪار حق را
ولي حق نہ بخشد خطائي محمد ﷺ

ترجمون: الله جا ڏوهہ محمد ﷺ بخشائيندو پر الله محمد ڪريم ﷺ جي ڏوهارين کي ڪونہ بخشيندو.

مولانا سعدي شيرازي رحمة الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

محال است سعدي کہ راه صفا
توان رفت جز در پي مصطفيٰ

ترجمون: سعدي اها ڳالهہ مشڪل آهي جو سڌي واٽ تي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي پيرويءَ کان سواءِ هلي سگهجي.

اي پيارا! هيءَ ڳالهہ ٻڌ جو هڪڙو شخص عارفن جي اڳواڻ، زماني جي رهبر، حضرت شيخ بايزيد بسطامي رحمت

الله عليه وٽ ڪنهن ماڻهوءَ جي تعريف ڪرڻ لڳو تہ فلاڻو شخص عارفن ۽ ڪاملن مان آهي ۽ مون کي سندس زيارت جو ڏاڍو شوق آهي. اتفاق سان هڪڙي ڏينهن وري ڪنهن ٻي شخص حضرت بايزيد بسطامي رحمۃ الله عليه وٽ انهيءَ شخص جو ذڪر ڪيو تہ اهو بزرگ فلاڻي جاءِ تي پهتل آهي. حضرت بايزيد بسطامي رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ رڳو ڳالهہ ٻڌڻ سان انهيءَ طرف روانا ٿيا. جڏهن انهيءَ جاءِ تي پهتا تہ ٻڌائون تہ اهو بزرگ مسجد ۾ آهي، تڏهن پاڻ مسجد جي دروازي تي پهچي ادب سان انهيءَ بزرگ جو انتظار ڪرڻ لڳا. اهو بزرگ جڏهن مسجد مان ٻاهر نڪتو تہ قبلہ ڏانهن منهن ڪري ٿُڪ اڇلايائين. حضرت بايزيد بسطامي رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ اها حالت ڏسي انهيءَ سان ملڻ کان سواءِ ئي واپس روانا ٿيا. ڪنهن شخص حضرت بايزيد بسطامي رحمہ الله عليه کان پڇيو تہ اوهان تڪليف ڪري آيا، ايترو انتظار ڪيو ۽ هاڻي انهيءَ سان ملاقات کان سواءِ واپس وڃي رهيا آهيو. حضرت بايزيد بسطامي فرمايو تہ انهيءَ شخص کي شريعت جو ادب ئي ڪونہ آهي. تنهن کان ڪهڙي فيض جي اميد رکجي جو طريقت جو سڄو دارومدار شريعت جي ادب ۽ متابعت تي آهي.

اي پيارا! ڏسُ تہ جيڪو شخص بي ادبي سان قبلہ ڏانهن ٿڪي ٿو ۽ قبلہ ڏانهن پير ڪري ٿو، اهو الله سبحانہ جي محبوب ﷺ جي طريقي جو مخالف آهي ۽ اهو معرفت جي دعويٰ ۾ ڪوڙو آهي، ڇاڪاڻ تہ سڀ متقدمين ۽ متاخرين انهيءَ ڳالهہ تي اتفاق رکن ٿا تہ جيڪو طريقو اسان جي نبي پاڪ ﷺ جي شريعت جي مخالف آهي، اهو طريقو زنديقن جو آهي ۽ زنديق انهيءَ کي چئبو آهي جنهن جي توبہ بہ قبول نہ هجي. اَعَاذَنَا اللهُ تَعَالىٰ مِنْهَا. معنيٰ: الله تعاليٰ اسان کي زنديقن جي طريقي کان پناهہ ۾ رکي جو انهيءَ کان وڏي ٻي ڪا بہ مصيبت نہ آهي جو انهيءَ ۾ ايمان کسجي وڃڻ جو خوف آهي. معرفت تہ وڏي ڳالهہ آهي. انهيءَ عقيدي وارن جو امام سيد احمد شاهہ هو. فقير جي انهيءَ سان ملاقات ڪونہ ٿي پر فقير جو غالب گمان اهو ئي آهي

تہ انهيءَ تي وحدت الوجود جو غلبو هو، تنهن ڪري انهن عقيدن جو قائل ٿيو. جيڪي صوفين جون غلطيون هيون ۽ سندس جماعت حال جي درجي کي پهچڻ کان سواءِ انهيءَ جي تقليد ڪري اهل سنت جي عقيدن جي مخالف ٿي ۽ پنهنجي غلط گمان ۾ پاڻ کي حال ۽ ڪمال جي صاحب سمجهي ٿي. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي متابعت جي ڪمالات مان ڪين ڪجهہ حصو ضرور ملي ها ۽ متقدمين ۽ متاخرين عارفن ۽ عالمن جي مذهب ۽ مشرب جي مخالفت ڪونہ ڪن ها. عارف بالله حضرت خواجه بَاقِي بِاللّٰهِ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن فرمائين ٿا تہ توحيد تنگ ڳلي آهي. شاهراهہ ٻي آهي. اي پيارا! شاهراهہ نبي ڪريم ﷺ جي سنت جي مُتَابِعَتِ آهي. جيڪو شاهراهہ تي هلندو، اهو ئي منزل مقصود تي پهچندو. جيڪو شاهراهہ تي نہ هليو اهو منزل تي ڪونہ پهچندو.

(بيت)

هر کہ در راهہ محمد رهہ نيافت
تاأن ابد بوءِ ازان درگه نيافت

ترجمون: جيڪو حضرت محمد ﷺ جي راهہ تي نہ هلندو، اهو ڪڏهن بہ هن درگاهہ جي خوشبو حاصل نہ ڪري سگهندو.

اي پيارا! اها اطاعت ۽ متابعت الله تعالىٰ جي قول مطابق آهي. پنهنجي گمان ۽ راءِ جي ڳالهہ نہ آهي، جيئن الله تعالىٰ قرآن پاڪ ۾ فرمائي ٿو تہ: قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ وَمَنْ يُّطِعِ الرَّسُوْلَ فَقَدْ اَطَاعَ اللّٰهَ. معنىٰ: چئو جيڪڏهن الله سان محبت ڪريو ٿا تہ منهنجي تابعداري ڪريو تہ الله تعالىٰ اوهان سان محبت ڪندو ۽ جيڪو رسول الله ﷺ جي اطاعت ڪندو، تنهن الله جي اطاعت ڪئي. اها ئي ڳالهہ آهي جو نبي ڪريم ﷺ جن جي اطاعت جي ڪري ڪعبه معظم جي تبديليءَ واري ڏينهن جڏهن پاڻ ڪريمن مسجد ذو قبلتين ۾ نماز ادا فرمائي رهيا هئا، ٻہ رڪعتون پوريون ٿيڻ کان پوءِ وحي نازل ٿيو ۽ نبي ڪريم ﷺ جن کي بيت المقدس کان منهن ڦيرائي بيت الله ڏانهن منهن ڪرڻ جو حڪم ٿيو. جيئن الله تعالىٰ فرمائي ٿو:

فَوَلِّ وَجُهَکَ شَطُرَ الْمَسُجِدِ الْحَرَامِ. معنيٰ: پوءِ پنهنجو منهن ڦيرائي مسجد حرام ڏانهن ڪر. پين سيني اصحابن سڳورن رَضِيَ اللّٰہُ تَعَالٰي عَلَيُهِمُ اَجُمَعِيُنَ بيت المقدس ڪان منهن ڦيرڻ شرط پنهنجي نماز پڇي ڇڏي پر عَشَرَةُ الْمُبَشَّرِيُنَ ساڳي سرور ڪائنات ﷺ جن جي پٺيان نماز پڙهي پوري ڪئي، ڇاڪاڻ تہ سندن ڪعبو حضرت محبوب رَبُّ الْعٰلَمِيُنَ ﷺ جو وجود مسعود هو، جو نبي ڪريم ﷺ جن جي پٺيان نماز پڙهي پوري ڪيائون ۽ عَشَرَةُ الْمُبَشَّرِيُنَ پنهنجي ڪعبہ ڪي سامهان ئي رهيا. اتي ڪنهن جي بہ اعتراض جي گنجائش نہ آهي جو اعتراض جي آنگر ڪٽي جو جيڪڏهن عَشَرَةُ الْمُبَشَّرِيُنَ جو ڪعبو سرور ڪائنات ﷺ جن جي ذات نہ هجي ها تہ نماز ڪيئن پوري ڪن ها جو وحي تہ رڳو نبي ڪريم ﷺ جن تي نازل ٿيو هو. عشرة المبشرين تي تہ وحي نازل ڪونہ ٿيو هو جنهن ڪري ڪعبو تبديل ڪيائون. وَالسَّلَامُ عَلَيُڪُمُ وَعَلٰي مَنُ لَدَيُڪُمُ.

# مڪتوب ڇاونجاهون

## حاجي ابراهيم ممبئي بندر واري ڏانهن

ان بيان ۾ تہ ٻڌو ويو تہ حاجي ابراهيم چوي ٿو تہ مون کي مڪي معظم وارا چون ٿا تہ مسڪينن حاجين کي جهاز ۾ سوار نہ ڪندا ڪريو. جيڪڏهن انهن کي جهاز ۾ سوار ڪريو تہ ايترو خرچ بہ ڏيندا ڪريو جنهن مان سندن گذر بسر ٿئي ڇو تہ هو هتي پهچي اسان کي ماريندا آهن، تنهن ڪري آئون ڪنهن مسڪين کي پنهنجي جهاز ۾ سوار ڪونہ ڪندو آهيان.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت وارو الله وارن جو دوست، حق وارن جو ساٿي، حاجي ابراهيم هميشه امن امان ۾ هجي. رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلامن ڪان پوءِ جيڪو اهلِ اسلام جو طريقو ۽ خير الڪلام آهي، معلوم هجي تہ جيڪي ماڻهو ممبئي مان اچن ٿا، سچ ڪوڙ جي خبر خدا کي آهي پر اهي ماڻهو چون ٿا تہ حاجي ابراهيم چوي ٿو تہ مون کي مڪي معظم

وارا چون ٿا تہ مسڪين حاجين کي جهاز ۾ سوار نہ ڪريو. جيڪڏهن مسڪينن کي جهاز ۾ سوار ڪريو تہ انهن کي ايترا پئسا بہ ڏيو جنهن مان انهن جو گذر بسر ٿئي، ڇو تہ اُهي هتي اچي اسان کي مارينداآهن ۽ پاڻ بہ مصيبت ۾ پون ٿا. تنهن ڪري حاجي ابراهيم پنهنجي جهاز ۾ مسڪين حاجين کي سوار نٿو ڪري. اها خبر ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ اوهان لاءِ دعا گهري وئي تہ بيت الله ۽ مَحْبُوبُ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ جي مسڪين زائرين جي باري ۾ اوهان جي اها بدگماني ختم ٿئي ۽ انهيءَ فاسد عقيدي کان اوهان کي خدا بچائي. منهنجي نظر ۾ انهيءَ بدگماني ۽ فاسد عقيدي کان وڌو گناهہ ٻيو ڪوبہ نٿو ٿي سگهي، ڇو تہ اُهو ڪم الله ۽ الله جي رسول جي قول جو مخالف آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: وَمَنْ يَّخْرُجْ مِنْ بَيْتِهٖ مُهَاجِرًا اِلَي اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ثُمَّ يُدْرِكْهُ الْمَوْتُ فَقَدْ وَقَعَ اَجْرُهٗ عَلَي اللّٰهِ. معنيٰ: جيڪو پنهنجي گهر کان هجرت ڪري الله ۽ الله جي رسول ڏانهن نڪتو، پوءِ (رستي ۾) مري ويو تہ انهيءَ جو اجر الله تي واقع ٿي چڪو. اگرچہ اها آيت عموم تي دلالت ڪري ٿي پر انهيءَ جي مسڪين حاجين جي حق ۾ تخصيص صحيح حديثن مان ثابت آهي. جيئن تہ صحيح بخاري ۽ حديث جي ٻين صحيح ڪتابن ۾ آهي تہ اسان جي پيغمبر ﷺ جن حيات ممات ۽ حشر ۾ مسڪينن سان گڏ هجڻ جي دعا فرمائي آهي. انهيءَ مان واضح ٿيو تہ نبي ڪريم ﷺ جن مسڪينن جي حيات، ممات ۽ حشر کي پنهنجي ذات شريف سان منسوب فرمايو آهي. اهڙي طرح مسڪينن کي عظيم شرف حاصل ٿي چڪو. پوءِ انهن جا درجا ڏسي انهن جي بلند همت جي ڪري انهن جي وسيلي سان الله تعاليٰ کان مدد طلب فرمايائون. جيئن تہ حديث شريف ۾ آيو آهي تہ سرور ڪائنات ﷺ جن هنن لفظن سان دعا گهري: اَللّٰهُمَّ انْصُرْنَا بِصَعَالِيْكِ الْمُهَاجِرِيْنَ. معنيٰ: يا الله! اسان جي غريب مهاجرن جي وسيلي مدد ڪر. پوءِ اتان معلوم ٿيو تہ سرور ڪائنات ﷺ جن کي مسڪينن سان ڪيتري محبت هئي. جيڪڏهن ڪو انصاف سان ڏسندو تہ حاجي مصيبتون برداشت ڪري سفر جون تڪليفون سهي وطن جا سُک

۽ نفساني لذتون ڇڏي جهاز جي سواري جا خطرا سر تي کڻي محض ڪعبه جي حج ۽ محبوب رب العالمين ﷺ جي زيارت لاءِ اچن ٿا. هرڪو انصاف پسند انهن جي تعريف ڪندو ۽ انهن جي گلا هرگز نه ڪندو ۽ انهن جي عيبن تي نظر ڪونه وجهندو، ڇاڪاڻ ته اهي رڳو شوق ۽ محبت جي ڪري اهي ڪم ڪن ٿا. سيڌي سامان کان سواءِ سفر ڪن ٿا. تعريف ۽ ساراهه کان سواءِ انهن جي باري ۾ ڪجهه به نه ڳالهائڻ کپي، ڇاڪاڻ ته حضرت رسول ڪريم ﷺ امت جي تعليم جي لاءِ هيءَ دعا به گهري آهي: اَللّٰهُمَّ اِنِّي اَعُوْذُبِکَ مِنْ خَلِيْلٍ بَاکِيَةٍ عَيْنَاهُ تَرَيَانِيْ وَقَبْلَهٗ يَرْعَانِيْ اِنْ رَاٰي حَسَنَةً دَفَنَهَا وَاِنْ رَاٰي سَيِّئَةً اَذَاعَهَا. انهن جي شڪايت جي سلسلي ۾ خاص خيال ۽ احتياط ڪرڻ گهرجي جو انهن جي فضل جو ڇيهه ئي ڪونه آهي. ايترولکڻ تي بس ڪجي ٿي ۽ هڪڙو نقل بيان ڪجي ٿو. قبله سائين حقائق آگاهه مقبول بارگاهه مياں اسماعيل عليه الرحمه فرمائيندا هئا ته هڪڙو شخص ڪنهن شهر ۾ رهندو هو ۽ پنهنجو مال مسڪينن ۽ فقيرن تي خدا ڪارڻ خرچ ڪندو هو. پوءِ وري انهيءَ شخص پنهنجو هٿ روڪيو ۽ وري ٻي شخص کي الله تعاليٰ توفيق ڏني ۽ اهو پنهنجو سمورو مال مسڪينن ۽ فقيرن تي خرچ ڪرڻ لڳو. اتفاق سان هڪڙي رات اهو شخص جيڪو پهرين مسڪينن ۽ فقيرن تي پنهنجو مال خرچ ڪندو هو، تنهن خواب ڏٺو ته سندس گهر مان خزانو کڻي ٻي ماڻهوءَ جي گهر پيا وڃن. انهيءَ شخص پنهنجو خواب انهيءَ شخص کي ٻڌايو جيڪو سندس هٿ روڪڻ کان پوءِ پنهنجو مال مسڪينن ۽ فقيرن تي خرچ ڪرڻ لڳو هو. خواب ٻڌي انهيءَ پوءِ خيرات ڪرڻ واري شخص کي جواب ڏنو ته جڏهن تون الله جي راهه ۾ خرچ ڪندو هئين تڏهن تنهنجو مال گڏ يي ٿيو ۽ هاڻي تو هٿ روڪيو آهي، تڏهن الله تعاليٰ اهو خزانو منهنجي گهر ٿو موڪلي. انهيءَ مثال مطابق محض اوهان جي خيرخواهي جي ڪري ۽ الله تعاليٰ جي حڪم جي تابعداري ڪندي، جيئن ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو: وَاْمُرْ بِالْمَعْرُوْفِ وَانْهَ عَنِ الْمُنْکَرِ. معنيٰ: نيڪي جو حڪم ڪر ۽ برائي کان منع ڪر، ڪجهه نصيحت عرض ڪئي

وئي. هن ڪري تہ اهو ڪم ڇڏي ڏيڻ جي ڪري جنهن ڪم جي ڪري اوهان کي الله تعاليٰ جي رضا حاصل ٿي هئي، متان اوهان کي ڪو روحاني نقصان پهچي. اوهان جي عزت ۽ مال ۽ اولاد ۾ برڪت ۽ ترقي جي لاءِ هي ڪجهہ عرض ڪيو اٿم. الله تعاليٰ اوهان کي توفيق بخشي ۽ وڌيڪ بہ پهريون ساڳيو فقيرن ۽ مسڪينن تي خرچ ڪرڻ جو نيڪي جو ڪم شروع ڪريو تہ ڏاڍي خوشيءَ جي ڳالهہ ٿيندي ۽ اوهان کي وڏو فائدو ٿيندو. ٻيلا جيڪڏهن اوهان نصيحت قبول نہ ڪئي تہ بہ وَمَا عَلَيْنَآ اِلاَّ الْبَلَاغُ ۽ پوءِ انهيءَ باري ۾ اوهان تي ڪا ميار بہ ڪونہ ڪبي، ڇاڪاڻ تہ ذوق شوق وارن جون ڳالهيون شڪايت جوڳيون نہ هونديون آهن پر اهي ماڻهو جيڪو فقيري جي لباس ۾ شيطاني حرڪتون ڪندا آهن ۽ انهن جون دليون انهن جي ظاهر جي ابتڙ هونديون آهن، سي ٻئي کي بہ پاڻ جهڙو سمجهندا آهن. وَالسَّلَامُ

# مڪتوب ستونجاهون

حاجي ابراهيم ۽ عبدالرحيم ۽ عبدالشڪور ممبئي بندر وارن ڏانهن دعا جي لاءِ عرض ڪيو هئائون تہ سندن مال ۽ رزق ۾ برڪت پوي. ٻيو ڪجهہ وعظ ۽ نصيحت جي سلسلي ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، دوست اهل الله، الله وارن سان مخلص، حق وارن جو دوست، هميشه منجهہ امن و امان، دعا ڪرڻ وارن تي مهربان، حاجي عبدالرحيم ۽ حاجي ابراهيم ۽ حاجي عبدالشڪور، سلامن کان پوءِ جيڪو اهل سنت جو طريقو آهي، معلوم هجي تہ اوهان جو خط موچاري وقت ۾ مليو. ان ۾ جو ڪجهہ بہ لکيل هو. سفر حضر بحر بر جي باري ۾ سڀ ڪجهہ معلوم ٿيو. پيارا! انهيءَ ڏينهن جيڪو حاجي عبدالڪريم آيو ۽ احوال ٻڌائي چيائين تہ جهاز ۾ روڪڙ ۽ جنس هڪ لک جي ملڪيت آهي، انهيءَ جي برڪت ۽ سلامتيءَ جي لاءِ دعا ڪريو. انهيءَ ڏينهن کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اوهان جي حق

# مڪتوب پنجونجاهون

سيادت و شرافت پناهہ سيد ميان جان محمد ڪڇ پرڳڻي جي ڳوٺ ڪوٺاري واري ڏانهن انهيءَ بيان ۾ تہ پنهنجي خط ۾ لکيو هئائين تہ ماڻهو اسان کي پير پرست ٿا چون ۽ چون ٿا تہ جيڪو پنهنجي حاجت جي وقت پري پنڌ واري پير کي سڏي ٿو، اهو ڪافر ۽ گمراهہ آهي. ان جو جواب لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

حَامِدًا وَّ مُصَلِّيًا وَّ مُسۡلِمًا.

اَلۡمُحِبُّ لِلّٰهِ وَالۡمُخۡلِصُ فِي اَللّٰهِ سِيَادَتُ وَ شَرَافَتُ پَنَاهہ، نِقَابَتُ وَ نِجَابَتُ دَسۡتگاهہ، سيّد ميان جَان مُحَمَّد سَلَّمَهُ اللّٰهُ تَعَاليٰ ادبن ۽ سلامن کان پوءِ عرض تہ فارسي بيت آهي تہ:

ما مريدانِ رُو بسوءِ ڪعبہ چون آريم

چون رو بسوءِ خانہ خمار دارد پير ما

ترجمون: اسين مريد ڪعبہ ڏانهن منهن ڪيئن ڪريون جڏهن تہ اسان جي پير جو منهن ميخانہ ڏانهن آهي.

اهو بيت انهيءَ ڳالهہ تي دلالت ٿو ڪري تہ ڪوبہ پير پنهنجي مريدن جي حالتن کان بي خبر ۽ غافل نہ هوندو آهي. سيني عارفن جو سرتاج ۽ حقيقي پير سيد المرسلين ﷺ جيڪو نور جو سرچشمون آهي، جنهن جو نور هر ڪنهن وجود کي پهچي ٿو، ڪيترو بہ پري هجڻ جي باوجود قريب آهي. مولانا جامي رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡهِ فرمائي ٿو:

(مصرع)

حقيقت را بهر دوري ظهور است

ترجمون: حقيقت هر ڪنهن دوري تان ظاهر هوندي آهي.

پوءِ ڪيترو بہ پري هجي پر نائب پنهنجي منيب جي جاءِ تي قائم آهي. پوءِ جيئن تہ جامع الجوامع واري حديث ۾ آيو آهي تہ: اَلشَّيۡخُ فِيۡ جَمَاعَتِهٖ ڪَالنَّبِيِّ فِيۡ اُمَّتِهٖ. معنيٰ: پير پنهنجي جماعت ۾ ائين ئي آهي جيئن نبي پنهنجي امت ۾. پوءِ جيئن سرور ڪائنات ﷺ جن جي محبت سيني مومنن تي لازم آهي،

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رحمة الله عليه جن فرمائيندا هئا تہ هڪڙي ڏينهن حضرت نبي ڪريم ﷺ جن اصحابن سڳورن کان پڇيو تہ اوهان حياتي جي ڪيتري اميد ٿا رکو. اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! رات جو سمهون ٿا پر اسان کي خبر نہ هوندي آهي تہ صبح جو جيئرا اٿنداسين يا نہ؟ پاڻ سردارن فرمايو تہ اها بہ غفلت آهي. اسان جو ۽ اوهان جو دم ٻاهر ٿو وڃي، خبر نہ آهي تہ واپس ايندو يا نہ؟ دنيا جي باري ۾ سرتاج الانبياءِ عَلَيۡهِ وَعَلَيۡهِمُ السَّلَامُ جو فرمان اهو آهي. اسان گنهگارن کي نٿو جڳائي تہ ڪائي ڊو ڪري سڄي رات ستا پيا هجون. ضروري آهي تہ اڌيءَ رات جو يا رات جي ٽئين حصي ۾ سجاڳ ٿي جاڳي الله تعاليٰ جي ذڪر فڪر ۾ مشغول ٿيون.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ يارو! رات جو جاڳي الله تعاليٰ جو ذڪر ڪندا ڪريو جو سمهڻ جي لاءِ مرڻ کان پوءِ گهڻو وقت پيو آهي.

(بيت)

راتيون جاڳن جي آئون سيئي ڪندي سيڻ
تنين سندا نيڻ - اوجاڳن اُجاريا.

والسلام عليڪم.

# مڪتوب اڻونجاهون

## حاجي احمد ممبئي بندر واري ڏانهن

هن بيان ۾ تہ لکيو هئائين تہ حرمين شريفين زَادَهُمَا اللهُ شَرَفًا وَّ تَعۡظِيۡمًا جي زيارت تان موٽي آيو آهيان. توجه فرمايو تہ هي جسماني بعد ختم ٿئي. ان جو جواب ۽ مرشد ڪامل جي رابطي جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، دوست اهل الله، خدا وارن جو سڄڻ، هميشه منجهہ امن و امان ،حاجي احمد بن

ابراهيم جو سينو مسرور هجي. خير جي دعائن کان پوءِ خاطر گرامي تي واضح هجي ته اوهان لکيو آهي ته حرمين شريفين زَادَهُمَا اللّٰهُ شَرَفًا وَ تَعْظِيْمًا وَ تَكْرِيْمًا جي زيارت کان موٽي آيا آهيون، ممبئي بندر پهچي ويا آهيون. انهيءَ عظيم نعمت ۽ دولت جون لک لک مبارڪون هجن.

اوهان لکيو آهي ته دعا ڪريو ۽ توجه ڪريو ته هي جسماني بعد ختم ٿئي. پيارا! اهو جسماني بعد مرشد ڪامل جي رابطي ۽ محبت سان ختم ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته حضرت يوسف عَلٰي نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِ السَّلَامُ جو پهراڻ حضرت يعقوب عليه السلام اکين تي رکيو ته سندس اکين جو نور موٽي آيو. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعالىٰ عنه جن انهيءَ مان به مرشد ڪامل جي رابطي جو ڪنايو مراد وٺندا هئا. الله تعاليٰ اوهان کي ذڪر جو شوق نصيب ڪريءِ اوهان جي ظاهر ۽ باطن کي خوش رکي ۽ حضرت پيغمبر پاڪ ﷺ جن جي شريعت جي متابعت تي ثابت قدم رکي. ميان عبدالخالق ۽ حاجي ابراهيم ۽ حاجي عبدالڪريم ۽ حاجي حسين ۽ سيني ننڍن ۽ وڏن کي سلام پهچن.

وري به عرض ته اي پيارا! هيءَ دنيا فاني آهي، هميشه رهڻ جي جاءِ نه آهي. انبياءِ، اولياءَ ۽ صلحاءُ سڀ هن ڪميٽي دنيا کي ڇڏي ويا آهن. اسان کي به هيءَ دنيا ڇڏڻي آهي. آخرت جو سفر درپيش آهي. انهيءَ لاءِ به سمر ضرور گهرجي. جيڪڏهن هتي ڪنهن وٽ سمر نه هوندو آهي، انهيءَ جي پرورش ماءُ پيءُ ڪندا آهن. آخرت ۾ ڪير به ڪجهه به نه ڏيندو. آخرت جو سمر صالح عمل آهن ۽ نيڪ اعمال الله تعاليٰ جو ذڪر ۽ شريعت جي تابعداري آهي. افسوس اسان جي حال تي جو اسان وٽ گناهن کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. هتي اهو عرض ڪرڻ گهرجي ته حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلَامُ رعب، ڊپ ۽ مايوسي ۽ پشيماني جي حالت ۾ چيو آهي ته: رَبَّنَا ظَلَمْنَآ اَنْفُسَنَا وَاِنْ لَّمْ تَغْفِرْ لَنَا وَتَرْحَمْنَا لَنَكُوْنَنَّ مِنَ الْخَاسِرِيْنَ. انهيءَ دعا کي دل ۽ زبان سان ورد ڪرڻ گهرجي. وَالسَّلَامُ

# مڪتوب اوڻهٺ

سيد عمر شاھ ممبئي بندر واري ڏانهن

انهيءَ بيان ۾ تہ طالب کي مرشد ڪامل جي متابعت تي ثابت قدم رهڻ گهرجي، نفس جي مخالفت ڪرڻ گهرجي ۽ ذڪر فڪر جي ترغيب جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، خدا وارن جو دوست، حق وارن جو يار، هميشه منجهہ امن و امان، ميان سيد عمر شاھ، رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ نيڪ روشن هجي تہ اوهان جو خط پهتو. خط ۾ لکيل حقيقت مطالع ڪئي وئي. هي دعاگو اوهان ارادتمندن جي حق ۾ پنهين جهانن جي ڀلائي جي دعا گهرندو رهندو آهي. ٻنده جي خوبي ۽ خواري رب پاڪ جي رضا سان آهي. جيڪڏهن ڪنهن شخص جو غلام پنهنجي مالڪ جي مرضي کان خلاف ڪو ڪم ڪندو تہ اهو غلام نہ چئبو بلڪ دشمن چئبو.

(بيت)

بنده همان بہ کہ از تقصير خويش - عذر بدرگاھ خدا آورد

ترجمون: غلام اهو ڀلو جيڪو پنهنجي ڪوتاهين تي مالڪ جي درگاھ مان معافي وٺي.

مريد اهو آهي جيڪو مرشد ڪامل جي تابعداري ڪري ۽ پنهنجي نفس جي مخالفت ڪري.

(بيت)

ترا کاين نفس کافر در کمين است
نہ آنجاره برد آنجا کہ دين است

ترجمون: اهو ڪافر نفس جيڪو تنهنجي پاسي ۾ آهي، اهو توکي دين جي رستي تي ڪونہ هلڻ ڏيندو.

جيڪو پنهنجي خيال مطابق ڪم ڪندو، اهو پنهنجي نفس ٻي خواهشن جو تابعدار آهي. طالب کي گهرجي تہ قول ۽ فعل ۾ مرشد ڪامل جو تابع رهي. مرشد ڪامل اهو آهي جيڪو

ظاهر ۽ باطن ۾ رسول الله ﷺ جن جي تابعداري ڪري.

(بيت)

پير ره ڪبريت احمر آمده است
سينۂ او بحر اخضر آمده است

ترجمون: مرشد ڪامل ڪيميا وانگر آهي، سندس سينو فيض جو درياءُ آهي.

پيو ته مريد ڪي گهرجي ته پنهنجو سربستو احوال مرشد ڏانهن لکندو رهي ۽ خير ۽ شر جي خبر مرشد ڪامل ڪان پڇندو رهي. انهيءَ باري ۾ حافظ شيرازي رحمة الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

بمئي سجاد، رنگين ڪن گرت پير مغان گويد
ڪہ سالک بي خبر نبود ز راهٔ ورسم منزلها

ترجمون: شراب سان مصلو رنگي ڇڏ جيڪڏهن توکي مرشد ڪامل چوي، ڇاڪاڻ ته سالڪ راهه جي رسم و رواج ڪان بي خبر نه هوندو آهي.

منهنجا عزيز! طالب کي گهرجي ته ذڪر ۽ فڪر ۾ اهڙو مشغول رهي جو هڪڙو دم به الله تعاليٰ جي يادگيري ڪان سواءِ نه ڪٽي.

(بيت)

ذڪر ڪن ذڪر تا ترا جان است
پاڪي دل ز ذڪر رحمان است
دم بي حق زدن محض گناه است
بخود مشغول بودن ڪفر راه است

ترجمون: ذڪر ڪندو رهه جيستائين تون جيئرو آهين، دل جي پاڪائي الله تعاليٰ جي ذڪر سان حاصل ٿيندي آهي. الله تعاليٰ جي يادگيري ڪان سواءِ ساهه ڪڻڻ گناهه آهي. پاڻ ۾ مشغول رهڻ طريقت جي راهه ۾ ڪفر آهي.

بيت سنڌي

پڇيوئي تان پور، نہ تہ پڇڻ ناهي پريتڻون
جهڙي تهڙي حال سين هلج هوت حضور
ڏوريندن ڪان ڏور، پرين پراهون نہ ٿيئي.

ميان عبدالرحيم رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

جن همت ڪئي تن حق ڏٺو - ٻيا نست نادانا

حضرت خواجہ عبيدالله احرار رحمۃ الله عليه پنهنجي ملفوظات ۾ فرمائي ٿو تہ دل اها آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ جي يادگيري هجي. الله تعاليٰ جي يادگيريءَ کان خالي دل رڳو گوشت جو ٽڪرو آهي جيڪو هر ڪنهن جانور جي ڪاٻي پاسي ۾ موجود آهي. ان کي وڏي ڪتي کي اڇلائي ڏئي ڇڏڻ گهرجي. پيارا! انسانيت اها آهي جيڪا مٿي بيان ٿي. ٻيا ڍورن وانگر آهن. ڪائن ٿا، پيئن ٿا، سمهن ٿا، ٻچا ڄڻين ٿا، پنهنجن ٻچن کي کير پيارين ٿا، اهي ماڻهو بہ انهن وانگر هوندا آهن. انهن ماڻهن جي حالت تي هيءَ آيت سڳوري دلالت ڪري ٿي: لَهُمْ قُلُوْبٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ اَعْيُنٌ لَّا يُبْصِرُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ اٰذَانٌ لَّا يَسْمَعُوْنَ بِهَا اُولٰئِكَ كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ وَاُولٰئِكَ هُمُ الْغَافِلُوْنَ. معنيٰ: انهن کي دليون آهن پر انهن سان سمجهن نٿا، انهن کي اکيون آهن پر انهن سان ڏسن نٿا، انهن کي ڪن آهن پر انهن سان ٻڌن نٿا، اهي ماڻهو ڍورن وانگر آهن بلڪ انهن کان بہ وڌيڪ گمراه آهن ۽ اهي ماڻهو غافل آهن. انهيءَ آيت سڳوريءَ جو تفسير، تفسير عيني ۾ پڙهي ڏسندا. مولانا رومي رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

گر بصورت آدمي انسان بدي
احمد وبوجهل هم يکسان بدي

ترجمون: جيڪڏهن شڪل ۽ صورت جي ڪري ماڻهو انسان هجي ها تہ حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ ﷺ ۽ ابوجهل هڪ جهڙا هجن ها.

ڪنهن بزرگ کهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

با زبان يا صمد خواني در دل يا صنم
چون بباطن ڪافري ظاهر مسلماني چہ شود

ترجمون: زبان سان يا صمد ٿو پڙهين دل ۾ يا صنم. جڏهن تہ

باطن ۾ ڪافر آهين تہ پوءِ ظاهري مسلماني ڪهڙي ڪم جي؟
۽ پڻ مولانا رومي فرمائي ٿو:

(بيت)

بر زبان الله الله در دل گاو خر
اين چنين تسبيح ڪي دارد اثر

ترجمون: زبان تي الله الله دل ۾ ڍڳو ۽ گڏهہ. اهڙي تسبيح ڪهڙو اثر ڪندي؟

اي پيارا! سڀني متقدمين ۽ متاخرين مشائخ رضوان الله عليهم جو اتفاق آهي تہ قلب جو اطمينان نفس جي مخالفت کان سواءِ حاصل نٿو ٿي سگهي ۽ نفس جي مخالفت دل جي بصيرت کان سواءِ ممڪن نہ آهي. آهي ٻئي لازم ملزوم آهن. وَالسَّلَامُ

## مڪتوب سٺ

ذڪر جي فضيلت ۽ مرشد سان رابطي جي باري ۾

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ وَالسَّلَامُ عَلٰي عِبَادِهِ الصَّالِحِيْنَ. اوهان پيارن کي گهرجي تہ قلبي ذڪر ۾ مشغول رهو. جيئن تہ آيت سڳوري ۾ آهي: يَذْكُرُوْنَ اللّٰهَ قِيَامًا وَّقُعُوْدًا وَّعَلٰي جُنُوْبِهِمْ. معنيٰ: ياد ڪن ٿا الله کي بيٺي، ويٺي ۽ پاسن ڀر. هڪ لحظو بہ ذڪر کان غافل نہ رهو. بلڪ صبح ۽ شام ذڪر ۾ مشغول رهو. ڪنهن بزرگ ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

ذڪر ڪن ذڪر تا ترا جان است
پاڪي دل ز ذڪر رحمٰن است

ترجمون: ذڪر ڪندو رهہ جيستائين جيئرو آهين. دل جي پاڪائي رحمٰن جي ذڪر سان حاصل ٿيندي آهي.

اي پيارا! ذاڪر کي گهرجي تہ ذڪر ۾ اهڙو محو ٿي وڃي جو ذاڪر نہ رهي ۽ ذڪر خود مذڪور ۾ محو ٿي وڃي. جڏهن اهي ٻئي محو ٿي ويا تہ مذڪور ۾ مذڪور باقي رهندو. پوءِ وَلَا يَذْكُرُ اللّٰهَ اِلَّا اللّٰهُ. حضرت خواجه محمد معصوم قدس الله

سره پنهنجي مڪتوبات ۾ لکن ٿا تہ ذڪر جي ڪثرت ۽ قلبي ذڪر ۾ مشغول رهڻ وڏي نعمت آهي. ان جو شڪر بجا آڻڻ کپي. لَئِنۡ شَكَرۡتُمۡ لَاَزِيۡدَنَّكُمۡ. معنيٰ: جيڪڏهن شڪر ڪندو تہ اوهان کي وڌائيندس. اميد آهي تہ اهو ذڪر مذڪور سان وصال جو وسيلو بنجي ۽ معرفت جي دري کلي پوي ۽ ذڪر ۽ ذاڪر کي وچ مان ڪڍي ڇڏي ۽ حضور حاصل ٿي وڃي ۽ پڻ فرمايو اٿن تہ طالب کي گهرجي تہ پاڻ کي ڪڏهن بہ آرام نہ ڏي ۾ ٻُولا ۾ رهي، جهڙئن اڄايل پاٽيءَ جي ٻُولا ڪندو آهي ۽ پڻ فرمايائون تہ ڪنهن بزرگ چيو آهي تہ تصوف اضطراب جو نالو آهي. جڏهن سڪون اچي ويو تہ تصوف نہ رهيو.

(بيت)

همت بلند عشاق مست مئي را
مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

ترجمون: مئي جي مست عاشقن کي وڏي همت کپي، بي همت ماڻهوءَ جي عاشقن وٽ ڪابہ گنجائش نہ آهي.

ٻي بزرگ بہ ڏاڍو سٺو چيو آهي:

(بيت)

امروز روز فرصت فردا ست روز غوغا
غافل چرانسازي امروز ڪار فردا

ترجمون: اڄ واندڪائي جو ڏينهن آهي، سڀاڻي وٽ وٺان جو ڏينهن هوندو. اي غافل! تون سڀاڻي جو ڪم اڄ ئي ڇو نٿو ڪري وٺين؟

اي پيارا! جيڪڏهن حقيقت تي نظر وجهندا تہ سڀاڻي کي اڄ روز روشن وانگر پڌرو ڏسندا. ڪهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو:

(بيت)

چشم بکشا کہ جلوه دلدار - متجلي است از در و ديوار
نَحۡنُ اَقۡرَبُ اِلَيۡهِ آمده است - دور افتاده تو از بندار

ترجمون: اکيون کول تہ دلدار جو جلوو در ۽ ديوار ۾ جلوا پيو پائي. قرآن ۾ ”اسين هن کي شه رگ کان بہ ويجها آهيون.“

فرمايو ويو آهي، تون پنهنجي گمان جي ڪري پري رهيو آهين.
اي پيارا! طالب کي گهرجي تہ حضرت اويس قرني رضي الله عنه جي تابعداري ڪري جنهن پنهنجي جاءِ تان سرور ڪائنات ﷺ سان رابطو قائم ڪري ڪمالات حاصل ڪيا. جيڪڏهن ائين رابطو قائم نٿو ڪري سگهي تہ پوءِ پير جي صحبت ۾ رهي، جيڪو وصال جو وسيلو آهي. وَابْتَغُوٓا اِلَيْهِ الْوَسِيْلَةَ. معنيٰ: محبوب حقيقي جي وصال لاءِ وسيلو اختيار ڪريو. انهيءَ جو مفهوم سمجهڻ گهرجي. اي پيارا! جيڪو پير آهي اهو حقيقت کي پهتل آهي ۽ ڪما حقه حقيقت کي حاصل ڪيو اٿس. ڪهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو:

(بيت)

پير ره کبريت احمر آمده است
سينئہ او بحر اخضر آمده است

ترجمون: پير ڪامل ڪيميا آهي، سندس سينو فيض جو دريا آهي.

پير ڪامل جي ڪهڙي تعريف بيان ڪريان. هي عاجز پنهنجي عادت مطابق هميشه ڪتابن جا مهاڳ مطالعہ ڪندو آهي. هن ڪري تہ هرڪو مصنف پنهنجي ڪتاب ۾ پنهنجي پير جي تعريف ڪندو آهي. پير جي تعريف پير ئي ڪري سگهي ٿو. مريد ويچارو ڪير پيا ڪ ٻار وانگر آهي. تنهن کي طريقت جي ڪهڙي خبر؟ ٻيو هي تہ ٻار ماءُ پيءُ جي پيار پرين جڏهن کان بي خبر هوندو آهي ۽ انهن جي باري ۾ انصاف تڏهن ئي ڪري سگهي ٿو جڏهن پاڻ ڪنهن جو پيءُ بنجي. اي پيارا! اَلْمُرِيْدُ ڪَالْمَيِّتِ. معنيٰ مريد ميت وانگر آهي. بزرگن لکيو آهي تہ جنهن ۾ ٿورو بہ ساهہ هوندو، ان کي غسل ڏيڻ وارو ويجهو بہ ڪونہ ايندو. مريد جڏهن پنهنجن ارادن کي فنا ڪندو تڏهن پير پاڻهين پنهنجي تصرف جو هٿ مريد ۾ وجهندو. هاڻي بس ٿو ڪريان جو دانائن جي لاءِ ايترو ئي ڪافي آهي. زياده خيريت، اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ.

# مڪتوب ايڪھٹ

مِيان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن پنهنجي حقيقت سڃاڻ جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، خاص دوست، متحد دل و جان، همشه منجهہ امن و امانِ، برادرمِ ميانِ عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. اَلسَّلَامُ عَلَيۡڪُمۡ وَرَحۡمَةُ اللّٰهِ وَبَرَڪَاتُهٗ ڪان پوءِ ضمير منير تي نيڪ روشن هجي تہ گھڻو وقت عبدالخالق جي حيثيت ۾ گذاريو اٿو. هاڻي عبد ڪي خالق ۾ محو ڪري ڇڏڻ گهرجي. ڪافي مدت معيت ۾ گذري، هاڻي جڏهن عبد فنا ٿي ويو جنهن سان معيت هئي، باقي ڇا رهيو؟ يعني باقي، باقي رهيو جيڪو خالق آهي. اهو ئي سڄي جهانَ جو رب آهي. هي عبد جيڪو آدم آهي اهو سيني آدمين جو ابو آهي. جيڪڏهن پاڻ ڪي سڃاڻين ۽ ڏسين تہ عبد ۽ خالق تون ئي آهين، ٻيو ڪير بہ ڪونہ آهي.

(بيت)

ڪجا غير ڪو غير ڪو نقش غير - سِوَي اللّٰهِ وَاللّٰهِ مَا فِي الۡوُجُوۡدِ

ترجمون: غير ڪٿي آهي، غير ڪٿان آيو، غير جو نقش ڪهڙو آهي؟ الله ڪان سواءِ الله جو قسم! ڪو وجود ڪونہ آهي.

جيڪڏهن عبد ڪي مخفي ڪندين تہ خالق هوندين. جيڪڏهن خالق ڪي مخفي ڪندين تہ عبد هوندين. ان حالت ۾ عبد چئبو تہ بہ صحيح ٿيندو ۽ جيڪڏهن خالق چئبو تہ بہ صحيح ٿيندو.

اي پيارا! رڳو لکڻ سان ئي شوق ۽ ذوق پيدا ٿئي ٿو جنهن جو بيان تحرير ۾ نٿو اچي سگهجي. اي پيارا! طالب ڪي گهرجي تہ انهن ٻنهين اسمن ڪي لا هيٺ آڻي ۽ ان جي مسميٰ جي ڳولا ڪري. زياده خيريت وَالسَّلَامُ.

# مڪتوب ٻاهٺ

ان بيان ۾ تہ لکيو هئائين تہ هن غلام ڪي خليفي محمد

روشن جي حوالي ڪريو تہ ان ڪان فيض حاصل ڪريان. ان جي جواب ۾ پير ڪامل جي رابطي ۽ صحبت جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ وَالصَّلٰوٰتُ وَالسَّلَامُ عَلٰى رَسُوْلِهٖ مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ.

اَمَّا بَعْدُ! اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ جو تحفو هن فقير حقير جي طرفان محترم ۽ مکرم ياءَ ڪي هجي.

اوهان لکيو آهي تہ هن غلام ڪي خليفي محمد روشن جي حوالي ڪريو. اها ڪهڙي مهرباني آهي جيڪا اوهان هن گنهگار تي نہ فرمائي ۽ جيڪا روشنائي محمد روشن ڪان هن دل ڪي حاصل ٿي آهي، تنهن تي الله تعاليٰ جو شڪر بجا آڻڻ لازم آهي. اي پيارا! اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڏٺي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن طالب ڪي ڪنهن بزرگ ڪان هڪڙي تر جيترو فيض حاصل ٿيو هجي تہ يقين ڪري تہ اهو بزرگ پيرِ ڪامل آهي ۽ دل جان سان انهيءَ بزرگ جي لاءِ ادب، اخلاص ۽ محبت ڪي پاڻ تي لازم ڪري وٺي تہ الله تعاليٰ ڪيس ادب، اخلاص ۽ محبت جي وسيلي ڪمال جي درجي تي پهچائيندو. (بيت)

ادب تا جيست از لطف الاهي - بنہ بر سر برو هر جاڪہ خواهي

ترجمون: ادب الله تعاليٰ جي مهرباني جو تاج آهي، ان ڪي مٿي تي رکي جتي بہ وڃڻ چاهين وڃ.

هڪڙو مثال تہ ڪنهن شخص ڪي سياري جي رات ۾ ڏاڍو سيءُ لڳو. ٽانڊي جي لاءِ هر طرف ڪوشش ڪيائين. هڪڙي جاءِ تان تمام ٿورو ذرو ٽانڊي جو کيس هٿ آيو، انهيءَ ڪي ڪپهہ ۾ ويڙهي ڦوڪون ڏنائين تہ دکي پيو. پوءِ انهيءَ تي ڪک، ڪچرو ۽ ڪاٺيون وڌائين تہ ٻري مچ ٿي پيو ۽ پاڻ ۽ ٻين ماڻهن هٿ سيڪي سيءُ لاٿو. اهو سچي طالب همت واري جو مثال آهي.

(بيت)

همت بلند بايد عشاق مست مئي را
مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

ترجمون: عاشقن کي وڏي همت گهرجي، بي همت ماڻهون عاشقن سان ڪڏ نه هلي سگهندو.

همت بندو مدد خدا. مردجو ملهه انهيءَ جي همت ئي آهي. اوهان پائرن کي محمد روشن کان جيڪا ٿوري روشني ملي آهي، همت سان ڪوشش ڪريو ته اها روشني وڌيڪ ٿئي. بلڪ انهيءَ حد کي پهچي جو سچ تي پوي ۽ عَالَمِ اَمر ۽ عَالَمِ خَلق جيئن آهي، ان جي حقيقت کي ڏسي.

اي پيارا! اهو راز آهي الله جي رازن مان. جيڪو لکڻ ۽ پڙهڻ سان نٿو سمجهي سگهجي. انهيءَ باري ۾ ئي بزرگن فرمايو آهي ته: اِظهَارُ الاِسرَارِ کُفرٌ. معنيٰ: رازن جو اظهار ڪفر آهي ۽ انهيءَ تي حديث شريف ناطق آهي: تَکَلَّمُوا النَّاسَ عَلیٰ قَدرِ عُقُولِهِم. معنيٰ: ماڻهن سان سندن عقل مطابق ڳالهايو.

(مصرع)

مصلحت نيست ڪه ازپرده برون افتد راز

ترجمون: مصلحت نه آهي جو راز پردي مان نڪري.

منهنجا پيارا! الله تعاليٰ جي محبت جي ڪا به حد، ڪوبه ڇيهه نه آهي. انبياءَ ڪرام عليهم السلام محبت مطابق الله تعاليٰ جو قرب حاصل ڪيو ۽ سرفراز ٿيا. شرف حاصل ڪيائون ۽ اولياءَ الله رضوان الله عليهم پنجاهه هزار ورهن جي راهه محبت جي ذريعي هڪ لمحه ۾ طئي ڪئي ۽ الهام ۽ ڪرامت جا صاحب بنيا. اها عظيم نعمت وڏي دولت پيرڪامل جي محبت ۽ تابعداري سان حاصل ٿيندي آهي.

(بيت)

تا نيامد جان آدم آشڪار - ره نداشتند بسوءِ ڪردگار
پديد آمد چون آدم شد پديد - قفل درت راڪليد آمد پديد

ترجمون: جيستائين آدم جي جان ظاهر نه ٿي، تيستائين الله تعاليٰ ڏانهن سندس راهه نه کُلندي. جڏهن آدم ظاهر ٿيو ته راهه به ظاهر ٿي پئي. دروازي جي قفل جي چابي هٿ اچي وئي.

سيڪجهه پير ڪامل سان رابطو آهي، جيڪو مريد جو رهبر آهي. مريد مبتدي نابين وانگر آهي جنهن ڪيلٺ مان جهلي

هلائڻ واري جي ضرورت هوندي آهي. جيئن تہ ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

ڪور مادر ڪي تواند رفت راست
بي عطا ڪش ڪور را رفتن خطا است

ترجمون: ماءُ پيٽان انڌو ڇاول گس تي سڌو ڪيئن هلي سگهندو؟ لٺ جهلي هلائڻ واري ڪان سواءِ نابين ڪي هلڻ گناهہ آهي.

اهڙن موقعن تي مثال طور اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعالىٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ هڪڙو طالب هو جنهن پنهنجي پير جي خدمت ۾ تمام گهڻو وقت گذاريو. حق جو مشاهدو نہ ٿيو. طالب اها شڪايت پنهنجي پير وٽ ڪئي. پير صاحب ڪيس چيو تہ اڄ عشاءَ نماز نہ پڙهجانءِ. نمازپڙهڻ ڪان سواءِ سمهي رهجانءِ. اهو شخص عشاءَ نمازپڙهڻ ڪان سواءِ سمهي رهيو. گهڻي رات گذري وئي، ڪيس نماز پڙهڻ ڪان سواءِ ننڊ نہ اچي. اٿيو ۽ فرض پڙهيائين پر سنت ادا ڪونہ ڪيائين ۽ سمهي رهيو. خواب ۾ رسول الله ﷺ جن جي زيارت ڪيائين. پاڻ ڪريمن ڪيس فرمايو تہ پنهنجي پير کي چئجان تہ بي پيري ائين نہ ڪري. صبح جو پير مريد ڪان احوال پڇيو. مريد عرض ڪيو نبي ڪريم ﷺ جن جي زيارت خواب ۾ حاصل ٿي. حڪم فرمايو اٿن تہ پنهنجي پير کي چئجان تہ آئنده ائين نہ ڪري. پير صاحب مريد کي چيو تہ سنت ڇڏيئي تہ سنت جي ڌڻيءَ جي زيارت ڪيئي. جيڪڏهن فرض ادا نہ ڪرين ها تہ فرض جي ڌڻي جو ديدار ڪرين ها. انهيءَ مناسبت سان داناءِ راز حافظ شيرازي رحمة الله عليه ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

بمي سجاده رنگين کن گرت پير مغان گويد،
کہ سالک بي خبر نبود ز راه و رسم منزلها.

ترجمون: شراب سان مصلو رنگي ڇڏ جيڪڏهن توکي پير ڪامل چوي ڇاڪاڻ تہ سالڪ منزل جي راه و رسم ۽ رواج ڪان بي خبر نہ هوندو آهي.

اي پيارا! اها پير پرستي عين حق پرستي آهي. حضرت

امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعاليٰ عنه جن پنهنجي مڪتوبات شريف ۾ لکن ٿا تہ:

(بيت)

زان روءِ کہ چشم تست احول - معبود تو پير تست اول

ترجمون: ڇاڪاڻ تہ تنهنجي اک ٽيڏي آهي، تنهن ڪري تنهنجو پهريون معبود تنهنجو پير آهي.

حضرت خواجہ عبيدالله احرار رحمۃ الله عليه جي ملفوظات ۾ آهي تہ وقت جا بادشاهہ ۽ امير سندن مريد هوندا هئا ۽ پالڪين ۾ سوار ٿي ايترا وڏا ماڻهو سندن حضور ۾ حاضر ٿيندا هئا جو ڪنهن مسڪين جي لاءِ خواجه صاحب جو منهن ڏسڻ مشڪل هو. انهن مسڪينن سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ اميرن جي هجوم جي ڪري اسين اوهان جي زيارت ڪان بہ محروم آهيون. حضرت خواجه عبيدالله احرار رحمۃ الله عليه انهن مسڪينن کي چيو تہ اوهان مون سان رابطہ ۾ مشغول رهندا ڪريو.

هڪڙي پيري هڪڙي عالم خواجه صاحب جي مريد کان پڇيو تہ تنهنجي مشغوليت ڪهڙي آهي؟ هُنَ عرض ڪيو تہ پير ڪامل جي صورت سان رابطو. عالم چيو نماز ۾ ڪهڙو حال هوندو اٿئي؟ فقيرچيو تہ نماز ۾ بہ پنهنجي پير جي صورت ڏسندو آهيان. عالم نَعُوذُ بِاللهِ چئي فقير کي نماز ۾ پير سان رابطي ڪان روڪيو. انهيءَ مريد خواجه عبيدالله احرار رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ کي انهيءَ عالم جو واقعو ٻڌايو. خواجه صاحب جن انهيءَ عالم کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ مسئلو پڇيائين تہ ڪنهن شخص کي نماز ۾ سوئر يا نانگ جي صورت نظر اچي ۽ ٻي کي ڪنهن صالح مرد جي صورت نماز ۾ نظر اچي تہ انهن مان سٺو خيال ڪنهن جو آهي؟ عالم چيو صالح مرد جي صورت ڏسڻ واري جو. هي بيت انهيءَ مثال تي صريح دلالت ڪري ٿو:

(بيت)

ز آن روءِ کہ چشم تست احول<br>معبود تو پير تست اول

ترجمون: چاڪاڻ ته تنهنجي اک تيڏي آهي، تنهن ڪري تنهنجو پهريون معبود تنهنجو پير آهي.

زياده خيريت، اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلٰي مَنْ لَدَيْكُمْ.

# مڪتوب ٽيهٺ

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن انهيءَ بيان ۾ ته طالب جي همت بلند هجڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته جيڪو وهي سو لهي.

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، خاص دوست، متحد دل و جان، ميان عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن ڪان پوءِ واضح هجي ته:

(بيت)

هرچه جز حق بسوز غارت کن
هرچه جز دين از و طهارت کن

ترجمون: جوڪجهه به حق ڪان سواءِ آهي ساڙي ختم ڪري ڇڏ. جو ڪجهه به دين ڪان سواءِ آهي تنهن ڪان پاڪ ٿي وڃ.

پيارا! اوهان جي خط ۾ ادوڙيائون ۽ سبيائون ۽ انهيءَ قسم جون جيڪي ٻيون ڳالهيون هيون، سي پڙهيون ويون. اهي سڀ اسان جي ٻي همتيءَ جون نشانيون آهن، ورنه جيڪو وهي سو لهي. جيئن ته حديث شريف ۾ اچي ٿو: مَنْ طَلَبَ شَيْئًا جَدَّ وَجَدَ. معنيٰ: جنهن ڪنهن شيءِ جي طلب ڪئي پوءِ ڪوشش ڪيائين ته حاصل ڪري ورتائين ۽ پڻ حديث ۾ الله تعاليٰ جو ارشاد بيان ٿيل آهي ته جيڪو مون ڏانهن هڪ انچ وڌي ايندو، آئون انهيءَ ڏانهن هڪ ٻاڙي وڌي ويندس، جيڪو مون ڏانهن هڪ ٻاڙي وڌي ايندو، آئون انهيءَ ڏانهن ٻه ٻاڙيون وڌي ويندس، جيڪو مون ڏانهن ٻه ٻاڙيون وڌي ايندو، آئون انهيءَ ڏانهن وڪون ڪٽي وڌي ويندس، جيڪو مون ڏانهن وڪون ڪٽي وڌي ايندو، آئون انهيءَ ڏانهن ڊوڙي وڌي ويندس. مثال ته جيڪڏهن ڪنهن شخص جو گهوڙو يا ڏڳو يا اُٺ يا ٻيو ڪو جانور گم ٿي وڃي ته اهو شخص انهيءَ جانور جي ڳولا ۾ رهندو ۽ جيستائين پنهنجو وڃايل جانور

نہ ليندو، تيستائين ڪيس آرام نہ ايندو. مطلب تہ هن بيت جي معنيٰ تي غور ڪريو:

(بيت)

تعلق حجاب است بي حاصلي
چون پيوند ها بگسلي واصلي

ترجمون: دنيا سان تعلق ئي حجاب آهي ۽ ڪجهہ حاصل نٿو ٿئي. جڏهن دنيا سان تعلق ٽوڙيندين تڏهن ئي حق ڪي حاصل ڪري سگهندين.

پيارا! شيخ يحييٰ منيري رحمة الله عليه جي مڪتوبات ۾ نقل آهي تہ هڪڙي مريد پنهنجي پير کي عرض ڪيو تہ آئون اڳي ئي والدين جا حق ادا ڪرڻ ۽ مدرسہ ۾ سبق پڙهائڻ ۾ مشغول هئس ۽ شهر جي قاضيءَ جي وفات کان پوءِ قضا جو منصب بہ منهنجي حوالي ڪري رهيا آهن. هاڻي جيڪا اوهان جي مرضي هجي، انهيءَ مطابق عمل ڪريان. پير صاحب چيو تہ هڪ ئي وقت والدين جا حق، مدرسہ جي پڙهائي ۽ قضا جي منصب سان ڪيئن نڀائي سگهندين؟

اي پيارا! انهيءَ ڏينهن کان جو اوهان ياڻر هتان روانا ٿيا آهيو، اڄ تائين اضطراب ۽ حيراني، پريشاني ۽ بي تابيءَ جي ڪا حد ئي نہ رهي آهي. بلڪ هر روز ڏهوڻو غلبو وڌي رهيو آهي. منهنجو شوق ۽ درد هن بيت جي مصداق مطابق آهي:

(بيت)

مرا اي ڪاش ڪہ مادر نزادلي
وگر ميزاد پس شيرم ندادلي

ترجمون: مون کي اي ڪاش جو ماءُ نہ ڄڻي ها، جيڪڏهن ڄڻيائين تہ کير نہ پياري ها.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن بہ گهڻو ڪري هي بيت جهونگاريندا رهندا هئا:

(بيت)

ڪاش ڪہ مادر مرا نزادلي بہ بدلي
جاءِ شيرم زهر دادلي بہ بدلي

ترجمون: مون کي اي ڪاش ماءُ نہ ڄڻي ها تہ سٺو ٿئي ها ، ڪير جي جاءِ تي مون کي زهر ڏئي ها تہ سٺو ٿئي ها.

پيارا! جيڪڏهن حياتي وفا ڪئي تہ ملاقات ٿيندي پر ملاقات جو وقت مقرر هوندو آهي ۽ طالب تي حق آهي تہ دنيا ۽ آخرت کي وساري، الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ مستغرق رهي.

انهيءَ مناسبت سان شاهہ ڀٽائي رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

جز وڃايو جوڳئين، ڪل سين آهين ڪم
آسڻ جن عدم ، آئون نہ جيئندي اُن ري.

شهيد عشق مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ فرمائي ٿو:

(بيت)

اسر ابر ڏانهن مڇڻ رهين رنجن ۾
جزي جائز نہ آهي ڪل ري ڪنڻ ڏينهڙا.

امام غزالي رحمہ الله عليه هڪڙي عارف جو نقل لکيو آهي تہ انهيءَ عارف محبوب حقيقي جي بارگاهہ ۾ عرض ڪيو تہ پنهنجي مهرباني ۽ عنايت سان مون کي حضرت موسيٰ عليه السلام وارو مڪالمہ ، حضرت عيسيٰ عليه السلام جي مئلن کي جيارڻ واري قوّت ۽ حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَامُ واري دوستي (خلت) عطا فرمائيندين تہ بہ اڃان انهيءَ کان وڌيڪ عنايتن جي طلب ڪندس. حالانڪ اها تہ حقيقت آهي تہ ڪوبہ ولي ڪنهن بہ نبي ۽ رسول جي درجي کي نٿو پهچي سگهي، خصوصًا اولو العزم انبياءَ جو درجو تہ تمام بلند آهي. انهن جي مقام تي پهچڻ تہ محال آهي. پوءِ انهيءَ عارف اهي سوال ڪيئن ڪيا؟ يعني اها انهيءَ عارف جي عالي همتيءَ جي نشاني آهي. مطلب آهي تہ طالب جي همت ڪنهن بہ حد ۾ محدود نہ ٿيندي آهي. جيئن هي بيت آهي:

(بيت)

شکر الله کہ نمرديم رسيديم بدوست
آفرين باد برين همت مردانہ ما

ترجمون: اللہ تعاليٰ جو شکر آهي جو مئاسين ڪونہ ۽ دوست سان ملي وياسين، اسان جي مردانگي ۽ همت کي آفرين هجي.
زياده خيريت، وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ

# مکتوب چوهٺ

شريعت جي احڪامن، عاجزي، نياز ۽ طالب جي بلند همتيءَ جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ لِوَلِيِّهٖ وَالصَّلَوَاتُ وَالسَّلَامُ عَلٰى نَبِيِّهٖ مُحَمَّدٍ وَّآلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ.

سلامن کان پوءِ مهربان ياءَ کي معلوم هجي تہ اوهان پائرن کيچ پهچڻ کان پوءِ هن فقير حقير کي بہ خط لکيا، اوهان جا اهي ٻئي خط پهتا. انهن جو سمورو احوال پڙهيو ۽ سمجهيو ويو.

پيارا! هن عاجز سراسر سعادت آفتاب، جهان تاب، قطب الاقطاب، غوث الاغواث، ڪعبہ ابدال و اوتاد، قبلہ افراد جي خدمت ۾ گهڻو وقت گذاريو پر پنهنجي بي ادبيءَ ۽ بي نصيبيءَ جي ڪري حجابن ۾ محجوب رهجي ويو. اي پيارا! شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جي سڀني شرطن ۾ پهريون شرط ادب جو آهي. جيڪو شريعت جي احڪامن جو ادب بجا آڻيندو، انهيءَ کي ئي طريقت عطا ٿيندي ۽ جڏهن طريقت جوادب پوريءَ طرح بجا آڻيندو تڏهن کيس حقيقت عنايت ٿيندي ۽ جڏهن حقيقت جو پورو لحاظ رکندو، تڏهن کيس معرفت ملي ويندي.

اللہ پناهہ ڏي، جيڪو وار جيتري بہ شريعت جي مخالفت ڪندو، انهيءَ کي طريقت هرگز حاصل نہ ٿيندي. ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي جنهن بہ چيو آهي تہ:

(بيت)

کسي کو درشريعت راسخ آيد - طريقت راهہ خود بروي کشايد

ترجمون: جيڪو شريعت ۾ پختو هوندو، انهيءَ تي طريقت جي راهہ از خود کُلي پوندي.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ حضرت آدم علىٰ نبينا وعليه السلام کي الله تعاليٰ پنهنجي قدرت جي هٿ سان پيدا ڪيو جو خلقت بيدي ونفخت فيه من روحي واني جاعل في الارض خليفه.
معنيٰ: مون (آدم کي) پنهنجي هٿ سان خلقيو ۽ انهيءَ ۾ روح ڦوڪيو ۽ آئون زمين ۾ پنهنجو خليفو پيدا ڪرڻ وارو آهيان. اهي سڀ نعمتون الله تعاليٰ آدم عليه السلام کي عطا فرمايون. بهشت جا سڀ انعام کيس عطا فرمايائين. ملائڪن کان کيس سجدو ڪرايو. باوجود انهن درجن ۽ ڪمالات جي جڏهن ڪڻڪ جو داڻون کائڻ جي خطا ٿي تہ الله تعاليٰ آدم عَلَيْه السَّلامُ کي بهشت مان ڪڍي ڇڏيو ۽ پوءِ وري الله تعاليٰ جي بَارگاهہ مان حضرت آدم عليه السلام کي ڏوراپو مليو تہ تو اسان جي حضور ۾ اهڙي بي ادبي ڇو ڪئي؟ حضرت آدم عليه السلام عرض ڪيو تہ يا الله! تنهنجي مرضيءَ سان مون کان اها خطا ٿي ۽ اهڙي طرح حضرت آدم عليه السلام خطا جي ذميواري پاڻ قبول نہ ڪئي، بلڪ الله تعاليٰ جي مرضي سمجهي پاڻ کي ذميواري کان آزاد ٿي سمجهيائين. تنهن ڪري ستر هزار سال گذري ويا، حضرت آدم عليه السلام انهيءَ حال ۾ رهيو. تنهن کان پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي رحم، ڪرم ۽ مغفرت واري صفت سان فرمايو: اي آدم! توکي عقل ڏيان يا تنهنجا گناهہ معاف ڪريان؟ ٻنهين مان جو ڪجهہ بہ گهرين توکي اختيار آهي. آدم عَلَيْه السَّلام عقل گهريو ۽ جڏهن آدم عَلَيْه السَّلامُ کي عقل مليو تڏهَن خطا جي نسبت پاڻ ڏانهن ڪيائينَ ۽ دعا گهريائين تہ: اعوذ بالله من الشيطن الرجيم. ربنا ظلمنا انفسنا وان لم تغفر لنا وترحمنا لنكونن من الخسرين. ادب ۽ عاجزي جيئن جڳائي تيئن بجا آندائين تڏهن وري کيس خلافت ۽ نبوت جو درجو عطا ٿيو. هوڏانهن ابليس، بي ادب بي ادبي جي ڪري تڙجي ويو. خدا جو غضب مٿس نازل ٿيو ۽ انهيءَ جي لاءِ هي وعيد آيو: ان عليک لعنتي الي يوم الدين. پوءِ اسان ۽ اوهان کي هرگز نہ ٿو جڳائي جو شريعت جي ادبن ۽ احڪامن مان ڪو ٿورو ذرو بہ ڇڏيون.

ڪنهن بزرگ کهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

ادب تا جيست از لطف الاهي
بنہ بر سر برو هر جاکہ خواهي

ترجمون: ادب الله تعاليٰ جي لطف جو تاج آهي. مٿي تي رکي جتي بہ وڃي هليو وڃ.

پيارا! جنهن بہ ڪجهہ حاصل ڪيو آهي تنهن سڀ ڪجهہ ادب سان حاصل ڪيو ۽ عقيدي جي پختگي جي ڪري حاصل ڪيو ۽ بي ادبن فيض ۽ فائدا بي ادبيءَ جي ڪري برباد ڪري ڇڏيا. کهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو:

(بيت)

از خواهيم توفيق ادب
بي ادب محروم ماند از فضل رب
بي ادب تنها نہ خود را داشت بد
بلکہ آتش در همہ آفاق زد

ترجمون: الله تعاليٰ کان ادب جي توفيق ٿا گهرون. بي ادب خدا جي فضل کان محروم رهندو آهي. بي ادب رڳو پاڻ ئي خوار ڪونہ هوندو آهي، بلڪ سڄي دنيا ۾ باهہ لڳائي ڇڏيندو آهي.

اي پيارا! طالب کي ايتري بلند همت گهرجي جو پنهنجي نظر کون و مڪان تي بہ نہ وجهي. کون عالم ملڪ آهي، مڪان عالم ملڪوت آهي. اهي ٻئي طالب جا ڳولا هوندا آهن ۽ طالب انهن ٻنهين کي نڪرائي حق سان مشغول رهي جو طالب جو مطلب ۽ مقصود اهو ئي آهي. اي پيارا! هي عشق جو مقام آهي پوءِ عشق کان سواءِ انهيءَ مقام تي پهچڻ مشڪل آهي. ويچاري عقل جي اتي ڪا گهٽي ڪونہ آهي. مخدوم عبدالرحيم شهيد گرهوڙي رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

اوڏيون جي عشق کي، انهن عقل ڪٿان.
عقل سُودو آڇ ڪري، عشق ڦُر فرمائي.
عشق اهڙي راهہ، جا عقل کي اڏ ڪري.

منهنجا پيارا! اسان بدبختن پنهنجي سڄي ڄمار نفس جي خدمت ۽ نفس کي خوش ڪرڻ ۾ گذاري ڇڏي آهي. افسوس اسان جي حال تي. حق جا طالب نفس جي صلاح ڪونہ وٺندا آهن، نفس جي ڳالهہ ڪونہ ٻڌندا آهن ۽ پنهنجو پاڻ کي تقدير جي حوالي ڪري ڇڏيندا آهن. چوندا آهن:

(بيت)

سپر دم بتو مايهٔ خويش را
تو داني حساب کم و بيش را

ترجمون: مون پنهنجي موڙي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏي آهي، هاڻي ڪمي بيشيءَ جي حساب کي تون پاڻ ئي ڄاڻين ٿو.

تدبيرون ترڪ ڪرڻ عين ايمان آهي ۽ تقدير جي مقابلي ۾ تدبيرون ڪرڻ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهڻ وانگر آهي. وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلىٰ مَنْ لَدَيْكُمْ.

# مڪتوب پنجهٺ

غلام علي ٺٽه قيصر واري ڏانهن لکيو ويو، انهيءَ بيان ۾ تہ ڪتاب نسخہ محبوبيہ[1] لکڻ ۾ دير ڪئي هئائين تنهن ڪري سندس دل جي تسڪين جي لاءِ ڪجهہ وعظ ۽ نصيحت ۽ پير سان رابطي ۽ الله سُبْحَانَهٗ وَتَعَالىٰ جي يادگيري لاءِ ترغيب جي باري ۾ تحرير ٿيو.

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن و امان، ميان غلام علي فقير، رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ جيڪا خير الانام ﷺ جن جي سهڻي سنت آهي، نيڪ روشن هجي تہ اوهان پيارن جو خط نيڪ ساعت ۾ پهتو. احوال پڙهيو ويو. اوهان لکيو هو تہ ڪتاب مستطاب نسخہ "محبوبيہ" لکڻ ۾ اوهان کان دير ٿي وئي. انهيءَ خطا کي اسين شفقت ۽ مهرباني سان معاف ڪريون. اي پيارا! نسخہ لکڻ ۾ اوهان کان جيڪا دير ٿي، اُها تہ الله تعالىٰ جي طرفان مقرر ۽ متعين ڪيل تقدير هئي ۽ انهيءَ وقت ڪتاب "محبوبيہ" جو نسخو

(١) محبوبية المحمودية

لڪجي تيار ٿيو ۽ اوهان ئي لکي پورو ڪيو جو لَا تُحَرِّكُ ذَرَّةً اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ. معنيٰ: الله جي حڪم کان سواءِ ڪو ذرو بہ چري نٿو سگهي، انهيءَ ڳالهہ تي شاهد آهي. منهنجي اوهان تي ڪا بہ ميار نہ آهي، بلڪ منهنجي دعا آهي تہ الله تعاليٰ اوهان پيارن کي غيب جي خزانن مان دنيا ۽ آخرت جون سڀ خوبيون عطا فرمائي ۽ ايمان ۽ محبت ۽ پنهنجي پاڪ ذات جو عشق نصيب فرمائي ۽ پيو تہ اوهان جيڪي ڪتاب هن فقير جي رضامنديءَ سان لکيا آهن، انهن جو اجر قيامت تائين باقي رهندو. جيڪو پڙهندو يا ٻڌندو، تنهن کي فائدو حاصل ٿيندو. هي جهان فاني آهي، جاوداني نہ آهي. هتان وڃڻو آهي رهڻو نہ آهي. ڪهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو:

(بيت)

ايدل مکن گناهہ کہ تحقيق مردني است
اعمال نيک کن کہ قيامت رسيدني است
غره مشو برين گل وبستان روزگار
باد خدان بر اين گل و بستان وزيدني است

ترجمون: اي پيارا! گناهہ نہ ڪر جو تحقيق مرڻو اٿئي. نيڪ عمل ڪر جو قيامت اچڻ واري آهي. خوش نہ ٿي هن دنيا جي باغ تي، هن دنيا جي باغ تي خزان اچڻ واري آهي.

اي پيارا! انهيءَ باد خزان کان ڪنهن کي بہ ڇوٽڪارو نہ آهي پر حق جا طالب انهيءَ باد خزان کان آزاد آهن جو انهن جي دل الله تعاليٰ ڏانهن جذب هوندي آهي ۽ اهي محبت جي خنجر جا ڪٺل هوندا آهن.

(بيت)

ڪشتگان خنجر تسليم را
هر زمان از غيب جان ديگر است

ترجمون: تسليم جي خنجر جي ڪٺلن کي هر لمحہ غيب کان نئين زندگي ملندي آهي.

الله تعاليٰ جي طلب ۾ مرد فرد گهرجي جيڪو دنيا ۽ آخرت جي مرادن کي ڦٽو ڪري ڇڏي تہ جيئن نفس ۽ شيطان جي

مکر ۽ فريب کان آزاد ٿي وڃي. جيئن ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

نفس چون نيست در درون باقي
چہ غم از دشمنان آفاقي

ترجمون: نفس جڏهن باقي ئي ڪونہ رهيو تہ پوءِ آفاقي دشمنن جو ڪهڙو ڊپ؟

پيارا! اهو حال پير ڪامل ۽ مڪمل جي رابطي کان سواءِ حاصل نٿو ٿي سگهي.

(بيت)

ز آنروءِ کہ چشم تست احول
معبود تو پير تست اول

ترجمون: ڇاڪاڻ تہ تنهنجي اک ٽيڏي آهي، تنهن ڪري تنهنجو پهريون معبود تنهنجو پير آهي.

(بيت)

پير ره کبريت احمد آمده است - سينۂ او بحر اخضر آمده است
گر ترا پير اينچنين آيد پديد - قفل دردت را کليد آيد پديد

ترجمون: پير ڪامل ڪيميا وانگر آهي. سندس سينو دريا وانگر آهي. جيڪڏهن توکي اهڙو پير ملي ويو تہ ڄڻ توکي تنهنجي درد جي ڪلف جي چاٻي ملي وئي.

خواجہ حافظ شيرازي انهيءَ مقام جي باري ۾ ڪهڙو نہ سٺو فرمايو آهي:

(بيت)

در خرابات مغان نور خدا مي بينم
اين عجب بين کہ چہ نوري ز کجا مي بينم

ترجمون: آئون مغان جي خرابات ۾ خدا جو نور ٿو ڏسان، عجب تہ ڏس جو آئون ڪهڙو نور ڪٿان ٿو ڏسان؟

قرآن ٻڌو: قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ

معنيٰ: چئو تہ جيڪڏهن اوهان اللہ تعاليٰ سان محبت ٿا ڪريو تہ منهنجي تابعداري ڪريو تہ اللہ تعاليٰ اوهان سان محبت ڪري. آيت سڳوريءَ جي ترجمي تي غور ڪريو ۽ اللہ تعاليٰ جي يادگيري

ڪان سواءِ هڪڙو ساهہ کڻڻ بہ حرام آهي جو ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

دمي بي حق زدن محض گناه است
بخود مشغول بودن کفر راه است

ترجمون: الله تعاليٰ جي يادگيريءَ کان سواءِ هڪڙو ساهہ کڻڻ بہ وڏو گناهہ آهي. پاڻ ۾ مشغول ٿيڻ طريقت جي راهہ ۾ ڪفر آهي.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللهُ تعَاليٰ عَنهُ هي بيت گهڻو جهونگاريندا هئا:

(بيت)

نگهدار دم را کہ عالم دمي است
دمي پيش دانا بہ از عالمي است

ترجمون: دم کي سنڀال جو سڄو جهان دم جي مثال آهي، دانا وٽ هڪڙو دم سڄي جهان کان ڀلو آهي.

پيارا! الله کي ياد ڪرڻ وارا هميشہ خوش رهندا آهن. الله رحمان جو ذڪر جان جي فرحت آهي.

(بيت)

چون خواهي کہ فردا شوي رستگار
مزن دم بجز ياد پروردگار

ترجمون: جيڪڏهن چاهين تہ صبحاڻي ڇوٽڪارو حاصل ڪرين تہ هڪڙو دم بہ الله تعاليٰ جي يادگيري کان سواءِ نہ کڻ.

الله تعاليٰ جي يادگيري ايمان جي نشاني آهي. غفلت شيطان جي ڪنٽرول جي نشاني آهي.

(بيت)

ذڪر کن ذکر تا ترا جان است - پاکي دل ز ذکر رحمٰن است

ترجمون: ذڪر ڪر ذڪر جيستائين جيئرو آهين، دل جي پاڪائي رحمان جي ذڪر سان حاصل ٿيندي آهي.

الله تعاليٰ جو ذڪر سڀ کان سٺو آهي جو ذاڪر ۽ ذڪر ۽ مذڪور ٽي ئي هڪ ٿي وڃن. فَاذْكُرُونِيٓ اَذْكُرْكُمْ جو مطلب اهو آهي جيڪو بيان ڪيو ويو. مولانا رومي فرمائي ٿو:

(بيت)

بر زبان الله الله در دل گاو خر
اين چنين تسبيح کي دارد اثر

ترجمون: زبان تي الله الله ۽ دل ۾ گڏھ گابو. اھڙي تسبيح ڪھڙو اثر ڪندي؟

سلام قبول ڪندا ۽ حاضرين مجلس کي چوندا.

# مڪتوب چاھٺ

غلام علي ٽنڊي قيصر واري ڏانھن سندس خط جي جواب ۾ جنھن ۾ پنھنجي عاجزي، انڪساري ۽ نھٺائي جي باري ۾ عرض ڪيو ھئائين ۽ پير ڪامل سان رابطي جي باري ۾ جيڪو اصل مقصد آھي ۽ توحيد ۽ حَقّ سُبْحَانَهٗ وَتَعَالىٰ جي معرفت جي سلسلي ۾ لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب مخلص، دوست اخص، متحد دل و جان، ھميشه منجھہ امن و امان، ميان غلام علي رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلام مسنون ڪان پوءِ واضح ھجي تہ اوھان جو خط دلڪش آيتن ۽ دلربا عبارتن سان سينگاريل پھتو. ڏاڍو شوق ۽ ذوق حاصل ٿيو ۽ بيحد فرحت نصيب ٿي.

اي پيارا! سچي طلب سان مقصود ۽ مطلوب پير ڪامل جو رابطو آھي. پاڻ کي انھيءَ ۾ محو ڪري متلاشي ٿئي. بلڪ پنھنجي صورت جي بجاءِ پير جي صورت خيال ۾ رکي ۽ ائين تصور ڪري جو پنھنجي صورت کي پير جي صورت ڏسي. پاڻ وچ ۾ نہ رھي. ان وقت چوي:

(بيت)

من تو شدم تو من شدي، من تن شدم تو جان شدي،
تاڪس نگويد بعد ازين من ديگرم تو ديگري.

ترجمون: آئون تون ٿئس، تون آئون ٿئين آئون تن ٿئس تون جان ٿئين، جو ڪوبہ نہ چوي تہ آئون جدا آھيان تون جدا آھين.

اسّا جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڏٺي رضي الله

تعاليٰ عنه جن هن فقير کي رابطي جي تاکيد کندي انهيءَ بيت سان سرفراز فرمائيندا هئا. اهو وقت آهي جو جتي پير هوندو آهي، اتي مريد هوندو آهيَ. ٻئي هڪ ٿي ويندا آهن ۽ دوئي درميان ۾ نہ رهندي آهي ۽ توحيد جو جمال صورتن جي نقاب کان سواءِ جلوه گر ٿيندو آهي ۽ ائين چوندو آهي جيئن کنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

در و ديوار من آئينہ شد از کثرت شوق
هر کجا مي نگرم روءِ ترا مي بينم

ترجمون: شوق جي کثرت جي کري منهنجا در ۽ ديوارون آئينو بنجي ويا آهن. جيڏانهن نهاريان ٿو تنهنجو منهن ٿو ڏسان.

۽ پڻ چوي ٿو:

(بيت)

امروز چون جمال تو بي پرده ظاهر است
در حيرتم کہ وعده فردا برائي چيست

ترجمون: اڄ جڏهن تنهنجو جمال بنا پردي ڏسي رهيو آهيان، تڏهن حيرت ۾ آهيان تہ صبحاڻي جو وعده ڇا جي لاءِ آهي؟

انهيءَ مناسبت سان داناءِ راز حافظ شيرازي رحمة الله عليه کهڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

بديدم مطرب وساقي همہ اوست
خيال آب و گل در ره نباشد

ترجمون: ڏٺم تہ مطرب ۽ ساقي سڀ پاڻ آهي. پاڻي ۽ مٽيءَ جو خيال راهہ ۾ نہ آهي.

خواجہ مغربي بہ فرمائي ٿو:

(بيت)

اي مغربي آن يار کہ بي نام و نشان بود
کہ از پرده آمد هم نام و نشان شد

ترجمون: اي مغربي! جيڪو يار نالي ۽ نشان کان سواءِ هو اهو پردي کان ٻاهر آيو تہ نالو ۽ نشان ٿي ويو.

هن ڪان پوءِ بي جهت ۽ بي ڪيف حالت پيدا ٿيندي آهي جنهن ڪي بي چون ۽ بي چگون چوندا آهن. انهيءَ مقام ۾ تي عارف دعويٰ سان هوندو آهي ۽ دعويٰ ڪان سواءِ رهندو آهي. هتي جيڪا دعويٰ تي ڪيائين سا پنهنجي هستي موهوم جي نہ هئي بلڪ حق جي هستيءَ ۽ وجود جي هئي ۽ هتي هستي ۽ وجود محو ۾ محو تي ٿو وڃي جو التوحيد اسقاط الاضافات. اهو حيرت جو مقام آهي، اتي نہ عاشق نڪي معشوق، نہ طالب نڪي مطلوب. اتي وڃڻ آهي ۽ تحير ۾ تحير آهي. زياده خيريت والسلام.

# مڪتوب ستهٺ

درويش فقير محمد ڏانهن سندس خط جي جواب ۾ لکيو ويو.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، خدا وارن جو مخلص، متحد دل و جان، ميان فقير محمد رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن ڪان پوءِ جيڪا سنت آهي، مسلمانن جو طريقو آهي، سهڻو ڪلام آهي، معلوم هجي تہ اوهان پيارن جو موڪليل خط پهتو ۽ مبارڪ وقت ۾ معلوم ٿيو تہ اوهان خير ۽ سلامتيءَ سان پهتا.

پيارا! اوهان دوستن ڪي هميشه ذڪر فڪر ۾ مشغول رهڻ گهرجي جنهن جي نتيجي ۾ اوهان ڪي دل جي صفائي حاصل ٿيندي، الله تعاليٰ جو قرب حاصل ٿيندو. ڪنهن دانا چيو آهي:

(بيت)

ترسم کہ يار با مانا آشنا بماند
تا درمن قيامت اين غم بجا بماند

ترجمون: ڊپ آهي تہ يار اسان ڪان لاتعلق رهندو ۽ اهو غم قيامت تائين مون سان گڏ رهندو.

هر ڪنهن ڪي خبر آهي تہ الله تعاليٰ جي وصل جي عنايتن جي لاءِ بہ محنت ۽ ڪوشش جي ضرورت آهي جيئن تہ

آيت سڳوريءَ ۾ فرمايو ويو آهي: والذين جاهدوا فينا لنهدينهم سبلنا. معنيٰ: جن اسان تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪئي، اسين انهن کي پاڻ تائين پهچڻ جون واٽون ڏيکاريون ٿا. ان ڪان پوءِ وهب آهي پر انهيءَ جو دارومدار بہ ڪوشش تي آهي ۽ ذڪر تي آهي ۽ هن پاسي جي يادگيري بہ اوهان تي لازم آهي. يعني رابطہ شيخ آئنده حال احوال وضاحت سان لکندا ڪريو. والسلام عليڪم

# مڪتوب اٺهٺ

جناب قدسي ماب حضرت پير صاحب مسند چناهہ ڏانهن سندن شفقت نامہ جي جواب ۾ لکيو ويو.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمده ونصلي ونسلم

پير دستگير الله تعاليٰ سندس سايو ڊگهو ڪري، سندس فيض جاري رکي، آمين. هي عاجز عقيدتمند، ذره جي مقدار خاڪسار جان نثار فدوي محمود نظاماڻي ارادت ۽ عقيدت سان بندگيون بجا آڻي تسليمات پيش ڪري هي عرضداشت خادمن، غلامن جي طرفان بساط فيمن مناط، انجمن هدايت موطن، ذات قدسي صفات، مجمع الحسنات، علوم روحاني جو درياءُ، فيوضات سبحاني جو مخزن، معقول ۽ منقول جا دقيقا کوليندڙ، فروع ۽ اصول جي حقائق کان واقف، ڪاولن جو اڳواڻ، مراحل جو پيشوا، سراپا لطف ۽ احسان، عقيدت وارن کي فيض پهچائيندڙ، حضرت مرشد مڪمل شيخ الشيوخ قطب العرفاءُ، امام الاولياءُ جي خدمت ۾ عرض ٿو ڪري تہ خط مبارڪ جيڪو اوهان مهرباني فرمائي ارسال فرمايو هو، اهو خير سان پهتو ۽ شرف ۽ عزت بخشيائين. خط مبارڪ جا ڪل مضمون ۽ مفهوم معلوم ٿيا.

(مصرع)

بوسيدم وبر مرد مڪ وديد نهادم

معنيٰ: چمي پنبڻن کي لائي اکين تي رکيم.

پھريون عرض تہ جامع ڪمالات شريعت ۽ مدقق دقائق طريقت ۽ ڪاشف اسرار حقيقت عارف باللہ حضرت مرشد حقيقي عليه الرحمۃ جن جي هن فاني جهان ۾ لاڏاڻو ڪري دارالبقا جو راهي ٿيڻ جي خبر ٻڌي ايڏو تہ رنج، غم ۽ ڏک ٿيو جو لکڻ کان ٻاهر آهي. پوءِ حق ڏانهن رجوع ٿيڻ جي ڪلمہ مطابق مدد وٺي فاتحہ پڙهي ظاهري ۽ باطني امور ۾ آنجناب کان مدد وٺي ثواب تحفو ڪيو ويو جو آيت سڳوري ۾ ارشاد آهي: وَلَا تَقُوْلُوْا لِمَنْ يُّقْتَلُ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ اَمْوَاتٌ بَلْ اَحْيَآءٌ. معنيٰ: جيڪي اللہ جي راهہ ۾ قتل ٿيا آهن انهن کي مئا نہ چئو بلڪ اهي حيات آهن ۽ جيئن تہ قدسي حديث ۾ آهي: اَوْلِيَائِيْ لَا يَمُوْتُوْنَ بَلْ يَنْقَلِبُوْنَ مِنْ دَارٍ اِلٰي دَارٍ. معنيٰ: منهنجا ولي مرن ڪونہ ٿا بلڪ هڪڙي گھر کان ٻي گھرَ ڏانهن لڏي ويندا آهن.

اللہ وارا عوام جي نظرن کان غائب ٿي لڪي ويندا آهن، پر حقيقت وارن جي نظر ۾ زنده ۽ حاضر هوندا آهن ۽ سندن تصرفات قائم ۽ باقي رهندا آهن. جيڪي ڪم سندن حوالي هوندا آهن، انهن کي سمجهندا آهن ۽ آنحضرت ﷺ جي قائم مقام مقرر ٿيڻ جو شڪرانو بجا آندو ويو ۽ آنحضرت ﷺ تي بہ مريدن جي دستگيري لازم آهي. وڏي اميد ۽ وڏو آسرو آهي تہ هن فقير کي پنهنجي فيض کان محروم ڪونہ رکندا. ٻيو عرض تہ هن پاسي جو احوال لکڻ جي لاءِ جيڪا تاڪيد فرمائي وئي آهي، تنهن ۾ ڪوتاهي نہ ڪئي ويندي، انشاءَ اللہ تعاليٰ. دير جو سبب هي ٿيو تہ خليفو محمد روشن حيدرآباد ويو هو. اڃا تائين موٽي ڪونہ آيو آهي، تنهن ڪري معافيءَ جي عنايت ٿئي. ٻيو عرض تہ اوهان جي سفارش جي بجا آوري ڪري فقير کي پنهنجي توفيق سارو روڪڙي رقم بہ ڏني وئي ۽ پڻ مريدن ۽ مخلصن تي خط بہ ڏنا ويا، سواريءَ لاءِ گھوڙو بہ ڏنو ويو. روانو ٿي ويو آهي، اميد تہ فقير جي خطن سبب ماٺهو سندس مدد ڪندا ۽ موصوف حرمين شريفين جي زيارت جو شرف حاصل ڪندو. اميد تہ آئنده بہ فقير جي يادگير ڪندا رهندا ۽ خط لکي مسرور ۽ شاد ڪندا رهندا.

ٽيو عرض تہ جيڪڏهن درگاهہ شريف تي تشريف فرما

ٿيو تہ اميد رکي عرض ٿو ڪريان تہ منهنجي دعوت بہ قبول فرمائيندا ۽ هن غريب جي اڱڻ تي دعا جا قدم گهمائيندا تہ نهايت احسان مند ۽ شڪر گذار رهندس. زياده ادب

# مڪتوب اوڻهتر

## ميان عمر ۽ ابراهيم ڪراچي وارن ڏانهن

سندن خط جي جواب ۾ جنهن ۾ دعا جو عرض ڪيو هئائون ۽ دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي جي باري ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، دوست اهل الله، خداوارن جا مخلص، حق وارن جا يار، هميشہ منجهہ امن و امان، ميان عمر ۽ ابراهيم رب پاڪ ڪين سلامت رکي. سلامن کان پوءِ، جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي، نيڪ روشن هجي تہ اوهان پيارن جو موڪليل خط فقير حاجي ابراهيم جي هٿان مليو. احوال معلوم ٿيو. اوهان دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي جي لاءِ دعا جو لکيو آهي. اي پيارا! هن دعاگو اوهان پيارن جي حق ۾ الله سبحانه وتعاليٰ جي بارگاهہ مان دعا گهري آهي. انشاءَ الله تعاليٰ قبوليت جو درجو حاصل ڪندي جو اِنَّہٗ قَرِیۡبٌ مُجِیۡبٌ. معنيٰ: الله تعاليٰ تمام ويجهو آهي ۽ دعائون قبول ڪندو آهي. اوهان کي گهرجي تہ گهر وارن جي گفتگو تي جيڪي پاڻ ۾ جهيڙو ڪندي بيهوديون ڳالهيون ڪندا آهن، تن تي ڪن نہ ڌريو ۽ انهن جي هر ڪا ڳالهہ دل تي نہ وٺندا ڪريو. ڇاڪاڻ تہ پهرين اسان جي ڏاڏا حضرت آدم عَلَيۡهِ السَّلَامُ بيبي حوا عَلَيۡهَا السَّلَامُ جي ڳالهہ تي ڪن ڏنو ۽ نهي کي ٽوڙيائين، تنهن ڪري بهشت کان ٻاهر نڪتو.

نفس جا وسوسا ۽ شيطان ٻئي دشمن آهن، انهن کان ڊڄڻ گهرجي ۽ الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ فڪر ۾ مشغول رهندا ڪريو جو الله تعاليٰ جي يادگيري سيني ڪمن کان بهتر آهي. هڪڙو لمحو ۽ هڪڙو لحظو بہ الله تعاليٰ جي يادگيري کان غافل نہ رهڻ گهرجي. ڪهڙو نہ سٺو چيو جنهن بہ چيو:

(بيت)

يک چشم زدن غافل زان ماه نباشم
ترسم که نگاهه کند آگاه نباشم

ترجمون: اک ڇنڀڻ جيتري دير هن کان غافل ڪونه رهندس جو ڏجان ٿو ته هو نظر ڪري ۽ آئون بي خبر رهجي وڃان.

ذڪر ۽ فڪر سان ڪجي جيئن ته چوندا آهن ته فڪر کان سواءِ ذڪر لوڻ کان سواءِ طعام وانگر آهي. الله تعاليٰ جي مقبول ٻانهين شاهه عبدالڪريم رحمة الله عليه بلڙي واري بيان العارفين ۾ لکيو آهي ته ذڪر لوڻ جيترو هجي ۽ فڪر اٽي جيترو هجي ۽ پڻ فرمايو اٿس ته هڪڙو پيرو دل سان الله چوڻ زبان سان هزار پيرا چوڻ کان بهتر آهي ۽ پڻ ڪنهن بزرگ به چيو آهي:

(بيت)

بر زبان صمد خواني و در دل يا صنم
چون به باطن ڪافري ظاهر مسلماني چه سود

ترجمون: زبان سان يا صمد تو چوين ۽ دل ۾ يا صنم. جڏهن ته باطن ۾ ڪافر آهين، ظاهري مسلماني ڪهڙي ڪم جي؟

هن ڪميٽي دنيا جي لاءِ پنهنجي دين کي برباد نه ڪريو. الله تعاليٰ جي لاءِ رات جو اوجاڳو ۽ ڏينهن جو بيقرار رهو. وقت کي غنيمت ڄاڻو جيڪو هينئر هٿ ۾ آهي. گذري ويو ته وري هٿ ڪونه ايندو. اَلْوَقْتُ سَيْفٌ قَاطِعٌ. معنيٰ: وقت تلوار آهي. گهر ٻار جي خيال کي وساري ڇڏڻ گهرجي ۽ پاڻ کي مٿل سمجهڻ گهرجي، جيئن ته نبي ڪريم ﷺ جن هر جمعه جي خطبه ۾ هي الفاظ ورجائيندا هئا: ڪُنْ فِي الدُّنْيَا ڪَاَنَّکَ غَرِيْبٌ اَوْ عَابِرُ سَبِيْلٍ وَعُدْ نَفْسَکَ مِنْ اَصْحَابِ الْقُبُوْرِ. معنيٰ: دنيا ۾ مسافر وانگر يا پل کي پار ڪندڙ وانگر ٿي رهه ۽ پاڻ کي قبر وارن ۾ شمار ڪر. انهيءَ حديث پاڪ کي هينئن سان هنڍايو. غفلت کي ڦٽو ڪريو، هوشيار ٿيو. هن ڪميٽي دنيا جي لذتن تي دل نه ڏيو ڇاڪاڻ ته اَلدُّنْيَا دَارُ بَلَاءٍ وَ فَنَاءٍ وَ غُرُوْرٍ. معنيٰ: دنيا مصيبت ۽ فنا ۽ ڌوکي جي جاءِ آهي. انهيءَ مناسبت سان حافظ شيرازي ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:

(بيت)

حال دنيا پرسيدم من از فرزانئہ
گفت يا خوابي است يا بادي است يا افسانئہ
باز گفتم حال آنکس کہ دل دروي بہ بست
گفت يا غولي است يا ديو است يا ديوانئہ

ترجمون: هڪڙي دانا کان دنيا جو حال پڇيم. چيائين تہ خواب آهي يا واءُ آهي يا افسانو. وري چيم جنهن انهيءَ سان دل لڳائي اهو؟ چيائين تہ اُهو يا ڀوت آهي يا چريو.

جائيکہ کہ کس است حرفي بس است. معنيٰ: ماڻهو لاءِ هڪڙو اکر بہ ڪافي آهي. وَالسَّلامُ

## مڪتوب ستر

عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن لکيو ويو

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، خاص دوست، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن و امان، برادر حقيقي ميان عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي، نيڪ روشن هجي تہ اوهان يارن وفادارن جا چار پنج خط پهتا آهن. اوهان جا احسان هن اڻ پڙهيل اڀوجهہ تي قديمي واسطن جي ڪري آهن، تن جي کهڙي ڳالهہ ڪجي؟

(بيت)

توري تہ جاين - هڏ نہ پڙان هيڪڙي،
مون کي ماروئڙن - ميري ڪري نہ مٽيو.

پيو تہ اوهان هر خط ۾ واءِ واءِ جو اکر جيڪو لکو ٿا، تنهن جو اثر ڪونہ ٿو ڏسجي. ننڍڙي عائشہ جي ولادت جون مبارڪون هجن. اللّٰه تعاليٰ ڪيس وڏي عمر بخشي ۽ هدايت نصيب ڪري. اسان کي ۽ اوهان کي گهرجي تہ اللّٰه تعاليٰ جي فرمان تي ڌيان ڌريون ۽ سندس امر ۽ نهي تي ثابت قدم رهون. اللّٰه تعاليٰ فرمايو آهي تہ مال ۽ اولاد خسارو آهي. اهي شيون غير حق ۾ داخل آهن. انهن ۾ دل نہ لڳائڻ گهرجي.

(بيت)

هـر خـيـال غـيـر حق را دزد دان
اين رياضت سالڪان را فرض دان

ترجمون: اللہ تعاليٰ جي خيال کان سواءِ هرڪو خيال چور سمجهہ. سالڪن جي انهيءَ رياضت کي فرض سمجهہ.

(بيت)

هرچہ باتو بر نيايد زير خاڪ - اين همہ دنيا بود نہ دين پاڪ

ترجمون: جيڪا بہ شيءِ توسان گڏ قبر ۾ نہ هلي، اها سڀ دنيا آهي، دين پاڪ نہ آهي.

وري موٽي ٿا اچون مقصد تي تہ جيڪڏهن اوهان جي واءِ واءِ انهيءَ شخص وانگر آهي جنهن محبت، عشق ۽ درد جي ڪري پي چيو تہ اي خدا! تون جيڪڏهن مون وٽ اچين تہ آئون توکي کير پياريان، توکي ڦٽي ڏيان ۽ تنهنجي مٿي مان جون ڪڍان ۽ اهڙا پيا لفظ چئي رهيو هو ۽ حضرت موسيٰ عَلَيْهِ السَّلَامُ اتان لنگهيو تہ کيس چيائين تہ اللہ تعاليٰ انهن ڳالهين کان پاڪ آهي ۽ تون اهي ڳالهيون نہ ڪر. حضرت موسيٰ عَلَيْهِ السَّلَامُ جي منع تي انهيءَ شخص جي دل اهڙي تڙپي جو انهيءَ وَيل لامڪان تي پهچي ويو. اللہ تعاليٰ جي ذات بي مثل ۽ بي مثال آهي ۽ پاڻ کي انهيءَ ذنار کان گهٽ نہ ڪرڻ گهرجي جيڪو هڪدم ۾ واصل باللہ ٿي ويو. افسوس اسان جي حال تي جو سڄي ڄمار هڪڙي جاءِ تي ڦرندا رهياسين.

(بيت)

عشق آن شعلہ است ڪاندر جان فروخت
هرچہ جز معشوق باقي جملہ سوخت

ترجمون: عشق اهو شعلو آهي جو جيڪڏهن جان ۾ لڳو تہ معشوق کان سواءِ سڀ ڪجهہ ساڙي ڇڏيندو آهي.

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمۃ اللہ عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

عشق نہ آهي راند، جان جان ڪيڏن ڳيرو
سسي نينري پاند، اچل تہ اڌ ٿيئي.

فارسي واري ڪھڙو نہ سٺو چيو آهي:

(بيت)

عشق چون دعويٰ جفا ديدن گواھ
گر گواهت نيست دعويٰ شد تباھ

ترجمون: عشق دعويٰ وانگر آهي ۽ جفا سھڻ شاهد وانگر، جيڪڏھن گواھ تو وٽ نہ آهي تہ دعويٰ باطل آهي.

اي پيارا! ھي جوڪجھہ لکيو اٿم سو اعتراض خاطر نہ لکيو اٿم. بلڪ ھي تازيانو آهي پلي گھوڙي لاءِ تہ انھيءَ ڏنار وانگر ھڪڙي ٽپ سان جتي اک جي نظر پھچي ٿي اتي قدم رکي ۽ پڻ گھوڙو چڙي گڏھ جي سواري نہ ڪرڻ گھرجي جنھن جو چارو گندگي آهي. اھو گندگي کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نہ ڪائيندو. اھو حال نفس شوم نياڳي جو آهي. نفس ڪڏھن ڪتو، ڪڏھن وڇون، ڪڏھن نانگ ۽ ڪڏھن شينھن جي صورت ۾ ظاھر ٿيندو آهي. حديث شريف ۾ جيڪو آيو آهي تہ: اَلدُّنُيَا جِيفَةٌ وَّطَالِبُهَا كِلَابٌ. معنيٰ: دنيا ڍوندي آهي ۽ دنيا جا طالب ڪتا آهن، انھيءَ جو مطلب آهي تہ نفس ڪتو آهي.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا ھئا تہ جنھن سان بہ نيڪي ڪبي، انھيءَ کان بدلي ۾ بہ نيڪي ملندي پر نفس سان جيتري نيڪي ڪبي، بدلي ۾ نفس اوتري ئي برائي ڪندو جيئن تہ چيو اٿن سياھہ زندگي کي جيترو بہ صابڻ سان وھنجايو پر سندس سياھي سفيديءَ ۾ تبديل نہ ٿيندي.

اي پيارا! ڪجھہ ڪڙو لکيو اٿم. جيڪڏھن ارادت، اعتقاد ۽ محبت سان پڙھندا تہ فائدو ٿيندوڇاڪاڻ تہ دانائن چيو آهي تہ ڪڙاڻ بہ جسم کي فائدو ڏيندي آهي. زھر ۽ مٺاڻ ٻئي نقصانڪار آهن پر ماکي نقصانڪار نہ آهي جنھن کي ذاتي محبت چوندا آهن.

اسان جيڪي ظاهري ۽ باطني مريض آهيون، تن کي گھرجي تہ پھرين ڪڙن جلابن سان صفائي حاصل ڪريون تنھن کان پوءِ طبيعت ماکي کي قبول ڪندي، جيڪا ماڻھن جي لاءِ

شفا آهي.

اسان جا مرشد سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن رات جي ماني ڪائڻ کان پوءِ ڪجهہ سنا جي ڦڪي وٺندا هئا ۽ صبح اندازن ٻہ تولا ماکي خاص طرح استعمال ڪندا هئا. اسان کي ٻہ گهرجي تہ پهرين ڪڙاڻ کي وڃون تہ گرمي ۽ غلاظت ختم ٿئي. تنهن کان پوءِ جيڪڏهن مٺاڻ کاڌو سين تہ ڏپ ڪونہ آهي. جيئن تہ حضرت سعدي رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

پدر را عسل بسيار است
و ليکن پسر گرمي دار است

ترجمون: پيءُ وٽ ماکي گهڻي پيئي آهي پر پٽ کي گرمي آهي.

پوءِ ڪڙاڻ، مٺاڻ کان اڳي وڃي جو پهرين جلال آهي ۽ پوءِ جمال. جنهن وٽ جلال نہ هوندو تنهن ۾ جمال ڪٿان ايندو؟ پيارا! ڪو بہ طعام باهہ کان سواءِ ڪونہ پچندو آهي ۽ باهہ ڪنايو آهي عشق جو. مولانا رومي رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو:

(بيت)

در محبت هر کہ چون آتش نشد
عيش او در عشق هرگز خوش نشد

ترجمون: جيڪو محبت ۾ ٻري باهہ نہ ٿيو، اهو عشق واري زندگي ڪونہ گذاري سگهندو.

سلوڪ جي درميان واري دور ۾ فقير جو اٿڻ ويهڻ حقائق ومعارف آگاهہ، ولايت و ڪرامت دستگاهہ ميان قابل شاهہ عليه الرحمہ سان گڏ هوندو هو. هڪڙي ڏينهن منهنجو احوال پڇيائين ۽ فرمايائين تہ حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جي جماعت مان توکي عشق جي وٽ ملي آهي ۽ مون کي علم جي. جيڪڏهن تون تنهنجي عشق جو منهنجي علم سان سودو ڪندين تہ آئون اهو سودو خوشيءَ سان ڪندس.

اي پيارا! اهو جيڪو اوهان کي هاءِ هاءِ تو ڪرائي، سو عشق آهي پر عشق جي جفا تي هاءِ گهوڙا نہ ڪريو، دانهون نہ ڪريو.

(بيت)

عشق چون دعويٰ جفا ديدن گواهہ
گر گواهي نيست دعويٰ شد تباهہ

ترجمون: عشق دعويٰ وانگر آهي ۽ جفا گواهہ وانگر. جيڪڏهن تو وٽ گواهہ نہ هوندو تہ تنهنجي دعويٰ باطل آهي.

عشق جا ڪم ڏس تہ حضرت يوسف ۽ حضرت زڪريا ۽ حضرت موسيٰ عَلَيۡهِمَا السَّلَامُ ۽ اسان جي نبي ﷺ ۽ سيني پيغمبرن عليهم السلام سان ڇا ڪيائين جو حضرت يوسف عَلَيۡهِ السَّلَامُ کي ڀائرن هٿان کوهہ ۾ اڇلارايائين. پوءِ وري مصر ۾ غلام بنائي وڪڻايائين، پوءِ وري قيد ڪرايائين. حضرت زڪريا عَلَيۡهِ السَّلَامُ تي بي گناهہ ڪرٽ وهايائين ۽ حضرت موسيٰ عَلَيۡهِ السَّلَامُ جائو تہ نيل (نيل- ندي) جون ڇوليون سندس پينگهو بنايائين ۽ اسان جي نبي ﷺ جن کي ڏند مبارڪ پجڻ ۽ رتورت ٿيڻ جهڙيون سختيون سهارايائين ۽ شاعر ۽ مجنون چوارايائين ۽ ٻين انبيائن ۽ اوليائن سان بہ عشق جو ڪجهہ ڪيو سو ڪيو. داناءِ راز حافظ شيرازي رحمة الله عليه فرمائي ٿو:

(مصرع)

خموش حافظ از هور يار نالہ مکن

ترجمون: اي حافظ! خاموش ٿي يار جي جفا تي دانهون نہ ڪر.

جرات ۽ گستاخي معاف ڪندا، وَالسَّلَامُ.

# مڪتوب ايڪهتر

میان عبدالرزاق ممبئي بندر واري ڏانهن

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، خاص دوست، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن و امان، طالب طريق ايقان، شارب رحيق عرفان، بلند بخت بي عديل وقت ميان عبدالرزاق کي رب پاڪ سلامت رکي. سلامن کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي، نيڪ روشن هجي تہ زماني جي گردش سبب جن پريشانين ۽ بلائن مان گذري رهيا آهيو ۽ حيران ٿي رهيا آهيو، اهي سيئي حادثا ۽

خيال پيرن هيٺ ڏئي چڙيو جو اهي سيئي لَا ۾ داخل آهن. "لَا" کي "اِلا" کجي تہ "اِلا اللہ" حاصل ٿئي.

(بيت)

تا نہ روبي خار خاشاک لَا
کي رسي در سراءِ اِلَّا اللہُ
هر خيالي غير حق را دزد دان
اين رياضت سالکان را فرض دان

ترجمون: جيستائين "لَا" جا ڪک ۽ ڪنڊا صاف نہ ڪندين تيستائين "اِلَّا اللہ" جي جاءِ تي ڪيئن پهچندين؟ اللہ تعاليٰ کان سواءِ ٻي هر ڪنهن خيال کي چور سمجهہ. اها رياضت سالکن جي لاءِ فرض سمجهہ.

اي پيارا! سڄو جهان ڪميٽي دنيا جي خيالن ۾ غرق آهي ۽ انهيءَ ڪوشش ۾ پاڻ کي هلاڪ ڪري رهيو آهي انهيءَ شخص وانگر جيڪو هما جي پاڇي جي لاءِ دام اڏي زمين تي ۽ هما تہ پنهنجي جاءِ تي هوندو آهي ۽ دام اڏيندڙ کي ڪو فائدو ڪونہ ٿيندو ۽ سندس ڪوشش بيڪار رهندي. هن دنيا مان هرڪو هاءِ گهوڙا ڪندو هٿين خالي هليو ويو آهي، انهيءَ شخص وانگر جيڪو پنهنجي پاڇولي جي پٺيان ڊوڙندو آهي پر انهيءَ کي پهچي نٿو ۽ پاڇي جي پٺيان ويندڙ پنهنجي اختيار سان ٻہ ۽ وڃي ۽ پاڇو تہ بي اختيار آهي ۽ ساڻس گڏ ئي آهي ۽ پٺيان پيو هلي. اهڙي طرح دنيا ۾ جيڪو حصو هوندو اهو پاڻهي ملي ويندو آهي.

(بيت)

هين توکل کن ملرزان پاي و دست
رزق تو بر تو ز تو عاشق تراست
بر سر هر دانہ بنوشتہ عيان
اين نصيب فلان ابن فلان ابن فلان

ترجمون: تون توکل ڪر ۽ هٿ پير نہ هڻ، تنهنجو رزق توتي توکان بہ وڌيڪ عاشق آهي. هر ڪنهن داڻي تي لکيو پيو آهي تہ هي فلاڻي پٽ فلاڻي پٽ فِلاڻي جو رزق آهي.

۽ قرآن مان ٻڌو: فَتَوَكَّلُوٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ. يعني توکل

ڪريو جيڪڏهن مومن آهيو. اي پيارا! توڪل ايمان جو شرط آهي. جيڪڏهن شرط نہ هوندو جيڪو توڪل آهي تہ ايمان ڪٿان ايندو جيڪو مشروط آهي؟ فقير ڪي جڏهن حال جي ابتدا جي حالت ۾ توڪل جو درجو حاصل نہ ٿيو هو، نفس ڏاڍو ڦٽڪيو. تڏهن نفس جي ڪن مهڻ ڪندي دل ڪيس چيو تہ نيڻ تہ مرڻو آهي، توڪل ڪان منهہ نہ موڙ. اڄ ئي مري وڃ جيڪو نصيب هوندو سو توڪي ملي ويندو ۽ جيڪو تنهنجو نصيب نہ آهي، انهيءَ لاءِ هلاڪ نہ ٿي. دل جي اها ڳالهہ نفس قبول ڪئي ۽ مطمئن ٿي ويو ۽ الله تعاليٰ جي مقرر ڪيل تقدير تي راضي ٿي ويو.

(بيت)

مشرق رو مغرب رو، رو، رو، رو
هرچہ نصيب است ازان ڪم نشود جو

ترجمون: اوڀر وڃ اولهہ وڃ، وڃ، وڃ، وڃ. جيڪو نصيب آهي تنهن مان هڪ داڻو بہ گهٽ نہ ٿيندو.

جڪي ماڻهو پنهنجو نصيب بہ خدا جي راهہ ۾ خرچ ٿا ڪن، انهن جي حق ۾ هيءَ آيت سڳوري ناطق آهي: وَالَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ.... جيڪو پاڻ ڪي الله تعاليٰ جي لاءِ فنا ڪندو اهو بقا حاصل ڪندو.

(بيت)

هرگز نميرد آنڪہ دلش زنده شد بعشق
ثبت است بر جريده عالم دوام ما

ترجمون: اهو ڪڏهن بہ نہ مرندو جنهن جي دل عشق سان زنده ٿي وئي. دنيا جي صفحي تي اسان جي مهر لڳي پئي آهي.

اي پيارا!هن اڻ پڙهيل ڪم فهم جو حال اهو آهي جو دل ۾ هڪڙي ڳالهہ هوندي آهي ۽ لکجي ٻي ڳالهہ ويندي آهي تنهن ڪري اکرچوڪ معاف ڪندا ۽ هن دعاگو ڪي پنهنجين دعائن ۾ نہ وساريندا جو دعاگو جو مطلب اهو ئي آهي، وَالسَّلَامُ.

# مڪتوب ٻاهتر

مِيان عبدالرزاق ممبئي بندر واري ڏانهن سندس خط جي

جواب ۾ لکيو ويو جنهن ۾ پنهنجين پريشانين جو احوال لکيو هئائين.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءِ، عقيدت آراءِ، دوست اهلَ الله، خداوارن جو مخلص، هميشه منجهه امن امان، ميان عبدالرزاق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ جيڪا سيد الانام ﷺ جي سنت آهي، نيڪ روشن هجي ته اوهان پيارن جو خط فرحت بخش مبارڪ وقت ۾ مليو. پڙهڻ سان گوناگون مصيبتن ۽ پريشانين جو احوال معلوم ٿيو جيڪو اوهان لکيو هو. خط پڙهڻ سان هن فقير تي گريو طاري ٿي ويو ۽ لڙڪ جاري ٿي ويا. انهيءَ وقت ئي دعا الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ اوهان ۽ ميان عبدالخالق جي لاءِ گهري وئي. الله تعاليٰ پنهنجي ڪرم ۽ مهربانيءَ سان قبول فرمائي جو پاڻ ئي فرمايو اٿس: ”اُدْعُوْنِيْٓ اَسْتَجِبْ لَكُمْ“ يعني مون کان دعا گهرو ته آئون اوهان جي دعا قبول ڪريان. اي پيارا! دعا گهرڻ جي لياقت به پاڻ ۾ ته آهي ئي ڪونه.

(بيت)

هزار بار گر بشويم دهان بمشک و گلاب
هنوز ز نام تو يک لفظ گفتن کمال بي ادبي است

ترجمون: هزار ڀيرا منهن کي مشڪ ۽ گلاب سان ڌوئان ته به تنهنجي نالي جو هڪڙو لفظ وٺڻ به وڏي بي ادبي آهي.

اي پيارا! ويچارن جي واهه ۽ دردمندن جي دوا الله تعاليٰ کان سواءِ بي ڪابه ڪونه آهي ۽ قاضي الحاجات جي درگاهه مان دعا اهڙي عاجزيءَ سان گهرجي جيئن ڪنهن بزرگ چيو آهي:

(بيت)

بر در آمد بنده بگريخته - آبروءِ خود بعصيان ريخته
مغفرت دار اميد از لطف تو - زانکه خود فرموده لَا تَقْنَطُوْا
بحر الطاف تو بي پايان بود - نا اميد از رحمتت شيطان بود

ترجمون: ڀڳل ٻانهو موٽي تنهنجي در تي آيو آهي، گناهن جي ڪري پنهنجي عزت وڃائي ڇڏي اٿس. تنهنجي لطف مان بخشش جي اميد رکي ٿو جو تو پاڻ فرمايو آهي ته منهنجي رحمت مان

نااميد نہ ٿيو. تنهنجي رحمت جو دريا بي پايان آهي. تنهنجي رحمت مان فقط شيطان ئي نااميد آهي.

اي پيارا! هر حال ۾ الله تعاليٰ جي درگاهہ ۽ مرشد مان نااميد نہ ٿيڻ گهرجي جو الله تعاليٰ جي وصل جو وسيلو مرشد ئي آهي. مرشد سان ارادت جي رسي ڏهہ مڻ لوهہ جي زنجير کان بہ وڌيڪ مضبوط ڪرڻ گهرجي جو دنيا ۽ آخرت جي ڪنهن بہ خيال سان نہ ٽُٽي.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنہ جن هي بيت گهڻو ڪري جهونگاريندا هئا:

(بيت)

هر خيال غير حق را دزد دان
اين رياضت سالڪان را فرض دان

ترجمون: حق کان سواءِ ٻيو هرڪو خيال چور سمجهہ. اها رياضت سالڪن جي لاءِ فرض سمجهہ.

اعتبار جوڳن راوين کان نقل آهي تہ وڏن بزرگن مان هڪڙي بزرگ حضرت بهاءُ الحق رحمۃ الله عليه ملتان واري کان پڇيو تہ اوهان جا ڪامل مريد ڪيترا آهن؟ فرمايائون اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ ڳڻڻ کان گهڻا آهن پر مون وٽ منهنجو ڪامل مريد هڪڙو ئي آهي. بزرگ پڇيو تہ اهو ڪهڙو آهي؟ فرمايائون ڏهہ ٻارهن سال ٿيا آهن خدمت ڪري رهيو آهي. هڪڙو ذرو فيض جو بہ ڪيس خبر نہ آهي مليو آهي يا نہ پر ارادت ۽ محبت ۽ خدمت ۾ ويران وير وڌ آهي. مون وٽ انهيءَ کان وڌيڪ ڪامل ٻيو ڪوبہ مريد نہ آهي جيڪو مراد جو طالب آهي. اهو پنهنجي مراد جو ئي مريد آهي. حق جو مريد ۽ طالب نہ آهي. مريد نالو آهي الله تعاليٰ جي اسمن مان ۽ جيڪو طالب ٿيندو آهي پهرين اسم مريد انهيءَ تي تجلي وجهندو آهي، تنهن کان پوءِ اهو ارادت سان ڪنهن ڪامل وٽ ايندو آهي ۽ ڪيس ڪلي ۽ جزوي ڪمالات حاصل ٿيندا آهن ۽ مراد جو مريد طالبن جي جماعت مان خارج آهي.

ٻيو عرض تہ اوهان پيارن جي يادگيري گهڻو ڪري تہ رهي ئي رهي ٿي ۽ اوهان جڏهن بہ ياد ايندا آهيو، اوهان جي حق

۾ دعا گهري وڃي ٿي. اوهان کي بہ گهرجي تہ هن فقير حقير ضعيف کي دعاءِ خير ۾ نہ وساريو.

(بيت)

فراموشي مکن اي يار جاني - اگر دورم مرا نزديک داني

ترجمون: اي پيارا! مون کي وسارين متان، آئون پري آهيان پر مون کي ويجهو ڄاڻجئين.

هڪڙي ڏينهن حضرت مرشد پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي خدمت ۾ ويٺو هئس تہ فرمايائون تہ جيڪڏهن مريد پنهنجي پير کان غائب هوندو تہ محروم رهندو. تڏهن منهنجي دل ۾ اهو وسوسو پيو تہ اسين هيتري پنڌ تي پري رهون ٿا سو ڪوهن ٿي. وري هيو خيال آيو تہ پير هيءَ صورت نہ آهي جيڪا نظر پئي اچي بلڪ پير تہ حقيقت آهي جيڪا تو ۾ ۽ سموري موجودات ۾ موجود آهي. جڏهن اهو علم حاصل ٿيو تڏهن پير جي صورت ۽ پيرجي حقيقت جو مشاهدو بہ ٿي ويو. پوءِ هيءَ صورت ۽ هوءَ صورت، هيءَ معنيٰ ۽ هوءَ معنيٰ هڪ ٿيون. ان کان پوءِ حال جو غلبو حاصل ٿيو. مون اها ڳالهہ حقائق آگاهہ قاضي عبدالرحمان سان ڪئي پر بزرگ منهنجي ڳالهہ کي سمجهي ڪونہ سگهيو ۽ مون کي چيائين تہ اها ڳالهہ حضرت روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن کي نہ ٻڌائجان، نہ تہ تون انهيءَ مرتبي تان هيٺ ڪري پوندين. مون چيو تہ چريا! اهو حال مون کي روزي ڌڻي کان ئي تہ حاصل ٿيو آهي ۽ مون دير ئي ڪونہ ڪئي. هڪدم سڄو احوال حضرت روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي خدمت ۾ پيش ڪيم. جواب ۾ فرمايائون تہ هاڻي تون پاڻ ڏانهن ئي متوجه رهندو ڪر. ڳالهہ ڪٿي کان ڪٿي پهچي وئي. خط جو جواب پي لکيوسين اهو رهجي ويو. دل، زبان ۽ عقل ٻين ڳالهين ۾ مشغول ٿي ويا.

(بيت)

عقل فرمان کشيدني باشد - ايمان چشيدني باشد

ترجمون: عقل حڪم مڃيندڙ هجي، ايمان چکڻ جي شيءِ آهي.

زياده خير وَالسَّلَامُ.

# مڪتوب ٽيهتر

خليفي ميان سيد شرف الدين احمد آباد گجرات واري ڏانهن جو پهرين قرار ڪونہ ورتائين. گهڻو عرصو گذري ويو جو موٽي ڪونہ آيو. ڪڏهن مائل ٿي رغبت ٿو ڏيکاري ۽ ڪڏهن جوش جي غلبي جي ڪري ٿهي ٿو ۽ پري ٿو پڇي. تنهن ڪري لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب مخلص، دوست خاص، متحد دل و جان، طالب طريق ايقان، شارب رحيق عرفان، هميشه منجهہ امن و امان، خليفه سيد ميان شرف الدين صاحب رب پاڪ کيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ، جيڪا سنت آهي عرض ٿو ڪجي تہ:

دير است ڪہ دلدار پيامي نفرستاد

نشوشت ڪلامي وسلامي نفرستاد

ترجمون: وقت گذري ويو آهي دوست ڪو نياپو ڪونہ موڪليو. نہ خط لکيو نہ سلام موڪليائين.

اي پيارا! گهڻو وقت گذري ويو آهي جو خط نہ لکيو اٿوَ، احوال نہ موڪليو اٿوِ.

(بيت)

دوستان را ياد ڪردن عار نيست

ذره ڪاغذ بصد دينار نيست

ترجمون: دوستن کي ياد ڪرڻ ڏوهہ نہ آهي، نہ ئي ڪاغذ جو ٽڪڙو سو روپين جو ٿيو آهي.

هڪ ڀيري مهرباني ڪري فقيرن وٽ اچو. ڪجهہ ڏينهن ترسو، صحبت ڪريو. اوهان سان سلڻ لاءِ ڪي راز سيني ۾ سانڍي رکيا اٿم، اهي ڪولي ڀڏايان جو اها نعمت عظميٰ آهي ۽ وڏي دولت آهي، جيڪا ڪن ٿورن طالبن کي ملندي آهي.

(بيت)

بيا بيا ڪہ مرا آرزوءِ تست آخر

نشاط من بہ تماشاءِ روءِ تست آخر

ترجمون: اڄ اڄ جو مون کي تنهنجي اچڻ جي اميد آهي. منهنجي خوشي تنهنجي منهن ڏسڻ ۾ آهي.

پيارا! عرصو گذري ويو آهي جو مشقت ۽ محنت ۾ صحبت کان سواءِ پاڻ کي هلاڪ پيو ڪرين. انهيءَ مان ڪوبہ فائدو نہ آهي. اوهان کي گهرجي تہ هن طرف اچڻ ۾ هڪڙي دم جي دير کي بہ جائز نہ سمجهو. جلد هتي پهچو تہ ڪجهہ ڏينهن گڏجي گذاريون.

(بيت)

يڪزمانہ صحبت با اولياءِ - بهتر از صد سالہ طاعت بي ريا
هرڪہ خواهد همنشي باخدا - گو نشيند در حضور اولياءِ
هرڪہ شد دور از حضور اولياءِ - در حقيقت گشت او دور از خدا

ترجمون: هڪ گهڙي اولياءَ جي صحبت سو سالن جي بي ريا عبادت کان بهتر آهي. جيڪو بہ الله جو قرب چاهي ان کي چئو تہ اولياءَ جي حضور ۾ ويهہ. جيڪو اولياءَ جي حضور کان پري ٿيو، اهو حقيقت ۾ الله کان پري ٿيو.

جيتوڻيڪ اوهان هن فقير کي ئي وساري ڇڏيو آهي جيئن تہ سالن جا سال گذري ويا آهن، هن پاسي ڪونہ آيا آهيو. نہ ئي ڪڏهن احوال لکيو اٿو پر هن فقير ڪڏهن بہ اوهان کي نہ وساريو آهي. بار بار لکندو رهيو آهيان تہ مهرباني ڪري هڪ ڀيري هن پاسي اچو جو هتي اچڻ سان اوهان کي وڏو فائدو ٿيندو، دين ۽ دنيا جا مقصد هتي اچڻ سان اوهان کي حاصل ٿيندا. انهيءَ مان اسان جو ڪو بہ غرض ڪونہ آهي. ٻڌڻ ۾ اچي ٿو تہ تمام گهڻي خلق ڏاڍي ارادت سان اوهان وٽ اچي ٿي. ماڻهو ارادت ۽ عقيدت سان اچي رهن ٿا پر اوهان جلالت جي ڪري انهن کي تڙي ڪڍي ڇڏيندا آهيو. اهو بہ طريقت ۾ هڪڙو وڏو نقص آهي.

اوهان کي جيڪا خلافت ملي آهي اها الله جي مخلوق لاءِ رحمت آهي تہ عام ۽ خاص ماڻهو هدايت حاصل ڪن. ان لاءِ نہ تہ خلق کي تڙي ڪيجي ڇاڪاڻ تہ خلق کي فائدو حاصل ٿيو تہ اسان ۽ اوهان کي بہ رب پاڪ جل جلالہ ۽ رسول الله ﷺ جن جي

رضا حاصل ٿيندي ۽ ذوق ۽ شوق ۽ فرحت ۽ لذت حاصل ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ اَلْخَلْقُ عَيَالُ اللّٰہِ. معنيٰ: خلق الله تعاليٰ جو عيال آهي. جيڪو عيال جي خدمت ڪندو اهو ٻنهين جهانن ۾ سرفراز ٿيندو. جيڪو عيال کي ڏکوئيندو تہ غضب حاصل ڪندو. پيارا! هن تحرير ۾ هيڏو مبالغو ڪيو ويو آهي، سو محض ان لاءِ تہ مهرباني ڪري هڪڙي پيري هتي اچو. جي نہ آيا تہ هڪڙي ڏينهن وڏي حسرت سان پنهنجو منهن ۽ مٿو پٽيندا. جيئن تہ اسان جا مرشد ڪامل مهدي مڪمل حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن پنهنجي عمر جي آخري حصي ۾ صحبت جي ترغيب جي لاءِ فقيرن ۽ صاحبزادن کي چوندا هئا تہ جوڪجهہ بہ ڪرڻو اٿو سو اسان جي زندگيءَ ۾ ۽ اچ ڪري وٺجي نہ تہ اسان کان پوءِ مڪ وانگر مٿي تي هٿ هڻندا پر پوءِ حاصل ڪجهہ بہ ڪونہ ڪري سگهندا. ماڻهوءَ لاءِ تہ هڪڙو اکر بہ ڪافي آهي، وَالسَّلَامُ.

# مڪتوب چوهتر

مولوي جان محمد ڏانهن سندس خط جي جواب ۾ جنهن ۾ لکيو هئائين تہ دل کي ڪٿي بہ آرام نٿو ملي، تسڪين حاصل نٿي ٿئي. هر وقت حيران ۽ پريشان آهي تنهن ڪري اتان کان ئي نظر ڪريو يا پنهنجي حضور ۾ گهرائي وٺو، لکيو ويو.

بِسْمِ اللّٰہِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، دوست اهل الله، خدا وارن جو مخلص، طالب طريق ايقان، مقبول بارگاهہ مولوي جان محمد رب پاڪ ڪيس سلامت رکي، بعد از اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَةُ اللّٰہِ وَبَرَكَاتُهٗ نيڪ روشن هجي تہ اوهان جو پيار ڀريو خط پهتو جنهن جي پڙهڻ سان جيڪو ذوق ۽ سرور حاصل ٿيو سو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي.

اوهان لکيو هو تہ منهنجي دل ڪٿي بہ قرار نٿي وٺي، تسڪين نٿي حاصل ٿئي. هميشه حيران ۽ پريشان رهي ٿي تنهن ڪري يا اتان کان ئي ڪرم جي نظر ڪريو يا پنهنجي حضور

پرنور ۾ گهرايو.

پيارا! دل جو آرام سولو نہ آهي جو گهر ويٺي ڪنهن کي حاصل ٿئي، ڇاڪاڻ تہ آرام بي آراميءَ کان سواءِ ڪنهن کي بہ حاصل نہ ٿيو آهي.

(بيت)

راهہ طلب منزل آرام ندارد - باشد همسفر ريگ روان قافلہ

ترجمون: طلب جي راهہ ۾ آرام جي منزل آهي ئي ڪونہ. هلندڙ قافلي جي دز همسفر هوندي آهي.

اها بي آرامي جي منزل ئي آهي، جيڪا طريقت ۾ ڪاميابيءَ کي پهچائيندي آهي ۽ پوءِ آرام جي حقيقت پاڻهي حاصل ٿي ويندي آهي ۽ پوءِ آرام ئي آرام هوندو، بي آرامي نہ هوندي. جو تہ محبت ۽ شوق ۽ ڪشش بي جهت ۽ بي ڪيف هوندي آهي. اها جمعيت ۽ لذت ۽ فرحت، عين آرام ۽ اعليٰ مقصد آهي ۽ اهو مقام هر ڪنهن کي حاصل ڪونہ ٿيندو آهي. جنهن کي چاهيندا انهيءَ کي ئي عطا فرمائيندا، جو ذات پاڪ مراد آهي مريد نہ آهي ۽ مريد کي ئي رياضت ۽ محنت ۽ مشقت برداشت ڪرڻ گهرجي ۽ پير ڪامل سان رابطو مضبوط ۽ قائم رکڻ گهرجي جو ان کان سواءِ وصال ناممڪن آهي. پير ڪامل جي صحبت ۽ رابطو ڪيميا ۽ اڪسير آهي. انهيءَ جو بخت بلند چئبو جنهن کي صحبت ۽ رابطي جي اها نعمت حاصل ٿي.

(بيت)

صحبت ايشان خاک را اکسير کرد
لطف شان در هر دلي تاثير کرد
هرکہ با ايشان نشيند يکدمي
روز محشر او کجا دارد غمي

ترجمون: انهن جي صحبت خاڪ کي اڪسير ٿي ڪري، انهن جو لطف هر ڪنهن دل ۾ اثر ٿو ڪري. جيڪو انهن سان گڏ هڪڙي گهڙي ويهندو، ان کي محشر ۾ ڪوبہ غم نہ هوندو.

اي پيارا! طالب کي گهرجي تہ گهر ويٺي انهيءَ نعمت جي سڌ نہ ڪري پر همت جو سندرو ٻڌي جستجو ڪري. "جوينده

يا بنده. ” جو وهي سو لهي ۽ مَن طلب شيئا جد وجد. معنيٰ: جو ڪنهن شيءِ جي طلب ڪندو پوءِ ڪوشش ڪندو تہ حاصل ڪندو. گهڻا اهڙا بہ طالب تي گذريا آهن جيڪي اها نعمت حاصل ڪرڻ لاءِ سالن جا سال شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ ۾ دردر، عشق ۽ فراق سان ڏکا ڪائيندا رهيا پر جيستائين مقصد حاصل نہ ڪيائون، تيستائين سگ جو ساهہ نہ پٽيائون، موتي گهر ڪونہ آيا بلڪ سڀ ڪجهہ قربان ڪري ساهہ ڏئي سرّ حاصل ڪيائون.

(بيت)

عشق آسان نيست جانا بمزگان ڪندن است
ڪشتي ڪاغذ ميان قعر دريا بردن است

ترجمون: پيارا! عشق آسان نہ آهي پنبڻيون پٽائيبون آهن. ڪاغذ جي ٻيڙي دريا جي ڪن ۾ وجهڻي آهي.

(بيت)

دار را معراج ميخوانند سرداران عشق
زين سبب پر بوالهوس ڪي برسر دار آورند

ترجمون: ڦاهي کي عشق جا سردار معراج سڏيندا آهن تنهن ڪري ڪنهن بہ سڏڙيئي ڪي ڦاهي تي نٿا آڻين.

ڪاغذ پورو ٿي ويو، ڳالهيون اجا باقي آهن. وَالسَّلَامُ پورو ٿيو ڪلام.

# مڪتوب پنجهتر

مولوي عبدالله ڳوٺ ٻاٺوهہ سورٺ پرڳڻي واري ڏانهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، متحد دل و جان، هميشه منجهہ امن و امان، مخدوم جامع العلوم ميان عبدالله رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن ڪان پوءِ جيڪا نبي پاڪ ﷺ جن جي سنت آهي، راءِ فيض پيراءِ ۽ روشن ضمير تي واضح هجي تہ اوهان جو مڪتوب فرحت اسلوب مرغوب مضمون سان پهتو جيڪو اوهان جي حسن نيت ۽ ارادت جي ڪمال تي مشتمل هو. جيڪا عقيدت ۽ ارادت اوهان سچن دوستن کي هن فقير سان

آهي، سا معلوم ٿي.

اوهان لکيو آهي تہ نفس ۽ شيطان قوي ۽ غالب ٿي ويا آهن ۽ مون کي مقهور ۽ مغلوب ڪري ڇڏيو اٿن ۽ رات ڏينهن مون تي سوار ٿيو هلن. اي پيارا! دعا آهي تہ الله تعاليٰ اوهان مخلص دوستن کي شيطاني مڪر ۽ نفساني سُڏن ۽ سيني آفتن کان پنهنجي حفظ ۽ امان ۾ رکي. فقيرن جي مستجاب دعائن سان اوهان جي دل کي هدايت جي نور ۽ محبت ۽ عشق الاهي ۽ نبي ڪريم ﷺ جي متابعت سان منور ۽ روشن ڪري. آمين!

حديث شريف ۾ جيڪو آيو آهي تہ: طلب العلم فريضۃ عليٰ کل مسلم ومسلمه. معنيٰ: علم جي طلب هر ڪنهن مسلمان مرد ۽ مسلمان عورت تي فرض آهي، انهيءَ مان مطلب تہ تهذيب، تربيت ۽ اخلاق جي طلب بہ علم جي طلب ۾ شامل آهي جو تربيت ۽ تهذيب کان سواءِ نفس کي اطمينان حاصل نہ ٿيندو. پوءِ مسلمان کي گهرجي تہ تخلقوا باخلاق الله تعاليٰ. معنيٰ: پاڻ ۾ الله تعاليٰ جون عادتون پيدا ڪريو جي حڪم تي عمل ڪري پاڻ ۾ الله تعاليٰ واريون عادتون پيدا ڪري ۽ اها تربيت ڪنهن ڪامل انسان کان وٺڻ گهرجي، جيڪو انهيءَ راهہ جو سونهون هجي ڇاڪاڻ تہ انبياءَ ۽ اولياءَ جي واسطي کان سواءِ اها حقيقت هرگز حاصل نہ ٿيندي آهي جو نص صريح انهيءَ تي دلالت ڪري رهي آهي تہ: وابتغوا اليه الوسيلة. معنيٰ: الله تعاليٰ جو وصال حاصل ڪرڻ جي لاءِ وسيلو وٺو ۽ هي نفس اژ بلا آهي جنهن جو ڪاڏل ابدي موت کي پهچي ٿو ۽ نفس کان ڇوٽڪارو ڪنهن ڪامل مڪمل جي مدد کان سواءِ ممڪن نہ آهي، جنهن جو ظاهر ۽ باطن شريعت جي متابعت سان سنواريل ۽ سينگاريل هجي. جنهن کي بہ اهڙو ڪامل هٿ آيو، تنهن کي ڇوٽڪارو حاصل ٿيو ۽ جنهن کي ڪامل رهبر نہ مليو، تنهن کي ڇوٽڪارو ئي ڪونہ مليو. مولانا رومي فرمائي ٿو:

(بيت)

صحبت ايشان خاک را اکسير کرد
لطف شان در هر دلي تاثير کرد

هر ڪہ با ايشان نشيند يڪدمي
روز محشر او ڪجا دارد غمي

ترجمون: انهن جي صحبت خاڪ کي ڪيميا ڪندي آهي،، انهن جي شفقت هر ڪنهن دل ۾ اثر ڪري ٿي. جيڪو انهن سان گڏ هڪڙي گهڙي ويهندو، اهو محشر جي ڏينهن ڪوبہ ڏک ڪونہ ڏسندو.

۽ حديث شريف ۾ آيو آهي تہ وذالک القوم لا يشقيٰ جليسهم. معنيٰ: هيءَ اُها قوم آهي جنهن جو صحبتي بدبخت نہ ٿيندو ۽ ناصر الدين خواجہ عبيدالله احرار قدس سره جي ملفوظات شريف ۾ لکيل آهي تہ پاڻ هڪڙي ڏينهن فقيرن کي فرمايائون تہ جمعہ جي ڏينهن ۾ هڪڙي ساعت آهي جنهن ۾ دعا قبول ٿيندي آهي. جيڪڏهن اوهان کي اها ساعت حاصل ٿئي تہ اوهان الله تعاليٰ کان ڇا گهرندا؟ هر ڪنهن پنهنجي فهم ۽ ادراڪ مطابق جواب پيش ڪيو. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن مون کي اها ساعت حاصل ٿي تہ آئون الله تعاليٰ کان سندس صالح ٻانهن جي صحبت جو سوال ڪندس. اهو پاڻ طالبن جي تربيت ۽ سمجهاڻي جي لاءِ فرمايائون ورنہ پاڻ طريقت ۾ ڪمال جي درجي کي پهتل هئا.

پوءِ انهن الله وارن جي صحبت جيڪا ڪيميا ۽ اڪسير آهي، سا حاصل ٿئي تہ افضل ۽ اعليٰ آهي پر جيڪڏهن حضور حاصل نہ هجي تہ رابطي جي ذريعي مرشد ڪامل جي صورت جي تصور ۾ مشغول رهي. پٽر تي ليڪي وانگر دل ۾ مرشد ڪامل جي صورت جو چٽ دل ۾ پڪو ڪري ۽ اهو رابطو پهرين ڪچي ڌاڳي جيئن هوندو آهي ۽ پوءِ ڏهہ مٽي لوهہ جي زنجير جهڙو مضبوط ٿي ويندو آهي. پهرين محنت ڪرڻي پوندي پوءِ دل تي صورت نقش ٿي ويندي.

هن فقير کي حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جو رابطو حاصل ٿيو تہ اهڙو شاندار رابطو حاصل ٿيو جو هي وجود هن وجود ۾ تبديل ٿي ويو. هيءَ صورت ۽ هوءَ صورت، هيءَ حقيقت ۽ هوءَ حقيقت ٻئي گڏجي هڪ ٿي ويون.

انهن ڏينهن ۾ حضرت روزي ڏٺي رضي الله تعاليٰ عنه جن هن فقير کي مخاطب ٿي هي بيت پڙهندا هئا:

(بيت)

تو من شدي من تو شدم تو جان شدي من تن شدم
تاکس نگويد بعد ازين تو ديگري من ديگرم

ترجمون: تون آئون ٿين آئون تون ٿئس، تون جان ٿئين آئون تن ٿئس ته ڪوبہ هن کان پوءِ ائين نہ چوي تہ تون ٻيو آهين آئون ٻيو آهيان.

حضرت خواجہ عبيدالله احرار قدس الله اسراره جي ملفوظات ۾ پيو هي نقل بہ پڙهيم تہ خواجه صاحب وٽ بادشاهن، وزيرن، اميرن ۽ رئيسن ۽ عالمن جو هجوم رهندو هو تنهن ڪري فقراءِ ۽ مسڪين حضرت خواجه صاحب قدس سره جي زيارت کان محروم رهندا هئا. اها شڪايت فقيرن ۽ مسڪينن خواجه صاحب جن جي حضور ۾ پيش ڪئي. پاڻ فرمايائون تہ رابطي جي ذريعي منهنجي صورت جي تصور ۾ مشغول رهو. جوڪجهہ منهنجي حضور ۾ اوهان کي حاصل ٿيندو آهي، اهوڪجهہ رابطي سان بہ اوهان کي حاصل ٿيندو.

حضرت خواجه عبيدالله احرار قدس سره جي جماعت مان هڪڙو طالب جنهن کي رابطو ڪمال جي درجي جو حاصل هو، تنهن کان هڪڙي عالم جيڪو بہ خواجه صاحب جن جو ئي مريد هو، تنهن احوال پڇيو. طالب چيو تہ مون کي مرشد ڪامل جو رابطو اهڙو تہ ڪمال جي درجي جو حاصل ٿيو آهي جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. عالم پڇيو تہ نماز ۾ ڪهڙو حال هوندو اٿئي؟ طالب چيو تہ نماز ۾ بہ انهيءَ حال جو غلبو رهي ٿو. عالم چيو تہ نماز جي حالت ۾ غير جي صورت دل ۾ نہ آڻڻ گهرجي. طالب اها ڳالهہ حضرت خواجه عبيدالله احرار قدس سره جن کي ٻڌائي. حضرت خواجه صاحب انهيءَ عالم کان مسئل پڇيو تہ هڪڙي شخص کي نماز جي حالت ۾ ٻين جانورن جون صورتون بہ دل ۾ اچن ٿيون ۽ هڪڙي صالح شخص جي صورت بہ اچي ٿي، پوءِ اهو شخص ڪنهن جي صورت جو تصور ڪري؟ لاچار ٿي عالم چيو تہ

صالح شخص جي صورت جو تصور ڪري. انهيءَ عالم ڪان اهو مسئلو پڇڻ مان بہ خواجہ صاحب قدس جن جو مقصد ڪيس مسئلو سمجهائڻ هو.

زبدة الرشحات ۾ روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي سيني اصحابن جي گهرن جون دريون بند ڪرائي ڇڏيون پر حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جن جي گهر جي دري بند ڪونہ ڪرائي، ڇاڪاڻ تہ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه سرور ڪائنات ﷺ جن جي رابطي جي ڪري ممتاز هو ۽ پڻ حضور سرور ڪائنات ﷺ جن جي وصال وقت سيني ئي اصحابن سڀني رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جو هوش پنهنجي جاءِ تي نہ رهيو. ڪي جهنگ منهن ڪري ويا پر حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنَهُ جن جو هوش ساڳي طرح بحال هو ۽ حضرت امير عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنَهُ حضور نبي ڪريم ﷺ جن جي وصال جي خبر ٻڌڻ شرط زار و زار روئڻ شروع ٿي ويو ۽ عشق جي غلبي ۽ محبت جي جذبي تحت تلوار مياڻ مان ڪڍي هٿ ۾ جهلي چيائين تہ جيڪو مون کي اها خبر ٻڌائيندو تہ نبي ڪريم ﷺ جن جو وصال ٿي ويو آهي، انهيءَ جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيندس. جڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جن اها ڳالهہ ٻڌي، تڏهن حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه وٽ آيو ۽ هيءَ آيت سڀوري پڙهيائين: انک ميت وانهم ميتون. تڏهن حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جن هوشيار ٿيا ۽ تلوار مياڻ ۾ وڌائون ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليعنه جن سان موافقت ڪيائون.

حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه جن جي تصنيف ڪتاب جذب القلوب من ديار المحبوب ۾ لکيل آهي تہ جڏهن سرور ڪائنات ﷺ جن اصحابن سڀورن جي گهرن جون دريون بند ڪرڻ جو حڪم فرمايو تہ اها صورتحال ڏسي حضرت علي ڪرم الله وجهه اکين مان ڳوڙها ڳاڙڻ لڳو ۽ سرور ڪائنات ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهه کي روئندو ڏسي فرمايو تہ مون تنهنجي گهر جي دري بند ڪرڻ جو حڪم ڪونہ

ڏنو آهي. پيارا! اهي سيئي رابطي جي ڪمال ۽ قرب جون ڳالهيون آهن جو حضرت علي جي گهر جي دري بند ڪرڻ واري حڪم ۾ شامل ٿي ڪونه هئي. سيني خير جي ڪمن جو بنياد نفس جي مخالفت تي آهي. نفس سان موافقت نه ڪرڻ گهرجي جو ڪوبه دشمن نفس کان وڌيڪ قوي ۽ ڏاڍو نه آهي. جيئن ته حديث شريف ۾ آيو آهي ته تنهنجو وڏو دشمن تنهنجي پاسي ۾ آهي ۽ جڏهن ته اهو دشمن قوي آهي، تڏهن انهيءَ سان جنگ به وڏي جنگ آهي جنهن کي سيد الڪونين ۽ رسول الثقلين ﷺ جن جهاد اڪبر سڏيو آهي. جيئن ته حديث شريف جا الفاظ آهن: رَجَعْنَا مِنَ الْجِهَادِ الْاَصْغَرِ اِلَى الْجِهَادِ الْاَكْبَرِ. معنيٰ: اسين جهاد اصغر کان جهاد اڪبر ڏانهن موٽي رهيا آهيون. پوءِ نفس جي مخالفت صِرَاطِ مُسْتَقِيْم تي هلڻ برابر آهي ۽ هدايت ۽ سعادت حاصل ٿيڻ جو ذريعو.

اسان جي مرشد حضرت پير سائين ووزي ڏٺي رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن کان نقل آهي ته حضرت غوث الاعظم سيد عبدالقادر جيلاني رضي الله تعالىٰ عنه جن جي زماني ۾ هڪڙو هندو هو جيڪو تمام سخت رياضتن ۽ مجاهدن ۾ مشغول رهندو هو. هڪڙي ڏينهن حضرت غوث پاڪ جن انهيءَ هندوءَ وٽ ويا ۽ سندس ڪيفيت بابت پڇيائون. هندوءَ چيو ته آئون پاڻ کي فنا ڪري پاڻي تي وڃڻ جي طاقت رکان ٿو. غوث پاڪ پڇيو ته اهو درجو توکي ڪٿان حاصل ٿيو؟ هندوءَ چيو ته اهو درجو مون کي نفس جي مخالفت سان حاصل ٿيو. حضرت غوث پاڪ هندوءَ کي چيو ته پلا تون پاڻي تي ڏيکار. هندو هڪدم ڳري پاڻي جو دٻو بنجي ويو. حضرت غوث پاڪ جن ڪپهه جو ٻڙو انهيءَ پاڻيءَ مان پسائي پاڻ وٽ رکيو ۽ هندو جڏهن موٽي وري اصل صورت ۾ آيو تڏهن حضرت غوث پاڪ کيس فرمايو ته هي ٻڙو تنهنجي پنهنجي پاڻي ۾ پسيل آهي، هن کي سونگهي ڏس. هندوءَ جڏهن ٻڙو سونگهيو ته کيس بدبوءِ آئي. حضرت غوث الاعظم رضي الله تعالىٰ عنه جن هندوءَ کي چيو ته اسان کي به اها طاقت حاصل آهي ته پاڻ کي ڳاري پاڻي ڪري ڇڏيون ۽ جڏهن اسين پاڻي تي وڃون

تڏهن تون بہ اسان جي پاڻي مان ڪجھ جو ٻڙو پسائي رکجانءِ. هندوءَ حڪم تي عمل ڪيو. پوءِ غوث پاڪ انهيءَ هندوءَ کي حڪم ڪيو تہ اهو اسان جي پاڻي وارو ٻڙو سونگهي ڏس. هندوءَ ٻڙو سونگهيو تہ ڪيس عطر ۽ مشڪ جي خوشبو آئي. هندو حيران ٿيو ۽ حضرت غوث پاڪ کان پڇيائين تہ اهو فرق ڇاجي ڪري آهي؟ حضرت غوث پاڪ فرمايو تہ اهو فرق ڪفر ۽ اسلام جو آهي ۽ جيڪڏهن تون اسلام قبول ڪندين تہ تو واري گندگي بہ خوشبوءِ ۾ تبديل ٿي ويندي. هندوءَ چيو تہ مون سڄي عمر نفس جي مخالفت ۾ گذاري آهي. اڄ بہ ڏسان تہ نفس ڇا ٿو چوي؟ نفس جيڪو حڪم ڪيو آئون انهيءَ جي ابتڙ ڪندس. هندو نفس ڏانهن متوجه ٿيو ۽ نفس چيو تہ تو سڄي عمر ڪفر ۾ گذاري آهي. هاڻي پڇاڙي ۾ اسلام قبول نہ ڪر ۽ هندو نفس جي مخالفت ڪندي بي حجاب ٿي اَشْهَدُ جو ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو ۽ سندس ظاهر ۽ باطن معطر ۽ خوشبودار ٿي ويو.

حضرت بايزيد بسطامي رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ جن بارگاهہ الاهيءَ ۾ عرض ڪيو تہ يا الله! تو تائين پهچڻ جي ڪهڙي واٽ آهي؟ جواب مليو تہ نفس کي ڇڏي ڏي ۽ هليو اچ. منهنجا سائين! جيڪو نفس کان ڇٽو، اهو حق کي پهتو.

(بيت)

نفس چون نيست در درون باقي - چہ غم از دشمنان آفاقي

ترجمون: نفس جڏهن باقي نہ رهيو تہ پوءِ آفاقي دشمنن جو ڪهڙو خوف؟

الله رب العزت اوهان صاحبن کي محبت ۽ همت عطا فرمائي جو زهد ۽ تقويٰ جي تلوار سان انهيءَ دشمن نفس کي مطيع ۽ تابعدار ڪريو. بِبَرَڪتِ النّوْنِ وَالصَّادِ.

## مڪتوب چاهتر

سيد محمد اميرالله شاهہ سورت بندر واري ڏانهن، جيڪو انهيءَ علائقي جي نقشبندي بزرگن مان هو، تنهن هي بيت لکي موڪليو هو تہ:

(بيت)

گذشتہ خواب آينده خيال است

غنيمت دان همين دم را کہ حال است

ترجمون: گذريل خواب ۽ ايندڙ خيال آهي. هن دم کي غنيمت سمجھ جيڪو حال آهي.

انهيءَ جي جواب ۾ لکيو ويو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

حقائق ومعارف آگاهہ، ولايت و ڪرامت دستگاهہ، جامع العلوم صوري و معنوي فاني في الله باقي بالله، مستحڪم بر متابعت محمدي ﷺ ، وارث دين متين احمدي، خلاصہ خاندان مرتضوي، سلالہ دودمان مصطفوي، سيد محمد امير الله شاهہ دَامَ فُيُوۡضَاتُہٗ وَبَرَكَاتُہٗ نيازمندن بندگين ۽ سلام سنت سنيه سيد الانام ڪان الصلٰوة والسلام ڪان پوءِ ضمير منير، عاطفت تخمير تي واضح ٿو ڪجي تہ اوهان جو نامہ نامي صحيفہ سامي آسمان مان نازل ٿيندڙ وحي وانگر وارد ٿيو. سُبۡحَانَ اللّٰهِ! نامہ گرامي پڙهڻ سان ڏاڍي فرحت ۽ راحت حاصل ٿي.

حضرتا! توهان فقير سان ملاقات جي شوق جي باري ۾ لکيو آهي تہ عرض آهي تہ فقير کي بہ اوهان سان ملاقات جو هميشه دامنگير رهيو آهي پر سڀ ڪم الله سُبۡحَانَہٗ وَتَعَالىٰ جي مشيت تي موقوف آهن ڇاڪاڻ تہ اسان جي واڳ اسان جي هٿ ۾ ڪونہ ڏني اٿس ۽ فرمايو اٿس: لَا تُحَرِّكُ ذَرَّةٌ اِلَّا بِاِذۡنِ اللّٰهِ. معنيٰ: ڪو ذرو بہ الله تعاليٰ جي حڪم ڪان سواءِ نٿو چري سگهي. ورنہ حاضر ٿي اوهان جي صحبت جو شرف حاصل ڪريان ها. هاڻي جڏهن اوهان جو نواز شنامو پهتو آهي تہ اوهان جي ملاقات جو اشتياق ذوق ۽ شوق بہ ڏهوڻو وڌي ويو آهي. جيڪڏهن الله جي مرضي هوندي، قسمت تي تہ انشاءَ الله اميد مطابق اوهان جي خدمت ۾ حاضر ٿي زيارت جو شرف حاصل ڪبو پر جيستائين حاضري ٿيڻ جو موقعو ملي، مهرباني فرمائي يادگيري ڪان نہ وساريندا ۽ خط جيڪو نِصۡفُ الۡمُلَاقَاتِ بلڪ عَيۡنُ الۡمُلَاقَاتِ آهي، تنهن سان نوازيندا رهندا. ٻيو عرض تہ اوهان جيڪو لکيو آهي تہ

هن وقت فقير هن رنگ ۾ آهي تہ:

(بيت)

گذشتہ خواب آينده خيال است
غنيمت دان همين دم را کہ حال است

ترجمون: ماضي خواب ۽ مستقبل خيال آهي. هن دم کي غنيمت سمجھ جيڪو حال آهي.

اَلْحَمْدُلِلّٰہِ! اها وڏي نعمت ۽ عظيم دولت آهي پر اسين جنهن دم ۾ رهون ٿا اهو علم ۾ داخل آهي ۽ ٽن وجودن سان تعلق رکي ٿو جيڪي ماضي ۽ استقبال ۽ حال آهن ۽ جتي حق جَلّ عَظْمَتُہٗ آهي اُتي دم جي گُنجائش ئي ڪونہ آهي. اُتي دم ۽ عدم زماني جو ثقل رکن ٿا هُتي اسم ۽ صفت ۽ وجود ۽ شهود سڀ مرفوع ۽ ساقط آهن. دم جيڪو محدث آهي، تنهن جي کهڙي مجال جو دم جو دم هڻي. وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَعَلٰي مَنْ لَدَيْكُمْ مِنَ الْجَلِيْسِ وَالْاَنِيْسِ.

# مڪتوب ستهتّر

ميان عبدالخالق ممبئي بندر واري ڏانهن سندس خط جي جواب ۾ لکيو ويو جنهن ۾ لکيو هئائين تہ هن ويچاري، غمگين بي تسڪين عمر برباد ڪري ڇڏي، مقصد حاصل ڪونہ ٿيو. حيرت جي بريٽ ۽ حسرت جي ميدان ۾ اٿي وانگر حيران ۽ سرگردان آهي.

بِسْمِ اللّٰہِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محب الفقراءِ، مودت پيراءِ، عقيدت آراءِ، محب مخلق، خاص دوست، متحد دل و جان، هميشه منجھہ امن و امان، ميان عبدالخالق رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن کان پوءِ جيڪو مسلمانن جو طريقو آهي، واضح هجي تہ اوهان جو خط پهتو جنهن ۾ اوهان لکيو آهي تہ هي ويچارو غمگين، مسڪين، بي تسڪين جنهن عمر برباد ڪري ڇڏي آهي، مقصد حاصل نہ ڪري سگهيو آهي. حيرت جي بريٽ ۽ حسرت جي ميدان ۾ اٿي وانگر سرگردان آهي. پيارا! انهيءَ نعمت جو شڪر بجا آڻيو جو واٽ

وڃائي ڇڪا هئاسين پر وري بہ گس ملي ويو آهي. انشاءَ الله مقصد بہ حاصل ٿي ويندو. اگرچہ ڪافي عمر بي خبري ۽ نفساني ۽ شيطاني غرور ۾ گذري وئي هئي پر وري بہ الله تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان خبردار ڪيو ۽ توبه جي توفيق عطا فرمائي. هاڻي هن حديث شريف کي پيش نظر رکڻ گهرجي: التائب من الذنب کمن لا ذنب له. معنيٰ: گناهن کان توبه ڪندڙ ائين آهي جڻ ڪ گناهہ ڪيو ئي ڪونہ اٿس.

(بيت)

زآب چشم خويش را کردم پناهہ
رحمتش را تشنہ ديدم بر گناهہ
چونکہ ستاري تو ديدم کارساز
پس بدست خود دريدم پرده باز

ترجمون: سندس رحمت کي گناهن تي اڃايل ڏسي مون اکين جي پاڻي کي پناهہ بنايو. جڏهن تنهنجي ستاري کي ڪارساز ڏٺم تڏهن پنهنجن هٿن سان پردو ڦاڙي ڇڏيم.

اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جڻ حديث شريف جو شرح بيان ڪندي فرمائيندا هئا تہ قيامت جي ڏينهن هڪڙو شخص الله تعاليٰ جي حضور ۾ پيش ڪيو ويندو. سندس اعمال نامہ ۾ ڪابہ نيڪي نہ هوندي تنهن ڪري حڪم ٿيندو تہ ڪيس دوزخ ۾ وڌو وڃي. ملائڪ انهيءَ کي دوزخ ڏانهن ڇڪي روانا ٿيندا. اهو شخص ڪنڌ ورائي پٺيان نهاريندو. الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم نازل فرمائيندو تہ انهيءَ کان پڇو تہ تنهنجو نيڪ عمل تہ آهي ئي ڪونہ، تون پٺيان ڇا تو نهارين؟ اهو شخص چوندو تہ مون کي الله تعاليٰ ۾ چڱائيءَ جي اميد آهي تہ مون کي بخشي ڇڏيندو. پوءِ الله تعاليٰ حڪم ڪندو تہ انهيءَ کي جنت ۾ پهچايو. جيئن تہ اسان کان ڪاملن جون بي ادبيون ٿيون پر انهن پنهنجي ٻاجهہ ۽ مهرباني سان بخشي ڇڏيون. هرڪو اهو ئي ڪندو آهي جيڪو سندس وڙ هوندو آهي.

(بيت)

تو مگو ماران بدان شہ بار نيست - بر کريمان کاريا دشوار نيست

ترجمون: تون نه ڇئو ته منهنجي بادشاهه تائين پهچ نه آهي. سخين لاءِ ڪو به ڪم مشڪل نه آهي.

اسان لکي ظنوا المومنين خيراً. معنيٰ: مومنين ۾ چڱو گمان ڪريو جو حڪم ٿيو آهي. اسان ڪي نتو جڳائي ته رب پاڪ ۾ بخشش جي اميد نه رکون. ذوالحج جي چوويهين تاريخ پهر سج ڪان پوءِ اوهان لاءِ ڪجهه وڌيڪ لکڻ جي ارادي سان مسجد ۾ ويٺس ته هڪڙو درويش فقير بي نظير ميان حميدالله نالي آيو ۽ ڪپڙي جا به ٽاڪيا، جيڪي ٻن سون روپين جا آهن اهي نذراني طور پيش ڪيائين. هڪڙو مون ڪي ڏنائين پيو عبدالله ڪي. انهيءَ وقت مون تي الله تعاليٰ جو رعب ۽ خوف اهڙو غالب ٿيو جو اکين مان لڙڪ جاري ٿي ويا ۽ لکڻ جي طاقت نه رهي ته متان اهو به ڪو امتحان نه هجي، انعام نه هجي. جڏهن گنهگار ٻانهي تي بادشاهه احسان ڪري ته خوش نه ٿيڻ ڪپي بلڪ ڏجڻ ڪپي ته متان سياڻي بادشاهه ناراض ٿي انعام واپس نه ڦري وٺي. هڪڙي ڏينهن اسان جي مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن فرمايو ته هڪڙو بزرگ حرمين شريفين وچي رهيو هو. هڪڙي رات پنهنجي قافلي ڪان ڌار ٿي ويو. سڄي رات رُلندو رهيو ۽ برپٽ بيابان ۾ وڃي پيو. ويچاري ڪي ڏاڍي اڃ لڳي. الله تعاليٰ ڪان پاڻيءَ جي دعا گهريائين ۽ آسمانِ مان شراب جو پيالو نازل ٿيو. بزرگ شراب جو پيالو ڏسي ڏاڍو رُنو ۽ چيائين ته يا خدا! مون ڪي آزمائش ۾ نه وجهه. جيڪڏهن ڪنهن پاڻي ڏئين ٿو ته ڪنهن ڍُوناٽي جي هٿان ڏيار. مون جنهن ڏينهن ڪان اها حڪايت ٻڌي آهي، انهيءَ ڏينهن ڪان وٺي الله تعاليٰ ڪا نعمت ڪندو آهي ته شڪر بجا آڻيندو آهيان ۽ ڏجندو به آهيان. هاڻي بس ٿو ڪريان جو دانائن جي لاءِ ايترو ئي ڪافي آهي، والسلام عليڪم. حاضرين مجلس ڪي سلام چوندا.

# مڪتوب انهتر

ميان غلام علي تنده قيصر واري ڏانهن سندس خط جي جواب ۾ لکيو ويو جنهن ۾ لکيو هئائين ته سرڪاري ڪامورا

تنگ ٿا ڪن ۽ هرڪو سرڪاري ڪامورو شرير هوندو آهي.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

محب مخلص، خاص دوست، متحد دل و جان، برادر مهربان، هميشه منجهہ امن و امان، ميان غلام علي خان رب پاڪ ڪيس سلامت رکي. سلامن ڪان پوءِ جيڪا نبي پاڪ سرور ڪائنات ﷺ جن جي سنت آهي، نيڪ روشن هجي تہ اوهان پاڻرن جو پيار پريو خط پهتو. ڏاڍي خوشي حاصل ٿي. اهو پلارو وقت هو جنهن ۾ درويش نوح فقير جي هٿان اوهان جو خط مليو. خط جو سڄو مضمون پڙهيو ويو ۽ جملہ جماعت فقيرن جي ڪان اوهان جي لاءِ بارگاهہ الاهيءَ مان دعا گهرائي وئي. الله تعاليٰ پنهنجي خاص فضل ۽ ڪرم ۽ ٻاجهہ سان قبول فرمائيندو.

اوهان لکيو آهي تہ سرڪاري ڪامورا اوهان کي تنگ ٿا ڪن ۽ هرڪو سرڪاري ڪامورو شرارتي هوندو آهي. ان لاءِ عرض تہ پيارا! اهي سيئي فتنا ۽ شرارتون اسان جي نفس شوم جون آهن ۽ اسان جي عملن جون شامتون آهن جيڪي سرڪاري ڪامورن جي صورت ۾ ظاهر ٿي رهيون آهن. ڪنهن بزرگ چيو آهي تہ:

(بيت)

نفس چون نيست در درون باقي

چہ غم از دشمنان آفاقي

ترجمون: نفس جڏهن اندر ۾ ئي نہ هوندو تہ آفاقي دشمنن جو ڪهڙو خوف؟

علاج اهو آهي تہ دل جان سان الله تعاليٰ جي بارگاهہ ڏانهن رجوع ڪريو تہ رب ڪريم عملن جي انهيءَ بڇڙي صورت کي سهڻيءَ صورت ۾ تبديل ڪري. اسان جا مرشد حضرت پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص تي حاڪم ظلم ڪري يا ٻي ڪنهن ڪان ڪا تڪليف پهچي تہ ڪيس گهرجي تہ پنهنجي بدعملن ۾ نظر ڪري ۽ پوءِ هر ڪنهن گناهہ ڪان توبه ڪري ۽ تائب ٿئي تہ رب رحيم رحم فرمائي. والسلام پورو ٿيو ڪلام. ڪاتب جو ڪم

پورو ٿيو شيطان جو منهن ڪارو ٿيو. الحمدللہ عليٰ ذالک

## پورو ٿيو ڪتاب

منجهند جي وقت اربع جي ڏينهن سال ۱۳۳۵ ماهہ ربيع الاخر فقير حقير پرتقصير خاڪسار خادم العلماءِ والصلحاءِ نقازمند نور محمد ولد حافظ محمد اسماعيل ذات پٽي ويٺل ڪڙيو شريف جي هٿان "مڪتوبات محموديه" نقل ٿي مڪمل ٿي.

قاريا مڪن بر من عتاب
من نوشتم آنچہ ديدم در ڪتاب
بايم از مشتري بها طلبيد
ڪاتب از ناظران دعا طلبيد
نوشتہ است اين نامہ بنده غريب
برحمت خداوند باشد قريب
نوشتم من بر اين ڪاغذ نشاني
ڪہ مارا نيست دائم زندگاني
نوشتہ بماندسيہ بر سفيد
نويسنده را نيست فردا اميد
هرڪہ خواند يا بہ بيند اين ڪتاب
ڪاتبش را ياد آرد با دعاءِ مستجاب

ترجمون: اي قاري! مون تي ڪاوڙ نہ ڪر. مون جوڪجهہ بہ لکيو آهي سو ڪتاب تان ڏسي لکيو اٿم دڪاندار خريدار ڪان قيمت گهرندو آهي ۽ لکندڙ پڙهندڙن ڪان دعا گهرندو آهي. هي خط بنده غريب لکيو آهي. خدا تعاليٰ جي رحمت کي قريب هجي. مون ڪاغذ تي نشاني لکي آهي جو اسان جي زندگي دائمي نہ آهي. اڇي پني تي ڪارو اکر باقي رهندو پرلکندڙ کي صبحاڻي جي اميد نہ آهي. جيڪو بہ هي ڪتاب پڙهي يا ڏسي، اهو ڪاتب کي پنهنجين مستجاب دعائن ۾ ياد ڪري.

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٢٢٩ | ٣ | ڪونہ ڪولياٿون | ڪونہ ڪوليو هٿائون |
| ٢٢٩ | ١٥ | مٿني | مٿي |
| ٢٣٥ | ١۴ | آشق القمر | آن شق القمر |
| ٢٣٩ | ٨ | حقيقي | حقيقت |
| ٢۴٠ | ٢٩ | مڪرياءَ | مڪر هاءِ |
| ٢۴١ | ٢۴ | ڪہ ياد بحالش | ڪہ يار بحالش |
| ٢۴٢ | ٢ | در دريا | درديار |
| ٢۴٣ | ٢١ | حضور جي دل | دل جي حضور |
| ٢۴۵ | ٣ | وڪ وڌائي | وڪ وڌائين |
| ٢۴٧ | ١۵ | تن ملڪ | تن نہ رڪ |
| ٢۴٩ | ١٧ | ياگيري | يادگيري |
| ٢۴٩ | ٢١ | جو ياد | جو يار |
| ٢۵٠ | ٢ | انهيءَ جي | انهيءَ جي لاءِ |
| ٢۵٣ | ١۴ | وسيرا | ويسرا |
| ٢۵٨ | ٢٨ | خلقت الاقلاڪ | خلقت الافلاڪ |
| ٢۵٩ | ۴ | ڪجهہ حاصل | ڪجهہ حظ حاصل |
| ٢٦١ | ٩ | انتضار | انتظار |
| ٢٦۵ | ٢٧ | مض | محض |
| ٢٦٧ | ٢٨ | خزان دين | خزان درين |
| ٢٧٢ | ۴ | نراجه | خواجه |
| ٢٧٣ | ١١ | متلزوم | ملزوم |
| ٢٧٨ | ٣٠ | ڪيلث | ڪي لث |
| ٢٧٩ | ۴ | عطاڪش | عصاڪش |
| ٢٨٢ | ٢۴ | ندادلي | نزادي |

| ٢٨٢ | ٣٠ | بہ بدلي | بہ بدي |
|---|---|---|---|
| ٢٨٢ | ٣١ | بہ بدلي | بہ بدي |
| ٢٨٣ | ١٣ | رنجن | رجن |
| ٢٨٦ | ٥ | ادسب | ادب |
| ٢٨٦ | ١٢ | از خواهيم | از خدا خواهيم |
| ٢٩٤ | ٢٠ | ڪاولن | قافلن |
| ٢٩٥ | ٣ | جهان | جهان مان |
| ٢٩٦ | ٢٨ | لحو | لمحو |
| ٣٠٠ | ٣ | جگا | جفا |
| ٣٠٠ | ٢١ | زندگي | زنگي |
| ٣٠٠ | ٢١ | وهنجايو | وهنجاريو |
| ٣٠٢ | ١٨ | هور | جور |
| ٣٠٣ | ١٩ | پديو | پيو |
| ٣٠٨ | ٢٢ | تڪرر | تڪرو |
| ٣٠٩ | ١٠ | همنشي | همنشيني |
| ٣١٠ | ١١ | وٺجي | وٺو |
| ٣١٥ | ٢٧ | مسئل | مسئلو |
| ٣١٩ | ١٢ | نيازمندن | نيازن |
| ٣١٩ | ١٣ | ڪان الصلوٰة | عليه الصلواة |
| ٣١٩ | ١٨-١٩ | جو هميشه | جو شوق هميشه |
| ٣٢٢ | ٣ | اسان لڪي | اسان ڪي |
| ٣٢٢ | ٨ | ٻن سون سون | ٻن ٻن سون |

# اسان جا ڇپايل ڪتاب

## محموديه اڪيڊمي ڪڙيو گهنور طرفان ڇپايل ڪتاب

(١) توفيق طالبين: هي ملفوظات شريف خليفه گل محمد هالائي رحمة الله عليه اصل فارسي زبان ۾ لکيو هو، تنهن جو سنڌي ترجمو مولوي نور محمد ٻٽي ڪيو هو. هي ڪتاب تاريخ ١٦ جنوري ١٩٩٢ع ۾ شايع ڪيو ويو.

(٢) محبوبية المحموديه: هي ڪتاب پير سائين روزي ڌڻي رضي الله تعالي عنه سلسله قادريه نقشبنديه جي طريقي بابت سلوڪ جو بهترين ڪتاب آهي. هن ڪتاب کي ١٦ مئي ١٩٩٣ع ۾ فارسي کان سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيو ويو.

(٣) سراج العاشقين: هي ملفوظات شريف خليفه ميان محمد ملوڪ چانڊيو رحمة الله عليه فارسي زبان ۾ لکيو. هن ڪتاب کي تاريخ ٢٩ جون ١٩٩٨ع ۾ شايع ڪيو ويو.

(٤) مڪتوبات شريف: جيڪو حضرت خليفه محمود رضي الله تعالي عنه فارسي زبان ۾ لکيو هو، تنهن جو سنڌي ترجمون حاضر آهي. اميد ته پسند ايندو.

فقير الفقراءِ
مير محمد نظاماڻي

٢٦ جنوري ٢٠٠٣ع

شايع ڪندڙ

محموديه اڪيڊمي ڪڙيو گهنور
تعلقه گولاڙچي ضلع بدين سنڌ